

**(تقريظ)**

پيرِ پارسا، صوفي باصفا، عاشقِ مصطفيٰ، عالِمِ باعمل، خطيبِ بي بدل حضرت خواجہ محمد **عبدالغفار** عرف **پير مٺا سائين ثاني**، جاناني، خليلي، غفاري، مجددي نقشبندي مدظلہ العالي

سجاده نشين خانقاه عاليہ دارالارشاد **رحمت پور** شريف لاڙڪاڻو

بسم الله الرحمان الرحيم

الحمد لله الذي عم الوريٰ الائه ، وعلي النبي وآله صلواته وثنائه

مرقومِ مُطهر، سوانح حيات غفاريہ نظر مان گذريو. مصنف ميان ڪرم الله نقشبندي غفاري الاهي وڏي عرق ريزي سان هيڏو ضخيم ڪتاب تصنيف بالتحقيق ڪري سلسلہ عاليہ جي برادرانِ سلوڪ تي احسان ڪيو آهي ۽ دنياءِ تصوف ۾ ڪوربينن جي رهنمائي ڪئي آهي ۽ سورج غفاريت جي شعاعن ڪي افق تائين رسايو آهي ۽ اسلاف جي سهڻي سلسلہ ڪي وڌايو آهي. جيئن عارف سعدي رحمت الله عليہ شيراز جي علمي ميخانن ڪان اُچّ اُجهائي وطن اچي وري ملاقات لاءِ وڃڻ وقت فرمايو آهي تہ سندس حضور ۾ هديہ محبت پيش ڪرڻ لاءِ چيم :

بدل گفتم از مصر قند آورم * بر دوستان ارمغانی برم

نہ قندے کہ مردم بصورت خورند * کہ اربابِ معنیٰ بکاغذ برند

فقير صاحب هديہ عقيدت ڪي دنياءِ علم وتصوف ۾ آڻي حضرت غوث الوريٰ قبلہءِ حقيقت ڪعبہءِ معرفت قيوم زمان حضرت **پير مٺا سائين** قدس سره ڪي عالِمِ برزخ ۾ شاد ڪري روحاني راحت بخشي آهي ۽ سلسلہ ۽ سلوڪ جي نمڪ خواري جو حق ادا ڪيو آهي.جيڪو گهڻو اڳ ۽ گهڻن فيض جاوداني غفاري جي دعويدارن ڪي ڪرڻ گهربو هو پر

این سعادت بروز بازو نیست * گر نبخشد خدائی بخشندہ

فقير محقق ميان ڪرم الله لاءِ هميشہ دعاگوئي آهيون تہ الله تعاليٰ اجا بہ مزيد سندس فيض فضل ۽ علم ۽ تحقيق ۾ واڌارو فرمائي آمين بجاه سيد الامين.



فقط (فقير لا شيءِ محمد عبدالغفار جاناني)

دربار عاليہ رحمت پور شريف

تاريخ 14 صفر المظفر 1431 هجرة النبوية موافق 30.01.2010



(**تقريظ**)

پيرِ طريقت، واقفِ رموزِ حقيقت و معرفت بَقِيۃُ السّلف، قُدوَۃُ الخَلف حضرت خواجہ

**محمد ديده دل** غفاري، مجددي نقشبندي مدظلہ العالي

سجاده نشين خانقاه عاليہ غريب آباد شريف لاڙڪاڻو

حامدًا ومصليًا ومسلمًا

لکندي تعريف جنهن جي ٿا هٿ ڏکن،
تنهن محبوب جون کھڙيون ڳالهيون کجن.

اها حقيقت آهي تہ ايڏي وڏي عظيم، سحر انگيز هستي، وليءِ ڪامل جي شان ۾ ڪجهہ لکندي واقعي هٿ ڏڪيو وجن. صاحبزاده سائين ڪرم الله الاهي غفاري جن جو ڪافي عرصي کان اصرار هيو تہ هن عظيم ڪتاب "**سوانح حيات غفاريہ**" جي باري ۾ پنهنجي خيالات کان تحريري شڪل ۾ آگاهہ ڪيو. پر مون جهڙي سست ۽ ڪاهل لاءِ ڪجهہ تحرير ڪرڻ تمام مشڪل مرحلو آهي نہ صرف ايترو بلڪہ تحرير بہ اهڙي عظيم شخصيت جي باري ۾ ، منهنجي لاءِ جبل جهاڳڻ جهڙو ڪم هيو. بهر حال بي اثر ۽ بي ثمر جيڪي شڪستہ الفاظ مونکي مليا سي پيشِ خدمت آهن.

ڪنهن پاڪيزه هستي جو نالو ڪڻندي احتراماً چيو ويندو آهي تہ وضو ڪري پوءِ نالو وٺو. جيڪڏهن حضرت قبلہ **پير مٺا سائين** رحمت الله عليہ جن جي شخصيت بابت ڪتاب جو مطالعو ڪندي هيئن چيو وڃي تہ جيڪو سندن سوانح حيات پڙهي ٿو پلي بي وضو هجي پر ان جو پاڪ وضو ٿيو وڃي. اها ڳالهہ ڪا گهٽ نہ آهي.

۽ هيئن بہ چئي سگهجي ٿو تہ هي اهو درياهہ آهي جنهن کي ڪوزي ۾ بند نہ ٿو ڪري سگهجي.

سندن جو هر هڪ صحبت يافته فقير الڳ سان سندن جي باري ۾ ڪتاب لکي ته لکي سگهي ٿو ته اها ڳالهه غلط نه آهي.

مان ايترو چئي سگهان ٿو ته **دلبر جون دلبريون دلبر ئي ڄاڻن** ۽ لکن باقي اسان جهڙن جي وس جي ڳالهه نه آهي.

۽ اها ڳالهه به غلط نه آهي ته : "ناقصان را پير ڪامل ڪاملان را رهنما"

مون پنهنجي عظيم والده ماجده کان حضرت قبلا نانا سائين جن جو ذڪر ايترو ڪثير ۽ ايتري پُر اثر انداز ۾ ٻڌو آهي جو سندن جي سحر انگيز شخصيت ۾ سحر زده آهيان ۽ سندن جي ذات ۾ پاڻ کي مُقيد سمجهان ٿو. ٻنڍڻ کان **پير منا پير منا** جي ٻولي ۽ لولي ٻڌي اٿم ان ڪري مونکي ائين لڳندو آهي ته مان قبلا سائين جن جي هر حالات وواقعات کان آگاه نه بلڪه اکين ڏٺو شاهد آهيان. الله جا ڪروڙين ڪرم جنهن مونکي ان عظيم شخصيت جي خانوادي سان نسبت عطا ڪئي.

۽ سائين پير منا جي برادر حضرت سائين عبدالستار جن جي زيارت نصيب ٿي ۽ پنهنجي پياري ماما سائين **حضرت سائين خليل الرحمان** جن جي بي انتها شفقت نصيب ٿي ۽ رب العزة جو احسان عظيم اهو به جو سندن جي لخت جگر امان سائڻ جن جي شفقت محبت ۽ صحبت نصيب ٿي رهي آهي ۽ هن عاجز جي سڳي ناني صاحبه اهليه قبله پير منا رحمت الله عليه جن جو سايو الله سائين تا دير پوري جماعت غفاري تي قائم رکي انهن جو شفقتون مون سان شامل ڪامل آهن.

العرض والغرض ته : صاحبزده ڪرم الله سائين سان ڪجهه عرصي کان ملاقاتن ۾ تعطل رهيو پر هر وقت ياد هيا. ڪجهه وقت اڳ درشن ٿيو چيائون سائين قبلا پير منا سائين جن جي سوانح حيات لکڻ جو خيال آهي خيال ته عظيم هو پر حالات واقعي مشڪل هيا پاڻ مدد گهريائون هن عاجز کان جيترو ٿي سگهيو پنهنجي رشتيدارن عزيزن کي چئي تعاون حاصل ڪيو ۽ پاڻ جيڪو ان وقت ياد اچي سگهيو ۽ گهڻو ڪجهه امان سائڻ کان معلومات جو خزانو تحرير ڪرايو ويو جن جو پاڻ ذڪر به ڪيو اٿن.

مان مڪمل ڪتاب نہ پڙهي سگهيو آهيان ڪجهہ وقت جي ڪمي جي ڪري ۽ والده ماجده جي ناسازيءِ طبع جي سبب.

سندن باري ۾ اڳ جيڪي ملفوظات لکيون ويون آهن انهن ۾ تحرير ڪرڻ وارن کان ڪجهہ لفظن جي ڪمي بيشي ٿي وئي هوندي پر مان جيتريقدر ڏسي سگهيو آهيان تہ سندن سوانح جو هي ڪتاب مجموعي طور تہ غلطين کان پاڪ آهي. مان حيران آهيان ايتري گهٽ عرصي ۾ ايترو تحقيقي ڪم ۽ ايڏو ضخيم ڪتاب ۽ اهو بہ ايڏي وڏي عظيم شخصيت تي لکڻ ڪنهن ڪارنامي کان گهٽ نہ آهي ۽ هڪ تاريخي دستاويز جي حيثيت رکي ٿو هن ناچيز جي طرفان لک لک واڌايون جو ڪروڙين دلين جي سالن کان اڃ اجهايائون.

ماڻهو سڀ نہ سهڻا پڪي سڀ نہ هنج

ڪنهن ڪنهن ماڻهو منجهہ اچي بوءِ بهار جي

هي ڪتاب هر اهو شخص جيڪو طالب موليٰ، عاشق صادق، عارف بالله محبت جو قائل علم جو پياسي آهي ان لاءِ انمول تحفو آهي.

واقعي سائين ڪرم الله پوري جماعت غفاريہ تي ڪرم نوازي ڪئي آهي خصوصاً جماعت لاءِ بي بها خزانو آهي اسان سڀ رب العزت کان دعا گهرون ٿا الله سائين صاحبزاده ڪرم الله الاهي کي صحت، عافيت، سلامتي ۽ سندس اولاد کي سندن نقش قدم تي هلڻ جي توفيق عطا فرمائي فيض بہ فراواني ۽ درجات جي بلندي عطا ڪري آمين ثم آمين.

از قلم

ناچيز ديده دل غفاري

درگاهہ غريب آباد شريف لاڙڪاڻہ

02-02-2010

از قلم :
ناچيز ديده دل غفاري
درگاه غريب آباد شريف لاڙڪاڻه
2-2-10

## ﴿پيش لفظ﴾

ڪهڙو سنڌ واسِي هوندو جيڪو قطبِ عالم حضرت پير مٺاسائين جي نالي کان واقف نہ هجي؟ پاڻ عشقِ الاهي جا علمبردار هئا. عشقِ رسول ۾ يڪتاءِ روزگار هئا. اهلبيتِ اطهار جا حبدار هئا. قافلءِ عُشاق جا سالار هئا. سلسلہ نقشبنديہ جا تاجدار هئا. بلڪ نقشبنديہ، قادريہ ، چشتيہ ۽ سهروردیہ سلاسل جا مَجمَعُ البِحَار هئا. پاڻ عارف اڪمل ۽ مرشد مڪمل هئا. عُلومِ نقليہ وعقليہ ۽ علوم شرعيہ وروحانيہ جا جامع هئا. پاڻ صاحبِ ارشاد و تلقين هئا. پاڻ پنهنجي نوراني نظرِ فيضاني اثر سان هزارن انسانن جا احوالِ حيات بدلائي ويا.

پاڻ عالمَ هئا، عابدَ هئا، زاهد هئا، مُتّقي ۽ مُصلح هئا. راتين جو جاڳي عبادت ڪرڻ وارا، ڏينهن جو خلقِ خدا جي اصلاح احوال ڪرڻ وارا هئا. سندن صورت حسين ، مَہَ جبين هئي، سندن گفتار پر اسرار، پر انوار هئي، جيڪا ماڻهن جي دلين جي دنيا بدلائي ڇڏيندي هئي. سندن سيرت سُنتِ نبوي جي عملي تصوير هئي. پاڻ راڄن کي رنگ لاتائون، گمراهن کي گس لاتائون. وڇڙيل ٻانهن کي رب سان ملايائون.

سندن ولادت پاڪستان جي پنجاب صوبي جي ضلعي ملتان جي شهر جلالپور پير والا جي قريب هڪ ننڍڙي ڳوٺ لنگر شريف ۾ ٿي. سندن آباء و اجداد پُشتان پُشت علم ۽ عرفان ۾ ماڻهن جا مهندار ۽ عالمن ۽ صالحن جا پڳدار ٿيندا ٿي آيا. سندن والد ڪريم جو تہ علمي مقام ئي نرالو هيو. سندن پورو گهراڻو عملي ادبي ۽ صالح گهراڻو هيو. اهي زماني جي قطب حضرت چنڙ پير ﷫ جي ٻاءُ جي اولاد مان هئا.

پير مٺا سائين جو والدِ گرامي مولانا يار محمد رحمت اللہ عليہ جيّد عالِم دين ۽ صاحبِ تصانيفِ ڪثيره هيو. خلقِ خدا جو رهبر هيو. ان عظيم پيءُ جي پيار ۽ پرت ڀري صحبت ۾ پير مٺا سائين جي تعليم ۽ تربيت جو آغاز ٿيو ۽ پوءِ وقت جي جَيّد عالمن وٽان ظاهري عُلوم ۽ فُنون جي تڪميل ڪيائون. تفسير جا ماهر بنجي نڪتا. قرائت جو وٽن وافر علم هيو. حديث نبوي کي پڙهيائون، پُرجهيائون، سيني ۾ سمايائون ۽ اهڙي انداز ۾ نبوي ادائن کي پڙهيائون جو سيرتِ نبوي جي رنگ ۾ رنگجي نڪتا. پاڻ فقہ جا ماهر هئا.

فلسفي ۽ منطق ۾ يدِ طوليٰ رکندا هئا. حصولِ علومِ تصوف جو آغاز قادري سلسلي جي شيخ طريقت حضرت خواجه فتح محمد قادري رحمة الله عليه وٽان ڪيائون. جتان فيوضاتِ قادري حاصل ڪيائون. پوءِ سلسله عاليه نقشبنديه ۽ بقيه سلاسلِ روحانيه جا فيوضات حضرت پير فضل علي شاهه قريشي رحمة الله عليه جي صحبتن مان حاصل ڪيائون.

قادر قدير کين وڏي فياضي سان حسنِ صورت ۽ حسنِ سيرت عطا ڪيو هيو. استادن کين علم جا حسين پوش پهرايا. مرشدن مٿن معرفت الاهي جا ڇٽ ڇٽي صبغة الله جي رنگ ۾ رنگي، اسرارن ۽ انوارن جو امام بنايو. هڪ ڏاتر جي ڏات ٻي استادن ۽ مشائخن جي سوغات پاڻ "تَخَلَّقُوا بِاَخْلَاقِ اللهِ" جو مظهر بڻجي نڪتا. مالڪ ڪريم سندن گفتار کي پر اسرار ۽ پر انوار بڻائي ڇڏيو هيو. جڏهن ڳالهايائون ٿي ته دلين جا زنگ ڌوئي ٿي ڇڏيائون. جنهن ڏانهن نظر ٿي ڪنيائون ته ان جي تقدير مَٽائي ٿي ڇڏيائون. جنهن شهر ڳوٺ وستي يا واهڻ ۾ ويا ٿي ته الله جي ذڪر اسم ذات جي جهونگار جاري ڪندا ٿي ويا. پاڻ شخصيت ساز هئا. تاريخ ساز هئا. بلڪه عهد ساز ۽ غريب نواز هئا.

پاڻ الله جي پيغام پهچائڻ لاءِ پنهنجي اباڻي ڳوٺ لنگر مان مسافر ۽ مهاجر بڻجي نڪري پيا ته پوءِ ڪنهن جاءِ تي قرار نه ورتائون. الله جي ڌرتي تي الله جي ٻانهن جي اصلاحِ احوال لاءِ مختلف ڳوٺن شهرن، واهڻن ۽ وستين ۾ مراڪز بڻائيندا ويا. جتي ماڻهن ۾ جهالت جو انڌارو ڏٺائون اتي ديرو دمايائون. عشقِ محمد ﷺ جي سوجهري سان اهو علائقو منور بڻائي وري ڪنهن ٻي جاءِ کي شرفِ قيام بخشيائون. مليل ڄاڻ مطابق پاڻ پنجاب، سنڌ ۽ بلوچستان جي سترهن جاين تي نقل مڪاني ڪيائون. جتي پهتا اتي ذڪر الاهي جي جهونگار جاري ڪري ڇڏيائون.

بستي آرائين ۾ آيا ته اها "جذبي والي بستي" جي نالي سان مشهور ٿي وئي. پوءِ قريه بقريه سفر ڪندا آيا. ڪنهن قريه ۾ قرار ڪو نه ورتائون. "عاشق آباد" ۾ عشق جا دونهان دکائيندي سڀوري سنڌ ۾ پهتا. سنڌ جي وستي وستي واهڻ واهڻ، شهر شهر، نگر نگر سفر ڪندا آيا. دين جا رنگ لائيندا آيا. آخر لاڙڪاڻي ساهه سيباڻي کي آخري آرامگاهه جو شرف بخشيائون.

قادر ڪريم ڪين سنڌ مٿان رحمت جو ڪڪر بنائي موڪليو. سنڌ ڌرتي اڳ ئي پيرن، فقيرن، صوفين ۽ صالحن جي سرزمين مشهور ۽ معروف هئي. پاڻ چوڏهين جو چنڊ بنجي سنڌ جي افق تي طلوع ٿيا تہ سندن روشني سنڌ جي هر ضلعي هر تعلقي تقريباً هر شهر وستي ۽ واهڻ کي پرنور بنائي ڇڏيو. جاهلَ سندن صحبت ۾ عالمَ ٿي ويا. عالم سندن نگاهہ سان عارف ٿي ويا. پوليس جي جمعدار تي نگاهہ ڪيائون تہ ان کي ولي الله بنائي، هزارين انسانن جو اڳواڻ بنائي ڇڏيائون. ڌنارن ۽ پنهوارن تي نگاهہ ڪيائون تہ اهي بہ "قَالَ اللهُ ۽ قَالَ الرَّسُولُ" جون ٻوليون ٻولڻ لڳا. جهنگن ۽ ٻرن ۾ ٿرن جي پٽُن تي بہ الله الله جي تنوار جاري ٿي وئي. سندن قدمن جي برڪت ناڙي کي نور پور بنائي ڇڏيو. سنڌ جي مختلف ڳوٺن شهرن کي روحاني رنگ ۾ رنگيندي آخري عمر جا ايام لاڙڪاڻي ۾ گذاريائون. سندن قدمن جي برڪت سان رامپور "**رحمتپور**" بنجي پئي. اها ئي رحمتن جي جاءِ سندن مرقدِ منور بڻجي وئي.

سندن نگاهہ سان ٻار ۽ ٻُڍا الله جي ٻاجهاري ٻولي ٻولڻ لڳا. هر پاسي هو هو جي جهونگار جاري ٿي وئي. عورتون پردي دار تهجد گذار بنجي ويون. پاڻ اهڙو شخصي انقلاب بپا ڪيائون جو لکين ڪَٽِيَلَ قلبن کي روشن ڪيائون. سندن صحبت ۾ اخلاقِ ذميمہ وارا اخلاقِ حسنہ جا پيڪر بنجي ويا. پاڻ ڏوڙي بنجي قلبن کي ڌوتائون. ماڻهن جا مَنَ مانجهيائون، سينا صاف ڪيائون. اوٺين ۽ اعرابين کي قربئون قريب ڪري انهن جا ميرا منهن ڌوئي اونداها قلب اُجاري انهن کي فنا ۽ بقا جي منزلن تي فائز ڪيائون. پاڻ محسنِ سنڌ هئا پاڻ ابر رحمت هئا، پاڻ ڪڪرِ ڪرامت هئا. پاڻ نورِ هدايت هئا. پاڻ شمع ولايت هئا.

پاڻ پوري عمر الله جي دينِ متين جي خدمت ڪندي جڏهن وڃي پنهنجي پالڻهار سان مليا تہ پنهنجي پويان لائق ۽ فائق فرزند دلبند حضرت **خواجہ خليل الرحمان** ڇڏيائون. جنهن سندن مشن کي جاري ۽ ساري رکيو. هن پاڪيزه پدر جو پاڪيزه پسر عالم هيو، عاقل هيو، رهبر هيو، رقيق القلب هيو، سريع الاثر هيو. سندس صحبت ۾ گمراهن کي گس مليو. ڀٽڪِيَلَ مسافرن کي منزل ملي.

سائين صاحبزاده صاحب جن مختلف علوم مثلاً عروض ، صرف، نحو ، منطق ۽ فلسفي جا امام هئا. تفسير ۽ حديث جا غواص هئا. فقہ ۾ وڏي مهارت رکندا هئا. معرفت الاهي جي حقيقت کين پاڪ پيءُ جي گود ۾ ملي هئي. سندن فضيلت لاءِ اها ڳالھ ڪافي آهي جو حضرت پير مٺاسائين خود فرمائيندا هئا تہ:

”منهنجو پٽ محمد خليل رئيسُ العلماء آهي“.

سندس وصال پُر ملال ۽ برزخ طرف اِرتحال بعد سندس نورِ نظر، لختِ جگر حضرت خواجہ **مظهر جان جانان** رحمة الله عليه سندس جانشين ٿيو. جنهن جي پيشاني ۾ ننڍپڻ کان نور الاهي چمڪندڙ هيو. ايامِ طفلي ۾ ئي قطبِ عالم پير مٺا سائين جن کيس پنهنجي پاڪ پڳ پهرائي ۽ صدري سيني تي اوڍائي هئي. هن مانيٽي محبوب پنهنجي آبِ اڪرم ۽ جَدِ اعظم جي سجاده نشيني کي سهڻي طرح نڀايو. دنيا کي روحانيت جو رنگ لڳايو. جنهن کي بہ تلقينِ ذڪر ڪندو هيو تہ ان کي جذبو چالو ٿي ويندو هيو.

وري سندس گهر ۾ هڪ اهڙو گلاب جو گل ٽڙيو جنهن جو اسم گرامي پنهنجي جدِ اعليٰ جي نامِ نامي مطابق ”**عبدالغفار**“ رکيو ويو. هن نامياري نينگر جي پيشاني ۾ بہ ننڍپڻ کان نور الاهي جلوه گر هيو. عظيم استادن جي تعليم ۽ تربيت سندس صلاحيتن کي ويتر نِکاري نروار ڪيو. پنهنجي والدِ گرامي جي انتقال پُر ملال بعد جڏهن پاڻ آباءُ و اجداد جي مَسند مبارڪ تي فائز ٿيو تہ دنيا کيس ”**حضرت پير مٺا سائين ثاني**“ جي سهڻي لقب سان سڏڻ لڳي. پاڻ نهايت محنت ۽ محبت سان پنهنجي اجداد جي عظيم سرمايي کي سنڀالي رهيو آهي. خانقاهہ عاليہ رحمتپور ۾ هر مهيني جي يارهين جي رات هڪ پرڪيف نوراني محفل ٿيندڙ آهي. ان کان علاوه ساليانا پروگرام بہ عظيم الشان ٿيندڙ آهن.

قطبِ عالم حضرت پير مٺاسائين جا نوراني نواسا حضرت سائين خواجہ محمد ” **ديده دل**“ مدظلہ بہ ان چمنِ غفاري جا حسين خوشبوئدار گل آهن. جيڪي پنهنجي اسلاف ۽ اڪابرين جي نقشِ قدم تي هلندي سلسي پاڪ جي ترويج ۽ اشاعت ۾ شب وروز ڪوشان آهن. سندن آستانو لاڙڪاڻي شهر ۾ درگاه ”**غريب آباد** “ جي نالي سان معروف آهي. جتي بہ ماهانہ محفل ٿيندڙ آهي.

ان کان علاوه حضرت پير مٺاسائين جن پنهنجي پويان خلفاءَ ۽ صلحاءَ جي هڪ بيمثال جماعت ڇڏي جيڪي سندن تعليمات ۽ فيوضات جا روشن چراغ آهن. اڄ بہ پوري ملڪ ۾ توڙي ملڪ کان ٻاهر غفاري فيض جو درياءُ موجزن آهي.

حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ جي فيض ور ۽ فيض رسان گهراڻي جا سنڌ مٿان وڏا وڏ ۽ عظيم احسان آهن. جنهن جي سنڌ سراپا ممنون ۽ مشڪور آهي. پر افسوس تہ اهڙي قدآور ۽ ڪامل شخصيت جي مڪمل سوانح حيات اڃا تائين ڪنهن ڪونہ لکي آهي. توڙي جو سندن وصال کي پنجيتاليهہ سال پورا ٿي چُڪا آهن. اهلِ سنڌ مٿان سندن اهو قرض رهيل هيو، جو پنهنجي محسن جي سوانح حيات کي ظاهر ۽ ٻاهر ڪري ايندڙ نسلن لاءِ سندن تعارف ۽ الفت ۽ اڪير جو ذريعو باقي رکيو وڃي.

جيئن تہ هن فقير (ڪرم الله) جا والدِ گرامي حضرت خواجہ **محمد الاهي بخش** قُدِّسَ سِرُهٗ بہ سندن خانقاهہ جا مريد هئا. پير غفاري جو غلام سڏائيندي فخر محسوس ڪندا هئا. ڇو جو سندن روحاني رنگ ۾ رنگجي خرقهءِ خلافت حاصل ڪري نڪتا هئا ان ڪري هن فقير جي دل ۾ اها تمنا هئي تہ سندن جامع سوانح حيات لکان. پوءِ جڏهن سنڌ جي علماء ۽ مشائخ جي سوانح لکڻ جو سلسلو "**مَعرِفَۃُ الکرام**" شروع ڪيم تہ دل چاهيو اول پنهنجي مرشد جي مرشد مُربّي ۽ محسن جي سوانح حيات لکان. ان سلسلي ۾ مواد جمع ڪرڻ جي ڪوشش شروع ڪيم. ڪراچي کان ڪشمور تائين ڳوٺن، وستين، واهڻن ۾ ڪٿي خود وڃي ڪٿي خليفي منظور احمد ڪرمي کي موڪلي، پير مٺا سائين جي خلفاء جي بارگاهن ۾ وڃي مواد جمع ڪيم. سندن اباڻي ڳوٺ لنگر شريف ويس ۽ جتي جتي پاڻ رهيا انهن جاين تي خود وڃي مواد جمع ڪيم. جيڪو اڄ اوهان جي هٿن ۾ آهي.

ان سلسلي ۾ آءُ پير مٺا سائين جي موجوده سجاده نشين "**پير مٺا سائين ثاني**" جو بيحد ممنون ۽ مشڪور آهيان جن وک وک تي منهنجي رهبري ۽ رهنمائي فرمائي. جن ماڻهن کان مواد حاصل ڪرڻ جي ضرورت پئي تہ پاڻ انهن کي فون ڪري يا هن فقير سان گڏ پنهنجو ماڻهو موڪلي حالات و واقعات گڏ ڪرڻ ۾ مدد ڪيائون. ڪتاب جي تقريظ لاءِ پنهنجا قيمتي لفظ لکي ڪتاب کي چار چنڊ لڳائي ڇڏيائون.

سخي پير مٺا سائين جي سخي نواسي حضرت سائين محمد "**ديده دل**" جو بہ بيحد شڪر گذار آهيان جنهن پنهنجو قيمتي وقت ڪڍي سهڻيون صلاحون، مفيد مشورا ڏنا ۽ مواد جي حصول ۾ هن فقير جي گهڻي مدد فرمائي. وڏي فياضي سان ڪتاب جي تقريظ جا لاڪيڻا لفظ لکي ڪتاب جي قدر قيمت کي دوبالا ۽ ڪتاب لکڻ واري جو مانُ مٿاهون ڪري ڇڏيو.

قطبِ عالم حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ جي نوراني نياڻي حضرت سائين محمد ديده دل جي جيجل امڙ، عابده، زاهده، عارفہ، مخدومہ محترمہ بيبي "**اَمَةُ الكريم**" سائڻ الله ڪريم کين صحت سلامت شاد آباد رکي. پاڻ حضرت پير مٺا سائين جي لختِ جگر آهي ۽ سندن شبيہ آهي ۽ سندن گهريلو زندگي جي اکين ڏٺي شاهد آهي. پير مٺا سائين جي گهريلو زندگي، سندن گهرواريُن، اولاد، آباءَ اجداد، سندن راتين جي عبادت، زهد، شب بيداري ۽ عبادتگذاري بابت هڪ سئو سوال لکيم پوءِ اهو سوالنامو منهنجي گهرواري محترمہ فرزانہ ڪرم کي ڏنم. جنهن امان سائڻ کان سوال پڇيا ۽ امان سائڻ جا جواب رڪارڊ بہ ڪيا ۽ ڪاغذ تي بہ لکيا. جيڪي هن ڪتاب جي زينت آهن. بلڪ هي ڪتاب امان سائڻ جي دعائن ۽ شفقتن جو صلو آهي. امان سائڻ هن ناچيز کي پيائٽيو سڏيندي آهي. انهن عنايتن، احسانن ۽ مهربانين تي امان سائڻ جو لک ڀيرا شڪر گذار آهيان. الله ڪريم سندن سايہءِ شفقت پوري جماعتءِ غفاريہ مٿان قائم دائم رکي.

حضرت سائين محمد ديده دل مدظلہ جي پيٽيوي حضرت سيد علم الدين شاهہ مدظلہ جا وڏا وڙ ۽ احسان جن پير مٺا سائين جي زندگي مبارڪ بابت پي ايچ ڊي ڪرڻ لاءِ جيڪو مواد جمع ڪيو هيو وڏي فياضي سان ان جي ڪاپي عنايت ڪيائون.

آءٌ حضرت مولانا محمد امين الدين خليلي مدظلہ خطيب درگاهہ عاليہ مخدوم بلال شهيد رحمت الله عليہ جو بہ شڪر گذار آهيان، جي پنهنجو قيمتي وقت ڪڍي مواد حاصل ڪرڻ جي سلسلي ۾ مختلف جاين تي گڏجي هليا ۽ پير مٺا سائين جي سجاده نشينن خصوصاً حضرت خواجہ محمد خليل الرحمان، حضرت خواجہ محمد مظهر جان جان رحمت الله عليهما ۽ سندن خلفاءَ بابت وڏي معلومات فراهم ڪيائون. وقتاً فوقتاً هي فقير فون تي ساڻن رابطي ۾ رهيو. پاڻ معلومات ۽ مفيد مشورا ڏيندا رهيا.

حضرت علامہ مولانا حبيب الرحمان گبول طاهري مدظلہ ساڪن دربار عاليہ الله آباد ڪنڊيارو جا وڏا ورثا جن ملاقات جو وقت عنايت ڪيو ۽ پنهنجي مفيد مشورن سان نوازيو ۽ وٽن جمع ٿيل مواد جي ڪاپي عنايت ڪئي.

پير مٺا سائين جي خليفي مولانا محمد علي پتي جي صاحبزادن مولانا محمد بشير ۽ مولانا محمد منير جا ٿورا جن پير مٺا سائين جا ڪجھ خط ۽ معلومات عنايت ڪئي.

پير مٺا سائين رحمت الله عليہ جي قريبي رشتيدارن مولانا محمد حسين، مولانا ابوبڪر جا ٿورا جي پنجاب جي سفرن ۾ قريہ بقريہ گڏجي هليا. جزاهما الله خير الجزاء.

**ڪجھ وضاحتون:**

- هن ڪتاب ۾ مستند ۽ پڪين پختين روايتن، ڪرامتن ۽ حڪايتن آڻڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم. غير مستند ۽ غير معياري مواد کي ڇاڻي واڻي ڇڏي ڏنو اٿم.
- مقامات جو خود مشاهدو ڪري اتي صالح ۽ ثقہ ماڻهن سان ملي مواد جمع ڪيو اٿم.
- ڪتاب لکڻ ۾ جن ڪتابن (مراجع) تان استفادو ڪيو اٿم اهي ۽ پيو سڀ مواد هن عاجز وٽ رڪارڊ تي موجود آهي. ڪجھ اهم مراجع جي ڪاپي دربار رحمتپور شريف جي گادي نشين مدظلہ العالي کي بہ پيش ڪئي اٿم.
- اول خيال هيو تہ ڪتاب هڪ ئي جلد ۾ مڪمل ڪبو پر مواد ايترو جمع ٿي ويو جو مجبوراً ڪتاب کي ٻن جلدن ۾ ورهائڻو پيو. پهرئين جلد ۾ حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ ۽ سندن گهراڻي ۽ سندن سجاده نشينن جو ذڪر ڪيو اٿم. هن حصي جو نالو ”سوانح حيات حضرت پير مٺا سائين“ رکيو اٿم.
- ٻئي جلد ۾ انشاءَ الله پير مٺا سائين جي خليفن ۽ انهن جي گادي نشينن ۽ انهن جي مراڪز جو ذڪر ڪيو ويندو. ان جو نالو ”تذڪرة الخلفاءِ“ هوندو.
- جمع ٿيل مواد جي ترتيب ۽ تاليف جو آغاز پنهنجي پنجيتاليهين جنم جي ڏينهن 29 جمادي الثاني 1430هہ تي ٻنهين جهانن جي سردار ﷺ جي بارگاهہ ۾ مديني پاڪ ۾ ڪتاب جي قبوليت ۽ تڪميل جي دعا گهرڻ سان ڪيم.
- ڪتاب ۾ جتي ضروري محسوس ڪيو اٿم اتي حاشيہ ۾ ڪجھ وضاحتي نوٽ هنيا اٿم. حديثن جي تخريج يا بعض فقهي مسائل جي تحقيق بہ حاشيہ ۾ ڪئي اٿم.

# اعتراف

هن ڪتاب جي تياري ۾ تمام گهڻن معتبر ماڻهن سان مليو آهيان. پنجاب ۽ سنڌ جي مختلف درگاهن ۽ مقامات جا دور دراز جا سفر ڪيا اٿم، رات ڏينهن جي مسلسل محنت ۽ جدوجهد ۽ پوري جانفشاني ۽ زرِ ڪثير خرچ ڪري مواد جمع ڪرڻ بعد به اقرار ڪيان ٿو..... اعتراف ڪيان ٿو ته......شاهِ نقشبند غريب نواز حضرت پير مٺا سائين جي جيڏي وڏي شخصيت آهي، جيڏو وڏو سندن مقام ۽ شان آهي اهڙو آءٌ ڪتاب لکي نه سگهيو آهيان. چوندا آهن : ما لايدرك كله لايترك كله سڀ نه مليو ته سڀ هٿان نه وڃائجي. جي چوڻي جي مطابق جو ڪجهه ميسر ٿي سگهيو سو پيشِ خدمت آهي.

وڌيڪ لاءِ احبابن ، سڄڻن ۽ ساچاهِ وَندن جي خدمت ۾ گذارش آهي ته اگر ڪنهن وٽ پير مٺا سائين يا سندن خلفاء بابت ڪا مزيد معلومات هجي يا سندن ڪو خط يا ڪتاب يا ڪو مضبوط مواد هجي ته عاجز کي اطلاع ڪري. فقير خود سندس خدمت ۾ حاضر ٿي مواد جي ڪاپي حاصل ڪندو . جيئن ٻئي ايڊيشن ۾ اضافو ڪري سگهجي.

فقير جو رابطو هي آهي:

موبائيل فون نمبر : 03002522741

اي ميل ايڊريس: dilbarpeer@yahoo.com

پوسٽ جي ايڊريس: فقير ڪرم الله دربار فضل آباد شريف ماتلي سنڌ.

هن ڪتاب ۾ اگر ڪا خوبي آهي ته اها فقط الله ڪريم جو فضل ۽ مرشدن ڪريمن جي دعا جو صلو آهي ۽ اگر ڪا خامي آهي ته اها منهنجي ڪم علمي ۽ ڪوتاهي آهي. آءٌ ان جو شڪر گذار رهندس جيڪو مون کي منهنجي اوڻاين جي نشاندهي ڪري ۽ مون کي منهنجي اصلاح جو موقعو مهيا ڪري. فقط

دعائن جو طلبگار

محمد ڪرم الله قادري نقشبندي

خادم دربار فضل آباد شريف ماتلي.

ربيع الاول 1431 هه

**باب پهريون :** نَسَبُ شَيۡخُنَا مُحَمّد عَبۡدُ الۡغَفَّار وَاَجۡدَادُهُ الۡكِبَار وَ ذُرِّيَّتُهُ الۡاَبۡرَارِ

# نسب آباءُ واجداد

قطبِ عالم حضرت پير مٺا سائين ﷫ جو تعلق برّ صغير جي هڪ نهايت قديم ۽ قابلِ تعظيم "چنَڙ" قوم سان هيو. سندن نسب نامو فارس جي بادشاهن کان ٿيندو، حضرت اسحاق ۽ حضرت ابراهيم خليل الله عليهما السلام کان ٿيندو حضرت سيدنا آدم عليہ السلام تائين پهچي ٿو. سورهين پيڙهي ۾ سندن ڏاڏو حضرت چنڙ پير ﷫ مادر زاد ولي الله هيو.

پير مٺا سائين جو گهراڻو هڪ زبردست علمي فڪري ۽ روحاني گهراڻو هيو. جن وٽان علم ۽ روحانيت جا متلاشي اچي روحاني اُڄ اُجهائيندا هئا.

هن باب ۾ سندن نسب نامو لکيو ويو آهي. سندن گهراڻي جو ذڪر ڪيو ويو آهي. سندن والدِ گرامي جا حالات سندن پائرن جي سوانح لکي وئي آهي. سندن ولادت، ننڍپڻ جا واقعات لکيا ويا آهن.

[1] هن باب جو اڪثر مواد پنجاب ۾ وڃي سندن ڳوٺ جي ثقہ ماڻهن کان حاصل ڪيو ويو آهي. ڪجهہ مواد هيٺين ڪتابن مان لکيو ويو آهي.(1) نسب نامو قلمي جيڪو پير مٺا سائين جي والد مولانا يار محمد جو لکيل آهي. (2) گنجينہ حيات غفاريہ (3) گلستان غفاريہ مولانا بيدار مورائي. (4) تاريخ جلالپور پير والا تحرير وتحقيق پروفيسر ناصر عباس. (5) حضرت عماد الدين المعروف چنن پير تاليف مولانا حبيب الرحمان اختر

**سندن ذات ۽ نسب :**

قُطبِ عالم حضرت پير مٺا سائين چنڙ قبيلي منجھان هيا. سندن نسب سورهين پيڙهي ۾ حضرت عماد الدين عرف ”چنن پير يا چنڙ پير“ رحمة الله عليه جي پاءُ سان ملي ٿو. اهي زماني جا قطب ڪامل اڪمل ولي بلڪ مادر زاد ولي الله هئا. جن جي مزار صوبي پنجاب جي شهر بهاولپور جي ڏکڻ اولهه ۾ چاليهه ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي ريگستاني علائقي ۾ هڪ واريءَ جي دڀ مٿان واقع آهي.

حضرت پير مٺاسائين رحمت الله عليه کان حضرت چنڙ پير رحمت الله عليه تائين سندن سلسلهءِ نسب ، پير مٺاسائين جن پاڻ پنهنجي قلمي بياض ۾ پنهنجي مبارڪ هٿن سان لکيو آهي. جنهن تان مولانا بيدار مورائي پنهنجي ڪتاب گنجينه حيات غفاريه ۾ لکيو آهي. اهو شجرهءِ نسب قابلِ اعتماد آهي. حضرت چنڙ پير رحمت الله عليه کان حضرت سيدنا آدم عليه السلام تائين نسب نامو جيڪو هن فقير کي حضرت پير مٺاسائين جي پاءُ مولانا عبد الرحمان جي پوٽي مولانا محمد حسين ڪراچي واري وٽان مليو آهي. جيڪو قلمي صورت ۾ آهي سندس چَواڻي ته اهو پير مٺاسائين جي والد گرامي حضرت مولانا يارمحمد رحمت الله عليه جي مبارڪ هٿن سان لکيل آهي. (والله اعلم) انجي ڪجھه حصن جي تصديق ٻين مستند ڪتابن جيئن البداية والنهاية وغيره مان به ملي ٿي. اهو نسب نامو ايران جي ناميارن بادشاهن ۽ حضرت ابراهيم خليل الله کان ٿيندو حضرت سيدنا آدم عليه السلام تائين پهچي ٿو. توڙي جو ان جي مڪمل صحت الله بهتر ڄاڻي ٿو پوءِ به اهو اهم تاريخي دستاويز جي حيثيت رکي ٿو. انڪري اسان انکي هتي پيش ڪري رهيا آهيون.

---

(1) ڏسو محترم بيدار مورائي جا ٻه ڪتاب گلستانِ غفاريه ص 23 ۽ گنجينه حيات غفاريه ص 10.
ملفوظات غفاريه جيڪا خليفي حبيب الرحمان جي هٿن جي لکيل آهي ان جي ص 15 ، 16 تي به سندن نسب نامو موجود آهي ۽ ملفوظات فضليه جي مقدمي ۾ ص 7، 8 تي مولانا بيخرچ رحمة الله عليه به ساڳيو نسب نامو لکيو آهي.

# حضرت پير مٺا سائين جو نسب نامو

## حضرت سيدنا آدم عليہ السلام تائين

سيدنا آدم عليه السلام ابنه سيدنا شيث عليه السلام ابنه انوس ابنه اخنوع ابنه متوشلح ابنه لامك ابنه نوح ابنه سام ابنه ارفخشد ابنه قينان ابنه شالخ ابنه عابر ابنه ارغو ابنه فالغ ابنه ساروغ ابنه ناخور ابنه آذر (تارخ) ابنه سيدنا ابراهيم عليه السلام [1] ابنه سيدنا اسحاق عليه السلام ابنه سيدنا يعقوب اسرائيل عليه السلام ابنه يهوذا ابنه جمشدا ابنه ملك ابنه منوچهر لقبه فارس ابنه مرزبان ابنه مسوره ابنه ملك ابنه برهما ابنه دادا ابنه كيقباد ابنه ملك ابنه كيابو ابنه يامين ابنه ملك ابنه كتمش ابنه ملك مهراسب ابنه گشتاسب ابنه ملك ابنه اسفنديار ابنه ملك تهمتن ابنه ملك ساسان ابنه ملك مهرس ابنه ملك اتابك ابنه ملك ساسان ابنه ملك كردوس ابنه ملك سيدوس ابنه دوين ابنه كميار ابنه دينار ابنه خانسان ابنه هرمزديار ابنه شادان ابنه بخت خور ابنه يزد ابنه سيدوس ابنه دادين ابنه سيردار ابنه كرد ابنه يتكر ابنه قبان ابنه سيندوش ابنه فيروز ابنه ازدخور ابنه ارديار ابنه بهرام ابنه هرادس ابنه ادر ابنه حسيسك ابنه ناحشر ابنه مهركن ابنه بهرام ابنه مرزبان ابنه هرمز ابنه كاؤس ابنه هرمز ابنه حسن وپرويز ابنه شهريار ابنه يزدگرد ابنه شهريار ابنه اردشير ابنه يزدجرد ابنه قعقاع ابنه شيرويه ابنه هامان ابنه نرسى ابنه شهريار ابنه يزدجرد ابنه فيروز ابنه قباد ابنه راجه ارسدهير ابنه قطب الاقطاب ولى الله مادر زاد حضرت عماد الدين المعروف مخدوم چنن پيرصاحب المعروف چنڙ پير اخوه محمد اويس ابنه محمد زكريا ابنه محمد اسحاق ابنه نور محمد ابنه غلام رسول ابنه احمد على ابنه غلام حسن ابنه نور محمد ابنه غلام رسول ابنه حافظ محمد ابنه محمد پناه ابنه خان محمد ابنه خليل احمد ابنه عبد الرحمان ابنه خير محمد ابنه الشيخ العالم يار محمد ابنه القدوة الشيخ القطب محمد عبد الغفار رحمه الله ابنه خواجه خليل الرحمان ابنه خواجه مظهر جان جانان ابنه الشيخ العالم محمد **عبد الغفار** الثانى حفظه الله [2]

---

[1] انظر: البدء والتاريخ -(ج1/ص224) تاريخ الإسلام للذهبى -(ج1/ص3) سبل الهدى والرشاد فى سيرة خير العباد (ج1/ص298) وقال ابن دريد: فى كتاب الاشتقاق: وأما نسب إبراهيم إلى آدم عليهما الصلاة والسلام فصحيح لا خلاف فيه لأنه منزل فى التوراة



[2] لقد وجدت اختلافا كثيرا فى الاسماءِ وفى ترتيب الاسماءِ فى الكتب فأعتمدت على ما نصه شيخنا العلامة يار محمد رحمه الله (فقير كرم الله)


1. قطب الاولیاء مخدوم چنن پیر المعروف چنڑ پیر
رحمت اللہ علیہ
2. حضرت خواجہ محمد اویس برادر وسجادہ نشین حضرت چنڑ پیر
3. حضرت خواجہ محمد زکریا
4. حضرت خواجہ محمد اسحاق
5. حضرت خواجہ نور محمد
6. حضرت خواجہ غلام رسول
7. حضرت خواجہ احمد علی
8. حضرت خواجہ غلام حسن
9. حضرت خواجہ نور محمد
10. حضرت خواجہ غلام رسول
11. حضرت خواجہ حافظ محمد
12. حضرت خواجہ محمد پناھ
13. حضرت خواجہ حافظ خان محمد
14. حضرت خواجہ خلیل احمد
15. حضرت خواجہ عبدالرحمان
16. حضرت خواجہ خیر محمد
17. حضرت خواجہ یار محمد
18. قطب عالم حضرت خواجہ محمد عبدالغفار "پیر مٹا سائیں" رحمۃ اللہ علیہ
مخدومہ محترمہ بیبی امۃ الکریم
حضرت خواجہ محمد دیدہ دل مدظلہ
19. صاحبزادہ حضرت خواجہ خلیل الرحمان
20. حضرت خواجہ مظہر جان جانان
21. حضرت محمد عبدالغفار پیر مٹا ثانی

## چنڙ قوم جو مورثِ اعليٰ حضرت مخدوم چنڙ پير رحمة الله عليه

حضرت خواجہ عماد الدين رحمت الله عليہ المعروف حضرت مخدوم چنڙ پير قدس سره العزيز الله جا عارف اڪمل ولي الله هئا. روهي جي هن علائقي جي سڃاڻ ئي سندن نالي سان آهي. پاڻ جهنگ ۾ رحمتن جا رنگ لڳايا اٿن. سندن ولادت جي باري ۾ عجيب روايتون مشهور آهن. انهن مان هڪ هيءَ بہ آهي تہ :

حضرت قطبِ ڪمال سيد جلال رحمة الله عليه قلعي ڊيراور ۾ آيا ۽ اتي جي هندو راجا سڌيرن ۽ ان جي قوم کي اسلام جي دعوت ڏنائون. گڏوگڏ هيءَ پيشگوئي بہ ڪيائون تہ راجا جي گهر هڪ ٻچڙو پيدا ٿيندو جيڪو مادرزاد ولي الله هوندو. پوءِ ائين ٿيو.

مخدوم چنڙ پير جي ولادت 638 هہ ۾ ٿي. بعض ماڻهن جي چواڻي تہ جڏهن سندن ولادت ٿي تہ ان هندو راجا کين صندل جي ڪاٺي جي صندوق (يا پينگهڙي) ۾ وجهائي ان پِٽَ تي ڦِٽي ڪرڻ جو حڪم ڏنو. جتي هينئر سندن مزار آهي. ماءُ جي ممتا سبب رات جو سندن والده آئي تہ ڏٺائين تہ ٻچڙو چنڊ جي چانڊوڪي ۾ آڱر وات ۾ وجهي چوسي رهيو آهي. مٿس آسمان کان نور جا ڪرڻا وسي رهيا آهن. پاڻ چنڊ سان راند ڪيڏي رهيو آهي. چنڊ جي چانڊوڪي کي چنن چئبو آهي. ان ڪري کين چنن نالي سان سڏڻ لڳا. بعد ۾ چنن پير يا چنڙ پير جي نالي سان مشهور ٿيا. بقول بعض : صندل جي ڪاٺي جنهن جي پينگهڙي ۾ پاڻ پيل هئا، ان کي سرائڪي ۾ "چنن" سڏبو آهي. انڪري بہ پاڻ چنن پير جي نالي سان مشهور ٿيا. چون ٿا تہ ان پينگهڙي ۾ هڪ نانگ آيو جنهن کين ڏنگيو پر ان جو ڪو اثر سندن جسم تي ڪو نہ پيو ان ڪري پاڻ "ويسل پير" جي نالي سان بہ سڏيا ويندا آهن. ويسل شايد سرائڪي ۾ ان کي چئبو آهي جنهن تي زهر جو اثر نہ ٿئي.

ننڍپڻ ۾ ڪائنن عجيب عجيب ڪرامتن جو ظهور ٿيندو هيو. سندن ننڍپڻ جي وقت جي ڳالهہ آهي تہ قطبِ ڪمال حضرت سيد جلال روهي "چولستان" جي سفر تي آيا ان وقت حضرت چنن پير ٻارن سان راند ڪيڏي رهيا هئا.

---

[1] حضرت عماد الدين المعروف چنن پير تاليف مولانا حبيب الرحمان اختر ص 9 بحوالہ "خط پاڪ اُچ " تاليف جناب شهاب دهلوي.

پاڻ منجهن روحاني رنگ ڏسي کين پنهنجي قريب ڪيائون ۽ سندن نالو "امير محمد" رکيائون. ڪڏهن ڪڏهن پاڻ ننڍپڻ ۾ ٻارن سان راند ڪيڏندي کين ٺڪريون ورهائي ڏيندا هئا. ٻار اهي ٺڪريون ڪٺي بستي ۾ هندو دڪاندار وٽ ويندا هئا. هندو دڪاندارُ ، سندن ڪرامتن کان واقف هيو. انڪري ٺڪريون وٺي کين گهربل سودو ڏئي ڇڏيندو هيو ۽ اهي ٺڪريون پاڻ وٽ جمع ڪندو ويندو هيو. هڪ ڀيري صندوق ۾ ڏسي ته اهي ٺڪريون سڀ سون جون اشرفيون ٿي پيون آهن، انڪري پاڻ ٺيڪري پير جي نالي سان مشهور ٿيا. انهن سببن ڪري تاريخ ۾ حضرت چنڙ پير جا ڪيئي نالا مشهور آهن. ڪنهن شخصيت جا گهڻا نالا ان جي گهڻين خوبين تي دلالت ڪندا آهن. سندن ديني خدمات سبب کين **عماد الدين** يعني دين جو ٿنڀو به سڏيندا هئا. بعض سوانح نگارن سندن اٺ نالا بيان ڪيا آهن.

1. چنن پير 2. چنڙ پير 3. عماد الدين 4. ويسل پير
5. راجه سندهو 6. امير محمد 7. ٺيڪري پير 8. راجه سنجل

جڏهن پاڻ وڏا ٿيا ته حضرت شير شاهه مخدوم سيد جلال الدين حيدر سرخ پوش بخاري رحمت الله عليه جا مريد ٿيا ۽ مزيد فيض برڪت حاصل ڪيائون. سيد بخاري رحمت الله عليه حضرت غوث بهاوالحق ملتاني رحمت الله عليه کان فيض حاصل ڪيو هيو.

حضرت چنڙ پير رحمت الله عليه گهڻو وقت تبليغي سفر ۾ گذاريندا هئا. جتي ڪجهه وقت رهندا هئا ته سندن اُها عارضي قيامگاهه به برڪتن جي جاءِ بڻجي ويندي هئي ماڻهو ان جاءِ مان اڇي تبرڪ حاصل ڪندا هئا. ڪروڙ پڪا گوگڙان ضلعه لودهران ۾ اڄ به سندن ويٺڪون "نشستگاهون" مشهور آهن، ماڻهو اتي زيارت لاءِ حاضر ٿيندا آهن.

سندن روحاني تبليغ سان هزارين ماڻهو فيضياب ٿيا. ڪيئي خاندان سندن نوري نظر سان مسلمان ٿيا. سندن تبليغ جا اثرات اڄ تائين به گجرات، سيالڪوٽ، اوڪاڙه، گوجرانواله، جهنگ، مظفر ڳڙهه، علي پور، جلالپور پير والا، احمد پور شرقيه، خصوصاً

[1] حضرت عماد الدين المعروف چنن پير تاليف مولانا حبيب الرحمان اختر ص 13

روهي (چولستان) جي علائقن ۾ محسوس ٿين ٿا. انهن علائقن جا گهڻا گهراڻا اڄ تائين بہ سندن عرس مبارڪ يا خاص ڏهاڙن ۾ سندن دربار جي حاضري ڀرڻ ايندا آهن. روهي جي هن اڻ وسندڙ علائقي کي پاڻ روحاني فيض سان رنگي آباد ڪيائون.

خزينة الاصفياء جي مصنف مطابق پاڻ شيخ سيلون ڪان روحاني فيض حاصل ڪيائون، سندن سلسلہِ مشائخ حضرت غوث بهاؤل الحق ملتاني رحمت الله عليہ سان ملي ٿو.




( خزينة الاصفياء ج 2 ص 106 )

**حضرت چنڙ پير جي شهادت:**

حضرت چنڙ پير رحمت الله عليہ جي تبليغ ۾ هزارين ماڻهو اسلام ۾ داخل ٿيڻ لڳا. جڏهن اها خبر جيسلمير جي راجا کي پئي تہ کيئي برهمڻ مسلمان ٿي رهيا آهن. ان متعصب هندو راجا سندن بستي تي فوج چاڙهي. ان جنگ ۾ گهڻا مسلمان شهيد ٿيا. ان ئي جنگ ۾ حضرت چنڙ پير رحمت الله عليہ بہ شربتِ شهادت پيتو. انهن شهيدن جون مزارون بہ حضرت چنڙ پير جي قريب بنايون ويون ، وقت گذرڻ بعد گهڻين قبرن جا آثار متجي ويا پر اجا بہ ڪافي قبرون اتي موجود آهن. سندن مزار تي مسلمان تہ گهڻي تعداد ۾ اچن ٿا پر هندو بہ وڏي عقيدت رکن ٿا. خصوصاً ماڙيچا هندو وڏي سڪ سان سندن سلامِ پريندا آهن.

1960 ع کان سندن مزار جو نظام محڪمۂِ اوقاف پنجاب جي حوالي آهي. سندن قبر پڪي گنبد نما بنائي وئي آهي. چئني پاسن کان ديوار جو ڪٽهڙو بنايو ويو آهي. سندن مزار جي پر ۾ عاليشان مسجد بہ بنائي وئي آهي. زائرين جي سهولت لاءِ حجرا بہ بنايا ويا آهن. مسافرن لاءِ مٺي پاڻي جو بهترين انتظام ڪيو ويو آهي. دربار تائين پڪو روڊ بہ بنايو ويو آهي. اوقاف کاتي پاران مسجد ۾ خطيب، موذن خدمتگار بہ مقرر ڪيل آهن. باقائدي سان پنج وقتي نماز ۽ جمعہ نماز بہ ادا ڪئي وڃي ٿي. عرس مبارڪ جي تقريبات جي لاءِ بہ بهترين جڳهہ آهي ۽ عاليشان اهتمام ڪيو ويندو آهي. سندن دربار اڄ بہ مرجعِ خلائق آهي جتي خلقِ خدا فيوضات حاصل ڪري ٿي. حضرت چنڙ پير رحمة الله عليه ساري عمر شادي ڪو نہ ڪئي. سندن وصال بعد سندن جائنشين سندن برادرِ مڪرم جناب محمد اويس رحمت الله عليہ مقرر ٿيو. سندس ئي اولاد اڄ چنڙ قوم جي نالي سان مشهور ۽ معروف آهي.

**چنڙ پير جو ميلو:**

روهي جي علائقي ۾ اڄ بہ سڀ کان وڏو رسمي ميلو ۽ طويل دورانيي جو عوامي اجتماع حضرت چنڙ پير رحمت الله عليہ جو ئي ٿيندو آهي جتي سنڌ، بلوچستان ۽ پوري پنجاب کان سندن معتقدين وڏي تعداد ۾ حاضر ٿيندا آهن. ان وقت روهي ۾ روشنين جو عجيب عالم هوندو آهي. ماڻهن جي محبت ڏسڻ وٽان هوندي آهي.

**چنڙ قوم:**

لفظ چنڙ اصل ۾ ”چنن“ آهي. سرائڪي ٻولي ۾ چنن کي چنڙ بہ چوندا آهن. جيئن سرائڪي ۾ ”هڻ“ کي ”هنڙ“ ڪري لکيو ۽ پڙهيو ويندو آهي. ”چن“ چنڊ کي سڏبو آهي جيئن پير مٺا سائين جو هڪ شعر آهي تہ : *لي ڏے حاڙ لي ڀار ٻہاڙے، لوں چن تہ اوهن تارے* پوءِ چنن مان چنڙ مشهور ٿيو. اها نسبت حضرت چنڙ پير رحمت الله عليہ جي نالي سبب آهي. بعض نسب جي ڄاڻ رکڻ وارن مطابق چنڙ قوم اصل مهر آهن يا مهار قبيلي جي هڪ شاخ آهن. پوءِ حضرت چنڙ پير جي نسبت جي ڪري اهي ”چنڙ“ مشهور ٿيا. (والله اعلم) چنڙ ذات جا خاص پنج پاڙا آهن.

**چنڙ قوم جا پاڙا:**

1. آدماڻي: جن جو مورثِ اعليٰ آدم خان هيو. ان ئي ستلج درياءَ جي پار آدم واهڻ ڳوٺ جو بنياد وڌو هيو. مشهور عالِم دين مولوي غلام رسول چنن بہ آدماڻي چنڙن مان هيو.
2. ويسل: جنهن پاڙي مان حضرت قطبِ عالم پير مٺاسائين رحمت الله عليہ جن آهن.
3. ٻوجڙ: شهر ٻهاولپور جي ڊير واري دروازي جي قريب ٻوجڙ محلي ۾ انهن جي رهائش هئي.
4. پيرپال :
5. رام

حضرت پير مٺاسائين رحمت الله عليہ قلمي بياض ۾ لکيو آهي تہ:

*وگويند کہ حضرت چنڑ پير لاولد بود و برادرش حضرت خواجہ محمد اويس قدس سرہ العزيز جانشينش گرديد۔*

چون ٿا تہ حضرت مخدوم چنڙ پير رحمت الله عليہ کي اولاد ڪونہ هيو، تنهنڪري بزرگن جي وصال کان پوءِ سندن ڀاءُ حضرت خواجہ محمد اويس رحمت الله عليہ کي سندن جانشين مقرر ڪيو ويو.

خواجہ محمد اويس جو اولاد اڄ بہ ٻهاولپور، احمد پور شرقيہ، ڪروڙ پڪا، لودهران، جلالپور پير والا ۾ گهڻي تعداد ۾ موجود آهي. جيڪي چنڙ قوم سڏجن ٿا. جن مان ڪيئي ڪامل اڪمل اولياءَ صلحاءَ ۽ ڪاملين واصلين ٻانها پيدا ٿيا. حضرت پير مٺا سائين بہ ان خانوادي مان آهن.

**حضرت پير قريشي ۽ حضرت چنڙ پير:**

حضرت قريشي صاحب رحمة الله عليه ٿر جي سفر ۾ هئا تہ حضرت چنڙ پير رحمة الله عليه جي روح مبارڪ جو نزول ٿيو. قريشي صاحب کي چيائين اوهان اسان جي علائقي ۾ آيا آهيو، اسان وٽان بہ ٿيندا وڃو. فرمايائون واندڪائي نہ آهي باقي ويجهو آيس تہ پوءِ ضرور ايندس. پوءِ چنڙ پير فرمايو تہ مولوي عبدالستار جي پارت اٿوَ ان جي سفارش ٿو ڪيان. فرمايائون جنهن وقت اسان جي ڏاڏي چنڙ پير منهنجي پاءُ جي سفارش ڪئي ۽ هن فقير جي نہ ڪئي تہ مون کي خوشي حاصل ٿي چو تہ سفارش ۽ پارت ان جي ڪبي آهي جيڪو قصور وار هجي يا دور هجي. پوءِ قريشي صاحب فرمايس هندستان ۾ اوهان جو ڪهڙو تعلق آهي. فرمايائين منهنجو اولاد اتي آهي. پاڻ قريشي صاحب مولوي عبدالستار ڏي منهن ڪري چيو اوهان ذات جا چنڙ آهيو؟ مولوي صاحب چيو هائو. حضرت قريشي صاحب کي ۽ جنهن فقير تي نزول ارواح ٿيو ان کي اسان جي ذات جي خبر ڪانہ هئي ۽ اسان جي ۽ چنڙ پير جي رشتي جي بہ خبر ڪانہ هئي. هاڻي ڏسو الله وارن کي خبر پوي ٿي يا نہ؟ (ملفوظات غفاريہ خليفہ عبد الرحمان)

**پير مٺا سائين جي ذات بابت سندن زباني بيان ٿيل وضاحت:**

قطبِ عالم پير مٺا سائين رحمت الله عليہ جي جڏهن سنڌ ۾ وڏي شهرت ٿي. سندن فيض مان لکين پياسا اچي روحاني اُڃ اجهائڻ لڳا تہ ان وقت سيد پيرن ۽ مولوين طرفان وڏي زور شور سان اهو اعتراض اٿاريو ويو تہ : ”پير مٺو سيد ناهي، مرشد سيد ئي وٺڻ گهرجي“.

هڪ ڏينهن پاڻ تقرير ڪندي فرمايائون:

”هن عاجز جو ڏاڏو وڏو بزرگ هيو ۽ ان جو شجرو موجود آهي. ان کي هزارين جريب ملڪيت هئي اها سڀ هاڻي خليفن حوالي آهي. گادي بہ اسان جي وڏن خليفن جي حوالي ڪري ڇڏي آهي. اجا تائين اسان وجون تہ چوندا آهن تہ توهان اسان تي ٿورو ڪيو آهي. ٻڌو ! فقيرُ ذات جو چنڙ آهي ڪو ويسر پول ۾ سيد سڏي تہ ان جي مرضي نہ تہ سيد نہ آهيان. مان سيدن جو غلام آهيان. مخالف ڪاوڙ کان ”چنو“ ٿا سڏن. چنو شايد هتي موچي کي سڏيندا آهن. اسان جي ملڪ ۾ چنن جي وڏي قوم آهي. وڏا زميندار وڏين

ملڪيتن وارا آهن. جيڪر ملان انهن کي موچي سڏن تہ انهن جي چڱي طرح خبر وٺن. اهي وڏا سرڪش آهن. ڀلا ٻڌايو تہ ڇا موچي جنت ۾ ڪونہ ويندا؟ پنجاب ۾ ڪي سيد آهن، جيڪي موچڪو ڌنڌو ڪندا آهن. هڪ سيد ڪنڀار جو ڪم ڪندو آهي پوءِ سيد جو لقب هليو ويو ڇا؟ منهنجا وڏا تہ ستن پيڙهين کان عالم آهن. محبوب ڪريم ﷺ جي ڏاچي حضرت ابو ايوب انصاري جي در تي ويٺي هئي اهو ڪورڪو ڪم ڪندو هيو. ان جي بخت سان ساري دنيا ۾ ڪو پڇي نہ سگهيو. ٻئي جي توهين ڪرڻ سخت گناهہ آهي“.

﴿ملفوظات غفاريہ ص : 52 مخطوط﴾

**ڇا غير سيد مرشد ٿي نہ ٿو سگهي ؟**

چوندا آهن ذات تي ناهي ڏات جو وهي سو لهي. پر سنڌ ۾ گهڻو ڪري ماڻهن جو اهو گمان هيو ۽ آهي تہ مرشد هجي تہ سيد غير سيد مرشد ٿي نہ ٿو سگهي يا چوندا آهن تہ غير سيد کان فيض نہ ملندو. اهو سراسر گمانِ باطل آهي. ها اگر سيد بہ هجي ۽ ارشاد جي اوصاف وارو بہ هجي تہ نور عليٰ نور آهي. الله جي عطا ۽ سخا لاءِ ۽ ولايت ۽ بزرگي لاءِ سيد هجڻ قطعي شرط نہ آهي. ڪنهن بہ تصوف جي ڪتاب ۾ شيخ جي شرائط منجهان سيد هجڻ جو شرط نہ لکيو آهي. مرشد جي معنيٰ ارشاد ڪندڙ راهہ ڏيکاريندڙ پوءِ اهو ڪهڙي بہ ذات مان بہ ٿي سگهي ٿو.

راڻي وٽان رات نئون نياپو آئيو
لڏي سين ”لطيف“ چئي ڏاتر وٽان ڏات
ڪونہ پڇي ٿو ذات جيڪي آيا سي اگهي ويا

سيد فقير محمد شاهہ ميهڙ واري بيان ڪيو تہ سندن ڏاڏو سيد در محمد شاهہ چوندو هيو تہ مان سيد کان سواءِ ٻئي جو مريد نہ ٿيندس. پوءِ پاڻ مدينہ منوره ويا. اتان حڪم ملين تہ بغداد وڃو پوءِ پاڻ بغداد شريف آيا. اتي ساڻن مهرباني ٿي، پوءِ حڪم ٿيو تہ ظاهري بيعت وڃي بزرگ محمد (نالي منو) سان ڪيو، جيڪو ذات جو جسڪاڻي (مگڻهار فقير) هيو ۽ پاڻائي بزگن جو فيض يافتہ هيو. پوءِ پاڻ اتان اچي ان جسڪاڻي بزرگ سان بيعت ڪيائون ۽ روحاني فيض حاصل ڪري ڪمال جي درجي کي رسيا.

# اباڻو علائقو

اها معلومات ملي نہ سگهي آهي تہ حضرت چنڙ پير جي اولاد مان ڪنهن، روهِي (بهاولپور) ڪان جلالپور (ملتان ) طرف نقل مڪاني؟ ڪيئن ۽ ڪهڙي دؤر ۾ ۽ ڪهڙن سببن ڪري ڪئي؟ بهرحال حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ جا اباڻا ڏاڏاڻا وڏي عرصي ڪان جلالپور پير والا جي قريب "بستي لنگر" شريف جا رهواسي هئا.

**جلالپور پير والا جو شهر:**

ضلعہ ملتان جي تعلقہ جلالپور جو شهر، ملتان شريف ڪان ڇهاسي ڪلوميٽر ڏکڻ ۾ واقع آهي. شهر جي سورهن ڪلوميٽر اولهہ ۾ درياءِ چناب آهي ۽ ڏهہ ڪلوميٽر ڏکڻ ۾ درياءِ ستلج آهي. اهي ٻئي درياءَ هتان ڪان صرف ڏهہ ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي هيڊ پنجند وٽ اچي پاڻ ۾ ملن ٿا. جلالپور جي اولهہ ۾ ايڪيهہ ڪلوميٽرن تي شهر سلطان ۽ ٻاويهہ ڪلوميٽر ڏکڻ ۾ اُچ شريف آهي. وچ ۾ دريائن مٿان پُل نہ هجڻ سبب وڏا چڪر ڪاٽڻا پوندا هئا. هاڻي اتي پل جو ڪم هلي رهيو آهي. جنهن سان ٻئي پارَ پاڻ ۾ روڊ ذريعي ڳاڪر پائيندا .

اها حقيقت آهي تہ پير مٺا سائين رحمت الله عليہ جي پنجاب ۾ پيدائش ۽ رهائش، تحصيلِ علم، حصولِ تصوف ۽ حصول ڪمالات ظاهري ۽ باطني، تدريس ۽ تبليغ، وارا اڪثر علائقا جلالپور پير والا شهر جي سئو ڪلوميٽر آس پاس آهن. مثلاً :

- سندن ولادت واري ڳلاري بستي "لنگر" هتان ڪان صرف چند ڪلوميٽر پري آهي.
- سندن استاد علامہ عاقل محمد جنهن وٽ دورهءِ حديث پڙهيائون ان جي ۽ سندن قادري مرشد مولانا فتح محمد جي مزار جلالپور شهر جي قبرستان چاه خيري والا ۾ آهي.
- هتان شهر سلطان ايڪيهہ ڪلوميٽر آهي، ان ڪان ٿي ميل جي مفاصلي تي مسڪين پور شريف ۾ سندن نقشبندي مرشد پير قريشي رحمت الله عليہ جي دربار آهي.

- سندن تبليغي مراڪز جيئن عاشق آباد وغيره بہ هتان ڪان ايترو ڏور نہ آهن.

**سرائيڪي وسيب:** جلالپور پيير والا ۽ ان جي پرپاسي واري هن علائقي جو شمار قديم سُلجهيل تهذيبن ۾ ٿئي ٿو. ماضي ۾ هي علائقو ٻن دريائن چناب ۽ ستلج جي وچ ۾ هجڻ ڪري بحري گذرگاهہ جي حيثيت رکندو هيو. دهلي ڪان ايران وڃڻ وارو رستو هجي يا ملتان کي اُچ سان ملائڻ واري جرنيلي شاهراهہ هجي، اهي هن علائقي ڪان گذرندا هيا. هي علائقو شاهانِ وقت، عظيم جرنيلن، صوفين، تاجرن ۽ عام ماڻهن جي گذرگاهہ هيو.

ملتان جا فاتح هن علائقي ڪان گذريا هئا. سڪندرِ اعظم جلالپور ڪان ٽي ڪلوميٽر پري شجاعتپور وٽ فوج سميت ڪجهہ وقت رهيو هيو جنهن کي سڪندريہ نالي سان سڏيو وڃي ٿو. هن علائقي ۾ پيير مٺا سائين رحمت الله عليہ جو اباڻو ڳوٺ " لنگر" ۽ ان ڪان علاوه بستي لانگ، شجاعت پور، علي پور، دُراب پور، عنايت پور، شاهپور، بهادر پور، منصور پور، غازي پور، خانپيلہ، هوت والہ، حافظ والہ، ماڙڪ والي بوسڻ والي وغيره . اڄي وڃن ٿا، ان علائقي کي "**سرائيڪي وسيب**" سڏيندا آهن.

هتان جا ماڻهو طبعي طرح سخي فياض ۽ مهمان نواز آهن. هنن جي مٺي ٻولي سرائيڪي آهي. توڙي جو ڪٿي ڪٿي پنجابي ۽ اردو بہ ڳالهائي وڃي ٿي.

سرائيڪي ڪلام، دوهيڙا، لوڪ گيت ناهڻ، ٻڌڻ ۽ ٻڌائڻ هتان جي ماڻهن جو محبوب مشغلو آهي. شادي غمي هجي يا عام حالات هجن، هتان جا ماڻهو اوطاقن ۾ ويهي يا وري وڏن گهاٽي ڇانوَ وارن وڻن جي سايي ڪَتُون لڳائي يا پَٽَ پڌر تي ويهي دوهيڙا ۽ ڪلام ٻڌي ۽ ٻڌائي لطف اندوز ٿيندا آهن. هتان جون زمينون سرسبز ۽ شاداب آهن. ڪڻڪ ۽ ڪپهہ هتان جا اهم فصل آهن. هتان جا انب بہ ملڪن ۾ مشهور آهن. هتان جا

---

[1] تاريخ جلالپور پيير والا تحرير ۽ تحقيق پروفيسر ناصر عباس ص 3

[2] تاريخ جلالپور ص 26، 27

ماڻهو مِٺا ۽ مهمان نواز آهن. وڏن زميندارن وٽ مهمان خانا ۽ اوطاقون ٺهيل آهن، غريبن وٽ بہ مهمانن جي رهائش ۽ کاڌي جو سهڻو انتظام هوندو آهي.




حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ جو گهراڻو علمي گهراڻو هيو. هن گهراڻي کي الله ڪريم علم ۽ عمل جي قدرتي ڏات سان نوازيو هيو. خاندان جا اڪثر افراد بلڪہ سندن اڪثر اجداد حضرت چنڙ پير تائين سڀ علماءَ فضلاءَ صالحين ۽ ڪاملين ٿيا هئا. الله ڪريم هن گهراڻي کي علم، عمل ۽ روحانيت جو فيض وارو گهراڻو بڻايو هيو. اهي علم وادب سان ذوق شوق رکندڙ هئا. اهي حضرت امام اعظم رحمة الله عليه جي فقہ حنفي جا پيروڪار هئا.

تان جو خواجہ محمد اويس جي پندرهين پيڙهي ۾ هڪ برک عالم روحاني رهبر ۽ مصلح حضرت مولانا يار محمد پيدا ٿيا. جيڪي ظاهري علوم جا ماهر، علمِ لدني جا گوهر عارف بالله صوفي باصفا هئا. پاڻ ڪيئي ڪتابن جا مؤلف پڻ هئا. سندس وفات بعد جڏهن ڪتابن جي تقسيم ڪئي وئي هئي تہ سندس چئن پٽن مان هر هڪ کي گاڏي ڪتابن جي ورثي ۾ ملي هئي، جيڪا هڪ سئي ڪتب خاني جيتري ڪتابن تي مشتمل هئي.

**حضرت مولانا يار محمد رحمة الله عليه علم جي طلب ۾:**

حضرت خواجہ خير محمد پنهنجي پٽ مولانا يار محمد کي حضرت مولانا محڪم الدين سيلاني رحمة الله عليه جي خانقاه شريف ۾ علم لاءِ داخل ڪيو. اتان پاڻ علم جو حظِ وافر حاصل ڪيائون. پر اڃا سندن سيني جي سيرابي نہ ٿي. مزيد علمي اڃ اجهائڻ لاءِ پاڻ اتان هڪ قافلي سان گڏجي هندستان جي شهر ٽونڪ جي هڪ مدرسي ۾ وڃي داخل ٿيا. پويان

---

[1] هتان جي حالات حاصل ڪرڻ لاءِ اول خليفي منظور کي موڪليو ويو. وري پيو پيرو هي عاجز 30 ذوالقعد 1430 هہ تي جلالپور پير والا بستي لنگر شريف حاضر ٿيو. روبرو اهي مقامات ڏٺا، مقامي ماڻهن سان ملي احوال ورتا ۽ تصويرون ڪڍيون.

سندن والد ڪريم پچڙي جي جدائي ۾ روئي روئي بيحال ٿي پيو. پوءِ گهروارن سندس تسلي لاءِ هڪ مصنوعي خط لکي ڪيس ڏيکاريو. جنهن ۾ لکيائون تہ پاڻ ديني علم پڙهي رهيا آهن، جلد وطن واپس ورندا. ان خط پڙهڻ سان ڪجهہ ڏينهن تہ ڪين ڪجهہ تسلي ٿي. پوءِ فرمايائون هي خط منهنجي پچي جو نہ آهي. اگر ان جو هجي ها تہ منهنجي دل جو اضطراب ختم ٿئي ها. پوءِ پاڻ جلد وفات ڪري ويو. خدا جي قدرت سندن وصال جي ٽئين ڏينهن مولانا يار محمد جو خط موصول ٿيو جنهن ۾ پاڻ علم جي تحصيل کان فارغ ٿي ڳوٺ اچڻ جي تاريخ لکي هئائون. ان واقعي کي حضرت پير مناسائين رحمت الله عليہ پنهنجي بياض ۾ فارسي ۾ هنن لفظن ۾ لکيو آهي:

"جدم در فرقت فرزندارجمند همچوں ديوانه گرديد واز هر اطراف ونواح هيچ دقيقه از تجسس نگذاشت فقط هندستان بماند و هنوز برطانيه ريل هندستان نرانده بود۔ آخر در دردو سوز فرقت بيمار شده بر چارپائی بماندند و مطابق احوال حضرت يعقوب عليه السلام گرديد و هرچند کہ احباب در تسلیٰ کوشيدندے گويا آتش عشق افزوں درافزوں بيافزودندے۔"

منهنجو ڏاڏو پٽ جي جدائيءَ ۾ چڻ تہ ديوانو ٿي ويو. چؤ طرف هڪ لمحو بہ ڳولا جو نہ ڇڏيائين. فقط هڪ هندستان ملڪ ٿي رهيل هيو جتي اجان برطانيہ ريل نہ هلائي هئي. نيٺ وڇوڙي جي سور ۽ صدمي سبب حضرت يعقوب عليہ السلام وانگر بيمار ٿي بستري تي پئجي رهيو. دوستن جيئن ڪيس دلاسو ٿي ڏنو، تيئن سندس عشق جي آتش وڌندي ٿي وئي. ان جعلي خط پڙهڻ بعد فرمايائون:

ايں خط مصنوعی آورده ايد واگر خط فرزندم بودے ايں آتش شوق در دل مشتعل است ضرور اوراِ بزوال آوردے پس بعد ازاں جان بجان آفريں بسپرد"

هي خط اوهان جعلي آندو آهي. جيڪڏهن اهو خط سچو هجي ها تہ منهنجي دل ۾ جيڪا شوق جي باهہ ٻري رهي آهي سا ضرور گهٽجي ها پوءِ پاڻ وصال فرمائي ويا.

**مولانا يار محمد جون علمي ۽ قلمي ڪاوشون :**

پاڻ جڏهن هندستان مان پڙهي آيا تہ پنهنجي ڳوٺ ۾ ديني تدريس جاري ڪيائون. پاڻ زبردست عالم ۽ مقرر بنجي آيا. پنهنجي خداد صلاحيتن سان ماڻهن جي قلوب کي منور

ڪيائون. ان سان گڏ الله ڪريم ڪين قلمي ميدان جو بہ شهسوار بنايو هيو. پاڻ ڪافي ڪتاب تصنيف فرمايائون. انهن مان جن جا نالا معلوم ٿي سگهيا آهن سي هي آهن.

**معراج نامہ**: هيءُ ڪتاب فارسي زبان ۾ قصہءِ معراج بابت لکيل آهي.

**رسالہ نصيحت**: هيءُ ڪتاب فارسي، اردو ۽ سرائڪي زبان ۾ نظم جي صورت ۾ آهي. هن ڪتاب اندر عجيب و غريب نصيحتون بيان ڪيل آهن. جيئن: فضائل جمعہ ، فضائل نماز، فضائل رمضان، احڪامِ قرباني، صدقہ عيدالفطر، دنيا جي محبت جي مذمت، آخرت جي طرف رغبت ۽ مؤمنن کي نصيحت وغيره. هن ڪتاب جي خاص خوبي هيءَ آهي جو هر هڪ نصيحت جي شروع ۾ قرآن شريف جي آيت يا حديث شريف لکي بعد ان جي تشريح نظم ۾ ڪئي وئي آهي.

**چهل حديث**: هن ڪتاب ۾ پاڻ منتخب شده چاليهہ حديثون عربيءَ بمعہ شرح پنهنجي قلم سان لکيون اٿن.



حضرت مولانا يار محمد جي هٿن سان لکيل ڪتاب ”قصص الانبياءَ“
جنهن جي اصل ڪاپي هن فقير جي ڪتب خاني ۾ محفوظ آهي.

**قصص الانبياءُ:** هي فارسي ٻولي ۾ لکيل ڪتاب آهي. جنهن ۾ نبين جا قصا حسين پيرايه ۾ لکيل آهن. هن فقير کي اهو ڪتاب مولانا خورشيد احمد وٽان مليو. جيڪو پير مناسائين رحمت الله عليہ جي چاچي جو پوٽو آهي. نهايت سن رسيده صالح عالم آهي. ان ٻڌايو تہ هي ڪتاب حضرت مولانا يار محمد جي پنهنجي تصنيف ۽ سندن هٿ اکر آهن. (والله

اعلم) ڪتاب بوسيده حالت ۾ آهي. ڪتاب جا اڳ پوءِ جا پنا موجود نہ آهن. معلوم هجي تہ سندن سڀ ڪتاب قلمي آهن. ڇاپي اندر آيل نہ آهن.

اي ڪاش جي مولانا يار محمد رحمت الله عليہ جي تصانيف کي محفوظ ڪيو وڃي ها ۽ انهن کي ڇپائي منظر عام تي آندو وڃي ها تہ اها ديني تبليغي خدمت بہ ٿئي ها ۽ سندن روح بہ راضي ٿئي ها.

**مولانا يار محمد جي شادي ۽ اولاد:**

الله ڪريم پاڻ جوڙا جوڙيندو آهي. قادر جو قانون آهي تہ:

وَالطَّيِّبَاتُ لِلطَّيِّبِيْنَ وَالطَّيِّبُوْنَ لِلطَّيِّبَاتِ [النور/26]

پاڪيزه عورتون پاڪيزه مڙسن لاءِ ۽ پاڪيزه مرد پاڪيزه عورتن لاءِ.

جي مصداق حضرت مولانا يار محمد رحمت الله عليہ جي شادي هڪ پاڪ سيرت، عابده زاهده عارفہ عورت بيبي "مَنَ ڀاوٽي" سان ٿي. پوءِ الله ڪريم انهن کي صالح اولاد سان نوازيو.

**بيعت ۽ سلسلہ روحانيت:**

مولانا يار محمد رحمت الله عليہ پوري عمر فقہ، حديث، تفسير قرآن جو درس ڏيندا رهيا. عمر جي آخري سالن ۾ حضرت پير قريشي رحمت الله عليہ سان بيعت ڪيائون ۽ پوءِ درس نظاميءَ جي تدريس ترڪ ڪري مسجد شريف جا مقيم ۽ معتڪف ٿي ويهي رهيا.

همہ وقت نماز ۽ مراقبي ۾ مصروف رهڻ لڳا. تان جو وصال تائين سندن اهو معمول جاري رهيو. جڏهن سندن طبيعت وڌيڪ ناساز ٿي تہ مسجد کان گهر آيا ۽ سيني ٻچن کي نيڪي ۽ تقويٰ جي وصيت ڪيائون پوءِ فرمايائون تہ مون کي مسجد شريف جي پرسان دفن ڪجو. سندس وصال کان پوءِ قبر جي تياري ڪئي وئي تان جو شام ٿي وئي. پوءِ

---

[1] خبر پئي تہ پير مٺا سائين جي ڀائٽئي جناب بشير احمد ظامي مرحوم جيڪو علائقي ۾ "باباءِ سرائڪي" جي نالي سان مشهور هيو. ان حضرت مولانا يار محمد جا سڀ ڪتاب بهاولپور جي سرڪاري مرڪزي لئبرري ۾ جمع ڪرايا آهن. بہ ڀيرا ڪتابن جي تلاش ۾ اتي وڃڻ ٿيو. لئبرري جي بي مروت چيئرمين هر ڀيري اهو چئي موٽايو تہ ڇاپي وارو موجود ناهي. مولانا فياض احمد اويسي جي ڪرمنوازي سان لئبرري جي مخطوطات واري حصي تائين رسائي ملي پر اتي مولانا يار محمد جو ڪو بہ ڪتاب موجود نہ هيو.

سندن پٽن پاڻ ۾ مشورو ڪيو والد صاحب ڪي صبح جو دفن ڪندا سين. پير مٺا سائين خود فرمائيندا هئا

”اسان جو وڏو ڀاءُ مولانا محمد اشرف جيڪو وڏو عالم بہ هيو ان چيو تہ والد صاحب ڪي قبر جي وحشت نہ ٿيندي ڇو جو پاڻ سڄي ڄمار ديني درس و تدريس ۾ مصروف رهيا آهن ۽ آخري عمر الله تعاليٰ جي ذڪر ۾ بسر ڪئي اٿن. پوءِ مولانا محمد اشرف پنهنجي والد جي قبر ۾ داخل ٿي ڪجھہ آيتون پڙهڻ لڳو. پڙهندي پڙهندي ڪيس اتي ننڊ وٺي وئي. اتي ساري رات سمهيل رهيو. جڏهن صبح ٿيو تہ ڪانئس قبر جي ڪيفيت جي باري ۾ پڇيو ويو تہ چيائين قبر مبارڪ ۾ پڙهندي پڙهندي موت جو تصور ڪندي سمهي رهيس ۽ ننڊ اچي وئي. تانجو الله تعاليٰ جي طرفان بي انتها عنايتن ۽ رموزات معنوي ۽ اسرار باطني جو اهڙو اظهار ٿيو جنهن جو بيان نہ ٿو ڪري سگهان. پوءِ صبح جو حضرت مولانا يار محمد ڪي مسجد جي ديوار جي ٻاهران ڏکڻ پاسي مٽيءَ حوالي ڪيو ويو“.

**مولانا يار محمد جي مزار مبارڪ جي تعظيم :**

پير مٺا سائين رحمت الله عليہ فرمايو تہ والد صاحب جي وصال کان پوءِ حضرت پير قريشي رحمت الله عليہ اسان جي غريب خانہ تي تشريف فرما ٿيا پاڻ مسجد شريف ۾ وعظ نصيحت ڪندي فرمايائون تہ اسان ساري زندگي ۾ مولانا يار محمد جهڙو باطني نعمت جو قدردان نہ ڏٺو. پوءِ فرمايائون تہ مولانا صاحب جي قبر مبارڪ طرف اسان جي پُٺي ٿي وڃي ٿي. پوءِ اسان جي ڀاءُ مولانا عبدالستار ڪي گهرائي فرمايائون تہ مسجد شريف جي صحن جي پٽ وڏي ڪري ڇڏيو جيئن اسان جي پٺي قبر ڪي نہ ٿئي. پوءِ سندن حڪم موجب پٽ تيار ڪرائي وئي جيڪا اڃا تائين موجود آهي. (ملفوظات غفاريہ 114)



بستي لنگر شريف ۾ پير مٺاسائين جي والد ڪريم مولانا يار محمد ۽ سندس فرزند مولانا عبد الرحمان جون خستہ حال مزارون جيڪي هن وقت نام نهاد توحيدي ٺيڪيدارن جي تسلط ۾ آهن.

**مولانا يار محمد جا اوصاف ۽ اخلاق:**

پير مٺا سائين فرمايو تہ: ”منهنجو والد صاحب حضرت پير قريشي رحمت الله عليہ سان بيعت هيو ۽ نهايت ئي عاشق هيو. ماڻهن سان پنهنجي مرشد جي تعريف ڪري انهن کي پير قريشي کان مستفيض ٿيڻ لاءِ راغب ڪندو هيو. اڪثر وقت مراقبي ۾ مخمور رهندو هيو“.

**حضرت مولانا يار محمد جو اولاد :**

مولانا يار محمد رحمت الله عليہ کي الله ڪريم چار فرزند عطا ڪيا.

1. مولانا محمد اشرف. (2) مولانا عبد الرحمان (3) حضرت مولانا عبد الغفار ”پير مٺا سائين“.(4) مولانا عبد الستار. پاڻ پنهنجي چئني فرزندن کي ديني تعليم ڏياريائون. تانجو سندن سڀ فرزند عالم باعمل ۽ واعظ با اثر بنيا.

**پهريون پٽ :**

**مولانا محمد اشرف ۽ انجو اولاد**

پاڻ مولانا يار محمد جا وڏا فرزند هئا. عالم باعمل هئا. پاڻ حاجي امداد الله مهاجر مڪيءَ جي خليفي مولانا عاقل محمد صاحب وٽ جلالپور پير والہ ضلعہ ملتان ۾ علم پڙهيا ۽ اتي ئي دستاربندي ڪيائون. سندن باري ۾ پير مٺاسائين پنهنجي بياض ۾ لکن ٿا تہ:

"عالمے بود جرئ و فصیح واعظ وخوش تقریر پر تاثیر وھمہ عمر در تدریس بماند و مزار او در قبرستان حضرت شیخ ولی اللہ موجود ست"۔

پاڻ وڏا عالم، فصيح ۽ واعظ هئا. سندن تقرير پر تاثير هئي. سڄي عمر مدرسي ۾ پڙهائيندا رهيا. سندن مزار شريف حضرت شيخ ولي الله جي قبرستان ۾ موجود آهي. اهو قبرستان بستي لنگر جي قريب آهي.

پاڻ پهريائين عبدالله پور پيرسان ٿاڻو نوشهره جديد ۾ پندرهن سالن تائين تدريس ڪيائون. ان دؤران سندن گهراڻي جا ڪجھ فرد حضرت حافظ فتح محمد صاحب رحمت الله عليہ جا وجي مريد ٿيا. پاڻ بہ سندس خدمت ۾ ويا تہ حضرت حافظ صاحب جن ڪين

فرمايو تہ : ”اشرف تون اسان جو آهين تون اسان وٽ پڙهاءِ“. پوءِ پاڻ جامعہ قادريہ فتحيہ جلالپور پيروالا ۾ تدريس شروع ڪيائون ۽ جا آخري عمر تائين جاري رکيائون. حضرت پير مٺا سائين جن بہ علم جو ڪافي حصو ان وٽان حاصل ڪيو هيو.

**قريشي جي قربت ۾:**

حضرت حافظ فتح محمد رحمت الله عليہ جي وصال بعد آخر عمر ۾ مولانا محمد اشرف حضرت قريشي صاحب رحمت الله عليہ سان دست بيعت ٿيا. حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ فرمايو تہ : ”اسان جو وڏو پاءُ مولوي محمد اشرف شروع ۾ جذبي جو مخالف هيو پر حضرت پير قريشي رحمت الله عليہ جي بيعت ڪان پوءِ ڪيس بي انتها جذبو ٿيندو هيو. پاڻ چوندو هيو تہ مون کي هميشہ جذبي جي ڪري بخار ٿو رهي. مون کي ياد ناهي جو ڪڏهن بخار وقفو ڪيو هجي يقين آهي تہ ذڪر جي غلبي ڪري منهنجو موت ٿيندو. ڇو جو منهنجي رڳ رڳ ۾ ذڪر سمائجي چڪو آهي. پوءِ ٿيو بہ ائين جو والد محترم جي وصال ڪان پوءِ پاڻ بہ جلد هن دارِ فاني مان دارالبقا طرف جذبي جي حالت ۾ رحلت فرمائي ويو“.

إِنَّا لِلّٰهِ وَإِنَّا إِلَيْهِ رَاجِعُونَ [البقرة/156]

**مولانا محمد اشرف جو اولاد:** ڪيس هڪ پٽ نالي مولانا احمد حسن هيو. اهو اڃا ڇهن سالن جي عمر جو هيو تہ سندس والد سندس هٿ وٺي پنهنجي پاءُ مولانا عبدالستار جي حوالي ڪيو ۽ پوءِ پاڻ جلد ئي وصال ڪري ويو.

پير مٺا سائين جن فرمايو: ”جڏهن منهنجي پاءُ محمد اشرف جو وصال ٿيو تہ سندس صاحبزادو احمد حسن اڃا ننڍو هيو. منهنجو ننڍو پاءُ عبدالستار ان جو ولي ٿيو.

مولوي صاحب يتيم جي رقم واپارين کي ڏني تہ جيئن ڪاروبار مان حاصل ٿيل نفعي مان يتيم پائيتي جو گذر سفر سٺو هلي سگهي. پر مخالفن مولوي صاحب تي الزام لڳايو تہ هي يتيم جو مال هڙپ ڪري ويو آهي. جڏهن ماڻهن مولوي عبدالستار صاحب ڪان دريافت ڪيو تہ حقيقت بيان ڪيائين تہ فلاڻي واپاري وٽ پئسا آهن. پوءِ مخالف شرمسار ٿيا.

احمد حسن پنهنجي چاچا مولانا عبدالستار ۽ مولانا دين صاحب خانبيلہ واري ڪان تعليم پرائي ۽ ڪجهہ علمي سبق مولانا عبيدالله سنڌي ڪان بہ حاصل ڪيا هئائين. تعليم

مڪمل ڪرڻ ڪان پوءِ مختلف جڳهن مثلاً سنجر پور، پڊ عيدن ڳوٺ الله بخش ميرون وغيره ۾ پڙهايائين. مولانا احمد حسن صاحب ۽ حڪيم الله بخش جا پئي صاحبزادا حضرت پير مٺا سائين جا مريد ٿيا هئا. پير مٺا سائين رحمت الله عليه جا صاحبزادا حضرت خواجه خليل الرحمان رحمت الله عليه به ڪجهه وقت مولانا احمد حسن وٽ پڙهيا هئا. پاڻ چوهٺ سالن جي ڄمار ۾ وفات ڪيائين. ڪيس سندن وصيت مطابق سندس والد صاحب جي مزار پرسان دفن ڪيو ويو.

**مولانا احمد حسن جو اولاد:** ڪيس گهڻو اولاد ٿيو، انهن جو مختصر احوال هن طرح آهي.

1. منظور الاهي بيبي : جيڪا جميل احمد پٽ مولانا عبدالرحمان جي نڪاح ۾ آئي. انجو اولاد منير الزمان، رؤف الزمان، بلقيس بي بي، ثمينه بيبي، ياسمين بيبي.

2. نور الاهي بيبي: زال حاجي امير احمد جيڪو عبدالرحمان جو پٽ هيو. ان کي به پٽ ۽ چار نياڻيون ٿيون. محمد قاسم، محمد طارق، ڪلثوم بيبي، سلميٰ بيبي، صفيه بيبي، رابعه بيبي.

3. حافظ محمد انور : ان ابتدائي تعليم پنهنجي والد صاحب ڪان حاصل ڪئي. باقي تعليم يونيورسٽي جامعه اسلاميه بهاولپور ڪان حاصل ڪيائين. وفاق المدارس جو ڪورس به ڪيائين. پنهنجي علائقي ۾ ڪراچي ۾ امامت و خطابت ڪيائين. سندن مزار بستي سجاول واله لڳ مسافر خانه ضلع بهاولپور۾ آهي.

4. مولانا ابوبڪر: پاڻ تحصيل احمد پور شرقيه ضلع بهاولپور جي بستي پٽيجي ۾ سنه 1953ع ۾ پيدا ٿيا. ابتدائي تعليم پنهنجي والد مولانا احمد حسن صاحب ڪان حاصل ڪيائون.

مڪمل تعليم مولانا الله بخش صاحب ڪوٽ لالو ضلع نواب شاهه ڪان ۽ دورهءِ حديث جامع مسجد صادق بهاولپور مولانا سعيد احمد شاهه صاحب ڪاظمي رحمة الله عليه ڪان حاصل ڪيائون. هن وقت پاڻ رهبر پمپ مسجد بهاولپور، احمد پور شرقيه ضلع بهاولپور ۾ امامت ۽ خطابت ڪري رهيا آهن .

---

[1] مولانا ابوبڪر هن عاجز فقير ڪرم الله سان بيعت آهن. نهايت منڪسر المزاج ۽ درويش صفت انسان آهن.

5. ٻيبي آمة الڪريم، 6. محمد اڪبر، 7. محمد اصغر، 8. محمد اجمل، 9. محمد احمد، 10. احمد يار 11. حافظ محمد اهي سڀ ننڍي عمر ۾ وفات ڪري ويا.

**ٽيون پٽ :**

**مولانا عبد الرحمان ۽ انجو اولاد**

مولانا عبد الرحمان پير مٺا سائين جو ٽيون نمبر ڀاءُ هيو. پاڻ چوٽي جو عالم هيو. ابتدائي تعليم پنهنجي ڀاءُ مولانا محمد اشرف صاحب کان حاصل ڪيائين ان کان پوءِ مولانا خير محمد صاحب وٽ پڙهيو پوءِ مولانا الاهي بخش انڙان واري وٽ دستار بندي ڪيائين.

حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ سندس باري ۾ لکن ٿا تہ:

"وودوم مولانا عبد الرحمٰن صاحب ﷺ عالمے با عمل واعظے بود باثر

و بخدمت مولوی صاحب الاهی بخش مرحوم انڑانوالہ دستاربندی نمود۔"

پيو مولانا عبدالرحمان صاحب ﷺعالم باعمل ۽ واعظ با اثر هيو. مولوي الاهي بخش صاحب اُنڙان واري وٽ دستاربندي ڪيائون.

درس مڪمل ڪرڻ بعد ڪافي جاين تي پڙهائيندا رهيا. پنهنجي اهل و عيال سان گڏ هڪ حج بہ ڪيو هئائون. سڄي عمر وعظ نصيحت ۽ تدريس ۾ گذاريائون. پير مٺا سائين فرمائيندا هئا تہ اسان جو وڏو ڀاءُ مولوي عبدالرحمان صاحب شڪل ۽ صورت جي لحاظ کان نهايت حسين، هيبت وارو ۽ رعبدار هوندو هيو.

**حضرت پير قريشي جي مخالفت :**

حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ جي پنهنجي مرشد حضرت قريشي صاحب رحمت الله عليہ سان والهانہ محبت هئي بلڪ پاڻ مرشد جي محبت ۾ فنا في الشيخ هئا پئي طرف وري سندن ٽيون نمبر ڀاءُ مولانا عبد الرحمان ايڏو وڏو عالم هجڻ جي باوجود حضرت پير قريشي رحمت الله عليہ جو سخت مخالف هيو.

---

[1] هي تفصيل سندن ڳوٺ ۾ وڃي اصل ماڻهن کان حاصل ڪيو ويو.

پير مٺا سائين رحمت الله عليہ فرمايو: ”هڪ ڀيري حضرت پير قريشي رحمت الله عليہ کي جلال پور پير والا ۾ دعوت هئي. جڏهن پاڻ اسان جي گهرن جي سامهون گذريا تہ مون ۽ منهنجي ڀاءُ مولانا عبدالستار صاحب سندن گهوڙي جي لغام کي جهليو ۽ عرض ڪيو سين تہ سائين اسان جي ڀاءُ مولوي عبدالرحمان جي مُلائپ ختم ڪري پوءِ ويندا تہ من اهو اسان جو هم خيال ٿي پوي. پاڻ فرمايائون تہ اسان کي جلدي وڃڻو آهي. فقير انتظار ۾ آهن. اسان دير ڪندا سين تہ لنگر بہ خراب ٿي ويندو. اسان جي گهڻي اصرار تي پاڻ فرمايائون سچ پڇو تہ اسان کي الهام ٿيو آهي تہ مولوي عبدالرحمان کي الله تعاليٰ اسان جي فيض کان محروم ڪري ڇڏيو آهي. پوءِ ڪجهہ قرآن شريف جا ڪجهہ لفظ بيان فرمايائون جيڪي مون کي ياد نہ آهن جن ۾ ”ليس له نور“ جا لفظ بہ هئا. جڏهن اهي لفظ ٻڌاسين تہ اسان سائينجن جي گهوڙي جو لغام ڇڏي ڏنو سين. سوچيو سين جڏهن مولوي عبدالرحمان سندن فيض کان ازلي محروم آهي تہ پوءِ سائينجن کي ڇو تڪليف ڏيون.

**حضرت قريشي صاحب جو ڪشف :**

پير مٺا سائين رحمت الله عليہ فرمايو تہ: حضرت قريشي رحمت الله عليہ اسان جي ڳوٺ ۾ دعوت تي ايندا رهندا هئا. هڪ دفعي پاڻ مسجد ۾ تقرير نصيحت فرمائي رهيا هئا پر مولانا عبدالرحمان مسجد جي هڪ ڪنڊ ۾ الڳ ٿي ويهي ورد وظيفو پڙهڻ لڳو.

سائينجن کي ڪشف گهڻو ٿيندو هيو. تقرير ڪندي پاڻ فرمايائون تہ اگر ڪو ماڻهو مولوي صاحب جي ظاهري شڪل و صورت کي ڏسندو تہ چوندو هي حضرت خضر عليہ السلام جو خليفو آهي پر ڪو ان جي اندر کي ڏسي تہ خدا جي پناهہ. پوءِ پاڻ آڱر مبارڪ سان ڪو اشارو فرمايائون جنهن کي اسان سمجهي نہ سگهيا سين. پر مجلس مڪمل ٿيڻ کان پوءِ خبر پئي تہ مولوي صاحب حضرت جن جي گهوڙي کي چورائڻ لاءِ چور گهرايا هئا. چور گهوڙي تہ چورائي نہ سگهيا پر گهوڙي جو ٽڙو ۽ لغام ڪٽي ويا. پوءِ اسان کي خبر پئي تہ حضور جي آڱر جو اشارو گهوڙي جي لغام طرف هيو.

**پشيماني:**

پاڻ فرمايائون: حضرت صاحب جن جي وصال کان ڪافي عرصو پوءِ مولانا عبدالرحمان صاحب کي ندامت ۽ پشيماني ٿي. عاشق آباد ۾ پنهنجي گهرواريءَ سان گڏ اسان وٽ آيو. پاڻ پشيماني سبب ٻاهر مسجد ۾ اچي ويٺو ۽ گهرواريءَ کي گهر ۾ موڪليائين. سندس گهرواريءَ ٻڌايو تہ هو هاڻي گهڻو پشيمان ٿيو آهي ۽ توهان کان معافي وٺڻ آيو آهي. مهرباني ڪري هن کي معاف ڪيو. مون کي رحم اچي ويو تہ ٿيهہ ميلن جو سفر ڪري صرف معافي وٺڻ آيو آهي. اسان هن کي معاف ڪيوسين. مولانا صاحب چيو تہ توهان حق تي هيا. مان سڄي عمر غلطي تي هئس. چيائين حضرت عبدالرحيم گرهوڙي پيشن گوئي ڪئي هئي تہ چوڏهين صدي ۾ مجدد قطب الارشاد ايندو جنهن جون هي نشانيون هونديون. اهي سڀ نشانيون پير قريشي ۾ هيون پر افسوس جو سندن جو وصال ٿي چڪو آهي. پر مان ٻڌو آهي تہ سنڌ ۾ بزرگ خواجہ حسن جان سرهندي صاحب آهي توهان گڏجي هلو تہ آءٌ ان جي بيعت ڪيان. اسان چيوسين تہ اسان هلي نہ ٿا سگهون باقي توهان کي سندن ائڊريس ڏيون ٿا توهان پاڻ ئي روانا ٿي وڃو. پتو ڏنو ويو پر مشاغل جي ڪري دير ٿيندي رهي تان جو بزرگ خواجہ حسن جان صاحب بہ وصال ڪري ويا. ان کان پوءِ مولوي صاحب اسان وٽ ايندو رهندو هيو مگر عار جي سبب بيعت نہ ڪيائين. پر مولوي صاحب کي اسان سان ايترو تہ اعتقاد ۽ محبت هوندي هئي جو عاشق آباد ۾ اسان کي تڪليف ٿي تہ مولوي صاحب موجود هيو.

روئي چوڻ لڳو تہ منهنجي دل توهان جي جدائي برداشت نہ ٿي ڪري سگهي. زارو زار روئندي اسان جي صحت لاءِ دعا ڪرڻ لڳو. مون کي چيائين تہ مون سان توهان وعدو ڪيو تہ اگر مان فوت ٿي وڃان تہ منهنجي نماز جنازه توهان پڙهائجو. اسان چيو تہ هي وعدو نہ ٿو ڪري سگهجي ڇو جو متان توهان جي وفات وقت اسان تبليغ تي هجون.

پوءِ ٿيو بہ ائين جو جڏهن مولوي صاحب وفات ڪري ويا تہ اسان سنڌ ۾ تبليغ جي دوري تي هئاسين. وفات کان اول پاڻ پنهنجي ننڍي ڀاءُ مولانا عبدالستار کي وصيت ڪيائين تہ منهنجي قبر والد صاحب جي پيرانديءَ ۾ کجو ۽ غسل بہ توهان ڏجو ۽ نمازِ جنازه لاءِ اسان جو (پير مٺا سائين جو) نالو کنيائين تہ ان کي عاشق آباد شريف مان گهرائي وٺجو.

جيستائين پاڻ نہ اچن تہ منهنجو جنازو نہ پڙهجو ڪٽي ۾ ڏينهن گذري وجن. پير مٺا سائين جن فرمايو تہ اسان ان وقت سفر ۾ هئاسين ان ڪري سندس نماز جنازه مولانا عبدالستار پڙهائي ۽ انهيءَ ئي جاءِ تي دفن ڪيو ويو.

مولانا عبدالرحمان جي پنهنجي والد صاحب سان ڏاڍي محبت هئي. وصال کان اول والد جي مزار پاڪ تي ويو ۽ قبر جي مٽي ڪٽي پنهنجي منهن، بدن کي مَلي چوڻ لڳو تہ ابا جان جي قبر مبارڪ جي مٽيءَ مان جنت جي خوشبوءِ ٿي اچي. وفات ڪيائين تہ سندس مزار بہ والد صاحب جي مزار سان گڏ بڻي. کيس چار پٽ هڪ نياڻي جو اولاد ٿيو. پير مٺا سائين رحمت الله عليہ فرمايو تہ ڪڏهن اهو بہ وقت هيو جو مولوي عبدالرحمان پير قريشي رحمت الله عليہ جي مخالفت ڪندو هيو، سندن بيعت بہ نہ ڪيائين نہ صحبت ڪيائين پر حضرت جن جي وصال بعد وري اولياء الله جا ڪتاب پڙهي يقين ٿيس تہ واقعي الله وارن کان فيض برڪت حاصل ٿئي ٿو. ايتري تائين جو الله وارن جي قبر جي مٽي کي منهن ۽ بدن سان مَليندي چوي پيو تہ هتان جنت جي خوشبوءِ اچي رهي آهي. حضور ﷺ جو ارشاد بہ آهي تہ "إِنَّمَا الْقَبْرُ رَوْضَةٌ مِنْ رِيَاضِ الْجَنَّةِ " قبر جنت جي باغن مان هڪ باغ آهي. انهيءَ ڪري تہ مولوي صاحب قبر کان جنت جي خوشبوءِ محسوس ڪري رهيو هيو. ڇو تہ والد صاحب جي قبر مبارڪ جنت جو باغ بڻجي چڪي هئي. (ملفوظات غفاريہ ص:119)

**مولانا عبد الرحمان جو اولاد**

1. مولانا بشير احمد ظامي : جيڪو سرائيڪي ادب جو وڏو ماهر هيو، بلڪہ اڄتائين کيس "باباءِ سرائيڪي " سڏيو وڃي ٿو. پاڻ ڪافي ڪتاب لکيائين.

کيس ست پٽ هئا : محمد اقبال، محمد حميد، مجيد احمد، محمد ناصر، عبدالرحمان، محمد جاويد، محمد رفيق.

2. مولانا خليل احمد اويسي : کيس بہ فرزند محمد حسين ۽ محمد اڪرم ۽ هڪ نياڻي صغران بيبي ٿيا.

---

لَّهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ إِنَّمَا الْقَبْرُ رَوْضَةٌ مِنْ رِيَاضِ الْجَنَّةِ أَوْ حُفْرَةٌ مِنْ حُفَرِ النَّارِ سنن الترمذی ـ (ج8/ص500)

3. جميل احمد : کيس ہہ فرزند منير زمان ۽ رئوف زمان ۽ ٽي نياڻيون بلقيس بيبي ثمينہ بيبي ۽ ياسمين بيبي آهن.
4. مولانا حاجي امير احمد : کيس ہہ فرزند محمد قاسم ، محمد طارق ۽ چار نياڻيون ڪلثوم بيبي ، سلميٰ بيبي ، صفيہ بيبي رابعہ بيبي آهن.
5. غلام فخريہ بيبي : کيس هڪ ئي پٽ آهي مولانا خورشيد احمد.

**ٽيون پٽ :**

**حضرت خواجہ محمد عبدالغفار پير مٺاسائين ۽ سندن اولاد**

سندن ولادت اباڻي ڳوٺ لنگر شريف ۾ ٿي. سندن پيدائش سان پوري گهراڻي ۾ خوشي جي لهر ڇانئجي وئي. ڇو تہ سندن سهڻي صورت ڏسي ۽ پيشاني مبارڪ مٿان نور جي جهلڪ ڏسي هر ڪنهن کي پڪ ٿي وئي تہ هي نينگر ڪو عام ٻار ناهي. بلڪہ هي الله جو نوازيل بندو آهي.

سندن طبيعت مبارڪ ننڍپڻ کان ئي منفرد ۽ نرالي هوندي هئي. پاڻ اڪثر ڪري ٻارن کان الڳ رهندا هئا. پڙهڻ سان ڪين وڏو چاهہ هوندو هيو. پنهنجي والد ڪريم سان گڏجي هر نماز جماعت سان ادا ڪندا هئا.

**ننڍپڻ جي هڪ ڪرامت :**

هڪ ڀيري ڳوٺ جا ٻار بلورن سان راند ڪيڏي رهيا هئا پاڻ بہ انهن وٽ اچي بيٺا تہ ڳوٺ جي وڏيري ڪين چيو تہ اوهان نيڪ خاندان جا اولاد آهيو منهنجي لاءِ الله تعاليٰ کان دعا گهرو تہ مون کي اولاد ٿئي. پاڻ ٻارن مان هڪ کان هڪ بلور وٺي وڏيري صاحب کي ڏنائون کيس فرمايائون تہ هن کي پاڻيءَ ۾ ڌوئي اهو پاڻي پاڻ ۽ پنهنجي گهرواري کي وجي پيار.

وڏيري صاحب وڏي عقيدت سان اهو بلور وٺي ائين ئي ڪيو جيئن پاڻ فرمايو هئائون. الله جي فضل سان هڪ سال کان پوءِ وڏيري جي گهر ۾ پٽ ڄائو. پر حيرت جي هي ڳالهہ هئي جو ان ٻار جي بدن جي ڪل جو رنگ بعينہ ان بلور جهڙو هيو. هن پوري ڪتاب ۾ اوهان سندن زندگي مبارڪ جا احوال پڙهندا. سندن اولاد بابت اسان هڪ جدا باب آندو آهي.

**چوٿون پٽ :**

## مولانا عبدالستار ۽ سندس اولاد

سندس ولادت بہ اباڻي ڳوٺ لنگر شريف ۾ ٿي. پاڻ ڇهني پائرن ۾ سڀني کان ننڍا هئا. ماڇين جي ڳوٺ ۾ مولوي عزيز الله صاحب جن وٽ علم پڙهيا ۽ اتي ئي دستاربندي ڪيائون. حضرت پير قريشي رحمت الله عليہ جي بيعت ڪيائون. کين قريشي ڪريم خلافت بہ عطا ڪئي.

"وبشرفِ مجاز از حضرت قبلہ عالم قلبی وروحی فداہ مشرف
بتدریس علم مصروف اند وبہ تبلیغ لیلپور نیز میروند۔"

پاڻ حضرت پير قريشي ﷫ جن جا خليفہ آهن ۽ سندن اجازت سان علم پڙهائڻ ۾ مصروف آهن ۽ تبليغ جي غرض سان ليلپور ڏانهن بہ ويندا آهن.

آخر ۾ پاڻ ڪافي وقت پير مٺا سائين جن جي صحبت ۾ لاڙڪاڻي ۾ بہ رهيا هئا.

**خلافت و اجازت :**

مولانا عبدالستار صاحب جي خلوصِ نيت ۽ للهيت کي ڏسي حضرت قريشي رحمت الله عليہ کين خلافت و اجازت عطا ڪئي. حضرت قريشي ڪريم فرمائيندا هئا تہ اسان ڪڏهن بہ ٻن ڀائرن کي گڏ تبليغ جي اجازت نہ ڏني آهي، پر اها اوهان جي خوش نصيبي ۽ سعادت آهي جو اوهان سان گڏ اوهان جي ننڍي ڀاءُ مولانا عبدالستار صاحب کي بہ اجازت ملي آهي. نہ رڳو ايترو پر پاڻ هيئن بہ فرمايائون تہ اوهان جي خاندان کي ڏسي دل گهريو پئي تہ جيڪڏهن اوهان جو والد ماجد ﷫ يا وڏو ڀاءُ مولانا محمد اشرف صاحب ﷫ زنده هجي ها تہ ان کي بہ اجازت ڏيون ها.

**مولانا عبد الستار جا اوصاف :**

پاڻ پير مٺا سائين جا هم شڪل هئا. پاڻ عالم هئا، عاقل هئا. مبلغ هئا. خوشخط هئا. سندن اکر سهڻا هوندا هئا. پير مٺا سائين سان ڏاڍي دل هوندي هين. آخري وقت ۾ پير مٺا سائين جي وصال وقت بہ درگاهہ رحمت پور شريف تي موجود هئا. سندن غسل ڪفن دفن

۾ بہ شريڪ هئا. پير سائين جي نمازِ جنازه لاءِ حضرت سائين صاحبزاده جن کي امامت لاءِ بہ پاڻ عرض ڪيو هئائون. پوءِ سائين صاحبزاده نمازِ جنازه پڙهائي هئي.


لد شیخ عبد الستار ولد مولوی یار محمد قوم خیر سکنہ موضع لنگر
تحصیل شجاع آباد ضلع ملتان العبد بقلم خود

مولانا عبد الستار جا هٿ اکر سندن هڪ خط هن عاجز وٽ محفوظ آهي.

**مولانا عبدالستار جو اولاد:** ڪيس بہ نياڻيون ٿيون. پهرئين بيبي غلام سڪينہ جيڪا صاحبزاده خواجہ خليل الرحمان جي نڪاح ۾ هئي. ٻين بيبي غلام عائشہ جيڪا مولانا غلام رشيد بن غلام مصطفيٰ جي نڪاح ۾ آئي. ڪيس ٿي فرزند ۽ چار نياڻيون پيدا ٿيون.

1. مولانا عبدالرحمان صاحب : مولوي عبدالرحمان جي پيدائش 1952ع ۾ بستي لنگر چاه چنڻ والہ موضع شجاعت پور جلالپور پير والہ ضلع ملتان ٿي.

ابتدائي تعليم پنهنجي ناني مولانا حاجي عبدالستار صاحب کان حاصل ڪيائون. باقي تعليم جامعہ رحمانيہ جلالپور پير والا ۾ مولوي عبدالستار رحماني کان حاصل ڪيائون. پاڻ پير مٺا سائين سان بيعت هئا. ڪين پنج فرزند ۽ چار نياڻيون آهن. مولانا غلام مصطفيٰ، مولانا غلام مرتضيٰ، قاري محمد بلال، قاري محمد اويس، قاري محمد عمر فاروق. نياڻيون : رابعہ بيبي، ساجده بيبي، ميمونہ بيبي، معصومي بيبي.

2. مولوي عزيز الرحمان صاحب : پاڻ ابتدائي تعليم پنهنجي ناني عبدالستار صاحب کان حاصل ڪيائين.

پوءِ مختلف مدارس منجهان فراغت حاصل ڪري هن وقت ڳوٺ جي مدرسي جا مهتمم آهن. بيعت پير عبدالله ڀلوي شجاع آباد واري سان ڪئي اٿس. ڪيس اٺ فرزند ۽ چار نياڻيون ٿيون. فرزند : قاري عتيق الرحمان، مجيب الرحمان، شفيق الرحمان، خليل

الرحمان، مطيع الرحمان، شعيب الرحمان، قاري جمشيد ۽ اسامہ. نياڻيون : معصومہ بيبي، حليمہ بيبي، مريم بيبي ۽ عائشہ بيبي.

3. مولوي حبيب الرحمان : پنهنجي ابتدائي تعليم پنهنجي ناني عبدالستار کان حاصل ڪيائين. باقي تعليم باب العلوم ڪروڙ پڪا مان حاصل ڪيائين. ٽي شاديون ڪيائين پهرئين شادي مان هڪ فرزند محمد طيب ٿيو. ٻين شاديءَ مان هڪ فرزند محمد طاهر ۽ ٽين شاديءَ مان محمد عبدالله ۽ هڪ نياڻي ٿي.

**چار پائر چارئي ماهر:**

حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ فرمائيندا هئا تہ اسان چارئي پائر سياري جي موسم ۾ چُلهہ تي گڏجي ويهندا هئاسين پوءِ پاڻ ۾ علمي گفتگو ڪندا هئاسين. ڪڏهن هڪ مسئلي تي بحث ڪندي ڪندي رات ڍلي ويندي هئي. ڪڏهن پوري رات گذري ويندي هئي. بابا سائين پيو ٻڌندو هيو ۽ خوش پيو ٿيندو هيو.



بستي لنگر ۾ حضرت پير مٺاسائين جي دور جي پراڻي مسجد اڄ بہ موجود آهي.

**باب پيون :** تَذۡكِرَةُ الۡاَبۡرَارِ فِی اَسَاتِيۡذِ شَيۡخِنَا مُحَمَّدٍ عَبۡدِ الۡغَفَّار




**قطبِ عالم حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ ڪٿي پڙهيا ؟**

**سندن استاد ڪير هئا ؟**

**سندن تعليم و تربيت ڪيئن ٿي ۽ ڪنهن ڪئي ؟**

**سندن استادن جو سلسلو نبي ڪريم ﷺ تائين ڪيئن آهي.**

**سندن علمي مقام ڇا هيو ؟**

**پاڻ ڪيترين ٻولين ۾ لکي پڙهي ۽ ڳالهائي سگهندا هئا ؟**

**سندن حافظو ڪيتريقدر هيو ؟**

**پاڻ پنهنجي استادن جو ادب ڪيتريقدر ڪندا هئا ؟**

**سندن علمي مقام بابت علماءَ ڇا فرمايو ؟**

**پاڻ عالمن جا ڪيتريقدر قدردان هئا ؟**

**پهريون استاد:**

## والد گرامي حضرت مولانا يار محمد رحمت الله عليه

حضرت پير مناسائين رحمت الله عليه جا پهريان استاد جن وٽ پاڻ ابتدائي تعليم حاصل ڪيائون سندن والدِ گرامي حضرت مولانا يار محمد رحمت الله عليه هئا. جيڪي چوٽيءَ جا عالم، واعظ، مصلح ۽ صالح انسان هئا. لکڻ ۽ خوشخطي به پاڻ والد ڪريم کان سکيا. سندن اکر سهڻا موتيءَ جي داڻن وانگر هوندا هئا. فرمايائون منهنجو والد مون کي پٽي لکائيندو هيو ۽ فرمائيندو هيو ته اها ياد ڪر. اها پٽي هن طرح هئي:

ایک بادشاہ نے ایک ملاں کے پاس لڑکا پڑھانے کے لئے بھیجا اور ملاں کے پاس ایک چرم دوز (موچی) کا بیٹا پڑھتا تھا تو ملاں نے بادشاہ کے شہزادے کے ساتھ اس چرم دوز کے بیٹے کو بھی پڑھانا شروع کیا۔ بادشاہ نے جو خبر سنی تو ملا کو بلا کر کہا کہ اس چرم دوز کے لڑکے کے ساتھ میرے بیٹے کو مت پڑھا اگر کسی شریف لڑکے کو پڑھائے تو حرج نہیں۔ ملا بڑا لالچی تھا۔ ظاہری تو بادشاہ سے اقرار کیا لیکن خفیہ طور پر اس چرم دوز کے بیٹے کو بھی بادشاہ کے بیٹے کے ساتھ پڑھاتا رہا۔ جب بادشاہ کو یہ بات معلوم ہوئی تو رنج ہوا اور ایک وقت میں دونوں لڑکوں کو اپنے پاس بلایا اور جلاد کو بلا کر کہا کہ تلوار کھینچ کر تیار رہو۔ جب دونوں لڑکے سامنے آئے تو بادشاہ نے اول اپنے بیٹے سے کہا کہ جاؤ اپنے استاد کو دونوں کانوں سے پکڑ کر لے آؤ تو لڑکے نے کہا تم باپ ہو اور وہ میرا استاد ہے اس کی بے حرمتی میں کیسے کر سکتا ہوں۔ آپ کا یہ فرمان مان نہیں سکتا۔ اگر کوئی دوسرا حکم ہو تو ماننے کے لئے تیار ہوں۔ بادشاہ بولا میں تیرا باپ ہوں اور بادشاہ بھی ہوں میرا کہنا مان۔ جواب دیا ہر گز نہیں مانوں گا۔ بادشاہ نے جلاد کو حکم دیا اس کا سر کاٹ ڈال اور جس وقت جلاد نے تلوار سیدھی کی تو بادشاہ نے کہا بیٹا اب کیا کہتا ہے۔ کہا موت قبول ہے استاد کی بے حرمتی قبول نہیں۔ جلاد کو روکا پھر چرم دوز کے لڑکے سے مخاطب ہوا۔ تم ایسا کرو گے وہ بولا آپ بادشاہ ہیں جیسے آپ بولیں گے کرونگا۔ بادشاہ نے کہا، وہ استاد کو دونوں کانوں سے پکڑ کر کھینچ کر لایا۔ بادشاہ نے ملا سے کہا میں تجھے نہیں کہتا تھا کہ میرے لڑکے کو اس چرم دوز رذیل کے لڑکے کے ساتھ مت پڑھا تو نے میرا خیال نہ کیا۔ ابھی تمہیں معلوم ہوا کہ رذیل اور شریف میں کیا فرق ہے؟ پھر استاد بہت پشیمان ہوا۔

ڪيڏي عبرت آموز حڪايت آهي. حضرت پير مٺا سائين فرمايو تہ بابا سائين بار بار اها پٽِي لڪائيندو هيو. لڪي پيش ڪندو هيس تہ ميساري وري لڪائيندو هيو. اکرن جي بہ مشق ٿيندي رهي ۽ سبق بہ ملندو رهيو.

**ٻيو استاد:**

**مولانا امام الدين:**

پاڻ عربي تعليم اُچ شريف ۾ حضرت مولانا امام الدين صاحب وٽ پڙهيا. جنهن تقريباً ٻارهن سال ڳوٺ مهند ۾ محمد ظريف مهند وٽ رهي درس پڙهايو هيو پوءِ اتان ڇڏي اچي اُچ شهر ۾ مخدوم شمس الدين وٽ پڙهائڻ شروع ڪيائين. اهو دين پور شريف واري خليفي جو مريد هيو ۽ حضرت فضل علي قريشي رحمت الله عليہ ﷫جو معتقد هيو. پير مٺاسائين اتي رهي علم جو ڳچ حصو ان کان حاصل ڪيو.

**ٽيون استاد:**

**مولانا نظام الدين :**

پاڻ فرمايائون ديره نواب ۾ بہ پڙهيس. اتي وڏا ڪتاب پڙهندو هيس جهڙوڪ عبدالغفور وغيره اتي وڏا طالب رهندا هئا. سرڪار جي طرفان خرچو بہ ملندو هيو. ان وقت طالب وڏي عزت ۽ وقار سان پڙهندا هئا. استاد بہ وڏي محنت ۽ هيبت سان پڙهائيندو هيو. چندو اصل ڪونہ هوندو هيو.

ديره نواب ۾ سندن استاد مولانا نظام الدين هيو. جيڪو بظاهر علم جي اعتبار کان نهايت قابل ۽ ماهر هيو پر پيرن جو سخت مخالف ۽ منڪر هوندو هيو. خصوصاً مولانا رومي ﷫جي مٿان سخت ڪاوڙ هوندي هيس. جڏهن اها خبر پير مٺاسائين جي والد ڪريم کي پئي تہ پاڻ ڏاڍا رنج ٿيا ۽ مدرسي ۾ اچي کين فرمايائون تہ پيا مدرسا کُٽا آهن جو الله وارن جي بي ادب وٽ ٿو پڙهين. پوءِ والد صاحب کين ڳوٺ وٺي ويو جتي پاڻ پنهنجي وڏي ڀاءُ مولانا محمد اشرف صاحب وٽ پڙهڻ لڳا.

هن مان معلوم ٿيو تہ حضرت پير مٺا سائين جو والد اهلسنت جا عقائد رکڻ وارو هيو ۽ الله وارن جو عاشق ۽ بي ادبن کان نفرت ڪرڻ وارو هيو. پنهنجي ٻچن کي ولين جي بي ادب استاد کان سبق پڙهڻ جي منع ڪيائين.

**چوٿون استاد :**

**مولانا محمد اشرف :**

فرمايائون اسان جو پاڻ ۽ استاد مولانا محمد اشرف پڙهائي جو قابل هيو. پر ڏاڍو ڪاوڙيل هوندو هيو. وڏن طالبن ڳاڙهي ڏاڙهي وارن کي به دسي ماريندو هيو ته به پيا ڪِلندا هئا.

**پنجون استاد :**

**ملتان ۾ پڙهيا :**

پاڻ ڪجھ وقت ملتان شريف ۾ به پڙهيا. پر اهو معلوم ٿي نه سگهيو آهي ته ملتان ۾ سندن استاد ڪير هيو؟ فرمايائون اسان ملتان ۾ پڙهندا هئا سين. اتي طالبن جي عادت ڏني سين جو اتي ماڻهو لک صلواة پڙهائڻ لاءِ وٺي ويندا هئا. پوءِ طالب اول انهن سان پئسا طئہ ڪندا هئا پوءِ وڃي صلواة پڙهندا هئا. فرمايائون اتي اهو اصطلاح عام هيو ته ڪٽان ٿا ڪائو؟ چئي لکن جي ڪمائي آهي پيا ٿا ڪائون.

**طالب علمي جو هڪ واقعو:**

فرمايائون اسان جڏهن ملتان ۾ پڙهندا هئاسين اتي هڪ خارجي (اهلبيتن جو مخالف) رافضين (شيعن) جو اچي مهمان ٿيو. اهڙو انهن کي مطيع ڪيائين جو سڀ رافضي ان اڳيان پانهون پڌيو اول گهول پيا ٿيندا هئا. سڀ وڏن وڏن شيعن کي گهرائي چيائين اوهان اهلبيت جا حبدار آهيو ٿن يارن کي نہ ٿا مڃو مان تنهين کي مڃان ٿو، اهلبيت کي نہ ٿو مڃان. هاڻي ڏسو مان حضرت عثمان غني جو اوهان کي شان ٿو ڏيکاريان هٿ خالي ڏيکاري مٺي ڪري چوي ته حضرت عثمان جي مهابي روپيہ اچي. هٿ بند ڪري وري جو کولي ته هٿ ۾ روپيہ اچي وڃيس. اهو انهن کي اڇلائي ڏئي وري پيهر ڪري ته پيو روپيو اچي. چوي اوهان حضرت علي ﵁ کي مڃو ٿا ته ان جي مهابي چار آنا ته آٺي ڏيکاريو. پوءِ سڀ شيعا ان خارجي جا پير پيا ڌوئن، خدمتون پيا ڪن وڏو شعبدي باز هيو.

**حصولِ علم خاطر تڪليفون:**

پاڻ فرمايائون اسان جڏهن پڙهندا هئاسون ته ان وقت وڏي غربت ۽ مسڪيني جو دؤر هيو. مدرسن ۾ مانيءَ جي وڏي قلت هوندي هئي. پوءِ جنهن وقت ماني ملندي هئي ته اسان ان مان ڪجھ ڪائيندا هئا سون ۽ ڪجھ وري بچائي رکندا هئاسون.

جيئن ڀئي وقت ڪم اچي سگهي. اگر ماني سُڪي ويندي هئي تہ ان کي پاڻي ۾ ڀڄائي نرم ڪري کائيندا هئاسين. اهڙو ڏکيو وقت بہ گذاري اسان دين جو علم حاصل ڪيوسين.
پاڻ فرمايائون پڙهائي دوران ڏاڍيون تڪليفون سَٺيم. راتوڪا پاروٺا سُڪل ٽُڪر صبح جو ٿانڊن تي سيڪي کائيندو هوس. انهن ۾ ڏاڍي لذت ايندي هئي. ڀاڄي تمام ٿوري هوندي هئي. پوءِ آءُ پنهنجي ڀاڄيءَ ۾ پاڻي وجهي کائيندو هوس. طالب چوندا هئا تہ يار! ڏسو تہ سهي هن جي ڀاڄي ڪُٿي ئي ڪانہ ٿي!
**علم جي طلب ۾ سنڌ جو سفر:**
پير مٺاسائين جن کي ٻانهن ۾ هڪ وڏو هوندو هيو. هڪ ڏينهن ان بابت فرمايائون تہ مون کي علم پڙهڻ جو ايڏو شوق هوندو هيو جو جتي بہ چڱي پڙهائي جي ڳالهہ ٻڌندو هيس تہ اتي وڃي علم پڙهندو هيس.
هڪ ڀيري ملتان ۾ هڪ طالب ٻڌايو تہ سنڌ ۾ سکر ضلعي ۾ پڙهائي ڏاڍي سٺي آهي پوءِ آءُ ان طالب سان گڏجي سکر جي ڀرسان ميرپور پيٽو ڳوٺ ۾ پهتس. اتي وڏيرو صاحب نواب دودا خان پيٽو سخاوت سبب تمام گهڻو مشهور هيو. مدرسي جو سڄو انتظام بہ ان نيڪ مرد جي حوالي هوندو هيو. اهو طالب جيڪو مون کي سنڌ ۾ وٺي آيو هيو سو راتو واهہ منهنجا ڪپڙا، پئسا ۽ ٻيو ضروري سامان چوري ڪري ڪٽي ويو. صبح جو اها خبر جڏهن مدرسي وارن کي پئي تن مون کي صلاح ڏني تہ اوهان نواب صاحب کي هن حقيقت کان واقف ڪيو. اميد تہ هو اوهان جي هر طرح مدد ڪندو. مون کي سوال ڪرڻ کان سخت نفرت هوندي هئي. صبح جو ان وٽ ويس ڏٺم تہ نوڪر ڳوڻ دنيا جي ڪٺي آيو اچي پَٽَ تي هاريائين اتان اهو زميندار ٻيو ماڻهن ۾ ورهائي. مون رڳو اهو نمونو پئي ڏٺو باقي سوال ڪونہ ڪيم. آخر پنڌ جيڪب آباد وارو رستو وٺي ڪشمور کان رياست ۾ پهتس. ان سفر ۾ ٻانهن تي ڦُرڙي ٿي هئي جيڪا ساري ٻانهن کي وڪوڙي وئي. هي ان ڦرڙي جو نشان آهي. پوءِ رياست ۾ هڪ رات وڃي چاچڙن ۾ پهتس اتي هڪ نيڪ دل سيد هيو ان زوري غسل ڪرايو. ڦٽ کي ڌوئي ٻڌائين اسٽيشن چني ڳوٺ تائين جو ڪرايو ست آنا ڏنائين. گاڏي تي چڙهي ڳوٺ پهتس ڪيترو وقت پنڌ ۾ لڳو پر ڪنهن کان سوال ڪونہ ڪيم.

**ڇهون استاد :**

## حضرت علامہ عاقل ﷫ محمد

**( ولادت 1813 ع ـ وفات 19 جون 1923 ع )**

جيئن تہ علامہ عاقل محمد رحمت الله عليہ اسانجي مرشد حضرت پير مٺاسائين جو اهو استاد آهي جنهن وٽ پاڻ آخري ڪتاب ۽ دورهءِ حديث پڙهيو هئائون، انڪري سندن حالات ڪجهہ تفصيل سان بيان ڪجن ٿا.

حضرت علامہ عاقل محمد شيخ الاسلام ۽ مفتيءِ هند جي لقبن سان مشهور هئا. سندن سلسلهءِ نسب ايڪيهين پيڙهي ۾ حضرت غوث بهاؤالحق ملتاني ﷫ سان ملي ٿو. پاڻ ننڍپڻ ۾ مديني پاڪ ويا. اتي ست سال علم پرايائون. عرب جي مشهور عالِم دين حضرت علامہ احمد زيني دهلان ڪان سندِ فراغت حاصل ڪيائون. علامہ دهلان حضرت خواجہ محمد حسن جان سرهندي، حضرت مولانا احمد رضا خان بريلوي جو بہ استاد آهي. تحصيلِ علم بعد علامہ عاقل محمد ڪافي عرصو مسجد نبوي (عليٰ صاحبها الصلاة والسلام ) ۾ معلم ٿي پڙهايائون. مولانا امداد الله مهاجر مڪي ڪان خلافت ۽ اجازت واري روحاني سند بہ حاصل ڪيائون. مديني پاڪ ۾ رهائش دوران ڪڏهن جُتِي نہ پاتائون.

علم جي روشني عام ڪرڻ لاءِ پاڻ مديني پاڪ مان واپس جلالپور پير والا آيا. اتي جامع مسجد ۾ امامت خطابت درس و تدريس جو سلسلو شروع ڪيائون. جڏهن شاهِ هندستان شاهجهان جو گذر هتان ٿيو ۽ کيس خبر پئي تہ حضرت غوث بهاول الحق ملتاني جي خاندان جو هڪ بزرگ هتي ديني خدمات سرانجام ڏئي رهيو آهي تہ پاڻ سندس ملاقات لاءِ آيو. ان وقت فرمان جاري ڪيائين تہ هتي شاهي مسجد تعمير ڪئي وڃي. پوءِ ٽن قبن واري شاهي مسجد تعمير ڪئي وئي. ان جي سنڀال لاءِ زمين جو ٽڪرو بہ وقف ڪيائين. جنهن جو متولي علامہ عاقل محمد کي مقرر ڪيائين.

مفتيءِ هند علامہ عاقل محمد جي شاندار مدرسي ۾ ان وقت بہ چوويهہ هزار ڪتابن جو ذخيرو هيو. سندن فتويٰ دهلي، ڪلڪتي تائين ويندي هئي. سندس مشهور شاگردن ۾ حضرت علامہ عبد الغفار (پير مٺا سائين) ، علامہ غلام رسول پونتوي، مولانا عبد العزيز

شجاع آبادي، علامہ عبد الله پيلوي، علامہ نسيم طالوت، ديوان سلطان احمد، مولانا عبد الله درخواستي شامل آهن.

دلچسپ ڳالھ هي آهي تہ پير مٺا سائين جا فرزند دلبند ۽ سندن پهريان گادي نشين حضرت خواجہ خليل الرحمان رحمة الله عليه پنهنجي والد گرامي ۽ علامہ عبد الله پيلوي ۽ مولانا عبدالله درخواستي وٽ پڙهيا هئا. سندس اهي ٻئي استاد علامہ عاقل محمد جا شاگرد هئا ان لحاظ سان پير مٺا سائين علامہ عاقل محمد جا سِڌا شاگرد ۽ خواجہ خليل الرحمان سندس پوٽا شاگرد آهن.

پير مٺا سائين پنهنجي هن استاد جي باري ۾ فرمائيندا هئا تہ : ”اسان جو استاد تمام نيڪ صالح هيو، نہ چندو ڪندو هيو نہ پگهار وٺندو هيو في سبيل الله پڙهائيندو هيو. ان جي معاش جو معاملو الله ڪريم خود حل ڪندو هيو“.

علامہ عاقل محمد جي مزار قبرستان چاھ خيري والا شهر جلال پور پير والا، ضلع ملتان شريف ۾ آهي.




مزار مٿان جيڪو ڪتبو لکيل آهي:

فقيه العصر مفتی اعظم پاك و هند مُدرس مسجد نبوی حضرت مولانا مفتی قاضی عاقل محمد قریشی خلیفه مجاز حاجی امداد الله مهاجر مکی. شاگرد رشید الشیخ احمد زینی دهلان مفتی حجاز

وفات 19 جون 1923ع

24 صفر 1352ھ بروز سوموار

جيئن تہ حضرت پير مٺاسائين رحمت الله عليہ علم جو گهڻو حصو پنهنجي پاءُ مولانا محمد اشرف وٽ پڙهيا ۽ دورهءِ حديث علامہ عاقل محمد وٽ پورو ڪيائون. وري مولانا محمد اشرف بہ علم جي تڪميل مولانا عاقل محمد وٽ ڪئي هئي ۽ سائين صاحبزاده خليل الرحمان بہ سندن پوٽو شاگرد آهي. انڪري پير مٺا سائين جو استادي سلسلو حضرت حبيب ڪريم ﷺ تائين علامہ عاقل محمد جي اساتيذ مطابق پيش ڪجي ٿو.

سلسلءِ اساتيذ ايندڙ صفحي تي ڏسندا. ←



جلالپور پير والا جي قبرستان چاهہ خيري والا ۾ علامہ عاقل محمد جي ضريح مبارڪ

## قرائت ۽ تجويد جي تعليم:

پاڻ جڏهن تحصيلِ علم کان فارغ ٿيا تہ سندن والد کين قرائت لاءِ حضرت قاري مطيع الله صاحب رحمة الله عليه ڏانهن موڪليو جنهن حرم پاڪ ۾ ست سال قرائت جو درس ڏنو هيو.

---

[1] تمام وڏي محنت مشقت بعد جنهن رات پير سائين جن جو استادي سلسلو نبي ڪريم ﷺ تائين مڪمل ٿيو، اها پوري رات خوشيءَ ۾ ننڊ نہ آئي. ڪنهن چيو آهي تہ ”لذيءَ جي لذت بہ عجيب هوندي آهي“. ڪنهن چيو آهي تہ لذة الافكار خير من لذة الافكار.

## حضرت خواجہ محمد عبدالغفار جو استادي سلسلو




**المراجع :**

صحيح مسلم ، العقود اللؤلؤية بالاسانيد العلويه لسيد محمد بن علوی المالكی المكی ، الاجازات المتينة لعلماء بكة والمدينة لشيخ احمد رضا قادری ، گنجينه حيات غفاريه لبيدار مورائی ، ملفوظات غفاريه لخليفة حبيب الرحمٰن

**هن سلسلي جي تصديق:**

30 شوال 1430 هـ تي هن ڪتاب جي سلسلي ۾ بهاولپور وڃڻ ٿيو. اتي استاد العلماءَ استاذيم شيخ الحديث حضرت علامہ مولانا فيض احمد اويسي مدظلہ العالي جيڪي پاڪستان جا وڏا محدث، مصنف ۽ محقق آهن. هن فقير جا حديث ۾ استاد آهن. سندن اڳيان حضرت مٺا سائين رحمت الله عليہ جو مٿي آندل استادي سلسلو پيش ڪيم ۽ تصديق لاءِ عرض ڪيم. پاڻ غور سان پڙهيائون. سندن طبيعت ناساز هئي، هٿن تي رعشہ هيو ان جي باوجود هن سلسلي مبارڪ جي صحيح هجڻ جي تصديق لکيائون:



قرأت هذه السلسلة المباركة ووجدتها صحيحا الحمد لله على ذلك

انا الفقير القادری ابی الصالح محمد فيض احمد الاويسی الرضوی غفرله

بهاولفور باكستان 30 شوال المكرم 1430هـ

**طالب العلمي دوران تصنيف :**

حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ کي لکڻ جو ننڍپڻ کان نينهن هيو. ڪتاب تصنيف ڪرڻ جو شغف بہ ننڍپڻ کان هين. مولانا عبدالرحمان جي لکيل ملفوظات مطابق جڏهن حضرت پير مٺا سائين ديره نواب ۾ پڙهندا هئا. سندن استاد جتوئين جي شهر جو رهڻ وارو هيو. ان زماني ۾ پاڻ شيعن جي ترديد ۾ هڪ ڪتاب لکيائون ۽ بي نمازين جي مذمت ۾ بہ ڪتاب لکيائون. جڏهن پاڻ اهو ڪتاب لکي رهيا هئا تہ رياست جو وزير ۽ ڪپتان غلام محي الدين اهي ٻئي حضرت قريشي رحمت الله عليہ جا مريد هئا، مسجد ۾ آيا. پاڻ فرمايائون وزير ڏاڍو ساده مزاج ۽ متواضع هيو.

هڪ ڏينهن مسجد ۾ آيو تہ استاد صاحب اتي ڪونہ مليس نماز پڙهي اچي استاد صاحب مٿان ويٺو پڇيائين ڪٿي ويٺا آهيو. استاد صاحب فرمايو جتوئين ۾ ويٺو آهيان. پوءِ سڀ ڇوڪرن بابت پڇيائين تہ ڇا ٿا پڙهن؟ آءٌ لکي رهيو هيس مون کي سڏيائين استاد کان پڇيائين هي نينگر ڇا ٿو لکي. استاد چيو شيعن جي رد ۾ ڪتاب لکي رهيو آهي ۽ بي نمازين جي مذمت ۾ بہ لکي رهيو آهي. پوءِ وزير صاحب چيو مون کي پڙهي ٻڌاءِ. پوءِ ڪيس پڙهي ٻڌايم ڏاڍو خوش ٿيو. ڪپتان کي چيائين تہ هن عمر ۾ هي نينگرو اهڙو سهڻو ۽ مدلل لکي ٿو تہ اڳتي هن مان وڏيون اميدون آهن. ان وقت نواب جو پٽ ننڍو هيو سڄو ڪارو هنوار وزير جي هٿ ۾ هيو ان جي باوجود ڏاڍو نوڙت وارو هيو.﴿ملفوظات غفاريہ ص 63 مخطوط ملخصا﴾

**پير مٺا سائين جي علمي مقام بابت هڪ ديوبندي عالم جي حيراني:**

مولانا فضل محمد جمالي ڳڙهي خيرو واري مسجد نبوي ۾ هن فقير سان بيان ڪيو تہ سائين پير محمد شاه رحمۃ اللہ علیہ جيڪي اصل شاه پنجو سلطان جا رهواسي هيا پوءِ اچي ڳڙهي خيرو ۾ رهيا. وفات بہ اتي ڪيائون. اهي بيان ڪندا هئا تہ حضرت پير مٺا سائين جي وقت ۾ نيڙهي جو مدرسو مشهور هيو. ديوبندين جو ڳڙه هيو. اتي هڪ وڏو عالم مولوي حبيب الله هيو. ان کي ديوبندين گڏجي چيو تہ تون وڏو عالم آهين. پير مٺو پنجاب کان آيو آهي. تون وڃي ان سان سوال جواب ڪر خبر پوي تہ عالم بہ آهي يا نہ؟

ڪهڙي خيالات جو آهي؟ پوءِ مولوي حبيب الله ٻاويه دقيق سوال مختلف شرعي علوم جا لکيا اهي ڪٺي منجهند جو لاڙڪاڻي پهتو. سائينجن جو پڇيائين. چيائون سائينجن ظهر نماز تي ايندا. مولوي صاحب امام جي مصلي پويان ويٺو هجي سائينجن جيئن آيا جماعت ڪڙي ٿي تہ مولوي حبيب الله تڪبير چئي جڏهن حي الصلاة چيائين تہ اڳتي وسري ويس. بار بار لفظ ورجائڻ لڳو. سائينجن پوئتي نهاري فرمايو :

ايں فقير کوں تکبير آکھڻ نہيں آندی پیا کوئی تکبیر آکھے۔

خير نماز ادا ٿي وئي. سائينجن ماڻهن ڏانهن منهن ڪري بيان شروع ڪيو تہ بعض لوڪ هيئن ٿا چون. ان جو جواب هي آهي. اهو سوال بعينہ اهو هيو جيڪو مولوي حبيب الله لکي آيو هيو. وري پاڻ فرمايائون : بعض ماڻهو هي سوال ٿا ڪن ان جو جواب هي آهي.

تانجو مولوي صاحب جي سوال ڪرڻ يا ڪاغذ پيش ڪرڻ کان اڳ ئي پاڻ سندس پاڃه سوال بہ بيان ڪيائون ۽ انهن جا مدلل جواب بہ ڏنائون. پوءِ دعا گهري جيئن اٿيا تہ مولوي حبيب الله ملڻ لڳو پاڻ ان ڏانهن نهاريائون تہ جذب ۾ اچي ويو پاڻ حويلي ڏانهن روانا ٿي ويا. شام جو مولوي صاحب واپس ڳوٺ ويو. اتي مولوي بہ سڀ انتظار ۾ هئا. تہ ڏسون ڇا خبر ٿو آڻي؟ مولوي صاحب واپس آيو چيائين بابا منهنجي مجال ناهي مون ۾ طاقت ناهي. منهنجي سوال پڇڻ کان اڳ سڀ جواب ڏئي ڇڏيائون. وٽس ڪو غيبي يا لدني علم آهي

**ٻولين تي عبور:**

حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ عربي فارسي، اردو، سرائيڪي، سنڌي ٻوليون ڳالهائي ڄاڻندا هئا، انهن ٻولين ۾ لکي ڄاڻندا هئا. نہ صرف ايترو پر پاڻ عربي فارسي اردو ۽ سرائيڪي ٻولين جا بهترين شاعر بہ هئا. سندن شاعري جي جهلڪ ايندڙ بابن ۾ ملاحظہ ڪندا. اگر ڪو عالم ايندو هيو تہ ان سان پاڻ فارسي ٻولي ۾ ڳالهائيندا هئا. پر سندن گفتگو ايترو تہ بي تڪلف هوندي هئي جو عام ماڻهو ائين سمجهندو هيو جو ڄڻڪ سندن ٻولي ئي فارسي هجي. ان طرح عربي ٻولي ۾ سندن شاعري پڙهڻ سان سندن عربي داني ۽ سندن فصاحت بلاغت ۽ سندن انشاءَ پردازي جو پتو پوي ٿو.

**استاد جي فرزند جو احترام:**

منهنجي والد ڪريم رحمت الله عليہ بيان فرمايو تہ رحمتپور شريف ۾ هڪ ماڻهو پنجاب مان آيو. عمر جو اڌڙوٽ رنگ جو مشڪي هيو. اسان لاءِ اوپرو هيو پر حضرت صاحب جن ان سان وڏي مروت ۽ مهرباني سان پيش آيا. پاڻ ان سان اُٿي مليا. ان لاءِ ويهڻ ۽ رهڻ جو خاص انتظام فرمايائون. حالانڪہ سندن دربار ۾ خوش آمد برآمد اصلي نہ هوندي هئي. پوءِ پاڻ فرمايائون هي منهنجي استاد جو پٽ آهي. پوءِ جڏهن نماز جو وقت ٿيو تہ اهو مهمان مصلي جي قريب ويٺل هيو. ان جي ڏاڙهي سنت مطابق نہ هئي. پاڻ هن عاجز (حضرت محبوب الاهي) کي فرمايائون:

شما امامت بکنيد ايں ريش بر سنت نمے دارد

اوهان امامت ڪرايو هن جي ڏاڙهي سنت مطابق نہ آهي.

**باب ٽيون:** مَشَائِخ شَيخِنَا مُحَمَّد عَبدُ الغَفَّارِ فِي طُرُقِ التَّصَوُّفِ وَسُلُوكِ سَبِيلِ الأَبرَارِ وَالأَخيَارِ




## سلاسل ۾ بيعت ۽ حصولِ روحانيت

قطبِ عالم حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ ڪھڙن سلسلن ۾ ڪھڙن مشائخن وٽان روحاني فيوضات حاصل ڪيا؟

حضرت خواجہ فتح محمد قادري رحمت الله عليہ جيڪي سندن گھراڻي جا مرشد ھئا انھن ڪين ڪھڙي دعا ڏني ھئي؟

سندن قادري سلسلو ڪيئن آھي؟

سلسلہ عاليہ نقشبنديہ ۾ پاڻ ڪنھن جا بيعت ھئا؟

سندن مشائخ جو مختصر احوال.

پاڻ پنھنجي مشائخ ڪان ڪيئن اڪتسابِ فيض ڪيائون؟

تلاشِ منزل، روحاني رهبر، قادري نسبت،قريشي جي قربت، شيخ ڪامل سان عشق ۽ الفت، روحاني رنگ، خلافت جو خرقو.

حضرت پير فضل علي شاھہ قريشي رحمت الله عليہ سان ڪيئن بيعت ٿيا؟

پنھنجي مرشد سان ڪيتريقدر دل لاتائون؟

پنھنجي مرشد کي ڪيئن ڏٺائون؟

مرشد جي خدمت ڪيئن ڪيائون؟

سندن نقشبندي سلسلو ڪيئن آھي؟

**طالب علمي ۾ الله وارن سان الفت :**

حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليه کي ننڍپڻ کان الله وارن سان الفت هئي. صوفين سالڪن، مست ۽ مجذوبن سان محبت ۽ الفت رکندا هئا. اها الفت کين والد ڪريم کان ورثي ۾ ملي هئي. سندن والد گرامي صحيح العقيده سُني عالم هجڻ سان گڏ روحاني مصلح به هيو. ايستائين جو پير قريشي رحمت الله عليه جهڙو ڪامل ولي به سندن مزار کي پُٺي ڏيڻ گوارا نه ڪندو هيو. ان والد جي صحبت ۽ تربيت ۾ پاڻ الله وارن جي صحبت جي اهميت ۽ افاديت کان واقف ٿيا. اولياءِ ڪرام جي صحبتن جا آداب به والد ڪريم کان سکيا. پوءِ سندن شوق جو اهو عالم ٻڌيو جو طالب علمي جي زماني ۾ به اگر ڪا فرصت جي گهڙي ملندي هين ته ڪنهن ولي جي صحبت ۾ هلي ويندا هئا.

فرمايائون: جڏهن اُچ شريف ۾ پڙهندو هيس خبر پئي ته هتان نه ميل پري هڪ درويش لوڙهي ۾ ويٺو آهي. جمعي جي رات هئي اوڏانهن هليو ويس. بزرگ جو نالو عبدالله هيو. مون کي نصيحت ڪيائين ته ڪنهن کان به گُهرَ سوال نه ڪر. الله تي توڪل ڪري ويهه الله خود تنهنجا سڀ ڪم سرانجام ڪندو. فرمايائين : مان پنهنجي مرشد جي فرمان سان هت جهنگ ۾ اچي ويٺس. ڪنهن کان گُهر سوال ڪونه ڪيم. هتي ماڻهن منهنجي لاءِ خود اچي ڪبي واري مسجد ٺاهي آهي. گهر به ٺاهيو آهي. لوڙهو هٽي ڏنو اٿن.

فرمايائون : عبدالله فقير جو ننگر ڪوهرن جو هوندو هيو.

فرمايائون: آءُ سندس صحبت ۾ ويٺو ئي هيس ته هڪ ماڻهو ٻاجهري جي ڳنڊ ڪڻي آيو. ميان عبدالله چيس ڇو آندي اٿئي؟ چيائين اسانجو فصل لٿو، ٻابي چيو ته هي آنُ فقير عبد الله کي پهچائي اچ. پوءِ منهنجي ٻڌائڻ لاءِ ان کان پڇيائين مون توهان ڏانهن نياپو ته ڪو نه ڪيو هيو؟ يا گُهر سوال ته ڪو نه ڪيو هيو؟ چيائين نه. اسان پاڻان آندي آهي. پوءِ مون ڏي مخاطب ٿي چيائين:

”مولوي چوندا آهن ته جُتي جي ڳلي ڇڇي ته به الله کان گهرو پوءِ مولوين کي ڇا ٿيو آهي جو گهوڙن تي چڙهي در در پِني رهيا آهن“.

فرمايائون : هن فقير ننڍپڻ کان توڪل جو سبق فقير عبد الله کان سکيو.

## سلسلہ قادريہ ۾ بيعت

### حضرت حافظ فتح محمد قادري

**(ولادت محرم 1255ھ 1835ع ـــ وفات 25 صفر 1336ھ 11 ڊسمبر 1917ع )**

پير مٺا سائين رحمت الله عليہ جو گهراڻو سلسلہ عاليہ قادريہ ۾ حضرت خواجہ حافظ فتح محمد صاحب جلالپور پير والا واري جو مريد هيو. هي بزرگ عالم باعمل هيا. صاحبِ تصانيفِ ڪثيره هيا.

ننڍپڻ ۾ قرآن حفظ ڪيائون، درسِ نظامي جي تعليم لاءِ سنڌ جي مشهور ديني درسگاهہ جامعہ عباسيہ رستم شڪارپور ۾ اچي حاصل ڪيائون. اتي هڪ سنڌي عالم مولانا عبد الستار وٽ علم پڙهيا.

تصوف جو سير ۽ سلوڪ ماڻڪ پور ضلعہ مظفر ڳڙهہ جي روحاني شخصيت حضرت خواجہ خدابخش قادري وٽان حاصل ڪري خرقہ خلافت حاصل ڪري جلالپور ۾ اچي ظاهري ۽ باطني علوم جي درسگاهہ کوليائون. جتي درسِ قرآن ، درسِ حديث ۽ درسِ مثنوي عجيب اثرائتي انداز ۾ ڏيندا هئا. علم ۽ روحانيت جا طالب پري پري کان وٽن اچي علم ۽ فيض حاصل ڪندا هئا.

سندن آواز ۾ ميٺاج هيو. جمعہ تي جڏهن پاڻ وعظ فرمائيندا هئا تہ مخلوق جوق در جوق سندن وعظ ٻڌڻ ۽ سندن اقتداءَ ۾ نماز پڙهڻ لاءِ حاضر ٿيندي هئي. عيد تي تہ وٽن وڏو اجتماع ٿيندو هيو.

پاڻ نهايت سخي ۽ مهمان نواز هئا. سندن لنگر هر وقت جاري رهندو هيو. سنڌين جا قافلا جيڪي پيادل ملتان شريف حضرت غوث بهاول الحق جي دربار ڏانهن ويندا هئا تہ انهن جي رهگذر بہ اها هئي. اهي وٽن اچي منزل ڪندا هئا. پاڻ انهي جي بهترين خدمت ۽ مهمان نوازي ڪندا هئا. پاڻ فرمائيندا هئا تہ :

ماڻهن کي ماني کائڻ ۾ مزو ايندو آهي اسان کي پين کي کارائڻ ۾ مزو ايندو آهي.

---

① ان مان معلوم ٿيو تہ سنڌ علم ۽ فضل جو مرڪز رهي آهي.

پاڻ متوڪل ۽ بي ريا ۽ مستجاب الدعوات هئا . جنهن مقصد لاءِ دعا جا هٿ کڻندا هئا تہ اهو ڪم الله جي فضل سان سرانجام ٿي پوندو هيو. شعر شاعري سان بہ شغف رکندا هئا. سندن شعرن جو هڪ مجموعو آهي جنهن ۾ ڏهہ هزار کان وڌيڪ شعر آهن.

هڪ ڀيري پاڻ روهي چولستان خواجہ غلام فريد سان ملڻ ويا تہ خواجہ صاحب فرمايو تہ گهڻي عرصي بعد ملاقات ٿي آهي اوهان بہ پنهنجو پهرياڻ لاهيو پاڻ بہ لاٿائون پوءِ هڪ ٻئي سان ڀاڪر پائي مليا.

حضرت پير مٺا سائين بہ تحصيل علم دؤران حضرت خواجہ فتح محمد قادري سان سلسلہ عاليہ قادريہ ۾ بيعت ڪئي ۽ سندن صحبتن مان اڪتسابِ فيض ڪيائون.

**هڪ دعا جيڪا حقيقت جي صورت ۾ ظاهر ٿي:**

هڪ ڏينهن پير مٺاسائين رحمت الله عليہ کي خواجہ فتح محمد رحمت الله عليہ فرمايو تہ: ”اوهان سٺا شاعر آهيو هي قصو ”معتمر ۽ ريا“ جو شعرن ۾ ٺاهي اچو ۽ جمعہ جي ڏينهن اسان کي اچي پڙهي ٻڌايو“ . پوءِ پاڻ اهو قصو سرائيڪي زبان ۾، زليخا جي طرز تي ٺاهي کڻي ويا. جمعي جي ڏينهن جڏهن بزرگن وعظ پورو ڪيو تہ پير مٺا سائين کي فرمايائون تہ هاڻي اهو قصو پڙهي ٻڌايو. پاڻ جيئن پڙهڻ شروع ڪيائون تيئن بزرگ زار و زار روئڻ لڳا. ان موقعي تي پير مٺا سائين جا والد ڪريم ۽ ٻيا ويجها رشتيدار بہ موجود هئا. پاڻ اجا اڌ قصو مس پڙهيائون تہ بزرگ روئندي روئندي بيحال ٿي ويا. فرمايائون بس. باقي حصو وري ايندڙ جمعہ تي ٻڌائجو. پوءِ پاڻ ٻئي جمعہ تي اچي باقي اڌ پڙهيائون تہ بہ پاڻ زاروزار رنا. ان مهل دعا لاءِ هٿ کنيائون تہ پير مٺاسائين سندن هٿ کي پڪڙي عرض ڪيو سائين ! پنهنجي خاص وقت ۾ جڏهن اوهان الله سان معيت ۾ هجو ان مهل مون لاءِ دعا گهرجو. بزرگ فرمايو. انشاءَ الله ان مهل بہ گهرندس پر هينئر بہ منهنجا هٿ نہ روڪ. پوءِ پاڻ تمام گهڻي لجاجت سان دعا گهريائون ۽ پير مٺاسائين کي فرمايائون

---

[1] 30 شوال 1430 هہ تي اسان جلالپور پير والا شهر ۾ سندن آستاني تي حاضر ٿياسين. سندن مزار پر انوار تي بہ حاضري ڏني سين جيڪا جلالپور پير والا ۾ چاهہ خيري والا جي عام قبرستان ۾ واقع آهي. اتي ڏاڍو روحاني سڪون آهي. ساڳي قبرستان ۾ سندن مزار جي قريب ئي پير مٺا سائين جي استاد علامہ عاقل محمد جي مزار بہ آهي. اتي بہ حاضر ٿياسين. الحمد لله علي ذالڪ (ڪرم الله)

”مون تو لاءِ اهڙي دعا گهري آهي جنهن جو اثر تون پاڻ ڏسندين“.
پوءِ حضرت مٺا سائين رحمت الله عليه فرمائيندا هئا تہ مون کي جيڪا پير قريشي جي صحبت نصيب ٿي سا ان بزرگ جي دعا جو اثر هيو.

**حافظ صاحب جي شاعري:**

پاڻ زبردست شاعر هئا. سندن شاعري ۾ سوز وگداز بہ آهي تہ علم ومعرفت بہ آهي. ڪيف و سرور بہ آهي تہ خيال جي اعليٰ پرواز بہ آهي. سندن هڪ شعر ملاحظہ فرمايو.

چہ حیرانم پریشانم نمیدانم کجا مانم * نہ دربانم نہ سلطانم نہ ویرانم نہ بستانم
نہ انسانم نہ حیوانم نہ غمناکم نہ شادانم * نہ گلزارم نہ تیرانم نہ ہشیارم نہ مستانم
نہ خندانم نہ گریانم نہ درجامہ نہ عُریانم * نہ فغفورم نہ خاقانم نہ رنجورم نہ درمانم
نہ در مصر و نہ کنعانم نہ افلاطوں نہ لقمانم * نہ در سیر و نہ زندانم نہ باشوکت نہ ذیشانم
بگو اے ”**حافظا**“ آخر ترا چہ مذہب و مشرب؟ * مسلمانم مسلمانم غلامِ شاہِ جیلانم

**پيران پير دستگير محبوب سبحاني رحمت الله عليہ جي شان ۾ منقبت**

جنابِ شاہ جیلانی۔ مددیا شاہ جیلانی
توہیں محبوبِ اکبر دا۔ توہیں دلبند سرور دا
اتے فرزند حیدر دا۔ محیّ الدّین جیلانی
توہیں مظہرِ ولایت دا۔ اتے دریا سخاوت دا
توہیں مصدر عنایت دا۔ محیّ الدّین جیلانی
ولیاں دا توہیں افسر۔ جھکاون سر تیڈے در پر
توہیں حسنین دا گوہر۔ محیّ الدّین جیلانی
میری ہے لاج تیرے گل ہیں کیا آکھاں تیکوں ول
توں ہیں دارو اتے درمل محیّ الدین جیلانی
حافظ عاجز تے بچارا۔ زکارے جملہ آوارہ
کرو ہن غور بے کارا۔ محیّ الدّین جیلانی

## سلسلہ شریف قادریہ فتحیہ

تصنیف لطیف حضرت سلطان العارفین حافظ فتح محمد صاحب قادری رحمۃ اللہ علیہ جلالپور پیر والہ، ملتان

خدایا از طفیل ذات امجد * مراکن برکرامت خویش اسعد
باسرا فیل اعظم شان اعلیٰ * عطا کن معرفت خود اے خدایا
بحرمت حضرت جبریل عالی * امانم ده زحالِ لاوبالی
بسرور انبیا شاہِ رسولاں * منور کن دلم بانور ایقاں
بآں شاہِ نجف اعلیٰ مراتب * مرا مامون فرما ازعواتب
طفیلِ حسن بصری ناقدالبصر * نگاہم دار از تاریکئی قبر
بحرمت آں حبیبِ خویش عجمی * ملغزاں از صراطِ خویش قدمی
بآں داؤد طائی شیخ برحق * بکن واصل مرا باذات مطلق
بحرمت معرفت معروف کرخی * بکن آساں بوقتِ مرگ تلخی
بآں سری کہ شد آں مخزن اسرار* دلم را کن بر حمت مطلع انوار
بحرمت آں جنیدِ نیک کردار * بحالم مغفرت کن انت غفار
بشبلی پاک طینت پاک سیرت * بنورِ خود دلم را بخش زینت
بحرمت عبد رحماں ذوالکرامت * نگاہم دار یارب در قیامت
بحرمت بوالفرح فرخندہء ذات * رہائی بخش از جملہ خطیئات
بحرمت بوالحسن قرشی نگارے * بروزِ حشر برمن کن ستارے
بحرمت بوسعید قاضی الحق * سعیدم کن خدایا انت ارزق
بحرمت غوث اعظم شاہ محبوب * خلاصم بخش ازہر کارِ معیوب
بحرمت والا جاں آں عبدالرزاق * محبت خویش روزے کن باشفاق
بحرمت آں عمادالدین قاضی * شوم یا رب باحکام توراضی
بحرمت شہاب الدین احمد * عطاکن معرفت خود اَنتَ اَجودُ
بشرف الدین یحیٰ شیخ عالی * بکن زندہ دلم دا بانوالی
بحرمت آں علاؤالدین اعلیٰ * نظر رحمت بکن سوئیم خدایا
بحرمت آں ابوالعباس ذیشان * بکن تو خاتمہ بالخیر ایماں
بحرمت عبد باسط باسط الحال * بدہ توفیق یارب نیک افعال
بحرمت شیخ قاسم نعمتِ حق * مرا دہ رتبہ عالی انت اشفق

بحرمت آں شہاب الدین ثانی * مرا دہ باب لطف خود مرانی
بحرمت شیخ شمس الدین بانور * مگر داں مرمرا از خویش مستور
بحرمت شیخ عبداللہ عابد * مرادم دہ خدایا انت ماجد
بحرمت شیخ محمود ستودہ * بکن بیدار چشمِ من غنودہ
بحرمت شیخ ابراھیم سالم * بدہ تو مقصدِ من انت عالم
بحرمت شیخ یحیٰ زندہ القلب * مرادہ آنچہ من دارم ز مطلب
بحرمت شیخ زکریاوذاکر * بکن ذاکر دلم را انت قادر
بآں عبدالکریم ذوالکرامت * مرا برہاں الٰہی از غرامت
بحرمت شیخ حاجی حرم رحماں * مرا باذاتِ خود واصل بگرداں
بحرمت شیخ حق اشرف محمد * بحبِ خویش کن یا رب مقید
خدایا بخش کن بہر خدا بخش* دل تاریک را نور صفا بخش
ازاں نورِ محمد دہ ضیائی * شود در خاطرِ من روشنائی
الٰہی از طفیل ایں جملہ احباب * وھب لی معرفت خود انت وہاب
بحرمت ایں ہمہ حضرت والا * منور کن دلم را ذوالجلالہ
بحرمت ایں ہمہ اوتاد واقطاب * محبت خود عطا کن ہم فتحیاب
بحرمت ایں ہمہ اخیار وابرار * دلم را کن خدایا مخزن اسرار
اللٰی از طفیل ایں جملہ کرام * ثباتم دہِ مرا بردیں اسلام
بحرمت ایں ہمہ صلحاء گزیدہ * مشرف کن با خلاقِ حمیدہ
بحرمت ایں ہمہ حافظ گدارا * رساں باذات خود واسع عطایا
بحرمت حافظِ فتح محمد * توئی دانی زحالِ قلب سوزد
ضیائے شمع جاں عبدالغفاراست * دریں دنیا سکون است وقرار است
بحرمت آں خلیل الرحمان رہبر * دلم را کن بنورِ خود مُنور
طفیلِ شیخ کامل جان جاناں ، محبت معرفت دہ سوزِ جاناں
بحرمت حضرت عبد الغفار ثانی ، خدایا از غم و رنجم رہانی

وصلی اللہ علیٰ خیر خلقہ سیدنا محمد وعلیٰ آلہ وصحبہ وبارک وسلم


حضرت پير مٺا سائين جو قادري سلسلو
سيدنا رسول الله ﷺ
1. حضرت علي المرتضىٰ رضي الله عنه
2. شيخ امام حسن بصري
3شيخ حبيب عجمي
4. شيخ داؤد طائي
5. شيخ معروف كرخي
6. شيخ سري سقطي
7شيخ جنيد
8. شيخ شبلي
9. شيخ عبدالرحمٰن
10. شيخ ابو الفرح
11. شيخ ابوالحسن
12. شيخ ابو سعيد مخزومي
13. شيخ عبدالقادر جيلاني
14. شيخ عبدالرزاق
15. شيخ عمادالدين
16. شيخ شهاب الدين
17. شيخ يحيٰ
18. شيخ علاؤ الدين
19. شيخ ابوالعباس
20. شيخ عبدالباسط
21شيخ قاسم
22شيخ شهاب الدين
23شيخ شمس الدين
24شيخ عبدالله
25. شيخ محمود
26. شيخ ابراهيم
27شيخ يحيٰ
28شيخ زكريا
29. شيخ عبدالكريم
30شيخ حاجي عبدالرحمان
31شيخ اشرف محمد
32. شيخ خدا بخش
33شيخ نور محمد
34شيخ حافظ فتح محمد
35. قطبِ عالم حضرت محمد عبدالغفار رحمة الله عليه
36حضرت خواجه خليل الرحمٰن
37حضرت خواجه مظهر جان جانان
38حضرت محمد عبدالغفار پير مٺا سائين ثاني

**موجوده سجاده نشين :**

هن وقت سندن دربار فتحيہ شهر جلالپور پير والا ۾ سندن سجاده نشين حضرت مولانا فتح محمد مدظلہ آهن، جيڪي عالم باعمل آهن. پاڻ قرآن شريف پنهنجي مامي حافظ شاڪر محمد صاحب رحمة الله عليه وٽ پڙهيا آهن. ان کان پوءِ فارسي جا ڪتاب مولانا مولوي محمد بخش صاحب رحمة الله عليه جلالپوري وٽ پڙهيا. پوءِ انوار العلوم (ملتان) وڃي غزاليءِ زمان رازيءِ دوران سيد احمد سعيد شاهہ ڪاظمي رحمة الله عليه کان صرف نحو پڙهيا. پوءِ سندن فرمان سان خدا بخش صاحب جلالپوري کان ابتدائي ڪتاب فقہ صرف نحو پڙهيا. جيڪي مدرسہ قادريہ فتحيہ ۾ مُدرس هئا. پوءِ حديث تفسير ٻيا ڪتاب حضرت مولانا مفتي محمد امين الدين بدايوني کان پڙهيا. آخر ۾ ملتان وڃي حضرت ڪاظمي رحمة الله عليه وٽ دوره حديث ڪيائون.

**حضرت حافظ صاحب رحمة الله عليه جو وصال :**

حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ فرمائيندا هئا تہ حضرت حافظ صاحب رحمة الله عليه جي وقت ۾ منهنجو توجہ علم جي طرف گهٽو هوندو هيو. اوچتو سندن وصال ٿي ويو پوءِ تہ ڏاڍي پريشاني ٿي. هن نعمت واسطي ڪافي ڪوشش ڪيم. پنجاب ۾ گهڻيون گاديون هيون. ظاهر ۾ تہ ڏاڍو رعب و تاب ۽ دٻدٻو هيو پر جنهن ڳالهہ ڪي ڳوليم پئي تہ اهڙو پير ڪامل ملي جنهن وٽ شريعت ۽ طريقت ٻئي هجن پر افسوس! جو اهڙو پير ڪٿي بہ نظر نہ آيو.

**پرڪائون :**

حضرت حافظ صاحب رحمت الله عليہ جي وصال بعد فرمايائون تہ:

ایک وقت ابتلا آزمائش کا آگیا اور آیہ شریف

يَوْمَ يَفِرُّ الْمَرْءُ مِنْ أَخِيهِ وَأُمِّهِ وَأَبِيهِ (عبس: 34و35)

کا نقشہ آنکھوں کے آگے پھر جاتا تھا۔ ماں باپ بڑے بیزار ہوگئے اور بھائی بند دشمن خونخوار ہوگئے۔ دوست سراپا مغز بے پوست' غیر اغیار ہوگئے۔ خویش و اقربا کالعقرب پیچے رار ہوگئے۔ یار غمگسار و یار تیمار و جار وفادار بجائے گل خار ہوگئے۔ لہٰذا استقلال طبیعت کا جاتا رہا اور بدوں ذات باری تعالیٰ جل و اعلیٰ شانہ کے کوئی مامن اور گریز گاہ نظر نہ آتی تھی۔

**قريشي جي قربت ۾ :**

فرمايائون انهن ڏک وارن ڏهاڙن ۾ درياهِ ستلج جي ڪناري تي علي گوهر لانگاهه وٽ مسجد شريف ۾ رهندو هيس. هڪ ڏينهن ڏاڍي ڏک ۾ ويٺو هوس تہ اوچتو مولوي الاهي بخش صاحب بيٺ ڪيچ علائقي جلالپور پير والا ضلع ملتان وارو آيو. ڳالهين ڪندي مولوي صاحب چوڻ لڳو تہ مولوي الهڏتي نائچ عمر پوريءَ جو عجيب و غريب حال ٿي ويو آهي. ان وٽ هڪ ڏگهي تسبيح آهي جنهن جا مڻيا ٿلها ۽ ويڪرا آهن ۽ اهي مڻيا اٽڪل بہ سؤ کن ٿيندا. اها تسبيح هٿ ۾ کڻي مڻيا ٺڙڪائيندو رهندو آهي ۽ زبان تي بلڪل خاموشي اٿس. مزي جي ڳالهہ هيءَ آهي جو ماڻهن سان ڪچهري ۾ بہ تسبيح ٺڙڪائيندو ٿو رهي. نماز پڙهندي پڙهندي بدن ۾ ڏڪڻي وٺي ويندي اٿس. ماڻهو مٿس کلندا ۽ اعتراض ڪندا آهن پر مولوي صاحب بلڪل ماٺ ۾ رهندو آهي. ڪنهن کي بہ ڪو جواب نہ ٿو ڏئي. مون پڇيو پڌاءِ تہ ان مولوي صاحب اهو طريقو ڪٿان حاصل ڪيو آهي؟ مولوي صاحب چوڻ لڳو تہ :ضلع مظفر ڳڙهہ جي ڳوٺ ”مستوئين“ ۾ هڪ بزرگ خبر ناهي ڪٿان آيو آهي، مذڪوره مولوي صاحب بہ هي سڀ ڪجهہ ان بزرگ کان ئي حاصل ڪيو آهي. مون پڇيو تہ اوهان ڀلا ڇا ٿا سمجهو؟ مولوي صاحب جو هيءُ طريقو سچ پچ صحيح آهي يا رڳو مصنوعي آهي؟

"مولوی صاحب نے کہا نہیں، نہیں، میں خود ہی اس بزرگ کی خدمت میں باتفاق شب باش ہوا ہوں۔ بڑے متقی سادہ روش بے ریا نظر آئے ہیں اور مولوی اللہ ڈتہ صاحب ہمارے دوست اور بڑے عالم محدث ہیں۔ تدریس کرتے کرتے بوڑھے ہوگئے ہیں اس پر فریب کا اتہام لگانا غلط فہمی ہے۔"

پاڻ فرمايائون تہ هن فقير کي بہ مولوي الهڏتہ صاحب جو اڳوڻو حال معلوم هيو. مولوي صاحب اصل فلسفي، صرف نحو، منطق، حديث، تفسير ۽ فقہ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هيو. حويلي لانگ ۾ سڄي عمر سبق پڙهائيندو رهيو ۽ سوين ماڻهو سندس علم مان فيضياب ٿيا. مولوي صاحب پنهنجي ڳوٺ نيچ جو وڏيرو بہ آهي پر آءٌ دعويٰ سان ٿو چوان تہ مولوي

صاحب کي کو نئون ماڻهو ڏسي ائين ڪڏهن بہ نہ سمجهندو تہ هي ڪو مولوي يا وڏيرو آهي ڇو تہ ڏسڻ ۾ بلڪل گودڙي پوش فقير نظر ايندو آهي.

پهريائين اهو مولوي صاحب غير مقلدن وانگر اوليائن جي ڪرامتن جو منڪر ۽ پيرن جي پيريءَ جو بہ انڪاري هيو. فرمايائون : مولوي الاهي بخش صاحب جي تقرير منهنجي رڳ رڳ ۾ تاثير سان گڏ هڪ نئون شوق ۽ محبت جي نئين ڏن پيدا ڪئي. تان جو ديدار جي شوق منهنجو صبر ۽ سڪون کسي ورتو. منهنجي سيني ۾ ان بزرگ جي زيارت جي ذوق جي باهہ ڀڙڪڻ لڳي. پوءِ اجا بہ ٽي ڏينهن مس گذريا هئا تہ درياء چناب کان ٽيندو شهر سلطان ۽ ڪوٽلہ گامون ۽ ڪانڌ والہ کان سڌو ڪوٽلہ رحم شاهہ ۾ پهتس. وچينءَ جو وقت هيو جيئن آءٌ مسجد ۾ داخل ٿيس تہ رحم علي شاهہ صاحب جي ننڍي ڀاءُ ڪرم علي شاهہ مون کي ڏسي پاڻ وٽ گهرايو. آءٌ بلڪل آزادانہ نموني اسلام عليڪم چئي ويهي رهيس. شاهہ صاحب نهايت نرميءَ سان فصاحت جو گهوڙو بلاغت جي ميدان ۾ ڊوڙائيندي حال احوال پڇڻ لڳو. سندن مٺڙي گفتار ٻڌي منهنجون مڙوئي تڪليفون ۽ ٿڪاوٽون دور ٿي ويون. مون ڪيس اول کان آخر تائين سڄي ماجرا بيان ڪري ٻڌائي.

شاهہ صاحب آفرين، جزاڪ الله چئي فرمايو تہ تون وڏو خوش نصيب انسان آهين. هاڻي ٻڌ ان بزرگ جو نالو حضرت پير فضل علي قريشي آهي. اهو سلسلہ عاليہ نقشبنديہ جي شيخ طريقت خواجہ سراج الدين جو خليفہ مجاز آهي. وڏو ڪامل اڪمل ولي الله بزرگ آهي. مولوي الهڏتي صاحب کي بہ سندن خدمت ۾ وڃڻ جو شوق مون ئي ڏياريو هيو. شاهہ صاحب وڏيڪ ٻڌايو تہ خدا جو قسم! سچ پچ حضرت صاحب جن جو هِتِ اچڻ اسان لاءِ نجات جو ذريعو بنجي ويو آهي. هتان کان هڪ ميل ڪن پري سيڪڙان ڳوٺ ۾ هڪ کلراٺي زمين تي مسجد شريف لاءِ کوهي کوٽائي اٿن. ٻن پهرن تائين ٻني ٻاري جو ڪم ڪار ۽ مال جو گاهہ پٺو ڪندا آهن. ماڻهن کي پاڻ ذڪر قلبي ڏسيندا آهن. سندن توجہ ۾ ايڏو تہ اثر آهي جو ڪنهن پٿر دل انسان ڏانهن ڏسن تہ ان جي جان ۾ بہ ڌڪڻي پئجي وڃي. پاڻ حلال جي روزي ڪمائيندا آهن ۽ مريدن کي بہ ان جو تاڪيد ڪندا آهن. پاڻ نهايت پرهيزگار، شريعت پاڪ جا پائبند، بي طمع، بي رياء برڪتن ڀريا با اخلاق انسان

آهن. مَنجَهن هڪ سچي پير جون سڀ صفتون موجود آهن. شاهه صاحب چيو تہ منهنجو وڏو ڀاءُ رحم علي شاهہ، حضرت صاحب جن جو سخت مخالف آهي.

پنهنجي پاڻ کي شيخ ڪامل ٿو سمجهي. آءُ ان کان لِڪي ڇپي حضرت صاحب جن ڏانهن ويندو آهيان ۽ سندن فرمان مطابق ذڪر ڪندو رهندو آهيان. هتي مولوي امام الدين رهندو آهي اڄ موڪل وٺي گهر ويو آهي اهو ۽ ان جو فرزند مولوي عبيدالله اهي بہ حضرت صاحب جن جي مخالفت ۾ منهنجي ڀاءُ جا ٻانهن ٻيلي آهن. جي انهن کي تنهنجي هن حال جي خبر پئجي ويئي تہ ڪيئن بہ ڪري توکي روڪيندا ۽ پير سائين جن بابت چوندا تہ هيءُ ڪڙمي ماڻهو آهي، بزرگي ڪا اهڙي شيءِ ڪانهي جيڪا ڇٽي وٽي کي ملي وڃي. مون چيو سٺو ٿيو جو اوهان مون کي سمجهايو. هاڻي مون کي هڪ سفارشي خط لکي ڏيو تہ پاڻ سان گڏ کڻي وڃان متان نئون ماڻهو ڏسي مون ڏانهن پورو توجہ نہ ڏين. شاهه صاحب چيو تہ تنهنجي چوڻ سان آءُ توکي چٺي تہ لکي ٿو ڏيان پر تنهنجو اهو گمان سراسر غلط آهي، جيئن تون سمجهين ٿو ائين هرگز ناهي. هڪ پيرو ڪنهن ڏانهن ڏسڻ سان چقمق وانگر پاڻ ڏانهن ڇڪي وٺن ٿا. سندن دربار تي پهچڻ بعد ڪوبہ ڏاريو نہ ٿو رهي.

پوءِ صبح جو سويرو اٿي، فجر جي نماز آرائين ڳوٺ ۾ اچي پڙهيم اتي جي پيش امام کان رستي جو ڏس پڇي، سڌو حضرت صاحب جن جي مسجد شريف ڏانهن روانو ٿيس. ڇا ڏسان تہ پاڻ مصلي مبارڪ تي تشريف فرما آهن ۽ لِيئا پائي مون ڏانهن ائين پيا ڏسن جيئن ڪو ماڻهو ڪنهن جي انتظار ۾ ويٺو هجي. هيءُ فقير قدمبوسي ڪري سندن خدمت اقدس ۾ حاضر ٿيو. پاڻ مون ڏانهن ڏسي مرڪڻ لڳا.

مون اهو سفارشي خط سندن خدمت ۾ پيش ڪيو. پاڻ پڙهندا ويا ۽ مرڪندا رهيا. چٺي پڙهي فرمائڻ لڳا تہ هت سفارش جي تہ ڪا ضرورت ڪانهي. ان کان پوءِ ٿوري گهڻي گفتگو ڪري اندر حويلي مبارڪ ڏانهن هليا ويا. ان وقت سندن خدمت ۾ ميان شاهه صاحب قريشي جهان پوري جن بہ موجود هئا. مون کي هٿ کان پڪڙي مسجد ۾ وٺي ويا ۽ حال احوال پڇي چوڻ لڳا تہ جيسين بيعت نہ ڪندين تيسين مقصد ماڻي نہ سگهندين.

**بيعت ۽ ڪيفياتِ عشق جو مستي :**

پوءِ پاڻ جيئن پيهري نماز وقت تشريف فرما ٿيا. نماز با جماعت ٿي، ان کان پوءِ پاڻ هن عاجز کي بيعت سان سرفراز ڪري قلبي ذڪر جي تلقين فرمايائون.

پوءِ جيئن واپس ڳوٺ پهتس تہ اهڙو حال ٿي ويو جو قلب جي جوش سبب سلطان الاذڪار بہ جاري ٿي ويو ۽ بدن تي ڏڪڻي وٺي ويئي. ائين پيو معلوم ٿيندو هيو تہ ڄڻ باهہ جي تتل تنور ۾ پيو پُڇان. مٿو ڳرو ٿيندو ٿي ويو، ائين سمجهہ ۾ پئي آيو، ڄڻ دماغ ڦاٽڻ وارو آهي. ايڏو تہ استغراق طاري ٿي ويندو هيو جو مراقبي جو ارادو ڪندي ئي گم ٿي ويندو هوس. پنهنجي پاڻ کي گم ڏسي، ڊپ ٿيندو هيو تہ ڪو مرض تہ نہ لڳي ويو آهي. وري ڪڏهن ڪڏهن ائين محسوس ٿيندو هو تہ "منهنجي دل وجود جي پڃري کي چيري آسمان ڏانهن اڏامي رهي آهي." اکين مان ڄڻ تہ باهہ جون چڻنگون پيون نڪرن. حالت هيءَ هئي جو نہ ڪجهہ ڪلام ڪري سگهندو هوس ۽ نہ وري ڪا نيڻن کي ننڊ ئي نصيب هئي. اهو سڀڪجهہ ذڪر جي غلبي ۽ دل جي لڳاتار جاري ٿيڻ ڪري ٿيندو هيو.

ان حالت کان گهبرائجي، ٽئين ڏينهن آءٌ واپس سندن دربار شريف پهتس. معلوم ٿيو تہ پاڻ مدواڻين جي ڳوٺ ۾ ويل آهن. اتي حضرت صاحب جن جي خدمت ۾ پهچي، کين پنهنجي حال کان واقف ڪري، عرض ڪيم تہ سائين! مون کي مٿي ۾ بہ سور ٿو رهي، سيني تي بہ ڏاڍي سوڙهہ ۽ سختي آهي، انهيءَ حالت کان طبيعت تمام گهبرائجي ويئي آهي. پاڻ مُرڪندي فرمايائون تہ فڪر نہ ڪر الله تعاليٰ فرمايو آهي.

إِنَّا عَرَضْنَا الْأَمَانَةَ عَلَى السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ وَالْجِبَالِ فَأَبَيْنَ أَنْ يَحْمِلْنَهَا وَأَشْفَقْنَ مِنْهَا وَحَمَلَهَا الْإِنْسَانُ إِنَّهُ كَانَ ظَلُومًا جَهُولًا [الأحزاب/72]

اسان پنهنجي امانت آسمانن، جبلن ۽ زمينن کي آڇي، پر انهن ان جي بار کڻڻ کان انڪار ڪيو. انسانن اڻ ڄاڻائيءَ سبب انهيءَ امانت جو بار کڻي پنهنجي پاڻ تي وڏو ظلم ڪيو. اها امانت اسم ذات جو ذڪر آهي "توکي انهيءَ مهرباني جي مبارڪ هجي."

پوءِ فرمايائون تہ مٿي ۾ مکڻ جي مالش ڪندو ڪر ۽ جنهن وقت تو کي گرميءَ جي شدت محسوس ٿئي تہ ٿڌي پاڻيءَ سان غسل ڪر. جڏهن حضرت صاحب جن پنهنجي حويلي مبارڪ ۾ تشريف فرما ٿي ويا تہ ميان غلام صديق مَدواڻي بلوچ، جيڪو حضرت

صاحب جن جو پهريون مريد هيو. مون کي سڌي چوڻ لڳو تہ لک لک مبارڪون هجنئي. مولوين تي تہ ڪا خاص مهرباني آهي.
اها تو ڪي جيڪا تڪليف محسوس ٿي ٿئي، در حقيقت ذڪر جي برڪت ۽ پلائي آهي. الحمد لله هي عاجز ڏاڍو خوش ٿيو، ان ڏينهن کان وٺي سڀ خيال ۽ خطرا دور ٿي ويا.
**روحاني رنگ:** پاڻ فرمائيندا هئا تہ آغاز ۾ مون کي جذبو گهڻو ٿيندو هيو ۽ اها حالت ٻہ ٽي سال هلي. جنون ايتري قدر غالب هوندو هيو جو ڪڏهن ڪڏهن مٿي تان دستار لاهي، زمين تي اڇلي، هيڏانهن هوڏانهن ڊوڙندو هيس. پير اگهاڙا هوندا هئا. مِٽي ڪٽي مٿان وسائيندو هيس. قريشي صاحب فرمائيندا هئا تہ هن مولوي کي ڏسو ڪڏهن ايڏي آڪڙ هوندي هيس جو ٽن گڏهن تي بہ هن جي آڪڙ ڪچي نہ سگهي. فرمايائون گوڏ کان سواءِ پيو ڪپڙو جان تي پائي نہ سگهندو هيس. پر الحمد لله جو اهڙي اضطراري حالت ۾ بہ اُگهڙ جو هوش رهندو هيو ۽ نماز جي وقت نماز پڙهي سگهندو هيس. منهنجي اها حالت ڏسي حضرت پير قريشي رحمة الله عليه جن فرمائيندا هئا تہ مولوي صاحب! ڪپڙا ڪٿيءَ کي ڌوئڻ لاءِ ڏيئي آيا آهيو ڇا؟ عرض ڪندو هيس سائين اوهان لهرايا آهن، جڏهن پهرائيندئو تہ پائيندس.
**مرشد سان محبت:** حضرت پير مٺا سائين جيئن بيعت ڪري موٽيا پنهنجي دل پنهنجي پير جي حوالي ڪري موٽيا، پوءِ ساري عمر ان محبت ۾ ڪا ڪمي ڪو نہ آندائون. مرشد ڪريم قريشي رحمة الله عليه سان والهانہ محبت هوندي هين. جڏهن سندن واڪاڻ ۾ ويهندا هئا تہ ڪلاڪن جا ڪلاڪ لڳي ويندا هين جيئن ڪو عاشق پنهنجي معشوق جا اوصاف بيان ڪري. ان محبت تحت صديقي سنت کي پاريندي پنهنجي جوان سال نياڻي عمر رسيده مرشد جي نڪاح ۾ ڏنائون. پوءِ جڏهن بہ قريشي جي دربار تي ويندا هئا تہ ڪڏهن رشتي واري حجت ڪونہ ڪندا هئا. سِرَ سيراندي ڪري سمهي رهندا هئا. مرشد جي محبت خاني تي ڪڏهن سک جي سڌ ڪانہ ڪيائون. مرشد جي در جا اٽيا ٽڪر ڪائي سر سيراندي ڪري سمهي وقت جون گهڙيون گذاري مرشد وٽان دل واري دولت ۽ سرمدي سک حاصل ڪيائون. سندن هميشہ هيءَ عادت هئي جو پنهنجي مرشد جي طريقي تي

عمل ڪندا هئا. هر معاملي ۾ فرمائيندا هئا منهنجي پير هيئن فرمايو. فرمائيندا هئا اسان پنهنجي پير جي فتويٰ تي عمل ڪنداسين توڙي ڪٺي دنيا ان جي مخالفت ڪري.

## حضرت پير مٺا سائين جو نقشبندي سلسلو



## مختصر احوال

## ﴿حضرت پير فضل علي شاهہ قريشي﴾ رحمت الله عليه

(ولادت 1270 هہ وفات 1354هہ)

سندن اسم گرامي فضل علي شاهہ ۽ والد جو نالو مراد علي شاهہ هيو. پاڻ نبي ڪريم ﷺ جي چاچي حضرت عباس رضي الله عنہ جي اولاد مان هيا. انڪري ماڻهو ڪين هاشمي ۽ قريشي سڏيندا هئا. سندن ڏاڏاڻا عباسي يلغار ۾ عربستان ڪان سنڌ ۾ وارد ٿيا. اتان وري اچي ميانوالي ۾ رهائش اختيار ڪيائون. اتي اچڻ وارو وڏو ڏاڏو دائود نالي هيو ان ڪري ان بستي جو نالو دائود خيل مشهور ٿي ويو. ان بستي ۾ 1270 هہ ۾ حضرت پير فضل علي شاهہ جي ولادت ٿي. سندن والدين ڪجهہ عرصي ڪان پوءِ اتان نقل مڪاني ڪري اچي ڪالا باغ ۾ مستقل رهائش پذير ٿيا. اتي پير قريشي صاحب جن اردو فارسي ۽ عربي جي تعليم حاصل ڪئي. عربي تعليم شرح وقايہ ۽ شرح جامي تائين پڙهيائون.

اهو حضرت قريشي صاحب جي جواني جو زمانو هيو ۽ حضرت خواجہ محمد عثمان داماني نقشبندي رحمت الله عليہ (متوفي 1314هہ) جي پيري جو زمانو هيو. خواجہ داماني حضرت خواجہ دوست محمد قنڌاري رحمت الله عليہ جا خليفہ مجاز هئا.

قريشي صاحب سندن صحبتن ۾ وڃڻ شروع ڪيو. ان وقت ڪو ماڻهو خواجہ داماني رحمت الله عليہ وٽ مريد ٿيڻ ايندو هيو ان کي خليفہءِ اول خواجہ لال شاهہ يا پنهنجي فرزند خواجہ سراج الدين (متوفي 1333 هہ) جي خدمت ۾ موڪليندا هئا. حضرت قريشي صاحب کي ٽنهين بزرگن کان اڪتسابِ فيض جي سعادت نصيب ٿي. ٽئي ڪامل اڪمل اولياء الله ۽ صاحبانِ ڪمال هئا.

پير قريشي رحمت الله عليہ بيان ڪندا هئا تہ خواجہ عثمان داماني بيان ڪيو تہ هڪ دفعي هڪ پٺاڻ ڪپڙي وڪڻڻ وارو آيو. خواجہ دوست محمد قندهاري ان کان ڪپڙا

خريد ڪيا. ڪپڙا جدا ڪري فرمايائون انهن جي قيمت ٻڌاءِ پر ٻڌاءِ حق. سندن حق چوڻ سان پناڻ تي وجد طاري ٿي ويو. زمين تي ليٽڻ لڳو.

حضرت پير قريشي صاحب بيان ڪيو ته خواجه عثمان داماني رحمت الله عليه بيان ڪيو ته هڪ ڀيري خواجه دوست محمد کي پيٽ ۾ سور پيو پاڻ ڦوٿا گهرايائون. مون کي ڪشف ٿيو ٻڌان پيو ته ڦوٿا پيا چون اي الله اسان ۾ شفا رکاءِ جو تنهنجو پيارو کائي ته درد لهي وڃيس. فرمايائون: خواجه دوست محمد وٽ طعام ايندو هيو ته پاڻ اول ان طعام کي توجه ڏيندا هئا ان جي ڪدورت ڪڍي پوءِ طعام واپرائيندا هئا.

جڏهن 1896ع ۾ ميانوالي ۾ ڏڪار آيو هيو ته حضرت پير قريشي رحمت الله عليه پنهنجي اهل وعيال سميت حجاز مقدس وڃڻ جو ارادو ڪيو. ان وقت وٽن جيڪا زمين يا گهر هيو ان کي وڪڻي ٻيڙي ٺهرايائون ته ان ۾ چڙهي درياءِ سنڌ جي ذريعي ڪراچي پهچن. ڇو ته ان وقت اُتي اجا ريلوي جو نظام نه هيو. پوءِ جڏهن ٻيڙي ۾ چڙهي ضلعه مظفر ڳڙهه جي جتوئي ڳوٺ وٽ پهتا ته مولوي رحيم بخش جيڪو سندن پراڻو دوست ۽ هم سبق هيو سو کين منٿ آزي ڪري لاهي وٺي آيو. وٽس هڪ ٻه ڏينهن رهڻ بعد جيئن واپس درياءَ تي آيا ته ٻيڙي چور چورائي ڪاهي ويا. تلاش ڪرڻ تي به نه ملي. پوءِ مولوي صاحب کين وري واپس وٺي آيو ۽ اتي مستقل رهڻ جي التجا ڪيائين. پوءِ پاڻ في الحال سفر جو ارادو ملتوي ڪري درياءَ جي ڪناري ڪوٽله رحيم شاهه ۾ رهائش اختيار ڪيائون. ويران زمين آباد ڪري گذران ڪرڻ لڳا. پوءِ جتوئي جي قريب هڪ بستي فقير پور نالي آباد ڪيائون. پر اتي ماڻهن کي آمد رفت جي سخت تڪليف هئي ان لاءِ ضلعه مظفر ڳڙهه تحصيل علي پور ۾ شهر سلطان کان چار ميل پري زمين خريد ڪري اتي "مسڪين پور" نالي درگاهه آباد ڪيائون. قريشي صاحب جن دهلي جي تبليغي سفر ۾ هئا ته کين فالج جي بيماري ٿي، واپس دربار تي آيا ۽ رمضان جي پهرين رات چوراسي سالن جي عمر ۾ سنه 1354 هه 28 نومبر 1935ع تي وصال فرمايائون. سندن مزار مسڪين پور جي مان واري ماڳ ۾ مرجع خاص وعام آهي.






قريشي ڪريم جي منور مرقد

**قريشي ڪريم جا خط :**

حضرت پير قريشي رحمت الله عليه زبردست مصلح ۽ مبلغ هئا. برصغير جي اڪثر علائقن ۾ پاڻ سفر ڪيائون. ان کان علاوه خطن جي ذريعي به ماڻهن جي اصلاح احوال لاءِ ڪوشان رهيا. تبرڪاً سندن چند خط پيش ڪجن ٿا، جيڪي پاڻ مختلف ماڻهن کي لکيائون.

**پهريون خط:**

از مسکین پور شریف

بخدمت جناب میاں رحمتہ اللہ صاحب حفظہ اللہ تعالیٰ اسلام علیکم ورحمتہ اللہ

آپ کا خط آیا خوشی ہوئی۔ نفس کو وسواس کا موقع نہ دیں اور وسواس کی طرف خیال نہ کریں۔ اگر وسواس آئیں تو اُسے دور کریں اور اپنی پہلی حالت کو یاد کریں۔ اب تو الحمد للہ بہت اچھی حالت ہے اور غصے کے لئے اگر آجائے تو اعوذ باللہ پڑھیں اور پانی پی لیں اور اگر کھڑے ہوں تو بیٹھ جائیں۔ یہ چیزیں استعمال میں لاویں۔ انشاء اللہ تعالیٰ دونوں امراض دفع ہونگے۔ ذکر کو ہمت سے کریں اور شریعت کی پابندی کریں جو کچھ ملتاہے شریعت کی پابندی میں ملتا ہے۔ تقوی کرو خوفِ خدا رکھو۔ اللہ تعالیٰ آپ کے اور جمیع مسلمانان کے مطالب پورے فرمائے آمین۔ فقیر ہر دم دعا گو ہے۔ مبارک ہو کہ اللہ تعالیٰ نے مجھے فرزند ارجمند دوسرا عطا فرمایا ہے۔ آپ تمام جماعت سکھر و دیگر جماعت کو اطلاع دیں اور مبارک دیں۔ تاریخ عقیقہ بتاریخ ۵ رجب مقرر ہے۔ پیر جی غلام دستگیر شاہ کو اطلاع دیں۔ ۲ رجب المرجب بروز سوموار

فقط فقیر محمد فضل علی قریشی عباسی مسکین پور شریف

**ٻيو خط**

از مسکین پور شریف

مورخہ ۱۸ شوال المکرم

اسلام علیکم ورحمتہ اللہ وبرکاتہ

بندہ آنجناب کے مقصد سے آگاہ ہوا۔ جزاک اللہ تعالیٰ کہ مقصد سعید کی طلب ہو رہی ہے۔ للہٰذا مختصر عرض ہے کہ صحبت شیخ و اتباع سنت ﷺ کی سعی کرتے رہیں۔ تمام جماعت کو اسلام علیکم۔

**ٽيون خط**

بخدمت ماسٹر صاحب زاد اللہ محبتکم — اسلام علیکم

اس جگہ ہر وجہ خیریت ہے۔ تمہاری خیریت مطلوب ہے۔ اللہ تعالیٰ آپ کو ترقی نصیب فرماوے۔ عرس شریف بتاریخ ۲۲ بساکھ مطابق ۱۹ محرم ۴ مئی ختم ہوگا۔ فقط محمد فضل علی قریشی

**چوٿون خط :**

از مسکین پور شریف — عزیزی رحمت اللہ اسلام علیکم ورحمتہ اللہ و برکاتہ

آپ اپنے کام میں کوشاں رہیں، خوب اللہ اللہ کرتے رہیں۔ بس ایک ذات واحد (اللہ) کو نہ چھوڑیں، دین و دنیا خود بخود سنور جائیں گے اور دشمنانِ ظاہری و باطنی اپنے منہ کی کھائینگے۔ شریعت کے کاموں میں کوشاں رہیں۔ دعا ہے کہ اللہ تبارک و تعالیٰ آپ کو دین و دنیا کے امورات میں کامیاب کرے۔ آمین۔ والسلام

**تصنع کان بيزاري :**

پاڻ مولوين جا مرشد سڏبا هئا. ڇو تہ سندن جماعت ۾ اڪثر ڪري علماء هوندا هئا. مرشد العلماء هجڻ جي باوجود بہ پاڻ نهايت منڪسر المزاج هوندا هئا. رحمة الله عليه تصنع بناوت ۽ سجاوٽ کان تمام گهڻو پري هئا. بلڪل سادو لباس پهريندا هئا. ٻاهران آيل ماڻهو سڃاڻي نہ سگهندو هيو تہ پير ڪهڙو آهي مريد ڪهڙا آهن؟زراعت ڪيتي ٻاڙي ڪندا هئا. پاڻ پنهنجي هٿن سان هر هلائيندا هئا. ڍاندن کي گاهہ وجهندا هئا. چنجور سان جهنگ هٿي پني صاف ڪندا هئا. وتوهڙ سان پتر پڇندا هئا.

جماعت جا علماء بہ پيا پني ۾ ڪم ڪندا هئا. درگاهي فقير بہ ڪنهن عالم پير يا وڏيري سان رعايت نہ ڪندا هئا. هر هڪ کي حڪم هيو تہ پني جو ڪم ڪري.

**هڪ دعوت :** تي پاڻ ويا اتي هڪ وزير آيل هيو. ڪليڪٽر ڪامورا ذات لٽل هئا پاڻ ويا تہ سندن پٽڪو مبارڪ ڍلو ٿي ويو. ان جا ور ڇهري تي اچي پيا. ڪنهن چيو تہ سائين پٽڪو صحيح ڪري ٻڌو. پاڻ فرمايائون اوهان جو ان ۾ ڪهڙو ڪم؟ فقيرن جي جذبي جي ڏماچوڪڙي لڳل هئي. حافظ ڪريم بخش جذبي جي حالت ۾ چئي پيو ”واهہ پير تنهنجي

چال چلت مبارڪ ان تان صدقي وڃان.“ هڪ ڀيري پاڻ گاڏي ۾ وڃن پيا ته به ائين ٿيو سندن پٽڪو مبارڪ ڍلو ٿي ويو. فقير عرض ڪيو پٽڪو صحيح ڪري ٻڌو سوين ماڻهو اڳيان اوهان جي انتظار ۾ بيٺا آهن. فرمايائون پٽڪو ائين رهندو جنهن ڪي منهنجي شڪل نه وڻي سو ڪٽي مون ڪي نه ڏسي.

**صدرِ مجلس:** هڪ ڀيري هڪ وڏو جلسو هيو جنهن ۾ خطاب لاءِ مولانا عطاء الله شاهه بخاري آيل هيو. صدارت حضرت قريشي صاحب ﷫جي هئي. پاڻ آيا ته اڪ مٿان ڪنهن جيت چڪ پاتو هيو اک تي ورم آيل هيو. پاڻ ان حال ۾ آيا ته اک مٿان ڪو ڪپڙو به ڪونه ڏنائون . بخاري اچي ساڻن وڏي عقيدت سان مليو. پير مٺا سائين فرمايو ته عطاء الله شاهه ٻئي طريقي جو ٿي ڪري به حضرت قريشي صاحب جي وڏي عزت ڪندو هيو هن جماعت جي تعظيم ڪندو هيو. چني ڳوٺ ۾ هڪ جلسي ۾ عطاء الله شاهه آيو. تقريباً چار هزار ماڻهو آيل هئا. جڏهن تلاوت ڪيائين ته قريشي جي هڪ فقير ڪي جذبو ٿي ويو. ماڻهن سمجهيو هاڻي الائي ڇا فتويٰ لڳائيندو. پاڻ وعظ بند ڪري چيائين قرآن ان ٻڌو آهي. ان ڪي منهنجي مجلس مان نه ڪڍو. قرآن ٻڌو ان آ، سمجهيو ان آ.

**پير چمڻ کان منع نامو:**

قريشي صاحب هڪ ڀيري حضرت پير مٺا سائين ڪي فرمايو ته منهنجي طرفان لکي ڪاغذ مسجد ۾ چسپان ڪري ڇڏ ته ڪو به اسان جي نه پيرين پوي نه پيرن ڪي چمي. پير مٺا سائين فرمايو ائين ڪيو سين پر پوءِ به محبت مارا مُڙيا ڪونه .

**ميڏا پير ڪنڊ ڪير:** حضرت قريشي صاحب جو هڪ مريد هيو صبح شام چوندو رهندو هيو ميڏا پير، ميڏا پير حضرت پير مٺا سائين ڪيس فرمايو ته ان ۾ اڃان ڪجهه لفظن جو اضافو ڪر. ميڏا پير ڪنڊ ڪير پوءِ اهو مستانو رات ڏينهن اهو نعرو هڻندو رهندو هيو.

**مرشد جي ناراضگي جو خوف:** فرمايائون: مون ڪي هميشه خوف رهندو آهي. متان اهڙو ڪم ٿئي جو مرشد ڪريم ناراض نه ٿي پون.

**ڪشف القبور :** پير مٺا سائين رحمت الله عليه فرمايو حضرت قريشي صاحب رحمت الله عليه ﷫ جنهن به بزرگ جي قبر ڪان لنگهندا هئا ته ختم شريف ڏيڻ ڪان پوءِ ان بزرگ ڪان

حال احوال ونندا هئا. اگر پاڻ تڪڙ ۾ هوندا هئا تہ پويان ٻہ فقير مزار تي حال احوال وٺڻ لاءِ ترسائيندا هئا. سندن مريدن ۾ بہ ڪافي صاحبِ حال ۽ صاحبِ ڪشف القبور هوندا هئا.

فرمايائون ”هڪ ڀيري آءُ حضرت جن سان سفر ۾ گڏ هيس مون کي مستي جي ڪيفيت طاري هئي. ساري جماعت کان پوئتي هيس. جڏهن پاڻ حضرت نصيرالدين چراغ دهلوي جي مزار تي سلام ڪري هليا پويان ٻن فقيرن کي مراقبي لاءِ ترسايائون. آءُ بلڪل پويان پئي آيس. مون حضرت نصير الدين کي چيو تہ تون تون آهين پر هن وقت اسان جي مرشد قريشي جو مثل ڪو ڪونهي. مان تو ڏي نہ اچان ها پر منهنجو پير آيو آهي ان ڪري آيو آهيان.“ جڏهن اهي حال وارا فقير موٽي آيا تہ بزرگن سان ٿيل گفتگو بيان ڪيائون. پوءِ چيائون اوهان جي مريد (مٺا سائين ) اسان کي هيئن چيو آهي. پاڻ مون کي سڏائي فرمايائون تو بزرگ کي هي لفظ چيا آهن؟ مون چيو هائو. پاڻ کليا ۽ فرمايائون بزرگ هن مست جو چيو ٿو خيال ڪري. ڏسو مزار وارن کي ڪيئن ٿي خبر پئي.

**حضرت قريشي صاحب جو مريد** فقير حاجي احمد بخش قريشي صاحب جو وڏي محبت وارو فقير هيو سو وفات ڪري ويو. قريشي صاحب جن مولوي خدا بخش کي سندس قبر تي حال احوال معلوم ڪرڻ لاءِ موڪليو. جڏهن وجي قبر تي مراقبو ڪيائين تہ حاجي احمد بخش ڏکو احوال شروع ڪيو. ان جي ڀرسان هڪ قبر هئي مولوي صاحب جو ڏٺو تہ هڪ نوجوان آهي. ان سان گڏ هڪ تمام سهڻي عورت آهي پاڻ ۾ راند ٿا ڪن. عورت اهڙي سهڻي هئي جو ان جو مثال دنيا ۾ ڪونہ آهي. مولوي صاحب چيو منهنجو خيال اوڏانهن ويو تہ فقير احمد بخش چيو مون ڏي خيال ڪر ايڏانهن نہ ڏس توکي مرشد منهنجي احوال وٺڻ لاءِ موڪليو آهي تون هوڏي ڪاڏي ٿو ڏسين؟ مون چيو تہ ان مرد ۽ عورت جو ڇا معاملو آهي؟ چيائين ان نوجوان جو نالو محمد اشرف آهي. زندگي ۾ هڪ عورت مٿان عاشق هيو. پر پاڻ کي پاڪ دامن رکيائين پرهيزگار رهيو. الله جي خوف کان ساري عمر ان عورت کي هٿ نہ لاتائين ان جي عيوض الله ڪريم ان کي بهشتي حور عطا ڪئي آهي. جنهن سان رانديون ڪري رهيو آهي.

**بي بي جِوَندي جي گذارش :** فرمايائون اچ شريف ۾ چوندا آهن تہ سوا لک ولي آهن. حضرت سيد جلال جي مزار اچ مقدس ۾ آهي جيڪو غوث بهاوالحق ملتاني جو خليفو هيو. ان جي سامهون بي بي جوندي جي مزار بہ آهي.
درياءَ جي پاڻ ڪري اڌ قبو ڪِري پيو آهيس اڌ بيٺل آهي. آءٌ جڏهن بہ اچ شريف وڃان تہ سيد جلال رحمة الله عليه جي مزار تي ضرور وڃان. پوءِ ڪڏهن ڪڏهن بي بي جي مزار تي بہ وڃان. هڪ ڀيري حضرت قريشي صاحب وٽ نزول ارواح جو ٿيو بي بي صاحبہ حضرت قريشي کي عرض ڪيو تہ هن فقير کي تاڪيد ڪيو تہ جنهن وقت بہ مزار تي اچي ختمو ڏئي تہ مون ڏانهن بہ ضرور اچي.

**ڪشف قريشي :**

فرمايائون هڪ ماڻهو حضرت قريشي صاحب وٽ آيو ويهي ويهي وري اٿي هليو ويو. فرمايائون خبر اٿوَ تہ هي ڇو آيو هيو؟ هي شخص منهنجو مريد ٿيڻ آيو هيو پر منهنجو ڏندُ ڀڳل ڏسي بي اعتقاد ٿي هليو ويو. فرمايائون مون کي گاهہ ڪارائي ها ڇا؟ جو ڪائي نہ سگهان ها. ڪين ڪشف گهٽو هوندو هيو. آخر ۾ حضرت قريشي صاحب ڏند وجهايا هئا.
فرمايائون الله وارا بہ انسان هوندا آهن اهي عيبن کان خالي نہ هوندا آهن. باقي گناهن کان محفوظ هوندا آهن. جيڪڏهن کو چوي تہ پير اهڙو وٺان جيڪو عيبن کان خالي هجي سو وڃي ڪنهن ملائڪ جو مريد ٿئي. باقي الله وارا ڪائن ٿا پيئن ٿا انهن کي جسماني بشري عارضات لڳن ٿا.

**پير مٺا سائين جي مرشد سان محبت:**

پير مٺاسائين رحمت الله عليہ کي پنهنجي مرشد سان والهانہ محبت ۽ الفت هئي. پاڻ پنهنجي پير جا پروانا ۽ عاشق صادق هئا. سندن صداقت ۽ سچائي بي مثال هئي. سندن اندر وارو عشقُ ، مشڪ وانگر لڪڻ جو نہ هيو. اندر وارو عشقُ نهايت درد ڀريل غزلن ۽ ڪلامن جي صورت ۾ ظاهر ٿيندو هيو. جن ۾ سڪ ۽ سوز، درد ۽ فراق ۽ جهوري ۽ مهجوري جون ڪيفيات جو اظهار هوندو هيو. هر وقت سندن سيني ۾ برهہ جي باهہ ڀڙڪندڙ هوندي هئي،

دل جي درد جو اثر زبان جي ذريعي اهڙيءَ طرح ظاهر ٿيندو هو جو ٻڌندڙ بہ انهيءَ گرميءَ جو اثر محسوس ڪندا هئا ۽ بي اختيار انهن ڪان دانهون نڪري ويندڙيون هيون.

**زمين مرشد حوالي ڪيائون :** پير مٺا سائين ڪي والدِ گرامي جي ورثي مان پندرهن جريب زمين ملي سا سڀ پاڻ پير قريشي رحمۃ اللہ علیہ ڪي ننگر ۾ ڏئي ڇڏيائون. زمين ڪچي ۾ هئي.

**سڪ ۽ صداقت جو عظيم مثال:**

پاڻ صديقي سنت ڪي پاريندي پنهنجي نياڻي پنهنجي پير جي نڪاح ۾ ڏنائون.

**شريعت جو پاس:** پاڻ فرمايائون تہ هڪ ڏينهن فقيرپور شريف ۾ حضرت پير قريشي رحمۃ اللہ علیہ جن ڪا نصيحت فرمائي رهيا هئا، ڏٺم تہ سندن چهرو مبارڪ نوراني بنجي ويو ۽ اکيون بلڪل ڳاڙهيون ٿي ويون. تقرير ڏاڍي جوش واري پُر تاثير هئي، الفاظ نهايت لذيذ شيرين هئا، جيڪي ٻڌندڙن جي دلين کي گهائي رهيا هئا. اوچتو وچ ڪلام ۾ سندن زبان مبارڪ مان هيءُ الفاظ نڪرڻ شروع ٿيا : ”من رأني فقد رأ الحق“ جنهن مون کي ڏٺو تہ ان پڪ خدا کي ڏٺو. جڏهن سندن طبيعت مبارڪ ٺڏي ٿي ۽ اها حالت دفع ٿي تہ پاڻ مون ڏانهن مخاطب ٿي فرمايائون تہ مولوي صاحب! معاف ڪجو، مون ڪان هي الفاظ بي اختيار نڪري ويا آهن. هن فقير مرڪندي عرض ڪيو تہ سائين! ڇا ٿي پيو، اوهان تہ حديث شريف پڙهي آهي. ظاهري طور ان جي تاويل جي بہ ڪا ضرورت ڪانهي. الله تعاليٰ جو شڪر آهي جو اوهين انهن دعوائن جا مدعي نہ آهيو. اوهان سنت جي پيرويءَ جو تاڪيد فرمائيندا آهيو. اوهان تي ڪڏهن ڪڏهن وڏيون وارداتون عجيب و غريب حالتون طاري ٿين ٿيون. ان جي باوجود اوهان لغزش کان بچو ٿا، اها اوهان جي وڏي استقامت آهي.

(گنجينہ حيات غفاريہ ص 39، 40)

**پير سان پريت:**

غوث غفاري کي پنهنجي پير دلپذير قريشي ڪبير رحمۃ اللہ علیہ سان بي انتها محبت ۽ الفت هئي. جڏهن پاڻ مجلس ۾ ويهندا هئا تہ پنهنجي پير جي تمام گهڻي واکاڻ ڪندا هئا ، جيئن ڪو عاشق پنهنجي محبوب جي تعريف مان نہ ڍاپندو آهي تيئن پاڻ بہ پنهنجي

مرشد جون خوبيون بيان ڪندي نہ ٿڪبا هئا. ائين لڳندو هيو تہ پاڻ پنهنجي مرشد جا مستانا ، پير جا پروانا هئا. سڪ ۾ صادق ، پرت ۾ پڪا هئا. سندن صداقت ۽ سچائي، جو ثبوت اڄ بہ سندن اهي شعر آهن جن ۾ سڪ ۽ سوز، درد ۽ فراق سمايل آهي.

هڪ جاءِ تي پنهنجي پير جي واکاڻ ڪندي فرمائن ٿا.

سگ آستان رضی اللہ عنہ رضی اللہ عنہ س ڈایم در دا روز قدیم ازل دا
گل وچ پاتم طوق غلامی خواجہ پیر فضل دا
عشق عطا کر پیر دا مینوں تھی منصور پکاراں
ہن احسان تیڈے ہر ویلے ربا باہر کنوں شماراں
برکت پیر ضمیر منور حضرت فضل علی وڈ شانہ
مصدر فیض انیس الغرباء کاشف راز حقانہ

جڏهن پاڻ پنهنجي اندر جي الفت سڪ ۽ سوز منجهان پنهنجا جوڙيل اهي ڪلام پڙهندا هئا تہ جماعت مٿان جوش جذبو طاري ٿي ويندو هيو. پاڻ پير جي درگاهہ تي ڪڏهن جتي ڪو نہ پاتائون. پيشاب ۽ قضا حاجت لاءِ درگاهہ کان ڪافي پنڌ پري نڪري ويندا هئا. درگاهہ جي زمين مان وٽ لاءِ پٿر بہ استعمال نہ ڪندا هئا. جڏهن سنڌ مان سندن جماعت ساڻن گڏ ايندي هئي تہ انهن کي فرمائيندا هئا ڪو بہ مون ڏانهن متوجہ نہ ٿئي منهنجي پير ڏانهن متوجهہ ٿيو. پاڻ پنهنجي جتي بہ پاڻ کڻندا هئا پنهنجو ڪونئرو بہ پاڻ پريندا هئا.

**لنگر جي خدمت:**

پير مٺا سائين پنهنجي مرشد جي در جي خدمت کي عبادت سمجهندا هئا. سندن مرشد حضرت پير قريشي رحمۃ اللہ علیہ جن پاڻ بہ پني پاري جو ڪم ڪندا هئا ۽ جماعت کي بہ ڪم ڪرڻ جو تاڪيد فرمائيندا هئا. وٽن ڪو ماڻهو مريد ٿيڻ ايندو هيو اول ان جا هٿ ڏسندا هئا. اگر ان جا هٿ سخت ۽ ڪم ڪار وارا هوندا هئا تہ ان کي مريد ڪندا هئا. جنهن

جا هٿ بي ڪما ۾ نازڪ هوندا هئا ته ان کي مريد نه ڪندا هئا. سندن ننگر جي زمين هئي ان ۾ پاڻ هر هلائيندا هئا. چنجور سان ٻوٽا پٽيندا هئا. حضرت پير مٺا سائين وٽ جڏهن جماعت جو عروج هيو. جذبن جي ڌُم ڌَڙي لڳل هوندي هئي ته پاڻ فرمائيندا هئا:

ڈیکھ گھنواے می ڈِے ہل چلاوݨ والے پیر دا فیض ہے

**عجيب امتحان:**

هڪ ڀيري حضرت قريشي صاحب رحمت الله عليه پير مٺا سائين کي فرمايو ته هي ڪوڏر ڪڻو هتي ڪَڏَ ڪوٽيو. فرمايائون هڪ اونهارو ٻيو ٽاڪ منجهند، ٽيون سامهون مرشد ڏسن بيٺا ٿوري دير ۾ پگهر ۾ شل ٿي ويس. وارياسي زمين هئي جيترو ڪوٽيان اوترو واري وري اندر پئجي وڃي. فرمايائون ڪوٽي ڪوٽي ٿڪجي پيس عرض ڪيم سائين هاڻي ته نفس رڙيون ٿو ڪري. پاڻ فرمايائون : ”رڙيون ڪرڻ ڏيس“. پوءِ گهڻي دير بعد پاڻ جڏهن واپس ويا ته مون به ڪوٽڻ بند ڪيو پوءِ گهڻو زمانو ڏسندو رهيس اها ڪڏ ائين ئي پئي هوندي هئي. پوءِ مون سمجهيو ته هي صرف منهنجي نفس جو امتحان پئي ورتائون.

**ڪسر نفسي:**

هڪ ڀيري حضرت قريشي ﷺ ڪا ڪاڏي جي شيءِ نانگري کي ڏني ته جماعت ۾ جيڪي عالم آهن انهن ۾ اعزازاً تقسيم ڪر. نانگري صاحب جماعت کي چيو ته آءٌ سيني کي نه ٿو سڃاڻان سو جيڪي علماءَ هجن سي هٿ مٿي ڪڻن ته جيئن ڪين ونڊ ڏيئي سگهجي. ٻين سيني هٿ ڪنيو، پرپير مٺا سائين ﷺ هٿ مٿي نه ڪنيو. نانگري صاحب ته ڪين سڃاڻندو هيو. جڏهن شيءِ ورهائيندو پرسان لنگهيو ته چيائين اوهان هٿ ڇو نه ڪنيو. پاڻ فرمايائون ته آءٌ مولوي ٿوري آهيان، هت درگاهه تي ته طالب بنجي سکڻ آيو آهيان.

**خلافت و اجازت:**

پاڻ فرمايائون ته هڪ ڀيري هي عاجز ۽ مولوي عبدالمالڪ صاحب ٻئي ڪنهن ڪم سان ديري نواب صاحب شهروياسين. هي ان وقت جي ڳالهه آهي جڏهن پنجاب ۾ احمد پور شرقيه ۾ قيام پذير هيس. جڏهن اسان ٻئي اتان ڪان واپس اچي رهيا هئاسون ته احمد پور

شرقيہ جي قريب هڪ قبرستان ۾ هڪ مجذوب مليو. ڪنهن مهل اسان کي ٿوري دير ڏسندي روانو ٿي ويو. ائين پي معلوم ٿيو تہ اهو ڪجهہ چوڻ پيو گهري. مون مولوي صاحب کي چيو تہ هلو ان مجذوب سان ملون. مولوي صاحب چيو تہ ڇڏيو مجذوبن ۾ ڇا رکيو آهي؟ انهن جي اهڙي هلڻ، ويهڻ ۽ ڏسڻ جي عادت هوندي آهي. مون چيو تہ ملون تہ سهي. مولوي صاحب کي زوريءَ پاڻ سان ساڻ ڪري هلي مجذوب کي سلام ڪيو سين. مجذوب سلام جو جواب ڏنو. ان مجذوب چيو تہ توهان جو مرشد قبلہ عالم قريشي صاحب نبي پاڪ ﷺ جو پيارو محبوب آهي. فلاڻي رات حضور نبي ڪريم ﷺ جن توهان جي مرشد کي چئن شخصن لاءِ امانت عطا فرمائي آهي. انهن مان بہ توهان آهيو ۽ بہ فلاڻا فلاڻا شخص آهن. جڏهن توهان سندن خدمت ۾ حاضر ٿيندئو تہ اها امانت توهان جي حوالي ڪئي ويندي. ائين چئي مجذوب پنهنجو موضوع بيان بدلايو ۽ قبرستان طرف روانو ٿي ويو. مون مولوي صاحب کي چيو تہ توهان مجذوب جي ملڻ کان گريز پيا ڪريو پر ڏنوَ انهيءَ حضرت قبلہ عالم جي باري ۾ ڪهڙي نہ خوشخبري ٻڌائي. جڏهن اسان پنهنجي مرشد ڪريم جي خدمت ۾ حاضر ٿياسون واقعي اها حقيقت سامهون آئي جيڪا ان مجذوب ٻڌائي هئي. پير قريشي صاحب اسان چئن شخصن کي گهرائي جن جا نالا مجذوب ٻڌايا هئا خلافت عطا فرمائي. (ملفوظات غفاريہ ص 134)

**قرب جا ڪپڙا:**

پير مٺا سائين رحمت الله عليہ فرمايو تہ: هڪ ڀيري حضرت صاحب جن سان گڏ سفر ۾ هجون. مولوي عبدالملڪ بہ هجي. هڪ ڏينهن ان کي فرمايائون وڃ نوان ڪپڙا قميص، گوڏ، بوٽ وٺي اچ. مون ڏانهن اشارو ڪري فرمايائون تہ هن فقير کي پهرايون. پوءِ مولوي صاحب ڪپڙا وٺي آيو. مون کي پهرايائون پوءِ ڪجهہ دير پائڻ بعد مون ادب جي ڪري لاهي رکيا. پوءِ مولوي عبدالمالڪ کي پهرايم. پاڻ فرمايائون خوشخبري ٻڌجو هي ڪپڙا توهان کي خلافت جي خوشخبري ٿا ڏين. پوءِ اچي ڀيڙي تي سوار ٿياسين. ماڻهن کين عرض ڪيو تہ هيلهہ ساوڻ ۾ بہ مينهن نہ پيو آهي نہ درياءَ نہ چڙهيو آهي. ماڻهو ۽ جانور ڪچي ۾ مرن ٿا. ڪا دعا گهرو تہ بارش وسي. پاڻ دعا جا هٿ کنيائون. ٿوري دير ۾ اچي مينهن لٿو.

جڏهن پيڙي کان پار پهتاسين تہ سپ ڪپڙا لاهي گوڏ ٻڌي هليا. پاڻ گهوڙي تي سوار ٿيا. گوڏي سٿر جيترو پاڻي ٿي ويو. سارو ڏينهن هلياسين گهڻي تڪليف بعد ٽپهڙي مهل مس ٻاهر پهتاسين. ڪچي مان نڪري هڪ ڳوٺ ۾ آياسين. فرمايائون هتي ڪو اوهان جو واقف آهي؟ ههڙي ضرورت وقت سوال ڪرڻ جائز آهي. عرض ڪيم واقف نہ آهي، باقي خبر آهي تہ هي ذات جا موچي آهن. پوءِ سڏ ڪيو سين. هڪ نوجوان نڪري آيو. وڏي اخلاق سان مليو. حضرت صاحب جن لاءِ پنهنجو گهر خالي ڪيائين.

ڪڪڙ ڪُهي ماني تيار ڪرايائين. پاڻ نہ کاڌائون، باقي اسان کي کائڻ جي اجازت ڏنائون. اسان تي چڙا هئاسين هڪ هي فقير پيو مولانا عبدالمالڪ ٽيون حافظ ڪريم بخش. ڪٿون گڏ رکيائون. مون کي سفر ۾ شروع کان جدا سمهڻ جي عادت هئي. پاڻ فرمايائون ڪٽ منهنجي ڪٽ سان رلائي رک. مان گوڏ ٻڌندو هيس دل ۾ خيال ڪيم تہ ننڊ ۾ متان گوڏ هيڏي هوڏي ٿئي سو ننڊ نہ ڪيان. متان بي ادبي ٿئي. گهڻي رات جاڳيس آخر ٿڪاوٽ سبب ننڊ اچي وئي. جيڏي مهل جاڳيس تہ ڏسان حضرت صاحب جن دعا ويٺا گهرن. وري ننڊ وٺي وئي وري جاڳيس تہ ڏٺم تہ پاڻ دعا ۾ مشغول آهن. آخر پاڻ ساري رات دعا ۾ مشغول رهيا. ان سفر تان موٽياسين. پاڻ گهوڙي تي سوار هئا. اوچتو مٿن حال ٿيو. سندن اکيون ٻوٽجي ويون. گهوڙي جو لغام هٿن مان ڇڏائجي ويو . حضرت صاحب جن تي اهڙي نموني حال ٿيندو رهيو. پوءِ حڪم فرمايائون مون کي الله تعاليٰ طرفان اوهان ٺهين کي خلافت ڏيڻ جو امر ٿيو آهي. پوءِ اسان ٺهين کي خلافت اجازت ڏنائون.

**۽ قريشي جي ڪاوڙ لهي وئي:**

سلسلي جي اجازت ملڻ بعد پير مٺا سائين رحمت الله عليہ پنهنجي مرشد جي حڪم سان تبليغِ دين ۽ اشاعتِ سلسلہ جو ڪم شروع ڪيو. پنجاب جي مختلف علائقن ۽ سنڌ ۾ تبليغ ڪيائون. ڪافي سفرن ۾ مرشد ڪريم جي معيت ۾ سنڌ ۾ آيا. هتان سنڌ ۾ تبليغ ڪري جماعت قطاري پير قريشي رحمت الله عليہ جي دربار مسڪين پور وٺي ويندا هئا.

پير مٺا سائين جن حڪايت بيان فرمائيندا هئا تہ : سنڌ جي هڪ فقيرياڻي جيڪا نهايت نيڪ صالحہ ۽ تهجد گذار عورت هئي. درگاهہ مسڪين پور ۾ اچي رهي. ڏينهن جو ننگر

جي خدمت ڪندي هئي ۽ رات الله جي خوف ۾ روئندي، عبادت ڪندي گذاريندي هئي. پاڻ ان بيبي صاحبہ جي خدمت، صداقت ۽ دين تي استقامت ڏسي ڏاڍو خوش ٿيا ۽ ان نيڪ ٻانهيءَ کي گهرائي فرمايائون تہ مائي صاحبہ! تو کي اولاد آهي؟ بيبي صاحبہ عرض ڪيو تہ سائين نہ. پاڻ فرمايائون تہ سڀاڻي تو کي تعويذ لکي ڏينداسون. انشاء الله تعاليٰ رب پاڪ تو کي نيڪ اولاد عطا فرمائيندو. عورتن کي اڪثر اولاد سان محبت هوندي آهي ان ڪري پيرن فقيرن وٽ پنڌ ڪنديون آهن ۽ دعائون گهرائينديون آهن.

پر هيءَ ذڪر واري ٻانهي، الله تعاليٰ جي عشق محبت ۾ اهڙي تہ مستاني هئي جو روئي دانهن ڪري چيائين تہ يا حضرت! آءٌ هت اولاد واسطي نہ آئي آهيان، دعا ڪيو تہ الله تعاليٰ پنهنجي رضا نصيب فرمائي. پنهنجو عشق ۽ محبت عطا فرمائي. پاڻ سندس انهن لفظن تي ايتري قدر تہ خوش ٿيا جو ان وقت ئي حويلي مبارڪ مان نڪري، مسجد ۾ آيا ۽ جماعت کي سڏائي فرمايائون تہ اسان کي سنڌ جي مٿان ٻن سالن کان وٺي رنج هيو. سنڌين جي بي ادبي ۽ بي قدري ڏسي ڪانئن نا اميد ٿي ويا هئاسين تہ هي طالبِ دنيا آهن، فائدو حاصل نہ ڪندا، پر اڄ هڪ ذڪر واري سنڌياڻي عورت الله جي محبت جي اها ڳالهہ ٻڌائي آهي جو مردن جا ڪنڌ بہ جهڪيل آهن. سنڌ جي مٿان جيڪا رنجش هئي سا اڄ لهي ويئي. جڏهن عورتن ۾ بہ الله جي محبت جي ايتري طلب آهي تڏهن اسان کي يقين ٿي ويو آهي تہ سنڌ ۾ اڃا بہ طالبِ مولا آهن. ڪي مردِ مجاهد، مخلص ٻانها، هن نعمت جي لائق ضرور لڀي پوندا.

پير مٺا سائين رحمة الله عليه فرمايو تہ واقعي اها ڳالهہ صحيح هئي تہ هن ڪان بہ سال اڳ سنڌ ۾ متواتر رات ڏينهن تبليغ لاءِ سفر ڪندا هئاسون. پر نفعو ڪجهہ بہ نظر نہ ايندو هيو. ماڻهن جون دليون سيهي وانگر سخت معلوم ٿينديون هيون. پر جڏهن حضرت صاحب جن جي

دل تان رنج لٿو ۽ سنڌ جي مٿان راضي ٿيا ۽ ماڻهو ڪِولين وانگر طريقهءِ عاليہ ۾ داخل ٿيڻ لڳا. جتي وجون اتي ڪثير فائدو ٿيڻ لڳو.

## ملفوظات فضليه

حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ اڪثر اوقات پنهنجي مرشد ڪريم جي ملفوظات قلمبند ڪندا هئا. پير قريشي صاحب جن ڪڏهن خوشطبعي ۾ فرمائيندا هئا تہ اسان جي پاسي ۾ ڪرامًا ڪاتبين ويٺو آهي، جيڪو ٿا چئون سو لکي ٿو وٺي. اها ملفوظات مخطوطي جي صورت ۾ اڃا بہ موجود آهي. ان جو ڪجهہ حصو دربار عاليہ رحمتپور شريف پاران جناب مولانا خدا بخش بيخرچ ڇپايو هيو. جيڪو اڄڪلهہ ناپيد آهي. الله ڪري جو جلدي مڪمل ملفوظات ڇپجي اچي. اها ملفوظات واقعي بہ تعلمياتِ تصوف جو حسين مرقعہ آهي.

قريشي ڪريم جا گفتا هجن ۽ مٺا سائين محبوب جو قلم هجي ان لکت ۾ روحانيت ڇا هوندي؟ ۽ ان جي چاشني جو عالم ڇا هوندو؟ چند سِٽُون پير مٺا سائين جي قلم سان لکيل تبرڪاً پيش آهن:

**حضرت غوث الاعظم پيران پير جي ڪرامت:**

---

[1] هي ڳالهہ غور طلب آهي تہ : حضرت پير مٺا سائين جهڙو عالمُ ۽ صالحُ مبلغ بہ سال مسلسل تبليغ ڪري پر فائدو ظاهر نہ ٿئي. سبب صرف هيءُ تہ مرشد جي سنڌ مٿان ناراضگي هئي ۽ جڏهن مرشد راضي ٿيا تہ ماڻهو جوق در جوق جماعت ۾ داخل ٿيڻ لڳا. هن مان معلوم ٿيو تہ فائدي ۽ فيض لاءِ ، ماڻهن جي سڌرڻ لاءِ ۽ سلسلي جي اشاعت لاءِ مرشد جو راضي هجڻ ضروري آهي. پير مٺا سائين جي وصال بعد حضرت سائين صاحبزادي خواجہ خليل الرحمان يا جن خلفاءَ درگاهون قائم ڪيون، ماڻهن ڪي الله جي ذڪر جي تلقين ڪئي ۽ انهن جي صحبتن ۾ هزارين نہ پر لکين ماڻهو فيضياب ٿيا ۽ ٿي رهيا آهن. اهي آستانا اڄ بہ قائم آهن. فيض ۽ برڪت اڄ بہ جاري آهي. اڄ بہ اتي لکين ماڻهو سڌري رهيا آهن. اها مرشد پير مٺا سائين جي راضي هجڻ جي نشاني آهي. اگر پاڻ راضي نہ هجن ها تہ هي فائدو ۽ فيض ڪيئن ٿئي ها ! اگر اجازت نہ هجي ها تہ فيض ڪيئن ملي ها!!

حضرت غوث الاعظم پیران پیر محبوب سبحانی رحمۃ اللہ علیہ کی یہ بڑی کرامت ہے کہ انکی
اولاد امجاد میں شیعہ شنیعہ نہیں ہے
اور حضرت مجدد و منور الف ثانی قدس سرہ العزیز کی اولاد اطہار میں بھی رفض نہیں ہے

**مان پيران پير جو ادنيٰ غلام آهيان ان جي مون مهرباني ڳاٽيتي کان بہ گهٽي آهي**

میں تو ایک ادنے غلام ہوں حضرت پیران پیر کا۔
حضرت غوث الاعظم محبوب سبحانی رحمۃ اللہ علیہ کی اتنا مہربانی ہوتی ہے
میرے اوپر کہ لا تعد و لا تحصیٰ

**نقشبندي طريقي جي خوبي:**

حضرات نقشبندیہ کا یہ طریقہ بہت انسب ہے۔ بیت از دروں شو آشنا و از بروں
بیگانہ وش۔ اینچنیں سادہ روش کم می بود اندر جہاں

**ادب ضروري آهي:**

حضرت شاہ بہاؤ الدین نقشبند بخاری رحمۃ اللہ علیہ ایک دن بیت الخلاء
میں داہنا پاؤں رکھا تو تین دن آپکی حالت بند ہوگئی

**ملامتون فقيري جو پوش آهن:**

قاضی صاحب مذکور نے عرض کیا حضرت لوگ بہت ملامت کرتے ہیں
فرمایا ملامتین سے ڈرتے ہو تو ملامتیں پارسل کر کے میرے پاس بھیج دیا کرو
ملامتیں تو غلاف ہیں فقیروں کا جیساکہ قرآن شریف غلافوں میں لپٹا ہوا
ہوتا ہے

**نزول ارواح ڇا آهي ؟**

نزول ارواح کی بابت بات چلی فرمایا ملا لوگ بولتے ہین یہ حلول ہے حالانکہ دراصل بروز ہے انہون ملا ئونکو کیا پتہ اس حالت کا شاہ عبدالعزیز محدث دہلوی رحمۃ اللہ علیہ اسکی بڑی تحقیق فرمائی ہے

فرمایا حضرت امام ربانی رحمۃ اللہ علیہ کا فیض ہے کسیپر حقیقت صلاۃ کہلی ہوئی ہے اور کسی پر حقیقت قران کہلی ہوئی ہے غرضیکہ فیض سے خالی کوئی نہین ہر ایک کا پیالہ لبریز ہے

**عالمن کي نصيحت:**

ہر عالم جو اپنے ظاہری علم مین یکتا دوران ہے اور علم باطن سے معرا او نادان ہے تو منافق سمجہا جاویگا

**تصوير جي نحوست :**

حضور سراپا نور نے فرمایا ایکدن حضرت سید العارفین خواجہ غلام علی دہلوی تبرکات کی زیارت کرکے واپس تشریف لائے تو انہونکے پیر حضرت قبلہ مظہر جان جانان دہلوی قدس سرہ العزیز نے فرمایا آج آپمین ظلمت معلوم دیکہائی دیتی ہی اور دیکہین تو کیا دیکہین تبرکات مین تصویر رکہی ہوئی تہی

**باب چوٿون :** مَنَازِلُ الْاَبْرَارِ وَاَسْفَار شَيْخِنَا مُحَمّد عَبْدُ الْغَفَّار وَمُرِيْدِيْهِ الْاَخْيَار




## كاروانِ عُشاق منزل بمنزل

حضرت پير مٺا سائين کي جڏهن سندن مرشد ڪريم تبليغ جي ذميداري سونپي تہ پاڻ رات ڏينهن ان ڪم ۾ مصروف ۽ مشغول ٿي ويا. سندن تبليغ جو طريقو بہ عجيب هيو. سندن معمول هيو تہ جتي جهالت ۽ گمراهي گهڻي ڏسندا هئا، اتي مرڪز قائم ڪندا هئا. پوءِ ڇهہ ٻارهن مهينا يا سال ٻہ سال يا جيتري ضرورت سمجهندا هئا اوترو وقت اتي اهلِ خانہ سميت مقيم ٿي ويندا هئا ۽ مخلص مريدن جو ساٿ بہ ساڻ هوندو هيو. اتي سادگي واري طرز جي مسجد ۽ حويلي حجرا مسافر خانا بہ تعمير ٿي ويندا هئا. پوءِ ان مرڪز ۽ انجي پسگردائي ۾ تبليغ ڪندا هئا. سندن روحاني ڪشش تي علائقي جا ماڻهو جوق در جوق فوج در فوج سندن مجلسن ۾ ايندا هئا. پاڻ پنهنجي فيضانِ نظر سان انهن جي روحاني اخلاقي تربيت ڪندا هئا. پوءِ وري ڪنهن ٻئي ڳوٺ ۾ وڃي ديرو دمائيندا هئا. مرڪز تي رهڻ دوران مختلف ڳوٺن شهرن وستين واهڻن ۾ وڃي في سبيل الله دين جو پيغام پهچائيندا هئا. پوري زندگي پاڻ ائين تبليغ ڪيائون. مليل ڄاڻ مطابق پاڻ سترهن جاين تي نقل مڪاني ڪندي منزلون ڪيون اٿن. آخري منزل رحمتپور شريف لاڙڪاڻو بنايائون جنهن پلاري پُونءِ کي پنهنجي مزار مقدس جو شرف بخشيائون. انهن منزلن مان پنجاب ۾ سندن اباڻي ڳوٺ ”لنگر“ ۽ عاشق آباد ، ۽ سنڌ مان دينپور ۽ نور پور جي مرڪزن تي ڪجهہ وڌيڪ قيام فرمايو اٿن. باقي منزلن تي مهينو ڇهہ مهينا يا سال ڪن رهيا آهن. هن باب ۾ اسان بيان ڪنداسين تہ پاڻ ڪهڙين جاين تي ڪيترو وقت قيام فرمايائون . ان کان علاوه پاڻ ڪٿي ڪٿي ۽ ڪهڙن ڪهڙن علائقن ۾ تبليغي سفر ڪيائون.

**سنڌ ۾ سوجهرو:**

اهو اهڙو وقت هيو جڏهن فتنا اونداهي رات وانگر ڦهلجي چڪا هئا. حق کي ناحق، ناحق کي حق سمجهڻ ۾ عيب ۽ عار نہ ٿي سمجهيو ويو. فسق ۽ فجور عام جام هيو. وارثانِ محراب و منبر ٿڪل مسافر وانگر ماڻهن مان نا اميد بنجي چڪا هئا. اهڙي ابتر حالات ۾ قادر پنهنجو ڪرم ڪري، پانهن مٿان ٻاجھہ ڪري مٺا سائين محبوب کي مُصلح، مرشد ۽ مربي بنائي موڪليو. پاڻ فضلي فيض جا جهاز ڀري سنڌ ۾ تقسيم ڪرڻ آيا.

پاڻ سنڌ سونهاري ۾ حق ۽ سچ جو سوجهرو بنجي آيا. پاڻ عقائدِ اهلسنت، حنفي مذهب ۽ مجددي مسلڪ مٿان ماڻهن کي هلائي ڏيکاريائون. سندن نظر فيض اثر هئي. پاڻ نہ صرف ولي الله هئا پر ولي گر هئا. قربِ الاهي ڪان ڀري ڀيل هزارن کي ولي الله ۽ عارفِ بالله بنائي ويا. پاڻ سلف صالحين جي عملي تصوير هئا. خلف لاءِ محبت ۽ معرفت جي تنوير هئا. سندن اخلاق ڪريمانہ هئا ۽ تبليغ حڪيمانہ هئي. هر فرقي وارو ڪانئن اچي مستفيض ٿيندو هيو.

صحتِ عقائد بعد توجہ الي الله، عشقِ رسول، فڪرِ آخرت ۽ حقوق العباد سندن تبليغ جا بنيادي عنصر هئا. پاڻ قافلہِ عشاق جا حُدي خوان هئا. قادر ڪريم سندن آواز ۾ اهڙو ڪو اثر رکايو هيو جو جنهن ٻڌو سو موهجي پيو. سندن صورت ۾ صانع قدرت اهڙو ڪو محبت جو رنگ ڀريو هيو جو جنهن ڏٺو سو عاشق بنجي پيو. پاڻ پنهنجي اباڻن ڪکن مان دين جو درد کڻي نڪتا، جتان جتان وکون ورايندا ويا، مشڪ جا مَٽ هاريندا ويا. ماڻهو سندن پويان لڳندا ويا. ايڪن مان ڏهاڪا، ڏهاڪن مان سوَ، سون مان هزار، هزارن مان لک ٿي ويا. *ميں تنہا ہی چلا جانب منزل فقط * لوگ ملتے گئے کارواں بنتا گیا*

پاڻ زندگي جو مقصد تبليغ دين بنائي ڇڏيو هيائون. ڏينهن رات ان ڪم ۾ مصروف رهيا. ڳوٺن توڙي شهرن ۾ تبليغ جو سلسلو جاري رکيائون. خدا جي مخلوق کي الله جا احڪام ٻڌائيندا رهيا ۽ فيضِ محمدي سان ماڻهن جي دلين کي منور ڪندا رهيا. دور دراز سفرن کان علاوه جن مقامات تي پاڻ ماڻهن جي تربيت وتعليم لاءِ روحاني مرڪز ۽ اصلاحي خانقاهون قائم ڪيائون. انهن جو مختصر بيان پيشِ خدمت آهي.

**پنجاب ۾ ڦيرين مستقل مرڪز:**




جيئن اڳ بيان ٿي چڪو تہ "لنگر شريف" جي بستي سندن اباڻو ڳوٺ آهي. هي بستي ضلعہ ملتان جي تعلقي جلالپور پير والا ۾ شهر جلالپور کان ڪجھ ڪلوميٽر جنوب مغرب ۾ واقع آهي. هن بستي ۾ سندن ولادت ٿي، ننڍپڻ گذريو. تعليم ۽ تربيت جا مراحل طئي ڪيائون. جلالپوري جوان خواجہ فتح محمد رحمت الله عليہ کان قادري فيوضات حاصل ڪيائون. هن بستي ۾ رهڻ دؤران پاڻ حضرت پير قريشي رحمت الله عليہ سان بيعت ٿيا ۽ عشق الاهي ۽ معرفتِ محبوب جي سُرڪي پيتائون. پوءِ هتان جماعتون قطاري قريشي ڪريم رحمة الله عليه جي مجلسن ۾ وني ويندا هئا.

مٺا سائين جي جنم جي جاءِ واري اها بستي جيڪا تقريباً ڏيڍ سؤ سال اڳ آباد ٿي هئي سا اڄ بہ الحمد لله موجود آهي. سندن دؤر جي مسجد بہ اجا تائين موجود آهي. مسجد سان گڏ ڏکڻ ۾ سندن والد "آبُ العُلَماءِ" حضرت خواجہ يار محمد رحمت الله عليہ جي مزار پاڪ موجود آهي. ان سان گڏ سندن ڀاءُ مولانا عبدالرحمان جي بہ مرقد آهي. ان ڳوٺ کان هڪ ڪلوميٽر کن پري شيخ اولياء جي قبرستان ۾ سندن وڏو ڀاءُ ۽ استاد مولانا محمد اشرف ۽ مولانا عبدالستار ابدي آرام فرمائي رهيا آهن ۽ سندن گهراڻي جي ڪافي ماڻهن جون مزارون بہ ان قبرستان ۾ آهن.

**قريشي ڪريم جي لنگر ۾ آمد :**

حضرت پير فتح محمد قادري رحمت الله عليہ جي وصال بعد پير مٺا سائين جيئن قريشي صاحب جي حلقہءِ ارادت ۾ آيا تہ پنهنجي ڀائرن ۽ ڳوٺ وارن کي حضرت قريشي جي بيعت جي ترغيب ڏنائون. ان جي نتيجي ۾ سندن والد ڪريم ۽ سندن ڀاءُ مولانا عبدالستار بہ پير قريشي رحمت الله عليہ جي بيعت ڪئي. قريشي صاحب ڪڏهن ڪڏهن بستي لنگر ايندا هئا. ستت ئي خواجہ يار محمد صاحب وصال ڪري ويا.

سندن وصيت مطابق کين مسجد جي ڀاهران ڏکڻ طرف دفنايو ويو. هڪ ڀيري حضرت قريشي صاحب رحمة الله عليه جماعت سان گڏ جڏهن لنگر ۾ آيا، هڪ ماڻهو کي ڏنائون جيڪو حضرت يار محمد رحمة الله عليه جي مزار طرف پُٺي ڪري ويٺو هيو. پاڻ ان کي فرمايائون ته اتان هٽي وڃ. الله جي ڪامل ولي ڏانهن پُٺي ڪري نه ويهه.

**لنگر جو وڏيرو جذبي ۾:**

هڪ ڀيري قريشي ڪريم رحمت الله عليه جيئن حلقو مراقبو ڪرايو ته بستي جي سربراهه ملڪ واحد بخش چنڙ کي جذبو ٿي ويو. الله الله ڪندي ٻُل هنيائين ته مسجد جي ڇت تي وڃي پيو. اتي غش پيو رهيو. جڏهن جذبو ختم ٿيس هوش ۾ آيو ته چوڻ لڳو ته مون کي هيٺ لاهيو. حضرت صاحب جن مشڪي فرمايس ته جيئن چڙهي ويو هئين ائين هيٺ لهي اچ. پوءِ آهستي آهستي هيٺ لهي آيو.

چوندا آهن ته : اَلْاَقَارِبُ كَالْعَقَارِب ' مائٽ مثل وڇون جي آهن.

جيئن وڇون جو ڪم ڏنگڻ آهي تيئن مائٽن جو ڪم به ڏنگڻ هوندو آهي. پير مٺا سائين جي والد جي وصال بعد لنگر ۾ ساڻن تمام گهڻيون مخالفتون ۽ مائٽن پاران دل آزاريون ٿيون. پوءِ پاڻ اتان الله جي رضا خاطر نقل مڪاني ڪري ٻئي ڳوٺ طرف نڪتا.



مٺا سائين جي اباڻي ڳوٺ جي مسجد



سندن والد ۽ ڀاءُ جون مزارون

**پنجاب ۾ ٻيون مرڪز:**




ڪُلهي ٻيٺ موضع بختياري لڳ اُچ شريف تحصيل احمد پور شرقيه ضلع بهاولپور. هن ڳوٺ ۾ پير مٺا سائين رحمت الله عليه ڪجهه وقت قيام ڪيو هيو. سندن فرزندِ جليل حضرت خواجه محمد خليل الرحمان رحمت الله عليه جي ولادت به هن شهر ۾ ٿي هئي. خواجه خليل الرحمان جي والده جو وصال به هتي ٿيو هيو. سائڻ جي قبر به هن قريه جي قبرستان ۾ آهي.

مولانا خدابخش ظامي بيان ڪيو ته هڪ ڏينهن رحمتپور شريف ۾ آءٌ صاحبزادي خواجه خليل الرحمان جي حضور ۾ ويٺل هيس، مولانا ٻيخرچ به موجود هيو. هڪ ماڻهو آيو. پاڻ ان سان نهايت محبت الفت ۽ سڪ سان مليا. اسان کي عجب لڳو، هي ڪير ماڻهو آهي؟ جنهن سان پاڻ ايڏي الفت فرمائي رهيا آهن. پاڻ اسان ڏانهن نهاري فرمايائون ته هي ماڻهو بختياري جو آهي. هي ۽ آءٌ هڪ ڏينهن پيدا ٿيا آهيون. ان ماڻهو جي ڏاڙهي اڌ ڪاري اڌ سفيد هئي ۽ حضرت جن جي سونهاري بلڪل سفيد هئي.

بختياري ۾ رهائش دؤران پاڻ ڪافي سفرن ۾ حضرت پير قريشي رحمت الله عليه جا همرڪاب رهيا.

**پنجاب ۾ ٽيون عارضي مرڪز:**




اچ شريف کان ٽي ميل ڏکڻ ۾ ڳوٺ ڪڪسي واقع آهي. تعلقو احمد پور شرقيہ ضلعہ بهاولپور آهي. هتي جي رهائش کين خلافت جي ملڻ کان اڳ جي آهي. تحصيلِ علم جي دستارِ فضيلت حاصل ڪرڻ بعد پاڻ هن ڳوٺ ۾ ڪجھہ وقت قرآن ۽ حديث جو درس بہ ڏنو هئائون. هتان جي جماعت ڪي پاڻ حضرت پير قريشي رحمت الله عليہ جي دربار تي وٺي ويندا هئا. هڪ ڀيرو هن ڳوٺ ۾ قريشي صاحب ڪي وٺي بہ آيا هئا.

**دل واري ڪي دلجاءِ:**

سندن هڪ پيارو دل وارو پاڙيسري نصيرالدين نالي هيو. ان جي گهرواري بيمار ٿي پئي. ويچن وس ڪيا پر صحت سالم نہ ٿيس. نيٺا نيٺ طبيبن مرض ڪي لاعلاج قرار ڏئي مريضہ ڪي موٽائي ڇڏيو. چيائون بچڻ جي آس اميد اجائي آهي. ان اچي پير مٺا اڳيان عرض ۽ آزي ڪئي. پاڻ نصيرالدين ڏانهن نهاري فرمايائون ميان موت جو مالڪ الله آهي. طبيب لغو ٿو چوي اوهان ۽ي الله جو ذڪر گهڻو ڪيو. مائي ڪونہ ٿي مري. ولي الله جي دعا رنگ لاتو. مائي موت جي منهن مان موٽي آئي. صفا نو بنو بنجي پئي. پوءِ بہ پندرهن سال جيئري رهي پر مڙس مرحيات ان کان اڳ اجل جو نشانو بنجي ويو.

**پنجاب ۾ چوٿون عارضي مرڪز:**




ضلعہ بھاولپور تعلقو احمد پور شرقيہ موضع بوبڪ هي بستي احمد پور شرقيہ شهر جي اوڀر ۾ تقريباً ڏيڍ ميل جي مفاصلي تي آهي. پاڻ ڪجهہ عرصو هتي بہ رهيا هئا. هتي پاڻ درس تدريس بہ ڏيندا هئا.

**پنجاب ۾ پنجون عارضي مرڪز:**




هي بہ ضلعہ بھاولپور جي تعلقي احمد پور شرقيہ جي ننڍي بستي آهي. جيڪا احمد پور جي اوڀر ۾ ڪلوميٽر ڪن قريب آهي. ان جو نالو محراب والا آهي. هتي پاڻ ڪجهہ وقت لاءِ درس تدريس جي خدمت سرانجام ڏني هئائون. ان دؤران ڪين حضرت پير قريشي رحمۃ اللہ علیہ پاران خلافت بہ عطا ٿي. پوءِ تہ پاڻ همہ تن و گوش تبليغ دين ۾ مصروف ٿي ويا. خلافت ملڻ شرط سندن آواز ۽ انداز ۾ انقلاب اچي ويو. پاڻ جتي بہ ويا ٿي تہ ماڻهن ۾ هڪ زبردست ديني، روحاني ۽ اخلاقي انقلاب آڻيندا ويا ٿي.

سندن فيضانِ نظر ۽ فيضان صحبت سان هزارين دليون آباد ۽ نورِ هدايت سان منور ٿيڻ لڳيون. فقيرن تي وجداني ڪيفيتون طاري ٿيڻ لڳيون. ڪي ذڪر الاهي ۽ عشقِ الاهي ۾ مجنون ۽ مفتون بنجي ٿي پيا تہ ڪي ذڪر جهونگاريندا ٿي رهيا . فقيرن جي گهر گهر مان ذڪر جون تنوارون ٻڌڻ ۾ اچڻ لڳيون . ڪين غربت مسڪيني بہ تمام گهڻي هئي پر پوءِ بہ پاڻ ڪنهن کان سوال نہ ڪيائون. نہ چندو ڪيائون . الله تي توڪل رکندي مفت ۾ دين جي خدمت ڪندا رهيا.

**پنجاب ۾ ڇهون مستقل مرڪز:** **رهائش ست سال**




هي بستي شهر احمد پور شرقيہ جي اولهہ ۾ ٽي ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي بهاول نهر جي پير ۾ آهي. هن بستي جو اصل نالو ”بستي آرائين“ هيو. پوءِ جڏهن الله جي ڪامل ولي جا قدم لڳا تہ هر طرف جذبا جوش جاري ٿي ويا. ماڻهو ڀنين ڀارن، ڪمن ڪارين ۾ بہ الله ڪندي جذبن ۾ اچي ويندا هئا. پوري بستي جا باسي سندن مريد ٿيا. هر گهر ۾ ذڪر جي تنوار ۽ جذبن جي جهونگار جاري ٿي وئي. ڪثرتِ جذبہ وذڪر سبب هي بستي ”جذبي والي بستي“ جي نالي سان مشهور ٿي وئي. جيڪا اڄ تائين بہ ان نالي سان سڏي وڃي ٿي. هن بستي ۾ پاڻ تقريباً ست سال رهيا هئا. هتان ڪان پاڻ دور دراز جا سفر بہ ڪيائون ۽ هن بستي ڪان پوءِ پاڻ عاشق آباد منتقل ٿي ويا.

**جانورن مٿان ٻاجهہ:** هن بستي جي رهواسي ميان عبدالخالق ٻڌايو تہ جڏهن مٺا سائين محبوب هتي رهندا هئا تہ هڪ ڪُتي گاڏي هيٺان اچي مري وئي ان جا ٻچا رڙي رهيا هئا. پاڻ فقير الله وسائي کي فرمايائون هي ڪتي جا ٻچڙا رڙي رهيا آهن، ڇا الله اسان ڪان هنن جو نہ پڇندو. پوءِ فقير انهن کي کير پياريندو رهيو تانجو وڏا ٿي روانا ٿي ويا.

**ذڪر جاري:** هتان جي ڳوٺاڻي غلام حيدر چيو تہ سندس ماءُ مٺا سائين جي مريدياڻي هئي، مرڻ مهل بہ سندس دل هلي رهي هئي ۽ انهيءَ ئي حالت ۾ کيس دفنايو ويو.

**ڪٺو مٺو ٿي ويو:** خليفہ عبدالرحمان جي پٽ غلام فريد صاحب ٻڌايو تہ جذبي والي بستي ۾ هڪ ٻير جو وڻ هوندو هيو، جنهن جو ميوو مِٺو نہ هوندو هيو ۽ ان وقت ميوي جي موسم بہ نہ هئي. مٺا سائين جن فرمايو تہ فقيرو! هن وڻ جو ميوو ڪيئن آهي؟ چيائون ڪٺو آهي. فرمايائون ”ميوو مٺو آهي“. جڏهن وڻ ۾ ميوو پيدا ٿيو تہ اهو ڏاڍو مٺو پيدا ٿيو. ان ڪان پوءِ اهو وڻ هميشہ مٺو ۽ لذيذ ميوو ڏيندو رهيو.

**موجوده بستي:**

اتي ويجهه مربع فوٽ جي هڪ ننڍڙي قديم مسجد موجود آهي جيڪا مٺا سائين جو مرڪز هئي. فقير حاجي عبدالرحمان آرائين سندن خدمتگار هيو. هن وقت سندن پوٽو حاجي عبدالخالق آهي. ان سان ملاقات ٿي اهو اڻ سال خواجه خليل الرحمان جي وقت ۾ دربار رحمتپور ۾ مؤذن رهيو آهي. هن بستي جي قريب هڪ ٻي بستي غريب آباد به آهي جتي به پير مٺا سائين جي جماعت هئي. پير مٺا سائين جي وصال بعد به هتان جي جماعت لاڙڪاڻي ايندي هئي. پوءِ دربار سان رابطو منقطع ٿي وڃڻ سبب ڪنهن ٻئي فِرقي جا فقير ٿي ويا.



جذبي والي بستي جي مسجد جيڪا سڄ سال مٺا سائين ﷫ جو تبليغي مرڪز هئي.

هن وقت حاجي غلام حيدر، حاجي عبدالرحمان، ملڪ الله وسايو قوم آرائين هن بستي جا چڱا آهن. مسلڪ مٽائڻ جي باوجود به حضرت صاحب جا ڏنل سبق ۽ مراقبو وغيره معمولات جي مطابق هتي ڪيا ويندا آهن. هن ڳوٺ ۾ رهڻ وارا سڀئي ماڻهو باشرع ۽ نماز جا پابند ۽ عورتون به نماز جون پابند آهن اڄ به پوري بستي جو ڪوبه ماڻهو ڪنهن به نشي جو عادي نه آهي. نه ئي ڳوٺ ۾ ڪنهن به قسم جو ڪو غير شرعي ڪم ڪرڻ جي اجازت آهي حتيٰ ڪه ٽي وي ۽ ريڊيو وغيره به ڪنهن وٽ نه آهي.

---

[1] اسان اتي پهتاسين ته مسجد جي قريب هڪ گهر مان تلاوت جو آواز اچي رهيو هيو. ٻئي گهر مان ننڍڙين ٻارڙين جي وضو ۽ غسل جون دعائن ياد ڪرڻ جو شور ٻڌڻ ۾ آيو. بستي جا ماڻهو اڪثر ڏاڙهين وارا هئا. هن وقت انهن جو تعلق درگاهه شريف ڪان ڪٽيل هيو ۽ اهي جهادي تنظيم سان وابسته آهن. مسجد جو امام حرڪة المجاهدين ضلع رحيم يار جو ذميدار هيو. ماڻهو ڏاڍا خليق هئا.

پير مٺا سائين رحمة الله عليه جي قدمن جي سرهاڻ اڄ به علائقي مان اچي رهي هئي.

**پنجاب ۾ ستون مستقل مرڪز:** **رهائش اندازاً ست سال**




جذبي والي بستي ۾ ان جي آس پاس ۾ جڏهن گهر گهر ۾ ذڪر جاري ٿي ويو. ماڻهو سعادت واري راهه جا راهي بنجي ويا تہ پاڻ محبت جي مشعل ڪٽي ڪنهن ٻئي علائقي کي روشن ڪرڻ لاءِ علائقي جي تلاش شروع ڪيائون. سندن مرشد حضرت قريشي ﷫ فرمائيندا هئا تہ درگاهہ ۾ ديني مرڪز لاءِ اهڙي جاءِ منتخب ڪجي جنهن جي هڪ طرف کان آبادي هجي تہ ٻئي طرف کان وري جهنگل هجي. ماڻهن جي اچ وڃ لاءِ سواري جي سهولت هجي. جَـرَ جو پاڻي مٺو هجي. اهڙي جاءِ تلاش ڪندي پاڻ **چني ڳوٺ** کان چار ڪلو ميٽر ڪن اتر طرف هڪ علائقي جو انتخاب ڪيائون. جنهن ۾ مذڪوره سهولتون سڀ هيون. شهر جي شور کان بہ ڪجهہ پري هئي ۽ اچڻ وڃڻ وارن لاءِ سواري جي سهولت بہ هئي. جاءِ سندن طبيعت موافق هئي ۽ اصل ڳالهہ هيءَ تہ ان علائقي ۾ تبليغ جي اشد ضرورت هئي.

جڏهن اتي جايون تيار ٿي ويون تہ قريشي ڪريم بہ اتي تشريف فرما ٿيا. آس پاس سَرَن جا ٻُوڙا تمام گهڻا هئا. پاڻ ڪجهہ وقت جهنگل ۾ گهمندا رهيا واپس اچي فرمايائون تہ اسان کي هن جهنگل مان بہ لطف پئي آيو ۽ ٻوڙن تي نور وسندي نظر پئي آيو. پوءِ جماعت جيڪا ساڻن همسفر هئي، انهن سان مشوره ڪيائون تہ هن جاءِ جو نالو ڪهڙو رکجي؟ سيني جدا جدا نالا چونڊيا. هڪ هندستاني عالم عرض ڪيو تہ هن ڳوٺ جو آباد ڪرڻ وارو اوهان جو هڪ عاشق آهي ان ڪري هن ڳوٺ جو نالو "عاشق آباد" رکجي. ڪين اهو نالو ڏاڍو وڻيو پوءِ نالو "عاشق آباد" رکيائون. بعد ۾ ان جهنگل ۾ جتي بہ پاڻ پنهنجا قدم مبارڪ گهمايا هئائون، اها سموري زمين شهر جي آباديءَ هيٺ اچي ويئي. هن ديني درسگاہ ۾ هند سنڌ ۽ پنجاب جي اڪثريتي علائقن جا ماڻهو اچڻ لڳا.

**عاشق آباد ۾ عشاقن جو ميلو:**

نئيڙي مسجد. فقيرن جي رهڻ جا ٻہ ڪمرا. اڳيان وٽڪار. پاسي ۾ سندن رهائش جي حويلي. حويلي ۾ اندر ڏاڙهون جا وڻ هوندا هئا. فقير تڪر جي پاٽڙن ۾ ننگر کائيندا هئا. سنڌ جي جماعت بہ وڏي تعداد ۾ هتي ايندي هئي. جتان پوءِ قريشي صاحب ڏانهن ويندا هئا. هتي پاڻ هرمهيني جي ستاويهين رات جلسو مقرر ڪيائون. جماعتون جوق در جوق اچڻ لڳيون. جذبا جوش جاري ٿي ويا. هتان کان پاڻ ڏورانهان سفر بہ ڪيائون. خَطن جي ذريعي تبليغ بہ ڪيائون. سندن خطن مان اڪثر خط عاشق آباد جي دؤرانيہ جا آهن.

**عاشق آباد کان سنڌ جا سفر:**

عاشق آباد ۾ رهائش دؤران پاڻ گهڻا پيرا سنڌ جا سفر بہ ڪيائون. انهن مان ڪي سفر پنهنجي پير روشن ضمير قريشي ڪريم جي رفاقت ۾ پڻ ڪيا هئائون، جن جو سربستو احوال پاڻ پنهنجي قلم سان ملفوظات غفاريہ ۾ لکيو اٿن.

**باگي پٽي جي ڳوٺ ۾ پهرين تبليغ:**

منهنجا والد ڪريم حضرت محبوب الاهي ﷺ فرمائيندا هئا تہ حضرت پير مٺا سائين سنڌ ۾ سندن اوائلي تبليغ جو قصو خود بيان فرمائيندا هئا تہ:

”هي عاجز جڏهن پهريون پيرو ڏهرڪي ۾ آيو. هڪ ڳوٺ ۾ آيس تہ ملان کان پڇيم تہ مسجد ڪاڏهون آهي تہ چڙپ سان چيائين اها سامهون اٿئي پيو ڪاٿهون آهي! مسجد طرف ويس. ڪؤنرو ڪٽي کوهہ تان وضو لاءِ پاڻي پرڻ آيس. هڪ عورت پاڻي پئي پريو ان کي چيم. چوڻ لڳي هٽ کونہ اٿئي چا! دل ۾ چيم خدايا تون پناهہ ڏي هتان جا ماڻهو ڪيڏا سخت آهن. هنن کي ڪيئن تبليغ ڪندس؟ اجان جو مسجد ۾ وڃان تہ اندر ڪُتي ٻچا جڻيون ويٺي آهي. مون کي ڏسي اُلر ڪيائين مون بہ لٺ سڌي ڪئي پوئتي هٽي مسجد جي ٻئي طرف کان دري هئي ان مان نڪتس تہ وڃي گهرن ۾ پيس عورتن کي پردو کونہ هيو. گهر جي صحن تي پيو ڦران. پوءِ ساڳي دري مان گهڙي مسجد ۾ آيس ٻاهر مسجد مان نڪتس تہ گهٽي ۾ هڪ ملان نظر آيو. اهو گهر وٺي ويو رات رهايائين ذڪر بہ پڇيائين ڏاڍي محبت ٿيس. ٻين کي بہ ذڪر پڇرايائين اتي هڪ نوجوان بہ ذڪر پڇيو. موٽي ڳوٺ ويس تہ ان نينگر کي ڏاڍي محبت لڳي.

ڳوٺ ۾ رهڻ نہ آيس اتي پنجاب اچي پهتو. تنهن وقت منهنجو مرشد بہ سنڌ جي سفر تي وڃڻو هيو. ان نينگر کي چيم تہ تون وڃي سائينجن کي دعوت ڏي تہ جڏهن سنڌ هلن تہ اوهان جي ڳوٺ بہ هلن تہ ساري ڳوٺ کي دين جو رنگ لڳي ويندو. نينگر دعوت ڏيڻ ويو. پويان ان جو پيءُ سنڌ کان اتي آيو. ڏاڍو ناراض هجي چيائين کو جادوگر آهين منهنجي پٽ کي جادو هنيو اٿئي. مست ٿي ويو آهي. ان کي سهٺي طرح سمجهايم تنهنجو پٽ مست نہ ٿيو آهي الله اوهان سان ڀلائي ڪئي آهي، تنهنجو ٻچو صالح ٿي پيو آهي. پوءِ مس راضي ٿيو. پوءِ جڏهن حضرت قريشي صاحب جن ان ڳوٺ ۾ آيا تہ سارو ڳوٺ نمازي ٿي ويو. مسجد کي صفا ڪيائون. امام مقرر ڪيائون نماز با جماعت جاري ٿي. پوري ڳوٺ ۾ جذبو چالو ٿي ويو. جيڪو ڪين ڏسي ان کي جذبو ٿي وڃي. ماڻهو منهن ڍڪي هلن مٿان نظر پوي ۽ جذبو نہ ٿي وڃي. شهر جو وڏيرو مُنهن کي گهنڊ هڻي نماز پڙهڻ آيو. ڏاڍيان صلواة پڙهندو اچي. هن جو گمان هيو تہ صلواة پڙهڻ واري تي جادو جو اثر نہ ٿيندو آهي. جيئن سائينجن تي نظر پيس تہ جذبو چالو ٿي ويس. جنهن عورت ڪؤنرو نہ ٿي پري ڏنو ان تي انئي پهر جذبو هوندو هيو“.



ٻاگو ٻيٽو جي جامع مسجد صوفياء مسجد جي در جي مٿان اهو هجرو جنهن ۾ پير قريشي ۽ پير مٺا سائين رهندا هئا.




مسجد جو تاريخي ڪتبو




مسجد جي ڇت جي ڪاشيءَ تي لکيل ڪتبو

1308 ھ جي تعمير ٿيل مسجد ان ئي حال ۾ اڄ بہ موجود آهي. هن تاريخي مسجد جنهن جو سنگِ بنياد حافظ الملة حضرت حافظ محمد صديق ڀرچونڊي وارن رحمة الله عليه پنهنجي هٿن مبارڪن سان رکيو هيو. هن مسجد ۾ حضرت پير قريشي رحمة الله عليه ڪافي ڀيرا تشريف فرما ٿيا هئا. پوءِ هيءَ مسجد غفاري فيوضات جو مرڪز بنجي وئي هئي.

**باڳي ڀٽي ۾ مٺا سائين رحمة الله عليه جو ويهہ روزه قيام:** ملفوظات غفاريہ ۾ آهي تہ:

حضور قبلہ عالم رحمۃ اللہ علیہ کی اجازت سے یہ عاجز جب تبلیغ سلسلہ میں پچھلی دفعہ سندھ میں آیا تو اس گاؤں میں بیس دن قیام کیا تھا۔ گاؤں کے سب لوگ مرد عورتیں بیعت ہوئے۔ (ملفوظات غفاریہ : ص ۳۴)

**باڳي ڀٽي ۾ فيض نبوي جو دڪان:** باڳي ڀٽي جا ماڻهو قريشي ڪريم وٽ دعوت لاءِ ويا تہ پاڻ فرمايائون: ہم انشاءاللہ باغہ بھٹہ میں فیض نبوی کا دوکان کھولیں گے۔ (ملفوظات غفاریہ : ص۳۴)

”سخن مقبول را رد نباشد“ الله تعاليٰ پنهنجي پيارن جي گفتي کي رد نہ ڪندو آهي. واقعي ٿيو بہ ائين. قريشي صاحب جن جي وڃڻ ڪان پوءِ ان شهر ۾ پير مٺا سائين جي آمدو رفت جو سلسلو جاري ٿيو. تبليغي ڪم وڌندو رهيو، ماڻهو ذڪر فڪر ۽ طريقي عاليہ ۾ داخل ٿيندا ويا. ساري مسجد نمازين ۽ ذڪر وارن سان ڀرجي ويئي. سندن نوراني نظر ۾ اهڙو تہ اثر هيو جو جنهن ڏانهن بہ نگاهہ ٿي ڪيائون، ان کي محبت خداونديءَ ۾ مست بنائي ٿي ڇڏيائون. ڀريائين اهي دين ڪان بيگانا هئا.

هر قسم جي برائين ۾ ڦاٿل هئا پر جڏهن حضرت صاحب جن جي حلقهءِ ارادت ۾ داخل ٿيا تہ نيڪ نمازي، تهجد گذار ۽ با اخلاق انسان بنجي پيا. جماعت مٿان ايڏو تہ جوش، جذبو ۽ جنون غالب هيو جو راتين جون راتيون گذري وينديون هيون پر فقيرن جي دانهن فرياد پوري نہ ٿيندي هئي. ڪيترا واقعا اهڙا بہ ٿيا هئا جو رمضان شريف ۾ سومهڻي نماز پڙهي جو جماعت حلقہ مراقبو ڪندي هئي تہ انهن جي مٿان اهڙي تہ حالت طاري ٿي ويندي هئي تہ ڪين روزي رکڻ مهل ماني کائڻ جي بہ وٿي نہ ملندي هئي، تان تہ انهيءَ عشق مستيءَ ۾ صبح جي اذان اچي ويندي هئي ۽ بنا کائڻ جي روزي جي نيت ڪري ڇڏيندا هئا. مسجد جي سامهون اوڀر طرف هڪ کوهہ هوندو هيو جنهن مان شهر جا اڪثر ماڻهو پاڻي ڀرڻ ايندا هئا. پاڻي ڀرڻ وقت ماڻهو منهن جي مٿان ڪپڙو وجهي، ڪنڌ هيٺ ڪري ڊوڙا ٿي، جلدي پاڻي ڀري ويندا هئا. متان سائينجن جي مٿن نظر نہ پئجي وڃي. سندن خيال موجب حضرت صاحب جن جادوگر آهن ۽ سندن اکين ۾ بہ جادوءَ جو سرمو آهي، جنهن ڏانهن بہ نيڻ کڻي نهارين ٿا تہ ان کي مست ۽ مدهوش بنائي ٿا ڇڏين. ان طرح پاڻ عاشق آباد ۾ رهائش دوران سنڌ جي گهڻن علائقن جا سفر ڪيائون، جن جا اشارا سندن عاشق آباد مان لکيل خطن ۾ ملن ٿا. سندن صحبت ۾ سنڌ جا گهڻا ماڻهو نيڪ ٿي پيا. چور، زاني، بدڪار شخص بہ سڌري صالح سدورا بنجي پيا.

**سنڌياڻي سان شادي**: عاشق آباد مان جڏهن پاڻ سنڌ ۾ ايندا هيا تہ سنڌ ۾ حلقهءِ مريدين وڌندو ويو. پاڻ بي طمع بي لالچ ٿي دين جي خدمت ڪيائون تہ وري سنڌي ماڻهن بہ ڪين جيءَ ۾ جايون ڏنيون. سر ساهہ جان مال ڀار ٻچا قربان ڪرڻ لاءِ تيار رهندا هئا. ان سڪ ۽ صداقت ۾ ڪنڊياري تعلقي جي دريائي ڪڇي ۾ **"جاڙي جي ڳوٺ"** وارا ايترو اڳتي هئا جو ان ڳوٺ جي هڪ محبت واري فقير محمد سليمان ڪلهوڙي پنهنجي نياڻي سندن نڪاح ڏني. جڏهن پاڻ واپس عاشق آباد آيا تہ اتي سندن هڪ اهلِ ذڪر صاحبِ ڪشف مريدياڻي هئي. ان عرض ڪيو سائين اوهان سنڌ ۾ شادي ڪئي آهي؟ فرمايائونس

---

[1] 21 محرم الحرام 1431 هہ جي رات حضرت مولانا محمد امين الدين خليلي جي معيت ۾ ڳوٺ باگو پوٽو وڃڻ ٿيو. اهي آثار اکين سان ڏٺاسين. مقامي ماڻهن سان ملياسين. ڪجهہ پير مرد موجود هئا جن قريشي ڪريم جو ديدار بہ ڪيو هيو انهن کان احوال ورتاسين.

توکي ڪنهن ٻڌايو؟ چيائين ڪالهه آءٌ وضو ڪري نماز لاءِ ويٺي هئس ته دل ۾ القاء ٿيو ته حضرت پير مٺا سنڌ ۾ شادي ڪئي آهي. فرمايائون ته اها صحيح ڳالهه آهي.

**عاشق آباد ۾ مخالفتون :**

اهو قدرتي قانون آهي ته حق وارن جي هميشه مخالفت ٿيندي رهي آهي. عاشق آباد ۾ جيئن دين جو ڪم ٿيو تيئن مخالفتون به چوٽان چوٽ ٿيون.

فقير عبداللطيف عباسي دينپوري سندس اکين ڏٺو واقعو بيان ڪيو ته: حرن جي خلاف جيڪا حڪومتي وٺ پڪڙ ٿي هئي، ان ۾ ڪنهن مخالفَ ماڻهو پوليس وٽ حضرت صاحب جن جي خلاف درخواست ڪئي ته سائينجن وٽ حر مجاهد اچن ٿا. وٽن اندر ته خانا آهن ۽ وڏو بارود آهي. چيائين اسان هڪ ڏينهن ويٺا هئاسين ته پوليس جون گاڏيون ڀرجي آيون. پوري عاشق آباد کي ڪڙو چاڙهيائون. سائينجن حويلي شريف ۾ هئا. صوبيدار ڏاڍي سختي سان پيش پي آيو. پوءِ پاڻ جڏهن نماز لاءِ نڪتا ۽ صوبيدار جي نظر سندن نوراني چهري تي پئي ته جهڪي ويو. پاڻ خليفي خاوند بخش کي فرمايائون ته : *آفتابہ لیکر آئو اول نماز ادا کریں پھر ان سے بات کریں گے*. پاڻ اطمينان سان نماز پڙهي دعا گهري پوءِ صوبيدار سان مليا. ان اها درخواست ڪڍي ڏيکاري.پاڻ مسڪرايا. فرمايائون پردو ڪرايون ٿا. پوءِ اوهان پلي ڏسو. صوبيدار چيو ته اوهان جي چهري کي ڏسي اسان کي تسلي ٿي وئي آهي ته اها ڪوڙي درخواست آهي جيڪا ڪنهن مخالف ڪرائي آهي. اوهان اگر مناسب سمجهو ته هڪ ڀيرو چاچڙان هلو. اسان جي وڏي آفسير سان ملو. پوءِ اڄ هلو ته بهتر اسان وٽ گاڏين ۾ ٻن ماڻهن جي جاءِ خالي آهي. نه ته پوءِ اوهان پنهنجي مرضي سان جڏهن به اچو. پاڻ فرمايائون اسان هلڻ لاءِ تيار آهيون. انهن چيو اسان صبح جو اوهان کي ڪٺڻ ايندا سين. پوءِ پاڻ رات جو سائين صاحبزادي خواجه خليل الرحمان ۽ خليفي خاوند بخش کي استخارا ڪرڻ جو حڪم ڏنائون. صبح جو سويل نماز ادا ڪري ويٺا استخارا وارن ڪاميابي جي خوشخبري ٻڌائي. پوءِ اهي سپاهي به آيا. پاڻ نڪتا ته خليفو سعد الله ۽ ان جو پٽ حبيب الله به ساڻن گڏ هليو. انهن سان گڏجي چاچڙان ويا. اتي جڏهن ان آفيسر جي سائينجن مٿان نگاهه پئي ته وڏي ادب سان اٿي

مليو. صوبيدار کي چنڊ پتيائين تہ بزرگن کي تو ڇو هت اچڻ جي تڪليف ڏني آهي. اسان خود اتي هلي سندن ديدار ڪيون ها. پوءِ پاڻ شام جو واپس عاشق آباد موٽي آيا.

**عاشق آباد جا احوال :**

- عاشق آباد ۾ پاڻ فقيرن کي فرمايائون تہ پهرو ڏيندا ڪيو.
- سنڌ جا گهڻا فقير اتي رهندا هئا. اڪثر ڪري پهريدار سنڌي هوندا هئا.
- اهو سندن مسڪيني جو عجيب دور هيو. نہ ڪنهن کان گهر نہ سوال، نہ چندو نہ چوپڙي، جماعت اچي تہ انهن کي پنهنجي گهران لنگر کارائن.
- رات جو جنڊ تي اٽو پيٺو وجي تہ پاڻ بہ پنهنجي گهر وارين سان گڏ جنڊ پيهائن.
- هڪ ڀيري سڀ جماعت کي گهرائي انهن کي وضو ڪرڻ سيکاريائون.
- خليفو سعد الله ۽ انجو پٽ خليفو حبيب الله عاشق آباد ۾ رهندا هئا.
- خليفو خاوند بخش بہ اڪثر اوقات اتي رهندو هيو.
- عاشق آباد مان سنڌ ۾ گهڻي ۾ گهڻا تبليغي خط خليفي رحمة الله کي لکيائون.
- عاشق آباد ۾ ستاويهہ رمضان تي ساليانو ڏهاڙو ملهائيندا هئا.
- عاشق آباد مان پنهنجي هڪ مخلص سنڌي خليفي شاهہ صاحب کي لکيل هڪ خط ۾ پاڻ کي " *فقير حقير لاشئَ خاک نشيں ساکن اور عاکف باب الله* " ڪري لکيائون.
- پاڪستان ٺهڻ واري سال پاڻ سنڌ ڏانهن اسريا.
- مولوي قمر الدين ولد مولوي عبدالله پٽي جي ولادت ٿي تہ پاڻ پنهنجي هٿن سان ان کي سُتي پياريائون.

**سنڌين سان محبت :**

پاڻ فرمايائون تہ هڪ ڀيري آءٌ ۽ مولوي عبدالمالڪ صاحب پاڻ ۾ ڳالهيون ڪري رهيا هئاسون تہ مولوي عبدالمالڪ چيو دل گهري ٿي جيڪر حضرت صاحب جن تبليغ لاءِ هندستان ڏانهن موڪلين تہ ڏاڍو چڱو، ڇو تہ هندستان ۾ اڪثر علم وارا آهن ۽ هن نعمت جو ضرور قدر ڪندا. جنهن تي مون بہ ڪيس ٻڌايو تہ مولوي صاحب! منهنجي تمنا آهي تہ جيڪر پاڻ مون کي سنڌ ڏانهن موڪلين تہ ڏاڍو سٺو ڇو تہ سنڌي ماڻهو الله وارن جا عاشق

آهن. پوءِ پاڻ فرمايائون تہ ننڍپڻ ۾ آءٌ ڏسندو هوس تہ سنڌي مرد، عورتون پيرين پيادل حضرت غوث بهاؤالحق ملتاني رحمة الله عليه ڏانهن ويندا هئا. پنڌ سبب سندن پير ڦاٽي پوندا هئن انهن مان رت وهندو هُين. پوءِ بہ ڦٽن کي اڳڙيون ويڙهي وري اڳتي روانا ٿيندا هئا. سندن اهڙي سڪ ۽ صداقت ڏسي، هن فقير کي بہ دل ۾ سنڌ ڏانهن تبليغ ڪرڻ جو شوق پيدا ٿيو.

پاڻ فرمايائون تہ اسان جو ڳوٺ درياءَ جي ڪناري تي هيو، تنهنڪري اهي سنڌي، رات جو اسان وٽ رهي، صبح جو درياءَ پار ڪري پوءِ اڳتي ويندا هئا. مون کي ياد آهي تہ منهنجو والد ماجد رحمة الله عليه منهنجي مٿي تي ماني رکندو هيو، جيڪا آءٌ کڻي کين کارائيندو هوس. پاڻ فرمايائون تہ حضرت پير قريشي رحمة الله عليه جن کي ”ڪشف القلوب“ گهڻو ٿيندو هيو. اهو ئي سبب آهي جو پاڻ بنا ڪنهن عرض ڪرڻ جي خليفي عبدالمالڪ کي هندستان ڏانهن ۽ مون کي سنڌ ۾ تبليغ ڪرڻ جو حڪم فرمايائون.

**سنڌ ۾ مستقل رهائش جون صلاحون :**

سنڌ ۽ سنڌين سان کين اصل کان پيار هيو. وري مرشدن بہ سنڌ طرف تبليغ جو حڪم فرمايو پوءِ پاڻ سنڌ جا سفر ڪندا رهيا سنڌين جي بي مثال محبت ۽ قرباني جي جذبي سندن دل ۾ سنڌ هجرت ڪرڻ جي خواهش پيدا ڪئي. ان دوران سندن مخلص مريد ۽ خليفا جن مان حضرت سهڻا سائين، خليفو رحمت الله ، خليفو خاوند بخش، خليفو سعد الله وغيره انهن بہ باربار عرض پئي ڪيا تہ پاڻ سنڌ کي پنهنجو وطن بنائن. سنڌ کي سندن وجود مسعود جي ضرورت آهي. پوءِ پاڻ سنڌ طرف هجرت جو عزم مصمم فرمايائون.

**عاشق آباد کي الوداع :**

عاشق آباد ۾ پنهنجا تبليغي مقاصد پورا ڪرڻ بعد پاڻ سنڌ ڏانهن اسريا. عاشق آباد ۾ پنهنجي خليفي مولانا ڪريم بخش کي پنهنجو قائم مقام بنائي آيا.

مولوي غلام فريد صاحب جي چوڻ موجب حضرت پير مٺا سائين جي وڃڻ کان پوءِ مائي جيندا زال ڪوڙا جيڪا حضرت صاحب جي مريدياڻي بہ نہ هئي، ان جي اکين جي بينائي گهٽ ٿي وئي. جتي حضرت صاحب جن تهجد جي نماز پڙهندا هئا اتان جي مٽي اکين تي لڳايائين ۽ اکين جي بينائي واپس اچي ويس.

**لاڙ جي ماڻهن جو وفد:** فقير محمد رمضان شيخ بيان ڪيو ته اسان لاڙ منجهان تقريباً چاليهه ماڻهن جو وفد جنهن ۾ ٽي چار مولوي به هئا، مٺا سائين سان ملڻ لاءِ عاشق آباد جو عزم ڪري نڪتاسين، جڏهن چني ڳوٺ اسٽيشن تي پهتاسين ته اتي ڪجهه فقير مليا. پڇيائون ڪيڏانهن ٿا وڃو؟ چيو سين سائينجن جي ديدار لاءِ. چيائون سائينجن ته سنڌ هليا ويا آهن. اسان کي پنهنجي سفر جي ناڪامي جو ڏک به ٿيو ته سندن سنڌ ۾ آمد جي خوشي به ٿي. پوءِ موٽي دينپور ۾ اچي سندن ديدار ڪيوسين.

هن مان معلوم ٿيو ته پنجاب ۾ رهائش دوران سنڌ ۾ سندن تبليغي حلقو ڪيترو وسيع ٿي چڪو هيو. سنڌي ماڻهو ڪيڏي حب ۽ هيج مان ديدار لاءِ دور دراز سفر ڪندا هئا.

مولوي عبدالرحمان جي چواڻي هڪ مشهور چور نورو مهر هيو. جيڪو چوريءَ جي نيت سان عاشق آباد آيو. بستي شروع ٿيڻ کان پهريائين پل تي به ٽي دفعا آيو پر جيئن پل کان اڳتي اچي ته انڌو ٿي وڃي ۽ واپس وڃي ته نيڪ ٿي وڃي، ان جو اقرار هن پاڻ ڪيو.

**عاشق آباد ۾ ڪيترو وقت رهيا؟**

ملڪ محمد عقيل ولد نور الحسن غلام فريد صاحب جو وڏو پاءُ آهي ان جي بقول حضرت صاحب لنگر شريف کان بستي ارائين (جذبي والي بستي) نزد احمد پور شرقيه آيا ان کان پوءِ عاشق آباد چڪ نمبر N.P. 157 نزد چني ڳوٺ آيا ۽ تقريباً ويهه سال رهيا. مولانا خدابخش ظامي جي بقول پاڻ عاشق آباد ۾ ست سال کن رهيا هئا. وڌيڪ مضبوط قول به اهو لڳي ٿو. والله اعلم.



عاشق آباد جي مسجد جيڪا عاشقن جو مرڪز هئي.




عاشق آباد ۾ موجوده دور جو اسڪول

**موجوده عاشق آباد :**

هن وقت اتي هڪ ننڍڙي مسجد ان ئي جاءِ تي آهي جتي پير مٺا جي دور ۾ هئي. مسجد پوئين دور جي ٺهيل آهي. ستر واري ڏهاڪي جي آغاز تائين بہ هتي پير مٺا سائين ﷫ جا آثار باقي هئا پوءِ جڏهن 1973 ع ۾ ٻوڏ آئي ۽ سڀ سامان لڙهي ويا، انهن ۾ حضرت پير مٺا سائين جون نشانيون، ڪتاب ۽ سڀ ڪجهہ ٻڏي ويو.

---

[1] 29 شوال 1430هہ شام جو ٽين بجي هن ٻره واري بستي ۾ وياسين. ننڍڙو ڳوٺ آهي، ڪچا گهر، ڪچيون گهٽيون، پاسن کان آبادي، جتي پير مٺا سائين جو قيام رهيو اتي کجورن جا ڏگها ڏگها وڻ ڏسي مديني جا نخلستان ياد پئي آيا. ٻڌڻ ۾ آيو تہ ستر واري ڏهاڪي ۾ جيڪو سيلاب آيو هيو ان ۾ سڀ گهر لڙهي ويا هئا. ان ۾ پراڻا آثار متجي ويا. هاڻي اتي هڪ ننڍڙي مسجد ٺهيل آهي.سندن آستاني واري جاءِ تي پوک بيٺل هئي ۽ ڪجهہ کجورن جا وڻ هئا. اڄ تائين بہ ڪک پن مٿان رحمت وسندي محسوس ٿي.

**سنڌ ۾ پهريون مستقل مرڪز: رهائش اڍائي يا ٽي سال**




# دينپور درگاهه جو تاريخي پس منظر

**پير قريشي ۽ پير مٺا سائين سنڌ ۾....**

جڏهن پير مٺا سائين عاشق آباد ۾ مقيم هئا تہ ڪافي ڀيرا پنهنجي مرشد سان گڏ سنڌ جا سفر ڪيائون. حضرت قريشي صاحب رحمت الله عليہ سنڌ جي جن علائقن، شهرن ۽ ڳوٺن ۾ تبليغ ڪئي. انهن مان ڏهرڪي، روهڙي، سکر، هالاڻي، خانواهڻ، مڏ واهڻ، مڏ ڪونڊر حيدرآباد، ڪوٽڙي، وغيره بہ هئا. پاڻ جتي جتي ويا اتي خلقِ خدا ڪانئن فيضياب ٿي. عوام ۽ خواص ڪانئن مستفيض ۽ مستفيد ٿيا. درياءَ جي ڪچي جي دشوار گذار رندن ۽ راهن تان پيادل پنڌ وجي خلقِ خدا کي دين جو رنگ لاتائون. درياء پر واري ڳوٺ عباس ڪونڊر ۾ آيا تہ سارو ڳوٺ فضلي فيض سان رنگجي ويو. پاڻ ان ڳوٺ جو نالو "**ثواب پور**" رکيائون. پرواري مڏ ڳوٺ جو نالو "**رحمتپور**" رکيائون.

ان سفرن ۾ پير مٺا سائين رحمۃ اللہ علیہ بہ ساڻ هئا. آخري سفر ۾ جڏهن پاڻ جماعت کان موڪلائي رهيا هئا تہ ماڻهن کين وڏيڪ رهڻ لاءِ چيو پاڻ پير مٺا سائين ڏانهن اشارو ڪري فرمايائون

"**هي جوان هتي فيض جو دڪان کوليندو. ظاهر ۾ شيشيون بہ آهن پر عطر سا ڳيو آهي**".

**قريشي ڪريم جي وفات:** حضرت پير قريشي رحمۃ اللہ علیہ دهلي ۽ جالندهر جي سفر تي هئا جو کين فالج ٿيو، واپس آيا تہ پهرين رمضان المبارڪ بروز خميس سال 1354 هہ مطابق 28 نومبر 1935 ع تي مالڪِ حقيقي سان مليا.

**قريشي جي وصال بعد سنڌ جا سفر:**

مرشد قريشي ڪريم جي وصال جي دل جهوريندڙ صدمي جي باوجود پير مٺا سائين پنهنجي تبليغي مشن کي اڳتي وڌائڻ لاءِ ڏينهن رات تبليغ دين ۾ مصروف رهيا. فضلي فيوضات جيڪي مرشد جي ظاهري حياتي ۾ بالواسطہ هيا سي وصال بعد بلاواسطہ جاري

ٿي ويا. پاڻ جتي ويا اتي ڳوٺن شهرن ۾ دين جي آبادي ڪندا ويا. جڏهن جون جهونگارون ۽ ذڪر جون تنوارون جاري ٿي ويون. حضرت قريشي ﷫ جتي ويندا هئا، انهن جماعتن تان بہ ڦيرو ڪيائون تہ مزيد نون ڳوٺن کي بہ پنهنجي مبارڪ قدمن سان نوازيائون.

**سهڻا سائين جي سعادت:** حضرت سهڻا سائين ﷫ جي قريشي ڪريم ﷫ سان پهرين ملاقات سلاوٽ مسجد حيدرآباد ۾ ۽ ٻين ملاقات سنہ 1354هہ هالاڻي ۾ ٿي هئي، جتي ساڻن بيعت جو شرف حاصل ڪيائون. ساڻن ٽين ۽ آخري ملاقات جلالپور پير والا ۾ سندن خليفي حضرت محمد موسىٰ جي آستاني تي 27 رجبي جي اجتماع ۾ ٿي جتي پاڻ کين ٻيو سبق "لطيفہ روحي" عنايت ڪيائون.

جڏهن پير مٺا سائين ڪنڊياري جي مضافات ۾ تبليغ لاءِ آيا تہ خانواهڻ ۾ حضرت سهڻا سائين ساڻن بيعتِ ثانيہ ڪئي. پاڻ تبليغ ڪندي ڳوٺ جتوئي، موسو ديرو، همائو، شهمير، چنيهاڻي جي ڳوٺن کي دين جو رنگ لائيندا آيا. مهيسرن ۾ بہ جماعت ٿي. ڪلهوڙن ۾ خان محمد ڪلهوڙو ويٺل ڳوٺ جاڙو ڪلهوڙو ڪيتي آباد تعلقو ڪنڊيارو پهريون فقير هيو جيڪو مائٽن کان ڪاوڙجي ويو هيو. وچي عاشق آباد پهتو تہ دين جي رنگ ۾ رنگجي موٽيو ان بہ اچي ڳوٺ وارن سان فيض برڪت جون ڳالهيون ڪيون. انجو پنهنجي زمين ۾ گهر هيو پوءِ لڏي اچي جاڙي جي ڳوٺ ويٺو. درياء جي ٻنهين طرفن جماعت گهڻي تعداد ۾ ٿي وئي. هي جماعت اتان سفر ڪري عاشق آباد ويندي هئي.

**جاڙي جي ڳوٺ ۾ غفاري فيض جي پالوت:**

فقير عبد اللطيف عباسي دينپوري بيان ڪيو تہ هڪ ڀيري ڪڻڪن جي لاب جي موسم هئي. پاڻ پنجاب کان تبليغي سفر ڪندي لاڙڪاڻي کان ٿيندي جاڙي جي ڳوٺ پي آيا تہ راڌڻ اسٽيشن تي اچي لٿا. اتان کان نئين ڳوٺ ٽانگي تي آيا. پوءِ اڳتي اٺ تي سوار ٿي جاڙي جي ڳوٺ پهتا. جامع مسجد اڳيان لانڍي هئي ان ۾ رهيا. فقير خان محمد اتي پهريون دعوتي هيو. شام جو تقرير ڪيائون. ڪجھ ماڻهو طريقت ۾ داخل ٿيا. صبح جو حلقہ مراقبو ٿيو ۽ تقرير ڪيائون ماڻهو اجا وڌيڪ طريقي ۾ داخل ٿيا. فقير محمد مٺل سائيجن کي گهر وٺي آيو. سندس سارو گهر طريقي ۾ داخل ٿيو. پاڻ مراقبو ۽ نصيحت

ڪيائون. نيرن بعد پاڻ درياء پار سفر ڪندا ويا. پوءِ مختلف ڳوٺن ۾ تبليغ ڪيائون. سندن ان بابرڪت سفر جو اهڙو رنگ لڳو جو ماڻهو جوق در جوق جماعت ۾ داخل ٿيا. هر گهر ۾ الله الله جي تنوار جاري ٿي وئي. پوءِ جماعت جي سنڀال لاءِ پاڻ پنهنجي خليفي حضرت سهڻا سائين کي ڪچي ۾ جاڙي جي ڳوٺ ۾ رهائش جو حڪم فرمايائون.

**فقيرن سان مخالفتون:**

جيئن ذڪر ۽ جذبن جي ڌم ڌڙي چالو ٿي تيئن مخالفت جي بازار به گرم ٿي وئي. پير ملان مولوي وڏيرا مخالف ٿي ويا. جاڙي جي ڳوٺ وارا اصل بکري واري پيرن جا مريد هئا. هڪ ڀيري انهن پيرن مان ڪو، سهڻا سائين سان مناظري لاءِ آيو. پير مٺا سائين جو خليفہ غلام جعفر سهتو به موجود هيو. گفت وشنيد ٿي. هِنن قرآن حديث مان دليل ٿي ڏنا ته پير صاحب پيو فرمائي منهنجي سيني جو ڪتاب هيئن ٿو چوي. پوءِ وڏي جهڳڙي جو امڪان ٿي ويو. اچانڪ پاسي واري هڪ گهر کي باهہ لڳي. ماڻهو باهہ اجهائڻ اتي پهتا. في الحال جهڳڙو ٽري ويو. چيائون غفاري فقير جي گهر کي باهہ لڳي آهي. پوءِ جو ڏسن ته جنهن جي گهر کي باهہ لڳي هئي سو فقيرن جو ڪٽر مخالف هيو.

پير مٺا سائين پنجاب کان سال ۾ به چڪر هت ايندا هئا. پوءِ مخالفت اجا به وڌندي وئي فقيرن سان جهيڙا جهڳڙا ٿيندا رهيا. حضرت جن مٿان ڪيس به ڪيائون. پوءِ پاڻ فقيرن کي لڏو ڪٽي ڪنهن امن واري جاءِ تي فقيرن جو ڳوٺ ٻڌي ويهڻ جي صلاح ڏنائون. اتي ڪچي ۾ ملان مؤمن نالي هڪ ننڍڙو ڳوٺ هيو. فقير لڏي اچي ان ڳوٺ ۾ ويٺا ان جو نالو "**دين پور**" رکيائون. پوءِ پاڻ سنڌ جي سفر ۾ ايندا هئا ته دينپور ۾ ضرور ايندا هئا.

**پير مٺا سائين جي مستقل سنڌ ۾ آمد جو منظر:**

عاشق آباد ۾ تبليغي مقاصد جي تڪميل بعد پاڻ سنڌ کي پنهنجي عنايتن سان نوازڻ لاءِ نڪتا. اهو ڪهڙو سال هيو؟ ان بابت ڪا پڪي ثابتي ته نه آهي باقي قرائن مان معلوم ٿئي ٿو ته اهو سال 1358 هجري ۽ 1939 عيسوي هيو. چو ته اها ڳالهہ جڳ ۾ مشهور آهي ته مولانا غلام محمد مهيسر ڪمال ديري واري پنهنجي پوئيرن کي وصيت پئي ڪئي ته هي ميدان صاف ڪري ڇڏيو، هتي جذبي وارو جوان مٺو پير اچڻ وارو آهي. پوءِ سندس

وصال کان تي ڏينهن پوءِ حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ اتي پهتا. اها سندن سنڌ ۾ مستقل آمد هئي. مولانا غلام محمد رحمت الله عليہ 10 شعبان 1358 هہ مطابق 1939 ع تي وفات ڪئي آهي. ان حساب سان پير مٺا سائين جو سنڌ ۾ هجرت ڪري اچڻ وارو سال 1358 هہ ٺهي ٿو.

فقير عبد اللطيف عباسي دينپور وارو سندن سنڌ ۾ اچڻ وارو منظر هن طرح بيان ڪري ٿو تہ جڏهن پاڻ مڪمل طور سنڌ ۾ رهڻ جو ارادو فرمائي عاشق آباد کان سنڌ طرف اسريا تہ اول پاڻ راٽيپور آيا، اتان کان ڪنديارو آيا. اتان ٽانگن ۾ چڙهي چنيهاڻي جي شهر ۾ استاد حاجي خير محمد جي دعوت تي آيا رات جو پهتا. ان سائينجن جو انتظام پنهنجي گهر ۾ ڪيو هيو پر پاڻ ٻاهر زمين ۾ رهيا.

دينپور جا فقير بيل گاڏيون درياءَ تپائي ڪاهي اتي پهتا. پاڻ رات جو چنيهاڻي ۾ آرام ڪيائون. تهجد پڙهي دينپور طرف نڪتا. صبح نماز اچي درياءَ تي پڙهيائون. پوءِ ٻن پيڙن تي چڙهي جاڙي جي ڳوٺ واري پتڻ کان ٽپي دينپور پهتا. ان سفر ۾ خواجہ خليل الرحمان ۽ سندن پورو خاندان شامل هيو. سندن رهائش لاءِ ڪوٽ ٺاهيو ويو. ان جي اندر سندن حويلي هئي. ڪوٽ جي چوڌاري فقيرن جا گهر هئا. گهر ڪچا هئا. مسجد ۽ فقيرن جي رهائش ڇپر هئي.

**مڇرن جو ڏاڏو:** منهنجا والد گرامي ۽ مرشد مربي خواجہ محمد الاهي بخش رحمت الله عليہ دينپور ۾ پير مٺا سائين رحمت الله عليہ جي بيعت ٿيا هئا. پاڻ فرمائيندا هئا تہ اتي اچڻ وڃڻ جي تمام مشڪل هوندي هئي. مڇر بہ تمام گهڻا هوندا هئا. هڪ فقير سائينجن کي جَهلي هٽندو هيو تہ ان کي وري ٻيو فقير جهلي هٽندو هيو. پير سائين جن فرمائيندا هئا تہ:

*اتھاں مچھریں دا تھاڑا اے، مچھر جھلی نال ریلے آندن، اساکوں چک مارتے ول جھلی نال ریلے ویندن۔*

پاڻ فقهي مسئلو سيڪاريندا هئا تہ نماز ۾ ٿي پيرا ڪنهڻ سان نماز ڀڄي پوندي. دينپور ۾ مڇرن جي مارومار ڏسي پاڻ فرمايائون:

”هتي عموم البلوئ آهي هاڻي سڄي نماز ۾ پيا ڪنهو نماز نہ ڀڄندي“.

**عشق جا اڻانگها پنڌ :**

سندمِ والد ڪريم بيان فرمائيندا هئا تہ جڏهن پاڻ ديپور ۾ رهندا هئا آءُ سندن بيعت ڪري گهر پهتس تہ گهر ۾ ٻچن ٻارن ۾ قرار ڪو نہ ٿي آيو. وري واپس دينپور لاءِ پنڌِ پيس. هڪ فقير بہ ساڻ هيو ۽ نذراني جا پنجاهہ ليما بہ ساڻ هئا. درياءَ جي ڪنڌيءَ تي پهتس. خبر پئي تہ درياءَ ۾ چاڙهہ آيو آهي، ڪچو ٻڏي ويو آهي. هتان اوهان ڪي ملاح واهڻُ ٽپائي ڇڏيندا پوءِ پنڌ وڇٽو پوندو. فرمايائون: واهڻ ٽپي اندر ٿياسين تہ پاڻي ئي پاڻي هيو. هيٺ ڊنگر مٿان مڇر. نہ رند نہ رستو. جهاڳي جهاڳي سارو ڏينهن گذري ويو. صبح جا هَلِيَلَ نيرڙي ٽپهري جو اتي پهتائين. مٿان مڇرن منهن سڄائي ڇڏيو هيو، هيٺان ڪنڊن پير چِلي ڇڏيا هئا. پر جڏهن پاڻ ٽپهري نماز تي نڪتا، سندن چهري تي نظر پئي تہ ٿَڪَ لهي ويا. ائين لڳو ڄڻڪ عيد تي وئي.

*ملاقاتِ حبیب ساڈی عید ہوگئی ، ساڈا حج اکبری تی ڈی دید ہوگئی ۔*

پير سائين جن ڪي اسان جي حال مٿان ڏاڍو رحم آيو. فرمايائون :

”هي عاجز بہ هڪ ڀيري پنهنجي پير سان ملڻ لاءِ ائين درياءُ جهاڳي ويو هيو“.

**ڪڇي ۾ اسلامي انقلاب:** دينپور ۾ پير مٺا سائين جي رهائش اڍائي يا ٽي سال ڪن هئي. ان دوران پاڻ ماڻهن جي اندر شخصي انقلاب آندائون. ڪڇي جي اندر چورن ڪي مور بنايائون. گمراهن کي ديندار بنايائون.

ان فيض ۽ برڪت جو اظهار حضرت سهڻا سائين هنن لفظن ۾ ڪيو آهي:

**منهنجو پير ڪامل سخي فيض وارو * نوري نور آهي سو نوري نظارو.**
**ڪلهوڙا ڪڇي جا مست تي مڇي ويا، رتڙ رنگ وني لعل تي سڀ رچي ويا،**
**مهيسر محبت ۾ پڪا تي پچي ويا، ڪؤنرپچن قاضين ڪي لڳو يار وارو.**
**پٽا جوش جذبي ۾ مستان تي ويا، ڪونڌي تي قلندر جلدي جوان تي ويا،**
**رڪي سومرا سڪ سي حيران تي ويا، ڪارن ۽ ڪوجهن ڪي ڏنو بخت وارو.**
**بروهي ٽڪر جا بهاري ۾ آهن، ڪوسا چانڊيا مگسي خماري ۾ آهن،**
**حاجي ماڇي ڪنير گلزاري ۾ آهن، جتوئين پڙهيو تي پنو پرت وارو.**
**قريشي ۽ سادات سرمست تي ويا، کهڙا پاڳت پٽي ميمڻ چست تي ويا،**
**چنا سيال سهڻا پر عشق تي ويا، نانگورن ۾ اڇي ادا هنيو نر نعرو.**

**سخا فيض سھڻو جو ڪيان ڇا بيان، مثل شمس جي جڳ ۾ روشن عيان،**
**ڏسي جي نہ چمڙو تہ ڪھڙو زيان، حاسد منجھہ ڏکن جي آڏکيو ويچارو.**
**(حضرت) الله بخش عصيان جي مون ڪيا هن، عمل مون عبادت ذرو نا ڪيا هن،**
**مگر پير ڪامل هٿ مون ڪيا هن، ڇڏيندا نہ خالي هي ڪوجھو ۽ ڪارو.**

**پير مٺا جو لقب :**

جڏهن پاڻ دينپور ۾ آيا، اول ماڻهو ڪين سندن نالي "عبد الغفار" سان ياد ڪندا هئا.پوءِ ماڻهن ڪين محبت منجهان "پير مٺا" ، "مٺا سائين" سڏڻ شروع ڪيو. انکان علاوه ڪين مٺو پير ، مٺل پير، ذڪر وارو پير، لنگر وارو پير، ذاڪري پير، يارهين وارو پير، پنجاب وارو پير، مٺو پير ڪنڊ ڪير، راڄن جو راڻو، پنجابي پير وغيره جي لقبن سان بہ سڏيندا هئا فقير عبد اللطيف عباسي دينپور واري بيان ڪيو تہ هڪ پيري دينپور ۾ پاڻ ٽپهري نماز پڙهي وينا تہ سهڻا سائين ۽ خليفي نصير الدين گڏجي هي غزل پڙهيو.

**ڏسي صورت تنهنجي ۽ حسن و جمال، آيو نور سج چنڊ کي زوال**
**تنهنجو نوري چهرو ڪامل در ڪمال پير مٺا ، پير مٺا ، پير مٺا.**

ان کان پوءِ سندن نالو پير مٺا مشهور ٿيو.

**دينپوري درويش جو حال :** پاڻ اڃان پنجاب ۾ هئا. ڪڏهن ڪڏهن دينپور ۾ فضل وارو ڦيرو ڪندا هئا. جڏهن جي ڏُم ڏڙي جاري هوندي هئي. مرد عورت صالح ۽ ديندار بنجي رهيا هئا. چور زاني شرابي رهزن صالح بنجي رهيا هئا. هڪ ذڪر واري فقير کي حال ٿيو ان ۾ ڏٺائين تہ ابليس هڪ رسي ۾ ٻڌل آهي ان جو منهن ڪارو ڪيو ويو آهي. ان جي برادري جا شيطان ان جي منهن تي ٺڪون هڻي رهيا هئا، جوتا هڻي رهيا هئا. فقير پڇيو تہ هن کي ڇا جي سزا ٿي ملي؟ چيائون هي دعويٰ ڪري آيو هو تہ دينپوري فقيرن کي پير مٺا کان بدگمان ڪندو ۽ فقيرن کي وري بي دين بنائيندو پر ائين ڪري نہ سگهيو ان ڪري هن کي سزا ڏئي رهيا آهيون.

**دينپوري شفاخانو :** فقير محمد موسيٰ جتوئي جيڪو درگاهہ غفار آباد جو نانگري پڻ آهي ان بيان ڪيو تہ دينپور ۾ پاڻ حڪم ڪيائون تہ ڪاغذ تي لکي پٽ تي لڳائي ڇڏيو تہ هتي جيڪو بيمار ايندو سو شفاياب ٿيندو. ٻن ڏينهن بعد فرمايائون تہ اهو لاهي ڇڏيو.

پوءِ هتي رڳو بيمار ايندا ذڪر پڇڻ وارا نہ ايندا.

**بيماري ۾ خطاب:** فقير محمد موسيٰ جتوئي چيو تہ دينپور ۾ پاڻ بيمار ٿي پيا. ہ ٽي ڏينهن ٻاهر نہ نڪتا. فقيرن ديدار جي التجا ڪرائي. پاڻ کٽ تي پاڻ کڻائي آيا. کٽ پوئين صف ۾ رکي وئي پاڻ لهي نماز پڙهيائون. پوءِ فقيرن چيو تہ تقرير فرمايو تہ بيان شروع ڪيائون تہ چٽڪ بيمار ئي نہ هئا.

**الرسالة الغفارية:** جڏهن پاڻ دينپور ۾ مقيم هئا جذبن جي ڌم ڌڙي هئي تہ ڪافي اهلِ علم چَوائيندڙن جذبي مٿان اعتراض ڪيا، انهن جي جواب ۾ مولانا محمد صالح پتو آگاٽين واري سندن حڪم سان ڪتاب ”الرسالة الغفارية“ لکيو جيڪو ان ڏينهن ڇپجي آيو. اهو ڏسي پاڻ گهڻو خوش ٿيا. ڪتاب کي پسند فرمايائون. ان ۾ جذبي جي حق هجڻ لاءِ دليل ۽ سلوڪِ مجدديہ جا اسباق لکيل هئا. ڪتاب جي قيمت ان وقت سوا روپيو هئي.

**دينپور جا احوال:**

- هن روحاني مرڪز ۾ مقامي ماڻهن کان علاوه ڪافي پيا فقير بہ لڏو کڻي اچي پير جا پاڙيسري ٿي رهيا.
- درياءَ جي ٻنهين پاسن جا ماڻهو سندن صحبتن کان مستفيد ٿيندا رهيا. درياءَ جي اوپر واري جماعت وچان پيڙين ذريعي درياء پار ڪري پهچندي هئي. اولهہ واري جماعت واهُڙُ پيڙين ذريعي پوءِ پيادل پنڌ ڪري پهچندي هئي. فقير وڏي محبت ۽ جذبي سان سندن جي شان ۾ منقبتون پڙهندا ۽ الله جو ذڪر ڪندا ايندا هئا.
- مسجد شريف لئي جي لاڪڙ سان ٺاهي وئي هئي. جيڪا سادگيءَ سان گڏ پُر وقار هئي.
- سياري جي موسم ۾ ٻاهہ جو وڏو مچ ٻاريو ويندو هيو.
- گرمي جي موسم ۾ وڏيون جهليون نهرايون ويون جيڪي فقير هلائي مرشدن کي هوا پهچائيندا هئا.
- حويلي ۾ گهڻيون فقيرياڻيون خدمت ۾ مقرر هونديون هيون.
- هتي سنڌ جي ڳوٺن توڙي شهرن کان علماء، امراء ۽ غرباء جا وفد اچڻ لڳا.
- هن بستي ۾ رهڻ دوران پاڻ سنڌ جي ڪافي علائقن جا دورا بہ ڪيائون.

- ڏينپور ۾ سندن پورو گهراڻو بہ موجود هيو. جن مان سندن فرزند حضرت سائين صاحبزاده خواجہ خليل الرحمان ۽ سندن وڏي نياڻي بيبي آسيہ جيڪا حضرت پير قريشي ﷫ جي گهر واري هئي سي بہ موجود هئا.
- درگاهہ دين پور شريف جي زمين غير آباد جهنگل ڪنهن ڪلهوڙي زميندار جي نالي هئي. ان زميندار زمين جي مالڪاڻي حق جي ڪورٽ ۾ دعويٰ درج ڪئي. جنهن جي حاضري تي حضرت سائين صاحبزاده خليل الرحمان صاحب ۽ پيا خليفا ڪورٽ ويندا هئا.
- سندن پراڻو خليفو مولانا مفتي ڪريم بخش صاحب ڪراچي واري جي سائينجن سان پهرئين ملاقات دين پور شريف ۾ ٿي ۽ بيعت سان سرفراز ٿيو.
- ڏينپور ۾ رهائش دوران پاڻ لاڙ جو سفر ڪيائون جڏهن پاڻ موبا باگراڻي پهتا تہ ڪين عرض ڪيو ويو حضرتا دعا فرمايو هن علائقي ۾ پورا ٽي سال برسات نہ پئي آهي. پاڻ دعا جا هٿ کنيائون ۽ هوڏانهن برسات جو سلسلو شروع ٿي ويو. تانجو فقيرن عرض ڪيو تہ هاڻي دعا گهرو تہ برسات بند ٿئي. پاڻ فرمايائون تہ برسات رحمت آهي. رحمت جي بند ٿيڻ لاءِ دعا گهرڻ ناجائز آهي. اهڙي طرح برسات مسلسل ست ڏينهن هلي. پوءِ ڪين اتان بيل گاڏي ذريعي ٽنڊو محمد خان ريلوي اسٽيشن تي پهچايو ويو.
- ان کان پوءِ پاڻ بوزدارن جي ڳوٺ متصل ٽنڊو الهيار ۾ تبليغ لاءِ هڪ مهينو تيرهن ڏينهن قيام فرمايائون. هڪ يارهين جو موقعو بہ اتي ملهايائون.

**سنڌ ۾ ٻيون مستقل مرڪز:**




ضلع دادو تعلقو ميهڙ ۾ باليشاهه استيشن کان ڪجهه ڪلوميٽر اوپر ۾ درياءَ جي ڪچي ۾ هڪ ننڍڙو ڳوٺ "ناري" نالي سان مشهور هيو. جتي ڪيئي قومون رهنديون هيون. اتي سادات جون حويليون به هيون. ان ڳوٺ ۾ پاڻ ڪيئين تشريف فرما ٿيا؟ ان جو احوال هن طرح آهي:

**ناري ۽ غفاري:**

فقير غلام حسين غفاري نصير آباد واري جي لکت مطابق: دينپور ۾ رهائش دوران هڪ ڀيري حضرت پير مٺا سائين جن لاڙڪاڻي جي پرسان حبن جي ڳوٺ ۾ تشريف فرما هئا ته ناري ڳوٺ جو الله ورايو چانڊيو نالي هڪ شخص ، اتي سندن خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ سندن بيعت ٿيو. جڏهن ڳوٺ پهتو ته سندس حال بدليل هيو. پوءِ ته ڏاڙهي رکايائين، ڏندڻ ، پٽڪو نماز سنت ۽ شريعت سان سينگارجي ويو. اوچتو الله جون ضربون پيو هڻي، مراقبي ۾ ڪيس جذبو ٿي وڃي. ڳوٺ وارن پڇيس ته هي رنگ توکي ڪٿان لڳو؟ ان پنهنجي پير روشن ضمير مٺا سائين محبوب جي فيض ۽ برڪت سندن جمال ۽ ڪمال جا تذڪرا ڪيا. پوءِ ناري جي ساداتن مان سيد صالح محمد شاهه کي ساڻ ڪري دينپور پنڌ پهتو. جتي سندن يارهين شريف جي رونق ڀري محفل هئي. شاهه صاحب جڏهن سندن زيارت با فيض وبرڪت ڪئي ۽ نيڪوڪار ۽ ديندار جماعت ڏٺي ته ڏاڍو متاثر ٿيو ۽ سائينجن سان بيعت ڪيائين. پنهين واپس اچي ڳوٺ وارن کي حضرت قبله عالم جي تلقين، نصيحت، ذڪر وغيره جي حقيقت کان واقف ڪيو. پوءِ ايندڙ يارهين شريف جي موقعي تي سيد محمد شاهه پنهنجي ڳوٺ مان نامور سادات سائين محمد تقي شاهه، سيد سخي ڀلي رکيو شاهه ۽ سرڪرده سيد احمد شاهه ۽ محترم آخوند محمد موسيٰ ۽ ٻي جماعت سان دين پور شريف ۾ پهتا. حضرت جن جو نوراني چهرو، سندن ڪمال گفتار

مسڪار ۽ نيڪو ڪار اهل ذڪر جماعت ڏسي ذڪر پڇيائون ۽ بيعت جو شرف ماڻيائون. پوءِ انهن سيدن حضرت جن کي ناري ۾ دعوت لاءِ عرض ڪيو جيڪو پاڻ قبول فرمايائون. مقرر شده وقت تي جڏهن پاڻ ناري طرف اسريا ته ان وقت عام سوارين جي سهولت گهٽ هئي پوءِ حضرت جن لاءِ جيپ ۽ باقي مستورات ۽ جماعت لاءِ بيل گاڏين جو انتظام ڪيو ويو. ڪيترين گاڏيون سينگاريل پردن ويڙهيل جن ۾ سندن اهل عيال ۽ حضرت سائين صاحبزاده به سندن هم سفر ۽ رفيق هئا. سندن قافلو ذڪر جي ضربن سان مستانن فقيرن جي اپ ڏاريندڙ نعرن " حق پير مٺا حق يار مٺا " جي گونج ۾ ناري پهتو. هڪ فقير غزل پڙهي رهيو هيو: "صديءَ جو سلطان پلي آيو ته پنجاب مان"

ناريءَ جا ماڻهو ڪوهه ڪن پنڌ اڳتي اچي سندن استقبال ۽ سندن ديدار ڪان مشرف ٿيا. پوءِ ان محبتن ڀريي جلوس جي شڪل ۾ ڪين رهائش گاهه تي آندو ويو. پاڻ اتي تقريباً هڪ مهينو قيام فرمايائون. سندن رهائش گاهه سائين محمد تقي شاهه صاحب جي وڏي بنگلي نما اوطاق جي پر ۾ ان جاءِ ۾ ڪئي وئي جنهن ۾ وقت جو ڪامل اڪمل ولي حضرت ميان محمود پوڙن لاڪيرن وارو اچي رهيو هيو.

**ولي را ولي مي شناسد :**

نورپور جي سيدن جو حضرت ميان محمود پوڙن لاڪيرن واري سان پراڻو عقيدتمندي وارو ڳانڍاپو هيو. 1942ع ۾ جڏهن پوڏ آئي ته سيد سڳورا ميان محمود کي پنهنجي ڳوٺ وٺي آيا. پاڻ ڪجهه عرصو اتي رهيا. پاڻ جڏهن پهتا ته سيدن هڪ گهر سندن حوالي ڪيو. پاڻ فرمايائون. عنقريب هتي هڪ جوان ايندو جنهن جي جماعت ۾ گهڻو جذبو هوندو. پاڻ پاٽي پي جيڪو باقي بچي سو پيتين تي هاري ڇڏيندا هئا. فرمايائون هيءَ حويلي ان بزرگ جي رهائش گاهه هوندي. پوءِ جڏهن پير مٺا سائين پهتا ته ڪيئي جايون سندن واسطي خالي ڪيون ويون پر پاڻ پي ڪنهن جاءِ ۾ نه رهيا. ان جاءِ ۾ اچي قيام ڪيائون جتي ميان محمود سائين ﷺ رهي ويا هئا. جڏهن جاءِ ۾ پهتا ته ٽڏو ساهه پري فرمايائون: " اتان به ڪو جوان قدم گهما ڳيا هي ".

سچ ته ولي کي ولي سڃاڻندو آهي ۽ ولي کي الله ڪريم اڳ جو علم به عطا ڪندو آهي.

سارو ڳوٺ مرد عورتون سلسلہ عاليہ ۾ داخل ٿيا. هڪ مهيني جي قيام کان بعد حضرت سهڻا سائين جي اصرار تي واپس دين پور شريف روانا ٿيا.

هن بستي جا پاڳ کلي پيا، ڪامل پنهنجا قدم گهمائي ويا، ذڪر و فڪر جون تنوارون جاري ٿي ويون. حبيبن ڪريمن ﷺ جي سنت هئي جو پاڻ قبيح نالا مٽائي سهڻا نالا رکندا هئا. پاڻ فرمايائون ناري نالو درست نہ آهي پوءِ پاڻ "نور پور" نالو منتخب ڪيائون. پوءِ تہ واقعي بہ نور پور ٿي پئي. تر پاسي وارن ڳوٺن وستين کي بہ وڏو ديني فائدو ٿيو.

**دينپور کان نور پور منتقلي:**

دينپور ۾ دين جو وڏو ڪم ٿيو، ماڻهن جي اصلاح احوال جا تبليغي مقاصد حاصل ڪرڻ بعد پاڻ نورپور ۾ رهائش جو ارادو فرمايائون.

دينپور جي ماڻهن ۾ محبت ۽ الفت بہ بي انداز هئي، پر هتي اچڻ وڃڻ وارن لاءِ سواري ۽ رستي جي سهولت نہ هئي. پاڻ ان تلاش ۾ هيا تہ هاڻي ڪنهن اهڙي جاءِ تي مرڪز بنايو وڃي جتي آيلن کي اهنجائي نہ ٿئي.

**شادي ۽ ستاوڙو:**

دينپور ۾ رهائش دوران فقير خدابخش ملاح ڳوٺ همائو لڳ ڪنڊيارو واري وڏي سڪ ۽ محبت منجهان پنهنجي نياڻي بيبي "حليمان" سندن نڪاح ۾ ڏني. مولانا عبد الرب جي بقول سنڌ ۾ اچڻ بعد سندن اها پهرئين شادي هئي. هيءَ امان سائڻ سندن نورِ نظر نواسي حضرت سائين ديده دل جي ناني آهي. شادي بعد نور پور جي سيدن عرض ڪيو تہ سائين اسان وٽ سنڌ ۾ رواج آهي تہ گهوٽ کي ستاوڙي تي وٺي ويندا آهن. سو اوهان بہ ستاوڙي تي اسان وٽ نور پور هلو. پوءِ سندن هلڻ لاءِ سوارين جو بندوبست ڪيو ويو. ان طرح پاڻ نور پور کي نوراني بنايائون. سنڌ ۾ هي سندن پيو نمبر مرڪز هيو. نور پور بابت پاڻ فرمائيندا هئا تہ : "هي اسان جو پيو گهر آهي". جڏهن پاڻ خليفن لاءِ تبليغي حدون مقرر ڪيائون تہ فلاڻو خليفو فلاڻي علائقي ۾ تبليغ تي وڃي. فرمايائون خليفن جا نالا ۽ انهن جي جماعت جا ڳوٺ لکو تہ هڪ خليفي پنهنجي تبليغي تڪ ۾ "نور پور" بہ لکيو تہ پاڻ فرمايائون نور پور وارن جا خليفا بہ اسان مرشد بہ اسان آهيون.

**نور پور ۾ نور جون لاٽون:**

جڏهن پاڻ نور پور پهتا تہ هتي پاڻ فيض نقشبندي جي اها پالوٽ فرمايائون جو ماڻهو چوندا هئا تہ نور پور جا وڻ ٽڻ بہ ذڪر ڪن ٿا. واقعي بہ ڪڪ پن مان ذڪر جون تنوارون پيون ٻڌبيون هيون. هر وقت جذبا ۾ جوش جاري هوندا هئا. مجنون فقير جذبي جي حالت ۾ اڪ جا ڳٽر پيو ڪائي، چوي هي ڪمند مون کي پير ڏنا آهن. اوهان بہ ڪائو. ڪڙا اڪ ڪير ڪائي، ديڳين جي چرين مان ٽانڊا جهولي ۾ ڪٺي چوي هي لعل موتي مون کي پير ڏنا آهن. نہ هٿ سڙيس نہ ڪپڙو.

**نور پور ۾ نظامِ اسلامي :**

پاڻ نور پور ۾ عملي طرح اسلامي نظام نافذ ڪيائون. اهو هن طرح جو غافلن کي ذاڪر بنايائون، انهن جي قلبن کي اسم ذات سان ڌوئي شريعت محمدي مٿان عمل ڪرڻ جو عاشق بنايائون. ماڻهو ڪنهن زور زبردستي سان نہ پر رضا خوشي سان دين جي ڳالهين تي عمل ڪرڻ لڳا. ان عملي نظام جي هڪ جهلڪ پيش آهي.

**کوهن جي پاڻي جو احتياط:**

ان وقت پيئڻ جي پاڻي لاءِ ساري ڳوٺ ۾ کوهہ هئا. پاڻ فرمايائون کوهن مان پاڻي پاڪائي سان ڪڍيو وڃي. کوهن ۾ دلو مٽ يا باٽلي جنهن جو ترو ڌوتل نہ هجي سو نہ لاٿو وڃي. پوءِ کوهن تي پاڻي ڪڍڻ لاءِ ڪاٺ جا گرٽا ٺاهيا ويا. انهن ۾ بالٽيون ٻڌيون ويون جن جي ذريعي پاڻي ڪڍيو ويندو هيو.

**نظامِ صلواة:**

فرمايائون: پوري ڳوٺ جا ماڻهو مرد عورتون پائبندي سان نماز پڙهن. ڪو بہ مرد جماعت نماز ترڪ نہ ڪري". نماز صحيح طريقي سان ادا ڪرڻ لاءِ سڀ ماڻهو نماز جا مسئلا سکن". انهن جي سکيا لاءِ مبلغ مصلح مقرر ڪيا ويا. تعليمِ بالغان شروع ڪئي وئي. قانون ٺاهيو ويو تہ اگر ڪو ماڻهو نماز نہ پڙهندو تہ ان کي جوڳي سزا ڏني ويندي. پوءِ هڪ دڪاندار نماز نہ پڙهندو هيو تہ فقيرن ان جي دڪان تان سودو خريدڻ بند ڪري ڇڏيو. تانجو سارو ڏينهن ان جي دڪان تي ڪو گراهڪ نہ وڃي. آخر مجبور تي پڪو نمازي بنجي ويو.

دادن نالي ڏنار هيو. ان جي عمر ٻڪرين چارڻ ۾ گذري. ڪڏهن نماز نہ پڙهيائين. ان ڪي چيائون جي نماز نہ پڙهندين تہ توسان سلام ڪلام بند. پوءِ سندس گهر واري ماني آٽي اڳيان رکيس پر ڳالهائيس نہ . آخر اهو بہ پڪو نمازي بلڪہ هڪ مسجد جو مؤذن ۽ خدمتگار بنجي ويو. مسجد ۾ بانگ صلاة ۽ پاڻيءَ جا مٽ وضوءَ لاءِ ڀريندو هيو. مرڻ مهل وصيت ڪيائين ڪيس ان مسجد جي پير ۾ دفن ڪيو وڃي. وصيت موجب ائين ڪيو ويو.

**نالن جي تبديلي:** ڪيترن ماڻهن جي غلط نالن جي بجاءِ اسلامي نالا رکيائون.

فقير راهب جو نالو محمد شريف ۽ مصري شاهہ جو نالو عبدالله شاهہ رکيو ويو.

**رسمن جي پاڙ پٽيائون:**

- ڳوٺ ۾ هر سال ذوالحج ۽ شوال جي عيدن واري ڏينهن ميلو ملاکڙو لڳندو هيو. اهو بند ڪرايائون.
- عيد نماز جي اطلاع لاءِ خاص دهل گهرايو ويندو هيو. اهو بند ڪرايائون.
- شادي يا غمي تي ٽيندڙ جاهلاڻي ريتن رسمن ۽ رواجن کي معطل ڪيو ويو.
- ڳوٺ ۾ ڳئون ذبح ڪئي وئي تہ پاڻ اچي خود ان جي ذبح جو معائنو ڪيائون. فرمايائون: اهو طريقہ ذبح مڪروه آهي. هن گوشت کي سادات، علماء، شاهوڪار افراد نہ کائن باقي غرباء طبقي ۾ تقسيم ڪري ڇڏيو ڇو تہ ذبيحہ جي نڙيءَ وارو حلقو ڌڙ جي طرف ڪٽيل آهي ۽ ساهہ واري رڳ بہ سراسر ڪٽيل آهي.
- ذڪر جو حلقہ مراقبو صبح جي نماز بعد پيو عشاء جي نماز بعد ڪيو ويندو هيو.
- هڪ ڀيري پنهنجي مرشد حضرت قريشي صاحب جو عرس بہ هتي ڪيو هئائون.
- شاهہ صاحب پلو ننگر ڪندا هئا. پلاءُ پٽ ڪندا هئا.
- نورپور ۾ رهائش دوران جڳ مشهور عالِم دين واعظ الاسلام مولانا محمد سليمان نوناري ٽرڙي وارو جيڪو خواجہ عمر جان چشموي ﷫ جو مريد هيو. سو پنهنجي ٻن پٽن عبدالرحيم ۽ عبدالرحمان کي مٺا سائين جي سندن خدمت ۾ بيعت لاءِ وٺي آيو هيو. پاڻ انهن کي بيعت نہ ڪيائون فرمايائون عمر ۾ ننڍا آهن.

- مولانا محمد امين الدين خليلي بيان ڪيو تہ : جڳ مشهور قاري خير محمد جيڪو پير مٺا سائين جو مريد هيو سندس استاد مولوي نذير احمد صاحب ، قاري خير محمد کي چوندو هو تہ اوهان پير مٺا پير مٺا ٿا چؤ ، پير جا وچي هٿ ٿا چمو مان ڏسان تہ ڪيس هٿ بہ نہ ڏيان. قاري صاحب چيس تہ هڪ ڀيرو سائينجن جي خدمت ۾ هلي تہ ڏس. پوءِ ڪيس وٺي آيو. جڏهن ان جي نظر سائينجن تي پئي تہ وجد ۾ اچي ويو. ان بيهوشي جي عالم ۾ ٽي نمازون بہ رهجي ويس. ليٽڙيون پائيندو ٿي رهيو. صبح جو جڏهن هوش آيس تہ سائينجن جي پيش پيو.

**نور پور ۾ عرس پير قريشي جو منظر :**

جڏهن پاڻ هتان اسري ويا لاڙڪاڻي ۾ رهائش اختيار ڪيائون تہ نورپوري سادات حضرت جن کي دعوت عرض ڪئي جا پاڻ قبول فرمايائون. ان ڀيري پاڻ نور پور شريف ۾ ڇهہ مهينا رهيا ۽ ان دوران هر ماهہ يارهين شريف بہ ملهايائون ۽ حضرت پير قريشي ﷫ جو ساليانو عرس بہ اتي ملهايائون. ان جلسي ۾آيل جماعت لاءِ سندن حويلي مبارڪ جي اوپر ۾ هڪ وڏي پلاٽ تي ڪکاوان ڇاپرا ٺاهيا ويا ۽ زمين تي ڪانهن وڇايا ويا ۽ مٿان ڪجهہ شاميانا بہ لڳايا ويا. حضرت جن کي حويلي کان جلسي گاهہ تائين بگي تي سوار ڪري آندو ويو ٿي. بگي کي فقير هٿ سان هلائي رهيا هئا. بگي جي پهرئين حصي ۾ مٺا سائين مهندار ۽ پوئين حصي ۾ سائين صاحبزادا شهسوار هئا. اهو عجيب حسين منظر هيو. قدرت جو حسن هتي جمع هيو. هر ڪو بيتابي سان سندن چهري کي ڏسڻ پسڻ لاءِ اداس ۽ آتو هيو. فقيرن جي ذڪر جي هونگار ۽ الله الله جي تنوار جاري هئي. ڪي جذبن ۾ ڦٿڪي رهيا هئا. ڪي بيخودي ۾ رقص ڪري رهيا هئا. سندن چهري مٿان مسڪار هئي، جيڪا عاشقن جون دليون موهي رهي هئي. نماز ۽ تلقين کان پوءِ وري ساڳي طرح کين بگي ۾ سوار ڪري حويلي طرف آندو ويو ٿي.

اجتماع ۾ ايندڙ گهوڙن، ٽانگن، بيل گاڏين ۽ پيادل جماعت جي وفدن جو بي مثال منظر هيو. ڪچي جي ڪک پن مان ذڪر جي تنوار پڌجي رهي هئي. رستا رونق وارا هئا، پيچرا پانڌيئڙن سان پرپور هئا. صبح نماز بعد قرآن خواني ٿي پوءِ قارين مٺي آواز ۾

تلاوت ڪئي. سينا مسرور ٿي ويا. جناب قاري احمد صاحب ان وقت ڪم سن قاري هئا. سندن والد بزرگوار مولانا عبدالڪريم ديروي ڪيس حضرت جن جي خدمت ۾ پيش ڪري عرض ڪيو تہ ”هي طفل توهان جي حوالي آهي. پوءِ قاري صاحب تلاوت مٺي آواز سان ڪئي. هر طرف کان سبحان الله جا آواز اچڻ لڳا. تلاوت بعد پاڻ ختم شريف جي دعا فرمايائون. پوءِ جناب خليفي مولوي غلام جعفر رحمة الله عليه پرتاثير تقرير ڪئي. پوءِ جڏهن خليفي حضرت الاهي بخش رحمة الله عليه تقرير دلپذير ڪئي تہ پاڻ بہ زاروزار روئي رهيا هئا ۽ پوري جماعت مٿان ڪيفيت طاري ٿي وئي. تانجو مريد نواز مٺا سائين رحمة الله عليه بہ روئي رهيا هئا. ان وقت عجيب قال هئي ۽ عجيب حال هيو. پاڻ فرمايائون الله کي ائين راضي ڪبو آهي، جيئن هي مولوي صاحب روئي رهيو آهي. آخر ۾ پاڻ روحاني وجداني بيان فرمايائون پوءِ تہ ماڻهو بيوس نچڻ لڳا. جذبن ۾ آهون ۽ دانهون ڪرڻ لڳا. ان طرح اهو جلسو اختتام پذير ٿيو.

**سڄڻ ڏسان يا سبق پڙهان:**

جلسو ختم ٿي ويو. ماڻهو آلين اکين سان پنهنجن ماڳن طرف موٽي ويا. پر عاشقن اجا بہ اداس هئا، انهن جون نگاهون پير مٺل جي ڏيڍي ۾ لڳل هيون. هڪ مستانو فقير ڇپر جي ٽوڙين پاڪر پائي زارزار روئي رهيو هيو ۽ چئي رهيو هيو تہ:

ادا مون کي چيائون تہ هل هلي الله واري جو ديدار ڪر. مون کي ائين تہ ڪو نہ ٻڌايائون تہ درياءَ جي ڪڇي ۾ دلين جو ڏاڙيل ويٺو آهي. ادا او منهنجي دل ڦري ويو، هاڻي مان ڪيئن ڳوٺ موٽي وڃان!! پوءِ شعر پيو پڙهي پاڻ بہ روئي پيو ۽ ساري جماعت بہ روئي پئي

ملان مار نہ مون ، سبق پڙهان ڪِنَ سڄڻ ڏسان.

**سيد تقي شاهہ ۽ سيد پلي رکيو شاهہ :**

هي ٻئي سيد سڳورا پاڻ ۾ پيائر هيا. سيد تقي شاهہ وڏو ۽ پلي رکيو شاهہ ننڍو هيو. ٻئي وڏا زميندار هجڻ جي باوجود نهايت سخي جواد سندن ميزبان ۽ خدمتگذار هئا. پلي رکيئي شاهہ جي گهرواري بيبي لال خاتون هئي. جيڪا تمام نيڪ صالح عابده زاهده عورت هئي. حضرت جن سان والهانہ محبت هوندي هيس. سندن خدمات جي صلي ۾ پاڻ سيد محمد

تقي شاهہ ۽ سيد پلي رکيو شاهہ ۽ سيد محمد صالح شاهہ ۽ سيد علي محمد شاهہ کي خلافت عنايت ڪيائون.

**سيد پلي رکيو شاهہ ۽ بيبي لال خاتون جو حج :**

پاڻ حج جو ارادو فرمايائون، ان لاءِ پاس بہ ٺهرايائون. سيد پلي رکيو ۽ سندس بيبي صاحبہ بہ سائينجن سان گڏ حج جي تياري ڪئي. پر پوءِ پاڻ طبيعت جي ناچاڪائي سبب سفر تي وڃي نہ سگهيا. تہ شاهہ صاحب جن بہ نہ ويا. پوءِ پاڻ ڪين فرمايائون اوهان حج تي وڃو اسان اوهان سان حج ڪنداسين. پوءِ اهي جڏهن حج ڪري آيا تہ قسم کڻي چيائون اسان طواف شروع ڪيو تہ ستن چڪرن ۾ پير مٺا سائين اسان سان گڏ هئا.

**تبليغي سفر:** دينپور ۽ نورپور ۾ رهائش دؤران پاڻ درياءَ جي ڪچي ڪان نڪري ڪافي ڳوٺن شهرن ۾ وڃي تبليغ ڪيائون. ڪاڇي جا دور دراز جا اوڪا ۽ اڙانگا سفر ڪيائون. هڪ ڀيري فريدآباد جي ويجهو ڪاڇي ۾ حاجي محمد صالح رند وٽ بہ دعوت تي ويا اهو سفر تمام ڏکيو هيو. ان سفر ۾ جناب مولانا عبدالڪريم ديروي ڪين دعوت ڏئي پنهنجي جاءِ تي وٺي آيو هيو.

**دادو ضلعو غفارين جو قلعو :**

هونئن تہ مٺا سائين محبوب پوري سنڌ کي رنگ لاتو پر دادو وارن سان ڪامل جون قربداريون ڪثير هيون.

(1) سندن قيام دادو ضلعي ۾ گهڻو رهيو.

(2) مرڪز بہ دادو ۾ گهڻا بنايائون.

(3) سندن خلفاءَ جي اڪثريت بہ دادو مان هئي.

(4) دادو جي گهڻن ڳوٺن ۽ شهرن ۾ تبليغي سفر بہ ڪيائون.

ان ڇئن بنيادي سببن ڪري ، سندن جماعت جو وڏو انگ دادو مان هيو. پاڻ دادو جن ڳوٺن ۾ رهيا يا بنفسِ نفيس هلي ويا انهن مان ڪجهہ هي آهن. دينپور، نور پور، ميهڙ، دادو، قلجي، باليشاهہ، زهرا ماڇي، جمشيري جتوئي، پيٽو، پٽيجي، انڙپور، خانپور، راڏڻ وغيره

**ضلعي دادو ۾ غفاري فيض جا سفير :**

(1) خليفو سيد محمد صالح شاهہ نور پور.

(2) خليفو سيد محمد تقي شاهہ نور پور.

(3) خليفو سيد پلي رکيو شاهہ نور پور.

(4) خليفو سيد علي محمد شاهہ نور پور.

(5) خليفو سيد يار محمد شاهہ نور پور.

(6) خليفو سيد عبدالله شاهہ دادو.

(7) خليفو سيد حامد علي شاهہ مجذوب دادو.

(8) خليفو مولانا مفتي ڪريم بخش صاحب مدرس دار القرآن ميهڙ.

(9) خليفو مولانا مفتي محمد صاحب مهيسر پپري ميهڙ.

(10) خليفو مولوي مفتي الله ڏنو صاحب دائود ڪانڌڙو.

(11) خليفو مولانا يار محمد صاحب آگرو مدرسہ خيرپور ناٿن شاهہ.

(12) خليفو مولانا ڪريم بخش صاحب آگرو.

(13) خليفو مولانا مولوي الاهي بخش صاحب خانپور تعلقہ خيرپور ناٿن شاه .

(14) خليفو مولوي قاري احمد صاحب ديروي.

(15) خليفو مولوي فقيہ غلام رسول ڪوسو صاحب راڄوا ميهڙ.

(16) خليفو مولوي محمد ابراهيم واچوڙو واعظ الاسلام وڏا جتوئي ميهڙ.

(17) خليفو مولانا مولوي در محمد صاحب چانديو ڪنبائي ميهڙ.

(18) خليفو مولوي محمد صاحب ديروي ميهڙ.

(19) خليفو مولانا مولوي عبدالعزيز صاحب جتوئي پيٽو.

(20) خليفو مولانا مولوي بشير احمد صاحب واڍن وارو.

(21) خليفو حافظ محمد صالح صاحب حال وارو لونگ تنيو.

(22) خليفو مولوي حبيب الله صاحب راڏڻ.

(23) خليفو مولوي غلام محمد صاحب سولنگي جامع مسجد باليشاهہ.

(24) خليفو ميان سعد الله صاحب راڌڻ اسٽيشن.

(25) خليفو سائين ماستر سليمان عباسي صاحب باليشاهہ راڌڻ.

(26) خليفو ماستر قاضي نصير الدين صاحب ٽڳن وارو.

(27) خليفو سائين حاجي بخشل صاحب سوڍاري ميهڙ.

(28) خليفو ميان نصير الدين شاهہ دين پور.

(29) خليفو ميان امير الدين شاهہ صاحب دين پور.

(30) خليفو ميان محمد الياس شاهہ فضل پور.

(31) خليفو ميان مشتاق احمد ڪاڇو ميان نصير محمد تڪ وارو.

(32) خليفو ميان نثار احمد صاحب ڪوسو ڪمانگر.

(33) خليفو مولوي عبدالرحمان ايري لانگري منگواٽي.

(34) خليفو جناب الله ڏتہ صاحب غفار آباد سنڌي پتڙا.

(35) خليفو مولوي محمد عظيم صاحب مهيسر رهڙو شريف.

(36) خليفو صاحب ڏتہ چانڊيو نور پوري.

**عورتن ۾ انقلاب :**

سندن لڳاتار محنتن ۽ اڻ ٿڪ تبليغي ڪوشش جو نتيجو اهو نڪتو جو مردن سان گڏ هزارين عورتون بہ نيڪ ۽ ديندار بنجي پيون. انهن ۾ دين جو ايڏو ذوق شوق پيدا ٿيو جو اهي پنج وقتي نماز سان گڏ آڌيءَ جو اٿي تهجد نماز بہ باقاعده پڙهڻ لڳيون. شادي غميءَ وقت جيڪي ڪجهہ بد رسمون رواج، ساٺ سونڻ ۽ سهرا وغيره هلندڙ هئا انهن سڀني کي صفا ختم ڪري ڇڏيائون. پير غفاري جون مريدياڻيون بہ محبت ۾ مردن کان گهٽ ڪونہ هيون. اهي بہ الله جي محبت حاصل ڪرڻ لاءِ جيئن پيرين پيادل پنجاب ويندڀون هيون. تيئن سنڌ جي جن مرڪزن ۾ پاڻ رهيا اتي باقائده عورتن جو اجتماع ٿيندو هيو. جنهن ۾ عورتون پنهنجي وارثن سان گڏ باپرده اچي الله جو دين سکنديون هيون.

**هڪ ماهہ جو قيام :**

## ڳوٺ حاجي ماڇي

خيرپور ميرس رياست ۾ هڪ طرف اهل تشيع جو زور هيو تہ ٻئي طرف گم گشتہ راهہ فولاد شر جي بہ پيگهي متل هئي. جنهن گهڻي خلق کاري ڇڏي هئي. اتي تبليغ دين ۽ پيغام حق پچائڻ جي اشد ضرورت هئي، ان لاءِ پاڻ ڳوٺ حاجي ماڇي لڳ راڻيپور ۾ هڪ مهينو متواتر قيام فرمايائون. غوث غفاري جي توجهات سان ان پوري پٽي ۾ ذڪر الله جاري ٿي ويو. خاص طرح شر قوم گهڻي انداز ۾ مستفيض ٿي. فولاد شر جا ڪيترائي ويجها مٽ مائٽ بہ حضرت جن جي صحبت ۾ نيڪوڪار بنجي پيا. اڄ تائين شر قوم ۾ غفاري فيض جا اثرات نظر اچن ٿا. پاڻ پنهنجي پياري فقير مولانا محمد دائود شر کي خرقہ خلافت بہ عطا ڪيائون. جنهن پوري زندگي دين جي خدمت ۾ وقف ڪري ڇڏي هئي.

**سنڌ ۾ ٽيون عارضي مرڪز: رهائش چاليهه ڏينهن**




انڊس هاءِ وي تي ڄامشورو کان سيوهڻ شريف ويندي واٽ تي علي آباد اسٽاپ اچي ٿو. ان جي اوڀر ۾ ڇهه ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي درياءَ جي ڪڇي ۾ هڪ بستي ”انڙپور“ نالي آباد آهي. ان بستي ۾ تبليغ خاطر پير مٺا سائين جو پيارو خليفو مولانا بشير احمد ويندڙ هيو. اتي ڪجهه محبت وارا مريد به موجود هئا.

1949ع ۾ مٺا سائين نور پور شريف ۾ پنهنجي مرشد قريشي ڪريم جو ساليانو عرس ملهايو. رمضان المبارڪ جي آمد آمد هئي، سخت گرمين جي موسم هئي، ساٿين صلاح ڏني ته جيڪر رمضان جا روزا هلي انڙپور ۾ رکجن، ڇو جو اتي جي آبهوا وڻندڙ ۽ موافق آهي. تبليغ جي به اتي اشد ضرورت آهي. پوءِ پاڻ انڙپور جا عازم ٿيا. خليفن فقيرن ۽ عاشقن جو قافلو ساڻ هيو، صاحبزاده خواجه خليل الرحمان ۽ سندن اهل و عيال به همسفر هئا. پاڻ شعبان جي آخري ڏهاڙن ۾ انڙ پور کي پنهنجي قدمن جو شرف بخشيائون. الله داد شاه جلاڻي سيد واري مسجد کي مرڪز بنايائون ۽ پاڻ مسجد جي قريب حاجي فاروق علي انڙ جي اوطاق ۾ رهائش رکيائون. ان مسجد ۾ ان وقت امام پير محمد روشن قريشي هيو، جيڪو خليفي عبدالڪريم قريشي جو چاچو هيو.

انڙ پور کي پاڻ ”فضل پور“ جو نالو ڏنائون. اتي پاڻ تقريباً چاليهه ڏينهن رهيا. رمضان جا روزا به اتي رکيائون ۽ عيد به اتي ڪيائون. نا سمجهي ۽ جهالت سبب اتي سندن ڪافي مخالفت به ٿي. پاڻ فرمايائون ته ٻج ڇٽيون ٿا وجون اميد ته هتان کي داڻا نڪرندا.

رٽائرڊ ماستر فقير محمد خان عرف ”مَنّ“ ٻڌايو ته پاڻ جڏهن هتي رهيا ته فقير حاجي عبدالڪريم قريشي، فقير خدا بخش ڪوسو، فقير ولي محمد زرداري، فقير حاجي رب ڏنو لوهار، مولانا عبدالله ميمڻ، فقير محمد صديق لوهار، فقير محمد دائود ڪوسو، فقير محمد سليمان لوهار، فقير محمد هاشم ميسو فقير محمد عرس انڙ وغيره سندن مريد ٿيا.

اڪثر وفات ڪري ويا آهن. پر انهن جو اولاد اڄ تائين بہ غفاري سلسلي سان وابستہ آهي.

**عجيب علاج :**

سندُم مرشد محبوب الاهي ﷫ فرمايو تہ: ”انڙپور جي سفر ۾ حضرت صاحب جن سان ڪافي ناميارا خلفاءَ ۽ علماءَ بہ گڏ هئا. سندن طبيعت مبارڪ ناچاڪ ٿي پئي. هڪ ڏينهن پاڻ ڳاڙهي رنگ جو شربت جماعت ڏانهن موڪليائون تہ اهو پي مون کي اوبر ڪري ڏيو تہ اوهان اهلِ ذڪر جي اوبر پيان تہ الله ڪريم مون کي شفا ڏئي. پوءِ جڏهن برتن جماعت اڳيان آيو. ڪن پي اوبر ڪئي، ڪن چيو تہ اسان بي ادب ڪيئن ٿيون جو مرشد کي اوبر ڪري ڏيون. پاڻ اهو پاڻي پيتائون. بحمد لله خوش ٿي ويا.

مولوي غلام رسول ڪوٽ لالو وارو بہ ان سفر ۾ ساڻ هيو. جن اوبر نہ ڪئي انهن خليفن ۽ فقيرن کي گهرائي چيائين تہ اوهان پاڻي نہ پي پنج خطائون ڪيون آهن.

(1) مرشد فرمايو تہ اوبر ڪري ڏيو. اوهان مرشد جو فرمان نہ مڃيو.

(2) مرشد اوهان کي مؤمن سمجهيو تڏهن اوهان ڏانهن پاڻي موڪليائون، شايد ناهيو.

(3) مٺو شربت مرشد پاران ملي تہ ان ۾ فيض هوندو آهي. اوهان ان فيض کان محروم رهيا

(4) اوهان شايد مرشد جا سچڻ ناهيو.

(5) اوهان شايد سندن بيماري ۾ راضي آهيو.

حضرت جن جي وصال بعد هي جماعت سهڻا سائين جي بيعت ٿي. سهڻا سائين جن مولانا عبدالڪريم قريشي جيڪي غوث بهاؤالحق جي اولاد مان هئا ان کي خلافت سان نوازيو. ان مانجهند کان پيٽاري تائين تبليغ ڪئي ۽ جماعت ٺاهي. هن وقت حضرت سچڻ سائين جن جو خليفو فقير محمد سعيد انڙ هتي مبلغ مقرر آهي. هر ماه چوويهين تاريخ جلسو ڪندا آهن. فقير محمد هاشم ميسور انڙ پور واري پير مٺا سائين جو حليو بيان ڪندي ٻڌايو تہ : پاڻ درميانہ قد ۽ تمام سهڻا هيا. سندن منهن ويڪرو هيو. پاڻ پنجابي جتي زريدار پائيندا هئا. پهراڻ سنهو پهريندا هئا.

فقير گل حسن ڪوسو ٻڌايو تہ عيد واري ڏينهن پاڻ ويٺا هئا تہ بہ فقير دودو فقير ۽ شهداد فقير سامهون پئي آيا. پاڻ فرمايائون تہ هنن ٻنهين مان هڪ جي دل ذڪر ڪري ٿي.

پاڻ دودي فقير ڏانهن اشارو ڪيائون. يعني پاڻ ايتريقدر روشن ضمير هئا جو ماڻهن جي دلين جي حالت بہ پڙهي وٺندا هئا. فقير محمد هاشم ميسو جي بقول اهو سال تقريباً 1950ع هو.

**سنڌ ۾ چوٿون عارضي مرڪز:**




جڏهن پاڻ انڙ پور ڪان واپس وريا تہ درياءَ ۾ چاڙهہ آيل هيو. دينپور ۽ نور پور شريف پٺي دريائي ٻوڏ ۾ آيل هيون پوءِ پاڻ راڏڻ ريلوي اسٽيشن جي پِر واري ميدان ۾ پندرهن ڏينهن لاءِ عارضي قيام فرمايائون. هتي جا حالات درست نہ ڏسي هتان رختِ سفر ٻڌائون.

ڪين آبڙي جي دعوت لاءِ عرض ڪيو ويو جنهن کي پاڻ قبول فرمايائون.

**سنڌ ۾ پنجون عارضي مرڪز:**




جڏهن پنجاب مان آيا تہ اول آبڙي جي پِرسان ڳاهن جي ڳوٺ ۾ ٻہ ادائي مهينا رهيا هئا. پوءِ حافظ محمد صديق حڀن واري دعوت ڪئي پاڻ حڀن ۾ پندرهن ويهہ ڏينهن ان وٽ رهيا. پوءِ راٽيپور ۾ حاجي ماڇي، حاجي ٻانهو، عبداللطيف، حاجي عثمان وٽ اچي ٻہ مهينا يا ڪجهہ گهٽ رهيا. هن شهر ۾ رهڻ دؤران هڪ عجيب ڪرامت ظاهر ٿي هئي. ٿيو ائين جو فقيرن حضرت صاحب جن جي رهڻ لاءِ واٽڪين جاين مان هڪ تہ ماڙ جاءِ ورتي. پاڻ فرمايائون اها واٽڪي جاءِ آهي ٻوءِ اٿس مٿان هڪ ٻہ ماڙ ڏاهيوس. صبح جو ڏاهڻ جي صلاح ٿي ان رات

[1] اسان جو ان ڳوٺ ۾ 12 ذوالحج 1430 هہ تي وڃڻ ٿيو. ماڻهو ڏاڍا خليق مهمان نواز هئا. (ڪرم الله)

صاحبزاده سائين خواجہ خليل الرحمان خواب ۾ ڏٺو تہ حضرت پيران پير محبوب سبحاني غوث اعظم سيدنا عبد القادر جيلاني ۽ حضرت عثمان مروندي قلندر لال شهباز تشريف فرما آهن. عرض ڪيائين سائين ڪيئن مهرباني فرمائي اٿو؟ فرمايائون فقيرن مٿان ڪا مشڪل اچڻ واري آهي سو انڪري آيا آهيون. صبح جو جيئن فقير جاءِ ڍاهڻ لاءِ مٿي چڙهيا تين ماڙي جو مٿان ڪتهڙو مڙس ڪان وڏو هيو پهريائين ان کي ڍاهڻ جي ڪوشش تي ڪيائون ۽ اندرئون کوٽائي ڪري اندرئين طرف کان بيهي ٻاهر پيا ڌڪو ڏين تہ پٽ ٿورو ٻاهر لُڏي ۽ اندرئين طرف هلي آئي. فقير سڀ پٽِ جي هيٺان اچي ويا. جيئن جو مٿين ماڙيءَ واري پٽ هيٺين ماڙي تي ڪري تہ وچين ماڙي جون ٻہ ڪانيون ڀڄي پيون ۽ سموري هيٺين ماڙي تي اچي ڪري تانجو تہ ماڙ سموري جاءِ هيٺ اچي پئي ۽ نَوَ فقير تہ ماڙ جي ڀِتِيُن اندر اچي ويا. جاءِ ۾ لوهي سامان پيل هيو. بس ڌوڙ ڌڪاءُ ٿي ويو. ڪا خبر ڪانہ پئي پوي تہ فقير ڪٿي هوندا. پوءِ ڪوڏاريون کڻي اچي ڪوٺڻ لڳا. اچا سِرَ مٿي کڻن تہ فقير مٿو کنبيءَ وانگر ٻاهر پيو ڪڍي تانجو نَوَ ئي فقير صحيح سلامت نڪتا ۽ ڌڪ تہ ڪو نہ لڳن بلڪہ ڪا رهڙ بہ ڪانہ آين. صرف هڪ فقير کي ڪجهہ ٿوري رهڙ آيل هئي ان کي سڀ ڪِلي چوڻ لڳا تہ شايد تنهنجي اعتقاد ۽ محبت ۾ ڪا ڪمي آهي. تڏهن توکي رهڙ آئي آهي.

**سنڌ ۾ ڇهون عارضي مرڪز:**




پاڻ ڪجهہ مهينا ڳوٺ ڳيريلو ضلعہ لاڙڪاڻو ۾ بہ رهيا. اتي واٽڪيون جايون هيون انهن ۾ سندن قيام هيو. ڪافي تعداد ۾ مقامي علماءَ بہ سندن خدمت ۾ اتي اچي مستفيد ٿيا. مولوي غلام رسول جتوئي صاحب خطبہ رسولي بہ اتي سندن خدمت ۾ حاضر ٿيو هيو. پير مٺا سائين رحمت الله عليہ جي نياڻي مخدومہ محترمہ بيبي امة الڪريم سائڻ جيڪا حضرت سائين محمد ديده مدظلہ جي امڙ سائڻ آهي ان جي ولادت بہ ڳيريلو ڳوٺ ۾ ٿي هئي.

**سنڌ ۾ ستون عارضي مرڪز:**




هي شهر لاڙڪاڻي جي قريب ”مسو حبِ“ نالي هڪ ڳوٺ آهي. ان ڳوٺ ۾ حضرت پير مٺا سائين جن ڇهه مهينا سڪونت فرمائي هئي.

حضرت خليفه عبد الرحمان مجذوب بيان ڪيو ته : حبِ ۾ تمام گهڻا مڇر هوندا هئا. جڏهن حضرت صاحب جن حبِ ۾ تشريف فرما ٿيا ته مڇر بلڪل ختم ٿي ويا. ڇڻڪ مڇرن جو نام و نشان نه هيو. وري جنهن ڏينهن پاڻ حبِ مان نڪتا ته ان ڏينهن وري اچانڪ مڇرن جا ڪٽڪ اچي ويا.

**سنڌ ۾ اٺون عارضي مرڪز:**




موجوده تعلقي ۽ ضلعي ٽنڊو الهيار ۾ چمبڙ ۽ ٽنڊوالهيار روڊ تي هڪ ننڍڙي ڳوٺ خان محمد بوزدار ۾ حضرت جن ڪجهه عرصو قيام فرمايو. فقير حاجي ولي محمد بوزدار سندن ميزبان هيو. ان جي گهر ۾ پاڻ وارد ٿيا.

ان ئي ڳوٺ جي قريب حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه ”طاهر آباد “ نالي مرڪز قائم ڪيو هيو جيڪو اڄ تائين آباد آهي. جنهن جي سرپرستي حضرت سڄڻ سائين ڪندا آهن ته اتي جا ڪاردار مولانا غلام مصطفيٰ بوزدار آهن.

**سنڌ ۾ نائون مستقل مرڪز:**




**رحمتپور شريف جو بنياد:**

الحمد لله هاڻي جماعت غفاري جو هر طرف غلغلو ٿي چڪو هيو. مخالفن توڙي موافقن، پنهنجن توڙي پراون جي عوامي توڙي نجي محفلن ۾ پير مٺا جو تذڪرو هيو. پيرن، مولوين، وڏيرن جيتري مخالفت ٿي ڪئي اوترو فقيرن ۾ محبت پئي وڌي ۽ نون ماڻهن کي سندن زيارت جو اشتياق ٿي پيدا ٿيو. خلق ڪشان ڪشان، جوق در جوق، فوج در فوج سندن ديدار لاءِ اچڻ لڳي. پاڻ جتي رهيا ٿي اتي پَٽَ ۽ پلاٽ پورا نہ ٿي پيا. سندن دلي خواهش هئي تہ ڪنهن اهڙي جاءِ تي مستقل مرڪز ناهيو وڃي، جتي ريلوي توڙي روڊ جي سهولت هجي. جر جو پاڻي مٺو هجي. ماڻهن جي آزاد اٿڻ ويهڻ جو سک هجي. اهڙي جاءِ جي تلاش ۾ حضرت سائين صاحبزاده رحمة الله عليه ۽ خليفہ حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه پيش پيش هئا. هڪ ڏينهن سندن حضور ۾ عرض ڪيائون تہ لاڙڪاڻي اسٽيشن جي ڀر ۾ سرڪاري زمين پيل آهي، سا مذڪوره سڀ سهولتن واري آهي. سا جيڪر حاصل ڪجي تہ درگاهہ لاءِ نهايت مناسب ٿيندي. سنڌ پنجاب بلوچستان جي ماڻهن کي اچڻ وڃڻ ۾ آساني ٿيندي. پاڻ ڪين اجازت ڏنائون. پوءِ سائين صاحبزاده ۽ سهڻا سائين رحمة الله عليهما گڏجي اها ليز ڪرائي.

**رامپور مان رحمتپور:**

سندن عادت هئي جو ڪنهن ڪم جي آغاز کان اول يا تہ خود استخارا ڪندا هئا يا ڪنهن خليفي کي امر ڪندا هئا. رحمتپور جي روحاني مرڪز جي انتخاب لاءِ بہ اول استخارا ڪرايائون، جنهن ۾ جواب سهڻو مليو. پوءِ خليفي حضرت حافظ محمد صالح حال واري کي فرمايائون تہ ان مرڪز بابت مٺي محمد ڪريم ﷺ کان معلوم ڪيو. خليفي صاحب مراقبو ڪيو. حضرت حبيب ڪريم ﷺ جي زيارت سان مشرف ٿيو،

عرض پيش ڪيائين پاڻ ڪريمن فرمايو ”جيڪا جاءِ اوهان پسند ڪئي آهي سا اسان کي بہ پسند آهي“. ان جو نالو ”**رحمتپور**“ رکو. ان جاءِ جو اصل نالو رامپور هيو. پوءِ پاڻ ان جو نالو ”رحمتپور“ رکيائون.

**درگاهہ رحمتپور شريف :**

هت ڪجھ واٽڪيون ڦتل اُجڙيل جايون ۽ زمين ۾ هيٺاهيون مٿاهيون هيون. پر ڪامل جي قدمن لڳڻ سان هن پِڪَ جا ڀاڳ کُلي پيا. هر طرف کان الله جي طالبن، روحانيت جي مُتلاشين جا ٽولا ٽولا اچڻ لڳا ۽ ڏسندي ڏسندي هي اڱڻ الله جي عارفن سان آباد ٿي ويا. پاڻ پنهنجي باطني توجھ ۽ نوراني نظر سان رڻَ کي رونقون بخشيائون. رحمتن جا رنگ لاتائون ۽ غير آباد زمين کي گلستان بنايائون.

پاڻ خليفن ۽ فقيرن کي حڪم ڪيائون تہ اهي اباڻا ڳوٺ وطن ڇڏي اچي رحمتپور ۾ رهن. محبت وارن مريدن پرين جو پاڙو غنيمت سمجھي اچي رحمتپور ۾ ديرو دمايو. تقريباً .......اهلِ ذڪر فقيرن جون جهوپڙيون جڙي ويون. جيڪي نهايت سادگي جو مظهر هيون. ظاهر ۾ ڪو زيب زينت، ڏيک ويک ۽ اجايو ٺٺ ٺانگر نظر نہ هيو پر حقيقت ۾ هيءَ جاءِ صاحبِ قدر ۽ اهلِ نظر لاءِ قلبن جو قرار ۽ روحن جي راحت هئي. ڇو تہ روح جي غذا ۽ دلين جو سڪون ۽ اطمينان الله جو ذڪر صبح شام جاري هيو. جنهن هستي پرين پسايو، محبوب حقيقي ملايو تنهن پرين جو پاڙو قدر وارن لاءِ فردوسِ برين جي مثل هيو.

هاڻي هيءَ متبرڪ بستي الله جي عارفن جو مرڪز بنجي پئي. پاڻ هر وقت ماڻهن جي من جي صفائي ۾ مصروف هيا. تعليم ۽ تربيت جو سلسلو صبح شام جاري ۽ ساري هيو. پاڻ تبليغ لاءِ افراد (خلفاءَ) تيار ڪيائون. جن جي شخصي تعمير تي خصوصي توجہ ڏنائون. انهن جا مَنّ مانجَهي انهن کي تزڪيہ نفوس، ۽ تصفيہ قلوب ڪرائي، تقويٰ ۽ توڪل سيکاري، بلڪ پنهنجي روحاني رنگ ۾ رنگي تبليغ لاءِ تيار ڪيائون. هاڻي هتان مبلغن جا جٿا مُلڪان مُلڪ وڃڻ لڳا. پاڻ فرمايائون تہ : ”هن ڏنار............کي بہ تبليغ تي موڪليان تہ ماڻهن جا گلا قطاري ايندو“. هڪ طرف رجال الغيب سندن باري ۾ ماڻهن کي ٻڌائي رهيا هئا ۽ ڪن کي تہ خضر خوابن ۾ اچي سندن صحبت ۾ اچڻ جون صلاحون

ڏئي رهيو هيو. تہ ٻئي طرف وري سندن تيار ڪيل خلفاءَ مختلف علائقن ۾ تبليغي ڪم ۾ مصروف ٿي ويا. هر مبلغ کي هڪ علائقو مقرر ڪري ڏنائون.

ڪو مبلغ (خليفو) مشرقي پاڪستان پيو وڃي، تہ ڪو ڪوئٽہ ۽ قلات تہ ڪو ڪيچ مڪران پيو وڃي. ڪو حب ۽ هاڙهي ۾ ذڪر جي هونگار پيو ڪري تہ ڪو لسٻيلو اٿل ۽ وندر جي واٽن تي ماڻهن کي الله الله پيو سيکاري. ڪو ايران پيو وڃي تہ ڪو حجاز ۾ تبليغ پيو ڪري. ڪي مبلغ پنجاب ۾ تبليغ پيا ڪن تہ ڪي صوبي سرحد جي پٺاڻن کي پرت جا پيغام پيا پهچائن. سندن هڪ خليفو سفر ڪندي ڪندي وڃي گجرات پهتو. سندن نوراني نگاهہ سان گجراتي ماڻهو غفاري طريقي ۾ داخل ٿيا. هيڏهون بنگالي سندن صحبت بابرڪت ۾ پهچي رهيا هئا تہ هيڏهون ڪيچ ۽ قلات خضدار، باغبان ۽ مڪران کان جماعتون اچي رهيون هيون. ملڪ جي اڪثر علائقن مان سنڌ جي هر ضلعي مان ماڻهو بہ سندن صحبت ۾ اچڻ لڳا. هڪ مبلغ کي ٿر جي علائقي ڏانهن تبليغ واسطي موڪليائون، جيڪو تبليغ ڪندي ڪندي ڪوڪراپار وڃي پهتو، جتي ٿرين ۾ ٿر ٿر جذبا جوش چالو ٿي ويا. هاڻي هرطرف کان سندن صحبت حصولِ برڪت لاءِ مخلوق اچڻ لڳي. جو مبلغ جنهن پار ويو ٿي تہ جماعتن جا جٿا ساڻ وٺيون ٿي آيو.

هر کجا چشمہ ٔ بود شيرين ❊ مردم و مور مرغ گرد آيند

جنهن جاءِ تي مٺي پاڻيءَ جو چشمو هوندو آهي اتي ماڻهو، ماڪوڙا ۽ ڪِوليون اچي ڪٺي ٿينديون آهن. ڀلا! الله جي ذڪر کان زياده ٻي ڪهڙي شيءِ مٺي آهي؟

هڪ ايران جو سياح ........... سير و سفر جي خيال کان مٺا سائين محبوب جي حضور ۾ حاضر ٿيو. سندن فيض و برڪت ڏسي صحبت ۾ رهي پيو. ڪجهہ وقت کان پوءِ پاڻ کيس تبليغ جي اجازت ڏيئي ايران موڪليائون.

سندن سهڻي صورت ۽ سيرت، تقرير پُر تاثير ۽ اوصاف حميده جو ڪمال ڏسي، هر ذي فهم انسان سندن شيدائي بنجي پيو. سندن فيض برڪت جو اهو عالم هيو جو ڪيترا

[1] هن ڪتاب جي ٻئي جلد ۾ انشاءَ الله اوهان پير مٺا سائين جي خليفن جا نالا ۽ انهن جون تبليغي خدمات پڙهندا.

چور، بي دين ۽ ڀنگ نوش توبہ تائب ٿي نيڪوڪار، ديندار ۽ پرهيزگار بڻجي پيا. جيڪي بہ ماڻهو سندن حلقهءِ ارادت ۾ داخل ٿيا ٿي، انهن جون سياهہ دليون الله تعاليٰ جي نور معرفت سان منور ٿي ويون ٿي. پاڻ آيلن کي دل کولي روحاني ۽ عرفاني خيرات عطا ڪيائون. فرمايائون: "مان آهيان بيمار پر تبليغ ۾ ويهان ٿو تہ مون کي خبر نہ ٿي لڳي".

چوندا آهن تہ : "وڏي ڏک ۽ غم اچڻ سبب پيا ننڍا فڪر ۽ درد ياد نہ رهندا آهن". حضرت پير مٺا سائين جي دل ۾ بہ دين جو درد ۽ امت جو فڪر ايتريقدر هيو جو تبليغ ۾ وڃڻ تہ ڪين پنهنجي بيماري ۽ تڪليف جو ذري برابر احساس نہ رهندو هيو.

روزانو فجر نماز بعد جماعت کي مراقبو ڪرائيندا هئا، پوءِ اڪثر ڪري سياري توڙي اونهاري ۾ منجهند جو يارهين ٻارهين تائين وعظ نصيحت ڪندا هئا. عمر جي آخري ايام ۾ تہ اڪثر ائين ٿيندو هيو جو پاڻ فجر پڙهي جو نصيحت ڪرڻ ويهندا هئا تہ ان فجر واري وضو سان ٻيهريءَ نماز پڙهائي پوءِ حويلي ۾ واپس ويندا هئا. اهو سارو وقت مسلسل تقرير پر تاثير فرمائيندا رهندا هئا. شام جو وري عصر نماز کان مغرب تائين نصيحت ڪندا رهندا هئا. رات جو بہ جڏهن پاڻ عشاء نماز لاءِ ٻاهر ايندا هئا تہ جيڪڏهن رستي ۾ ڪنهن ماڻهوءَ ديني مسئلو پڇيو تہ پاڻ اتي ئي بيهي رهندا هئا. بيٺي بيٺي ڪلاڪن جا ڪلاڪ گذري ويندا هئن. نوجوان فقير بہ پيا پير مَٽائيندا ۽ هيڏي هوڏي پيا ٽيڪ سيڪ ڏيندا هئا. پر پاڻ هڪ هنڌ بيٺا هوندا هئا. سندن داماد مولانا غلام فريد ڪرسي کڻي ايندو هيو. پر ڪرسي ائين خالي پئي هوندي هئي ۽ پاڻ ڪلاڪن تائين بيٺي نصيحت پوري ڪري نماز پڙهائيندا هئا. جماعت کي هن طرح دلداري ڏيندا هئا تہ دين جو هڪ مسئلو سکڻ يا سيکارڻ سڄي رات جي عبادت کان افضل آهي. سندن گفتار ۾ نهايت درد ۽ جادو نما اثر هوندو هيو جنهنڪري سندن مجلس ۾ جيڪو بہ هڪ دفعو ويهندو هيو ۽ سندن مٺڙي من موهيندڙ گفتار ٻڌندو هيو سو پروانہ جان جانِ قربان ڪرڻ لاءِ بہ تيار ٿي ويندو هيو. پڇاڙي وقت ۾ پاڻ سخت بيمار ٿي پيا ۽ علاج واسطي ٻن حڪيمن کي ٻاهران گهرايو ويو هيو. اڃا حڪيم صاحب علاج شروع ئي ڪن تہ پاڻ ڪين نصيحت ۾ شروع ٿي ويا. اهو ڏينهن جمعي جو هيو. ايڏي تڪليف ۽ ڪمزوريءَ جي

باوجود پاڻ لڳاتار ڇهہ ڪلاڪ تبليغ ڪندا رهيا تان جو ٻہ وڄي ويا. آخر ڪين نماز لاءِ عرض ڪيو ويو. ڪين هلڻ تہ ڇا پر اٿڻ جي بہ طاقت ڪانہ هئي. تبليغ وقت دين جو درد ۽ جنون غالب هيو جنهنڪري ڪين ڪابہ تڪليف محسوس نہ ٿي. تبليغ پوري ٿيڻ سان سندن ڪمزوري وڌي ويئي. سندن داماد ڪين ڦيٿن واري ڪرسيءَ تي ويهاري مسجد تائين وٺي آيو. پوءِ اتان ڪين هٿن تي کڻي صف ۾ ويهاريو ويو. اهڙيءَ حالت ۾ بہ پاڻ نماز جماعت سان ادا ڪيائون. اها سندن ٻاهر آخري نماز هئي. پاڻ اتباعِ سنت، خدمتِ خلق، سخاوت، تبليغ، تقويٰ، تواضع ۽ توڪل ۾ ڪمال ڪري ڏيکاريائون.

**روحاني رنگ:**

رحمتپور جي روحاني روشني جڳ کي معطر ۽ منور بنائي ڇڏيو. هن تربيت گاهہ مان عابدين، زاهدين، عارفين، متقين، مخلصين ۽ علماءِ ربانيين جي هڪ جماعت جُڙي نڪتي. بلڪہ هتان روحاني رهنمائن ۽ سرواڻن ۽ اڳواڻن جو جَمّ غفير جُڙي نڪتو جن ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ جذبن جي ڌم ڌڙي لڳائي ڇڏي.

**جامع مسجد غفاري جي تعمير:**

جڏهن هن مسجد مبارڪ جو ڪم پئي ٿيو تہ پاڻ اچي ويهندا هئا. فقير ڪم بہ پيا ڪندا هئا ۽ ذڪر جذبن جي ڌُم ڌڙي بہ جاري هوندي هئي. وڏا وڏا مولوي عالم بہ ڪم ڪندا هئا. ڪم هلڻ دؤران هڪ ڏينهن حضرت سائين محمد قاسم مشوري صاحب آيا وڏن مولوين کي گارو کڻندي ڏٺائون. فرمايائون: ”سبحان الله حضرت سليمان عليہ السلام بہ ديوَن کان ڪم ڪرايو هيو پر هن جوان بہ جِنَ وهائي ڇڏيا آهن“.

مسجد جي ڪچي اڏاوت هئي جنهن ۾ نم جون ڪامون سيد محمد صالح شاهہ نور پور واري پنهنجي نِمس واري باغ مان هديةً موڪليون هيون. ڪجهہ وقت گذرڻ کان پوءِ ساڳي مسجد شريف کي شهيد ڪري پڪي اڏاوت سان ٻيهر تعمير شروع ڪئي وئي. جڏهن ڇت تائين ڪم پهتو تہ پاڻ فرمايائون مسجد کي شهيد ڪيو وڃي. سندن فرمان تي مسجد کي شهيد ڪيو ويو وري نئين سر ٽن قبن واري مسجد جو ڪم شروع ڪيو

---

① سندن اشارو مسجدِ اقصيٰ جي تعمير طرف هيو.

ويو. وچون گنبذ وڏو ۽ پنهين پاسن وارا ٻہ گنبذ نسبتاً ننڍا رکرايا ويا. جڏهن وچون گنبذ تعمير ٿيڻ وارو هيو تہ ان جي بناوت بہ خوبصورت نہ پئي لڳي. فرمايائون تہ مسجد کي شهيد ڪيو وڃي. ان طرح سان پنج ڀيرا مسجد کي دوبارو ٺاهيو ويو. فرمايائون:

تساں کم پئے کرو تساڈا ثواب پیا ودھسی آخر پنجين ڀيري پنج قبائين مسجد جُڙي راس ٿي.

**فقيرياڻين جي خدمت:**

مسجد جي صحن ۾ هڪ طرف مٿيءَ جا دڙا ۽ ٻئي طرف هيٺاهين هئي. فقيرياڻين عرض ڪيو تہ اسان کي بہ هن مسجد مبارڪ ۾ خدمت جو موقعو ڏنو وڃي. ٻيبين سڳورين حضرت جن کي فقيرياڻين جي اها درخواست پهچائي. هڪ رات مڪمل پردو ڪيو ويو. فقيرياڻين پنهنجي رَوَن جي پلاندن ۾ رلهين تي مٽي ڍوئي. فجر جي نماز تي فقير جو اچي ڏسن تہ مسجد جو سارو صحن سڌو هيو.

**خدمت جو جذبو:**

سندمِ والد ڪريم (حضرت خليفہ محمد الاهي بخش رحمۃ اللہ علیہ) فرمايو تہ هڪ ڏينهن حضرت جن مون کي ۽ هڪ ٻہ ٻيا فقير بہ هٿا اندر حويلي ۾ گهرايو. تيشي چوناري مون کي ڏنائون زمين تي پير سان ليڪو ڪڍي فرمايائون هن جاءِ تي فقيرياڻين جو ڪاڪوس ٺاهيو. مون زندگي ۾ ڪڏهن اوساري ڪو نہ ڪئي هئي. پر مرشد اڳيان عذر ڪرڻو نہ هيو، عرض ڪيم حاضر سائين. پوءِ ڪم شروع ڪيوسين، مون چيو حضرتا اگر ڪاڪوس ڪجهہ وڏو ٺاهجي، جماعت گهڻي اچي ٿي. فرمايائون:

"اساں آپ فقيريں دے ڪاڪوس ڀڄارڻ دے هيلڪ ہوں"

يعني اسان فقيرن جا ڪاڪوس ڀڄارڻ جا هيراڪ آهيون. سندن انهن لفظن تي اسان کي ڏاڍو روئڻ آيو. منجهند ٿي تہ ٻاڻ ڏسڻ آيا. ديوار ڏسي فرمايائون:

"ڪون اکھيسی اے ديوار کاريگر نهيں بڻائي" عرض ڪيم سائين اها سڀ اوهان جي عنايت آهي. بابا سائين فرمايو تہ ان کان پوءِ آءُ مستري ٿي ويس. ٿورو گهڻو گهر جو ڪم ڪار ٻاڻ ڪندو هيس.

**حجرن جي تعمير:**

مسجد مبارڪ جي ٺهڻ بعد مسجد جي اتر ۾ فقيرن جي رهائش لاءِ حجرا مسافر خانا تعمير ڪيا ويا. اندر فقيرياڻين جي رهڻ لاءِ بہ مسافرخانا ڇاپرا ٺاهيا ويا. درگاهہ شريف تي سدائين ڪم پيو هلندو هيو. فرمائيندا هئا اها بہ فقيرن جي رياضت آهي.

**فقيرن جا گهر:**

پاڻ محبت ڪيش فقيرن ۽ خليفن کي حڪم ڪيائون تہ لڏا ڪڻي هتي اچي رحمتپور ۾ رهو. اهي فقير جيڪي مٽن مائٽن جا آزاريا هئا، انهن پنهنجي لاءِ نجات جي راهہ سمجهي. مرشدن جو پاڙو انعام الاهي سمجهي اچي اتي رهيا . پوءِ سٺ سٽر گهر فقيرن جا اچي آباد ٿيا. ان وقت اها بستي اڪيلي نظر پئي آئي. پل واري روڊ کان ان وقت اها پل ڪونہ هئي. درگاهہ جي ڏکڻ طرف قمبر ريلوي لائين جو بند ۽ نظر جو ڳوٺ اهڙي طرح اولهہ طرف ڪا آبادي ڪا نہ هئي. غير آباد زمين هئي. اهڙي طرح اوڀر طرف ريلوي لائين تائين ڪا بہ آبادي نہ هئي. بس پل کان رحمت پور واري گهٽيءَ جي پل پرسان هڪ گهر هيو. درگاهہ عاليہ جي لڳ اتر ۾ هڪ زمين جو نمبر هيو جنهن ۾ ڪٽڪ جي آبادي ٿيندي هئي. اسٽيشن کان درگاهہ عاليہ تائين وچ تي صرف ريلوي ملازمن جا ڪواٽر هئا. هاڻي انهيءَ ساري علائقي جي آبادي کي سرڪاري طور بہ رحمت پور محلو سڏيو وڃي ٿو. هن پاڳ واري بستي ۾ جيڪي پير جا پاڙيسري بنجي رهيا انهن مان ڪجهہ خوشنصيب هي هئا.

1. خليفہ سيد عبدالله شاهہ صاحب جيڪي وصال بعد بہ رحمتپور جي پاڪ مٽيءَ ۾ مدفون آهن.ڪين صديق صفت انسان چئجي تہ شڪ نہ آهي. هڪ ڀيري حضرت قبلہ عالم شاهہ صاحب جي حياتيءَ ۾ سندن حويلي ۾ تشريف فرما ٿيا. فرمايائون تہ : شاهہ صاحب! هي جاءِ جو ٽڪرو توهان کي وڌيڪ ٿا ڏيون. ڪنهن وقت توهان کي ڪم ايندو. هي اهو ئي زمين جو ٽڪرو آهي جنهن ۾ پاڻ مدفون آهن.
2. حضرت سهڻا سائين رحمت الله عليہ بہ پير جي پاڙي ۾ گهر اڏي ويٺا، ان ئي خوشنصيب گهر ۾ سندن فيض جي وارث پڳدار پٽ حضرت سچڻ سائين مد ظلہ العالي جي ولادت ٿي.

پير مٺا سائين پاڻ اچي سندس ڪن ۾ اذان چئي ۽ دعا فرمائي.

3. مشهور واعظ مولوي غلام جعفر سهتو.

4. سائين صاحبزاده خواجه خليل الرحمان جو سهرو محترم فقير گل محمد سهتو.

5. خليفو مولوي عبدالرحمان نانگري.

6. خليفو حافظ محمد زمان مگسي.

7. فقير عبدالڪريم پنجابي جيڪو غفاري مسجد جو بانگو به هيو.

8. فقير محمد عثمان بروهي.

9. خليفه امير الدين بلوچ .

10. خليفو عاشق محمد سيال هنن ٻنهين کي پاڻ رحمتپور شريف جي سماجي نظام جو ناظم مقرر ڪيو هئائون. وغيره

**رحمتپور ۾ روحاني رنگ:**

رحمتپور شريف هڪ روحانيت جو چشمو هيو، بلڪ چشمهءِ آبِ حيات هيو، جتي هزارين عشقِ الاهي جا اڃايا اچي پريم جا پيالا پيئندا هئا. هي هڪ روحاني مڪتب هيو، جتي چوويهه ڪلاڪ ذڪر الاهي جي تنوار جاري رهندي هئي. هتي تعليماتِ تصوف جي عملي تصوير ظاهر نظر ايندي هئي. هتي قرونِ اوليٰ جي صوفياءِ ڪرام جي خانقاهي نظام جي جهلڪ نظر ايندي هئي. هم وقت هتي شريعت ۽ طريقت، حقيقت ۽ معرفت جا سهڻا سبق سيکاريا ويندا هئا. ان کان سواءِ هر اسلامي مهيني جي يارهين تاريخ هڪ عظيم اجتماع ٿيندو هيو. جنهن ۾ هر خليفي کي جماعت سوڌو پهچڻ لازمي هوندو هيو. جڏهن خلفاء ڪرام سنڌ، پنجاب، بلوچستان جي مختلف شهرن، ڳوٺن، وستين ۽ واهڻن مان جماعتون ڪوني قطاري اچي رحمتپور پهچندا هئا ته لاڙڪاڻي جو شهر ماڻهن سان ڀُرندو هيو. ريلوي اسٽيشن ۽ بس اسٽاپن تي ڏاڙهي ڏندڻ ۽ پٽڪي وارن فقيرن جا ميلا متل هوندا هئا. هر پاسي الله الله جون زوردار ضربون هونديون هيون. هر پاسي هڪ عجيب سماءُ نظر ايندو هيو. ايران کان خليفه جلال الدين صاحب ايراني جماعت قطاري ايندو هيو، ته پنجاب کان خليفو حبيب الرحمان ، خليفو .....جماعتون وٺي پهچندا هئا.

ڏهرڪي ڪان خليفو خاوند بخش ڀٽو جماعت سميت ايندو هيو. اتر سنڌ ڪان خليفو رحمت الله جي جماعت فوج در فوج ايندي هئي. خليفه ميان عبدالحليم گادي نشين درگاهه حضرت غلام صديق شهداد ڪوٽي جي جماعت ريل جا گاڏا ڀرجي ايندا هئا. جيڪب آباد ڪان جناب خليفه الله ڏتہ صاحب . ميهڙ جي اردگرد جي جماعت خليفه سائين حاجي بخشل صاحب سوڍر فريد آباد آڻيندا هئا. خليفه سيد غلام حسين شاه قمبر وارا پنهنجي جماعت ۽ جمعيت ساڻ ڪري پهچندا هئا. حضرت سهڻا سائين ڪچي ۽ پار ۽ هر طرف ڪان جماعت ساڻ وٺي ايندا هئا. خليفو ماستر نصيرالدين عرف قاضي صاحب ٽگن پياري ڳوٺ سيتا ڪان جماعت آڻيندا هئا. جناب خليفو ماستر محمد سليمان صاحب ڪلهوڙو بوٿرو باليشاهه وغيره ڪان جماعت آڻيندا هئا. خليفو سائين نور محمد رتڙ خيرپور ڪان جماعت جي فوج وٺي ايندا هئا. خليفو سيد علي محمد شاهه نور پور ڪچي جي تڪ جي جماعت آڻيندا هئا. جناب خليفه حضرت الاهي بخش خانپور ڪڪڙ لاڑ ۽ پار جي جماعت جٿن جا جٿا ساڻ وٺي ايندا هئا. جناب خليفو ميان فضل محمد بروهي صاحب غيبي ديري ڪاڇي جي تڪ جي جماعت آڻيندا هئا. جناب خليفو ميان غلام صديق بروهي صاحب مسڪين پوري پنهنجي تڪ مان جماعت آڻيندا هئا. جناب مولوي در محمد چانڊيو صاحب پنهنجي تڪ ڪنب ۽ منگواڻي ڪان جماعت آڻيندا هئا. جناب حافظ محمد صالح حال وارو مبلغ بنگال لونگ تنيو ۽ جانوري وغيره مان جماعت آڻيندا هئا. جناب سيد سائين عبدالله شاهه رحمتپوري پنهنجي تڪ وارهه ڪاڇي وغيره جي جماعت آڻيندا هئا. ان طرح هڪ سئو سٺ خليفا جڏهن جماعتون ساڻ قطاري رحمتپور ۾ پهچندا هئا تہ واقعي بہ هتي عجيب منظر هوندو هيو.

ٿورڙي ئي عرصي ۾ هن دربار جي شهرت پوري سنڌ ۾ ٿي وئي، سنڌ جي هر ضلعي، هر تعلقي، ڳوٺن ۽ واهڻن مان يارهين شريف لاءِ بسون ڀرجي اچڻ لڳيون. گاڏين جا منشي ”هلو هلو لاڙڪاڻي هلو“ پڪارڻ لڳا. رستن تان ويئل يارهين جا راهگير ڪٽندي ڪٽندي بسون ۽ گاڏيون ڀرپور ٿي لاڙڪاڻي اچي لهنديون هيون. تر پاسي جا ماڻهو پيادل پنڌ قافلن جا قافلا اچي رحمتپور پهچندا هئا.

پير سائين بہ انهن مٿان خصوصي فيوضات جي پالوٽ فرمائيندا هئا. دل کولي خيرات روحاني ڏيندا هئا. اچڻ وارن جا اندر اُجاريندا ۽ سينا سنواريندا هئا. فرمائيندا هئا:

*فقيرو تُساں آتے وڈے ادب نال ملدے ہو، مي ڈي دل ول تساڈے نال آملدی ہے۔*

*ميں تُساڈا قدر نہ کيتا، ميں اسٹيشن تے تساڈے استقبال خاطر آواں ہا۔*

بس پوءِ تہ فقيرن مٿان روج ۽ راڙو طاري ٿي ويندو هيو. پاڻ صبح جي نماز پڙهي مجلس کندا هئا تہ منجهند تائين مجلس جاري هوندي هئي. آخري عمر ۾ تہ سندن دستور اهو ٿي ويو جو فجر جي وضو سان ظهر نماز پڙهائي پوءِ حويلي ڏانهن ويندا هئا. وري جو حويلي ۾ ويا تہ اتي مستورات ۾ مجلس جاري ٿي ويندي هئي. هڪ ڏينهن فرمايائون:
فقيرو هي عاجز سمجهيون ويٺو آهي تہ اوهان ٿڪجي پيا آهيو، پر پوءِ بہ اوهان کي نہ ٿو ڇڏيان، جو وري الائي اهڙا موقعا هٿ اچن الائي نہ ! پوءِ فرمايائون تہ هڪ ماڻهو زال کي طلاق ڏني پوءِ وري ان کي مُکن جي مار ڏنائين. مائي چيس طلاق بہ ڏنئي هاڻي مارين ڇوٿو؟ چيائين وري الائي هٿ اچين الائي نہ سو ہہ ٿي مُکون تہ هڻي وٺانءِ.

*فقيرو ول تُساں مي ڈے ہتھ آئو الائے نہ آئو، ميں ول تساں کوں ہتھ آواں الائے نہ آواں۔*

**عورتن جو عظيم اجتماع:**

هن روحاني ميڙاڪي ۾ نہ صرف مرد حاضر ٿيندا هئا پر هزارن جي تعداد ۾ اهلِ ذڪر مستورات بہ اسلامي پردي ۾ ملبوس ٿي، پنهنجي وارثن سان گڏجي ايندیون هيون. درگاهہ ۾ اندر عورتن لاءِ الڳ رهائش گاهہ ۽ ديگر انتظام ٿيل هوندو هيو. زناني حصي ۾ ستن سالن جي ڇوڪري کي اندر وڃڻ جي اجازت نہ هئي ۽ ستن سالن جي نياڻي کي ٻاهر فقيرن ۾ اچڻ ممنوع هيو. اهو دستور اڄ تائين بہ جاري آهي. عورتن جي سکيا ۽ تربيت لاءِ پير منا سائين رحمت الله عليہ جي نياڻي حضرت بيبي آسيہ معلمہ مقرر هئي. عورتن کي حيض نفاس جي مخفي مسئلن ، نماز روزي جي فقهي مسئلن سان گڏ روحاني ۽ اخلاقي تربيت بہ ڏني ويندي هئي. ان تربيت گاهہ مان هزارين عورتون ديني مسائل جون عالمائون بنجي نڪتيون، جن وري وڃي پنهنجي ڳوٺن شهرن ۾ ٻين کي مسائل سيکارڻ شروع ڪيا.

**غفاري جماعت جا نشان :**

غفاري جماعت توڙي جو هزار خويين جو مجموعو آهي. احياءِ سنت جي امين جماعت آهي. پوءِ بہ خصوصي طرح هن جماعت جون علامتون آهن.

**”ڏنڍڻ، ڏاڙهي، پٽڪو ۽ تهجد“ ۽ ذڪر الله الله الله “**

علاوه ازين جذبو جماعت جي سُجاڻ آهي. ”حق پير مٺا“ چوڻ هن جماعت جواهڃاڻ آهي. ٿلهن مڻڪن واري تسبي وڄائي حلقو مراقبو ڪرڻ هن جماعت جي نشاني آهي.

**هڪ ڀيري** جماعت غفاريہ جو خانپور ۾ ميڙاڪو هيو. ماڻهو رات جو جلسو ٻڌي بيگاهہ وقت ۾ واپس وريا انهن ۾ هڪ ٻہ نوان بہ هئا. پوليس انهن کي پڪڙيو پڇائون اسان جلسي تي ويا هئاسين، مريد آهيون. صوبيدار چيو تہ ان جماعت جي علامت آهي ڏنڊڻ اگر اوهان وٽ آهي تہ اوهان کي اجازت آهي ورنہ اوهان کي آواره گردي جي ڏوهہ ۾ جيل موڪليندا اسين. سڀني وٽ ڏنڊڻ هئا. انهن کي ڇڏي ڏنائون جيڪي نوان هئا انهن وٽ ڏنڊڻ نہ هئا تہ انهن کي پوليس گرفتار ڪيو. صبح جو ضمانت تي آزاد ٿيا. اها خبر ڪين پئي. فرمايائون سنتن سبب آخرت ۾ بہ ائين ملائڪ ڇڏي ڏيندا.

**غفاري جماعت مٿان ڪيفياتِ حالات ووارادات:**

غفاري جماعت جي فقراءَ مٿان الله ڪريم جون عظيم مهربانيون هيون. مديني واري مير ﷺ جون خصوصي نگاهون هيون.

- ڪيترا فقير هئا جن کي رسول الله ﷺ جو ديدار ٿيندو هيو. حضرت خليفہ حافظ محمد صالح کي مراقبي ۾ حضرت حبيب ڪريم ﷺ جو ديدار ٿيندو هيو. مسائل جو جواب وٺندو هيو. حاجي امام بخش سجاڳي ۾ مٿي جي اکين سان حضرت حبيب ڪريم ﷺ جو ديدار ڪيو هيو.
- ڪيترا اهڙا فقير هئا جيڪي ملائڪن کي اکين سان ڏسندا هئا. جيئن جمعدار خليفہ الله ڏتو مراقبي ۾ ويهندو هيو تہ ملائڪن جو مشاهدو ڪندو هيو.

- جماعت ۾ ڪيترن فقيرن جو قلب ظاهر ظهور هلندو هيو. خليفي ماستر محمد سليمان ڪلهوڙي باليشاهه واري جي دل ظاهر ظهور هلندي نظر ايندي هئي. اسڪول جي ڊيوٽيءَ تي ويندو هيو تہ دل پئي هلندي هيس. هر ڪو پيو ڏسندو هيو.
- سيد غلام نبي شاهه نور پوري جي همشيره صاحبہ جنهن کي قلب جو ذڪر سائين سيد پيلي رڪئي شاهه ذڪر جي تلقين ڪئي هئي، ان سائڻ جو قلب مبارڪ هلندو هيو پر قلب جي هلڻ جو آواز بہ ٻڌڻ ۾ ايندو هيو.
- منهنجي امڙ سائڻ بيان ڪندي آهي تہ سندس وَرُ (منهنجا مرشد ڪريم محبوب الاهي) آرامي هوندا هئا تہ سندن دل مان الله الله جو آواز آءُ ڪنن سان ٻڌندي هيس.
- ڪافي فقيرن مٿان نزولِ ارواح ٿيندو هيو.
- ڪيترا فقير روءُيا صالحہ ۾ عجيب اسرار ۽ انوار مشاهدو ڪندا هئا.
- جماعت جي اڪثر ويجها فقير ترڪ ماسوي الله جي مقام پهتل هئا.
- فقير هڪ ٻئي کي ڏسندا هئا تہ بي اختيار انهن جي زبان مان اسم ”الله “ نڪري ويندو هيو.

**بلوچستان پهريون عارضي مرڪز:**




**ڪوئيٽه ۾ ڪامل جا قدم:**

لاڙڪاڻي جي شديد گرمين سبب پاڻ رمضان جي روزن رکڻ لاءِ ڪوئٽه ويا. اتي حده محلو ڪوئيٽه ۾ بزرگ ميان عبدالله حدوي جي مسجد ۾ جمعه نماز پڙهندا هئا. سندن روحاني محافل اتي به جاري رهنديون هيون. بهانو ته گرمين جو هيو پر اصل مقصد ڪوئيٽه جي ڪٺور دل ماڻهن کي ذڪر قلبي جي چاشني چکائڻ هيو. اتي ڪثير تعداد ۾ ماڻهو سندن صحبتن مان مستفيد ٿيا. مذڪوره مسجد ۾ صاحبزاده خواجه خليل الرحمان جمعه تي تقرير ڪئي. پاڻ "الله لا اله الا هو الحي القيوم" تي ٽي جمعا بيان ڪيائون. ستاويهين تي واپس ٿيا ته حُدوي بزرگ فرمايو ته صاحبزادي کي اسان وٽ ڇڏيو ته تفسير پورو ڪن. نه ته اسان کي عمر ڀر جي حسرت رهندي. پاڻ فرمايائون ته عيد کان پوءِ ايندو. پوءِ پاڻ عيد بعد ويا. چار جمعا ٻيا اتي رهيا تفسير مڪمل ڪيائون.

**يتيم جي مال مان خيرات:** پاڻ جڏهن ڪوئيٽه کان موٽيا ته خبر پئي ته رحمتپور شريف جو رهواسي فقيرُ مشتاق احمد جيڪو ننگر جو مال سنڀاليندو هيو، سو وفات ڪري ويو آهي ۽ ان جي زال سندس ڪپڙا فقيرن ۾ تقسيم ڪيا. پاڻ جڏهن اها خبر ٻڌائون ته جن ڪپڙا ورهايا ۽ ورتا هئا انهن مٿان سخت ناراض ٿيا. فرمايائون: فقير مشتاق جا ٻارڙا صغير يتيم آهن انهن جي مال مان خيرات نه ٿي ڪري سگهجي. جن ڪئي آهي انهن غلط ڪيو آهي ۽ جن ورتا آهن انهن به غلط ڪيو آهي. پوءِ انهن فقيرن کان ڪپڙا واپس ورايائون ۽ انهن کي جوڳي سزا به ڏنائون. جيئن اڳتي ڪو به اهڙو ڪم نه ڪري.

## باب پنجون

سِرُّ الاَسرار في عقائدِ شيخنا محمد عبد الغفار




عبادتن جي قبوليت جو دارو مدار عقيدي جي درستي تي هوندو آهي. اعمال ڪهڙا بہ سهڻا ڇو نہ هجن پر جي عقيدو صحيح نہ آهي تہ اهي اعمال بيڪار بنجي پوندا آهن. عبادت کان اول عقيدي جي درستي ضروري هوندي آهي.

حضرت پير مٺا سائين رحمۃ اللہ عليہ جا عقيدا جماعت اهلسنت سوادِ اعظم مطابق هئا. پاڻ فقہ ۾ امام ابوحنيفہ جا مقلد "حنفي المذهب" هئا.

پاڻ امام رباني مجدد الف ثاني جي تعليمات مطابق وحدة الشهود جا قائل هئا. رسول الله ﷺ کي نُور مڃيندا هئا ۽ ڪائنات مدد وٺڻ کي نہ صرف جائز سمجهندا هئا پر پنهنجي شعرن ۾ پاڻ مدني ڪريم کي الغياث چئي سڏڙا ڪري مدد لاءِ پڪاريو اٿن. رسول الله ﷺ جي علم غيب عطائي ڪُلي جا قائل هئا.

صحابہ ڪرام ۾ سڀني کان افضل سيدنا ابوبڪر صديق کي سمجهندا هئا، پوءِ سيدنا عمر پوءِ سيدنا عثمان پوءِ سيدنا علي رضوان الله عليهم اجمعين کي افضل سمجهندا هئا.

اولياءَ الله جي شان عزت ۽ عظمت جا وڪيل هئا. پنهنجي نياڻي جيڪا سندن مرشد جي نڪاح ۾ ڏني هئائون، ان جي مزار مٿان پنهنجي نگراني ۾ قبو ٺهرايو هئائون.

پاڻ عظيم مصلح هئا. سندن شخصيت آفاقي ۽ بين الاقوامي هئي. الله ڪريم کين اصلاح امت لاءِ منتخب فرمايو هيو.

پاڻ فرمائيندا هئا تہ اسان نہ بريلوي آهيون نہ ديوبندي آهيون. پاڻ شيعن ۽ وهابين کان سخت نفرت ڪندا هئا. پاڻ افراط ۽ تفريط کان بچڻ وارا هئا. سندن عقائد بابت ڪجھ هن باب ۾ ڪجھ ايندڙ بابن ۾ ملاحظو ڪندا.

**اول عقيدا صحيح ڪيو:** فرمايائون اعمالِ صالحہ کان اڳ عقائد جي درستگي ضروري هوندي آهي. عمل سُٺا هجن پر جي عقيدا سُٺا نہ آهن تہ اعمال جي ڪا قيمت نہ آهي.

**الله وحده لاشريڪ آهي:** فرمايائون: الله تعاليٰ پنهنجي ذات ۽ صفات ۾ وحده لا شريڪ آهي. ڪو بہ سندس مٽ ثاني يا شريڪ ناهي.

**رسول الله ﷺ حيات النبي آهي:** فرمايائون مُلان چون ٿا نبي ڪريم ﷺ وفات ڪري ويو چُٽو. معاذ الله. اسان جو سھڻو نبي ڪريم ﷺ حيات آهي. اسان کي هت ڏسي ٿو. حضور جن کي اهڙي حياتي آهي جو هي اسان جون هزار حياتيون ان جي ذري سان ملي نہ ٿيون سگهن. شهيد جي زندگي بابت قرآني نص موجود آهي. نبين جو شان ۽ مقام يقيناً شهيدن کان مٿي آهي. شهادت جو درجو ملندو ئي نبين جي طفيلئون آهي. هزار شهيد گڏ ڪجن تہ نبين جي شان برابر ٿي نہ ٿا سگهن. الله ڪريم درجا بيان ڪيا آهن.

لَّهُعَلَيۡهِم مِّنَ ٱلنَّبِيِّـۧنَ وَٱلصِّدِّيقِينَ وَٱلشُّهَدَآءِ وَٱلصَّٰلِحِينَۚ وَحَسُنَ أُوْلَٰٓئِكَ رَفِيقٗا [النساء/69]

پهريون درجو نبين جو آهي پوءِ صديقن جو پوءِ شهيدن جو پوءِ صالحن جو. هاڻي شهيد زنده باقي نبي مُرده معاذ الله.

**نبي ڪريم باخبر آهن:** الله ڪريم کين غيبي علم عطا ڪيو آهي. ڏسو ابو جهل مُٺ پٿرين جي ڀري آيو اي محمد ﷺ ٻڌايو تہ هن ۾ ڇا آهي؟ سھڻي نبي ڪريم ﷺ فرمايس تہ مان چوان يا اهي خود ڳالهائن پوءِ پٿرين اندران ڪلمو پڙهيو. اهو علم غيب ناهي تہ پيو ڇا آهي؟ امام رباني رحمة الله عليه فرمايو تہ منهنجي طريقي ۾ قيامت تائين جيڪي داخل ٿيندا مون کي انهن جون شڪليون ڏيکاريون ويون انهن جا نسب ۽ قبيلا بہ ڄاڻان ٿو.

**امت جي اعمال جو علم رکن ٿا:** فرمايائون اسان جو نبي حيات آهي. ڪيس امت جي عملن جي خبر پوي ٿي. هاڻي ٻڌايو بُرا عمل ڪري پوءِ سندن اڳيان ڪهڙو جواب ڏيندؤ. عشقِ رسول جا غزل پڙهڻ سولا آهن عاشقِ رسول ٿي ڏيکاريو. هڪ ماڻهو هيو جيڪو غزل پڙهندو هيو. سارا لوک مدينے جاندا ہے، ميرا آوڻ ڪيوں نہيں بھاندا ہے

غزل تہ اهو پڙهندو هيو پر ان جا عمل تمام برا هئا.

**نبي ڪريم ﷺ کي الله پاڪ علمِ غيب عطا ڪيو آهي:**

دربار رحمتپور شريف ۾ هڪ ڏينهن حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ جيئن فجر نماز پڙهي ويٺا تہ خليفي مولوي عاشق محمد عرض ڪيو تہ هڪ مولوي آهي ۽ ڪجهہ شڪ شڪوڪ اٿس. پاڻ فرمايائون تہ سامهون اچي ويهي. پوءِ اهو اچي سامهون ويٺو ۽ سوال ڪيائين تہ ڪالهہ سائين جن علم غيب بابت تقرير ڪئي ۽ علم غيب نبي ڪريم ﷺ ۽ ولين لاءِ ثابت ڪيو ۽ مان عقيدن جا ڪتاب گهڻا مطالعي هيٺ رکندو آهيان. جيئن شرح عقائد نسفي ۽ نبراس ۽ فقہ اڪبر وغيره انهن ڪتابن ۾ آهي تہ غيب جو علم الله تعاليٰ کان سواءِ ٻئي جي لاءِ چوڻ ڪفر آهي ۽ حضرت ابراهيم وٽ ملائڪ لهي آيا تہ انهيءَ لاءِ گابو ڪهي طعام تيار ڪيائين ۽ پوءِ طعام نہ کائڻ سبب انهن کان ڊنو جيڪڏهن علم غيب هجيس ها تہ طعام تيار نہ ڪري ها ۽ ڊڄي بہ نہ ها ۽ حضرت يعقوب عليہ السلام کي حضرت يوسف عليہ السلام جي خبر نہ پئي جنهن وقت کوهہ ۾ هيو ۽ حديث ۾ آهي تہ جيڪڏهن ڪو صلواة منهنجي مزار جي مٿان پڙهي ٿو تہ ٻڌان ٿو ۽ جيڪڏهن ڪو پري کان پڙهي ٿو تہ مون تائين پهچائي وجي ٿي ۽ حديث جا لفظ آهن مون تائين صلوات پهچائي وجي ٿي. هاڻي توهان سمجهايو تہ نبي ڪريم ﷺ کي علم غيب ڪيئن آهي؟

پاڻ فرمايائون تہ تنهنجي سوال جو ماحاصل ۽ مطلب اهو آهي تہ سهڻي نبي ڪريم ﷺ کي علمِ غيب ڪونهي ۽ پاڻ نہ ڪِي ڪجهہ ڄاڻن ٿا؟ چيائين هائو.

پاڻ فرمايائون ٻڌ! اسان چئون ٿا سهڻي نبي پاڪ ﷺ کي علم غيب آهي ۽ عطائي ڪُلي آهي ۽ پاڻ هر شيءِ کي ڏسن ٿا. باقي رهيو الله تبارڪ وتعاليٰ سان مساوات سو الله تعاليٰ جو علم غيب خاص الله تعاليٰ سان خاصة الشيءِ مايوجد فيه ولايوجد في غيره سو الله تبارڪ و تعاليٰ کي علم غيب ذاتي آهي ۽ حضرت رسول ڪريم ﷺ کي عطائي آهي ۽ الله تعاليٰ قرآن شريف جي حق ۾ فرمايو آهي تہ قرآن تبيان لکل شيءِ يعني سڀ شيءِ جو بيان ڪندڙ آهي ۽ ٻئي هنڌ فرمايو اٿس.

وَلَا رَطْبٍ وَّلَا يَابِسٍ اِلَّا فِي كِتَابٍ مُّبِيْنٍ [الانعام/59]

يعني ڪا آلي ۽ سُڪي شيءِ رهيل نہ آهي جيڪا قرآن ۾ ذڪر ڪيل نہ هجي.

مطلب تہ سڀ شيءِ جو علم قرآن ۾ آهي ۽ علم غيب بہ شيءِ ۾ داخل آهي. هاڻي جيڪڏهن سهڻي نبي ڪريم ﷺ کي علم غيب جو نہ آهي تہ پوءِ تہ قرآن شريف بابت سندن علم ناقص چئبو حالانڪہ جنهن وقت حضرت جبريل حروف مقطعات ڪڻي آيو ۽ پڙهيائين تہ پاڻ ڪريمن فرمايو: فَهِمۡتُ وري پڙهيائين تہ بہ پاڻ فرمايائون تہ فَهِمۡتُ وري پڙهيائين تہ بہ پاڻ فَهِمۡتُ فرمايائون. جنهن علم جي خبر جبريل کي بہ نہ هئي سو علم نبي ڪريم ﷺ وٽ هيو. سهڻي نبي پاڪ فرمايو آهي تہ :

علمني ربي ادبني ربي يعني مون کي منهنجي رب علم پڙهايو آهي ۽ سيکاريو آهي.

پوءِ جيڪڏهن سهڻو نبي ڪريم ﷺ قرآن جي علم ۾ ناقص ۽ علم غيب جو نہ ڄاڻيندڙ آهي تہ چئبو تہ تعليم ۾ ناقص آهن ۽ اهو نقص ۽ قصور استاد جو چئبو شاگرد کي تعليم چڱيءَ طرح نہ ڏنائين. جيئن توهان مان ڪو وڃي ديوبند مان پڙهي اچي ۽ ان کي علم نہ اچي تہ اهو ديوبند وارن جو قصور چئبو يا تہ شاگردُ ڪم فهمُ چئبو. جو نہ سمجهائين. (هتي ٻئي ڳالهيون محال آهن) ۽ اسان جي تہ دعويٰ آهي تہ علم مان ملان نہ ٿا ڄاڻن توڙي ڪٺي ديوبندي هجن اڇن اهي هڪ سٽ جو مطلب ٻڌائين. اڙي ملان توهان جو خانو خراب ٿيو آهي جو جهٽ پٽ ڪفر جي فتويٰ ڏيو ٿا.

پوءِ فرمايائون تہ مولوي اشرف علي علم غيب جي جيڪا معنيٰ ڪئي آهي اسان ان سان ان معنيٰ ۾ متفق نہ آهيون. غيب جي معنيٰ آهي نامعلوم شيءِ ڄاڻڻ.

غيب اهڙو ڪو ڇڙاڪُو لفظ ٿا سمجهن جو جيڪو ڪنهن جي لاءِ چوي تہ انکي ڪافر ٿا چون. جيئن هڪ ماڻهو ليمي تي چڙندو هيو. ڇوڪرا چون ليمو ليمو تہ وڃي پويان پوين توهان بہ ائين آهيو ۽ الله تعاليٰ فرمايو :

وَلَا يُحِيطُونَ بِشَيۡءٍ مِّنۡ عِلۡمِهِۦٓ إِلَّا بِمَا شَآءَ [البقرة/255]

۽ انجي علم ۾ ڪنهن شيءِ جو احاطو ڪري نہ ٿا سگهن سواءِ ان جي جيڪو چاهي.

۽ ٻئي هنڌ فرمايائين :

عَٰلِمُ ٱلۡغَيۡبِ فَلَا يُظۡهِرُ عَلَىٰ غَيۡبِهِۦٓ أَحَدًا ﴿٢٦﴾ إِلَّا مَنِ ٱرۡتَضَىٰ مِن رَّسُولٍ [الجن/26،27]

الله غيب جو علم ڄاڻڻ وارو آهي. پنهنجو غيب ڪنهن تي ظاهر ڪو نہ ٿو ڪري سواءِ هن جي جو رسولن مان جنهن تي راضي ٿئي. (تہ ان کي ڄاڻائي ٿو)

۽ سهڻي نبي پاڪ ﷺ کان وڌيڪ الله پيو ڪنهن تي راضي آهي؟ ۽ جي حضور تي راضي ناهي تہ پوءِ ڪنهن تي راضي نہ آهي.

باقي رهيو فرق سو امام رباني رحمة الله عليه لکيو آهي تہ سهڻي نبي پاڪ ﷺ جو علم بنسبت علمَ الله تعاليٰ جي محدود ۽ متناهي آهي. الله تعاليٰ جو علم لامحدود ۽ لامتناهي آهي. ڇا پيلا توهان جي خيال موجب جيڪو علم غيب سهڻي نبي پاڪ ﷺ کي عطا ٿيل آهي بس اهو ئي علم الله تعاليٰ کي آهي!! ائين تہ پوءِ الله جو علم محدود ڇئبو حالانڪہ الله جي علم کي ڪا حد نہ آهي ۽ الله تعاليٰ جون عجيب قوتون آهن. پنهنجي ٻانهن کي علم جا ڪيئي ذريعا عطا ڪري ٿو.

هڪ شخص گونگو هوندو هيو ۽ مال چاريندو هيو. ٻار جو مار ڏينس تہ رڳي پيءُ کي هٿن جي آڱرين تي اچي ٻڌائي تہ پڻس سمجهي تہ اڄ ٻارن مار ڏني اٿس پوءِ ٻارن کان پڇي تہ ڳالهہ صحيح نڪري پئي. هاڻي ڏسو تہ اشارن سان ڳالهائي ٿو ۽ الله تعاليٰ سندس پيءُ کي ڪيئن بنا گفتگو ڪرڻ جي معلوم ٿو ڪرائي تہ فلاڻي ڳالهہ چوي ٿو.

هڪ شخص جا ڪن صفا بند ۽ ٻوڙيل هوندا هئا پوءِ ماڻهو ڳالهيون ڪن تہ انهن ڏي متوجہ ٿي ويهي ۽ سموريون ڳالهيون ٻڌي پوءِ انهيءَ کان پڇن تہ ڇا سان ٻڌين ٿو؟ چوي تہ اکين سان ٻڌان ٿو.

حيدرآباد جو هڪ شخص مادر زاد انڌو هيو. جهنگ ۾ مال چاريندو هيو. ڪجهہ ديد کانہ پوندي هيس ۽ گهر ۾ بہ اهو مال جي خدمت ڪندو هيو هن فقير بہ ان کي مال چاريندي ڏٺو هيو. ولي الله جو غيب جو علم ڄاڻڻ ۽ انهن تي الهام ٿيڻ قرآن شريف مان ثابت آهي. جنهن وقت حضرت موسيٰ عليہ السلام حضرت خضر عليہ السلام جي ملاقات ٿي تہ چيائين تہ مان توسان گڏجي هلان تہ مون کي ڪجهہ سيکار جيڪي تون سکيل آهين. حضرت خضر عليہ السلام چيس تون صبر نہ ڪري سگهندين ۽ ڪيئن صبر ڪندين ان شيءِ تي جنهن جو علم تو کي نہ آهي آخر ڪار جنهن وقت گڏجي هليس.

حضرت خضر عليہ السلام پيڙي کي ڀڳو تہ حضرت موسيٰ عليہ السلام اعتراض ورتس.
چو ڀڳئي تہ حضرت خضر چيو تہ مون تو کي نہ چيو تہ تون صبر نہ ڪري سگھندين پوءِ
حضرت موسيٰ عليہ السلام چيس تہ مون کان ڳالھہ وسري وئي پوءِ پنڌ ڪيائون تہ حضرت
خضر عليہ السلام هڪ ڇوڪري کي ٻي ڏوهہ ماري وڌو. حضرت موسيٰ عليہ السلام چيس
تہ بي ڏوهي ڇوڪرو قتل ڪري وڌئي ۽ ڪم خراب ڪري وڌئي. چيائين تہ مان نہ چيم تہ
تون هرگز صبر نہ ڪري سگھندين. وري حضرت موسيٰ عليہ السلام عذر ڪيو پوءِ هڪ
شهر ۾ آيا ماني گھريائون تہ انهن شهر وارن ماني نہ ڪار اين تہ بہ حضرت خضر عليہ السلام
هڪ ڀت ڏاهي ان کي تيار ڪيو تہ بہ حضرت موسيٰ عليہ السلام اعتراض ڪيو.
هاڻي ڏسو تہ خضر جي علم جي موسيٰ ڪليم الله کي بہ خبر نہ پئي باقي ملان ڪٿين
ڄاڻندو. حضرت خضر عليہ السلام تشريح ڪري ٻڌايس تہ ٻيڙي ان ڪري ڀڳم جو ظالم
آڏو هيو انهن کان ٻيڙي ڦري ها ۽ هي غريب هئا :

وأَمَّا ٱلغلَٰمُ فَكَانَ أَبَوَاهُ مُؤْمِنَيْنِ فَخَشِينَآ أَن يُرْهِقَهُمَا طُغْيَانًا وَكُفْرًا [الڪهف/80]

يعني پر ڇوڪرو ان ڪري ماريم جو ان جا پيءُ ماءُ نيڪ آهن ۽ اسان کي خوف ٿيو تہ
متان هن جي محبت جي ڪري اهي بہ بي فرماني ۽ ڪفر ۾ پون.
هاڻي حضرت خضر عليہ السلام کي ان ڇوڪري جي ماءُ پيءُ جي نيڪ هجڻ جي خبر
ڪيئن پئي؟ وري ان مقتول ڇوڪري جي بدلي جي باري ۾ چيائين تہ:

فَأَرَدْنَآ أَن يُبْدِلَهُمَا رَبُّهُمَا خَيْرًا مِّنْهُ زَكَوٰةً وَأَقْرَبَ رُحْمًا [الڪهف/81]

يعني پوءِ اسان ارادو ڪيو تہ ان جي عيوض رب انهن کي ان کان وڌيڪ پاڪيزه بدل عطا
ڪري جو رحمدلي ۾ بہ انهن (والدين) جي ويجهو هجي.
۽ حضرت خضر عليہ السلام چو چيو تہ ارادو اسان ڪيو ۽ الله ڏي نسبت نہ ڪيائين هن
ڪري جو قتل ڪم ظاهر ۾ قبيح آهي. احترام ۽ عزت ۽ ادب کان ان جي نسبت الله ڏي
نہ ڪيائين ۽ پڇاڙيءَ ۾ چيائينس تہ مان هي سڀ ڪم پنهنجي خيال سان نہ مگر الله جي
حڪم سان ڪيا. هاڻي معلوم ٿيو تہ غيب جو علم ذاتي خدا جو خاصو آهي باقي عطائي
علم سو تہ قرآن مان ثابت آهي جيئن الله تعاليٰ فرمايو آهي تہ:

لَّهِ عَلَيْكَ عَظِيمًا [النساء/113]

۽ توکي سيکاريائين جو ڪجھ تون نہ ڄاڻندو هئين ۽ اي محبوب تنهنجي مٿان الله جو وڏو فضل آهي.

۽ بريلوين سڀني جو ۽ بعض ديوبندين جو اهو عقيدو آهي تہ حضور نبي ڪريم ﷺ کي علم عطائي آهي ۽ اسان بہ ائين ٿا چئون. باقي جيڪو ذاتي علم چوندو تہ اسان ان کان بيزار آهيون. باقي ديوبندي چون ٿا جزوي آهي ۽ ڪلي جا قائل نہ آهن.

پوءِ فرمايائون ديوبندين جا وڏا امداد الله صاحب مهاجر مڪي ۽ اشرف علي ٿانوي هئا. سلوڪ جي بعض مسائل کي مولوي اشرف علي چڱي نموني بيان ڪيو آهي. الله وارن جو ادب سان نالو ورتو اٿئين. سلوڪ جا مسائل قرآن ۽ حديث مان ثابت ڪيا اٿئين. باقي اختلافي مسائل ۾ اسان انهن سان ٻڌل نہ آهيون اسان ان کان بيزار آهيون. اسان نہ بريلوي آهيون نہ ديوبندي اسان حنفي ۽ نقشبندي آهيون.

(ملفوظات غفاريہ مخطوط مولانا خليفہ عبد الرحمان ڪاتب ملخصاً)

**شانِ اهلبيت:** فرمايائون نبي ڪريم ﷺ جي اهلبيتن جو شان رب اعليٰ ڪيو آهي. رب قرآن ۾ انهن جي تعريف فرمائي آهي. ازواج مطهرات بابت رب فرمايو:

يَا نِسَآءَ النَّبِيِّ لَسْتُنَّ كَأَحَدٍ مِّنَ النِّسَآءِ [الاحزاب: 32]

اي نبي جون گهر واريون اوهان عورتن مان ڪنهن هڪ جهڙيون نہ آهيو.

اهل بيتِ نبوت بابت الله جل جلالہ فرمايو تہ:

لهٗ لِيُذْهِبَ عَنكُمُ الرِّجْسَ أَهْلَ الْبَيْتِ وَيُطَهِّرَكُمْ تَطْهِيرًا [الاحزاب: 33]

الله اهو چاهي ٿو تہ اي نبي جي گهر وارئو اوهان کان هر گناهہ جي پليتي کي دور ڪري ۽ اوهان کي پاڪ بنائي بلڪل پاڪ صاف.

**سيد ۽ علوي:** فرمايائون سيد اهي آهن جيڪي بي بي فاطمہ رضي الله عنها جي اولاد مان آهن. حضرت علي رضي الله عنہ جي ٻين گهروارين مان ٿيل اولاد کي سيد نہ پر عَلوي سڏبو.

---

① پير مٺا سائين جي مسلڪ جي باري هن ڪتاب جي باب "المعاصرين" کي پڙهندا.

فرمايائون حضرت علي رضي الله عنہ پنهنجي پٽن جا نالا ابوبڪر، عمر ۽ عثمان رکيا هئا. حضرت علي رضي الله عنہ جي اگر يارن سان اڻ بڻت هجي ها تہ پنهنجي پٽن تي اهي نالا ڪيئن رکي ها.

**سيدن سان محبت:** فرمايائون هن فقير کي سيد تمام پيارا آهن انهن جي سخت محبت دل ۾ رکان ٿو. پوءِ جهڙا بہ سيد هجن. باقي اهل تشيعت وارن سان منهنجو نهراءُ ناهي. مون پڌو آهي تہ سنڌ ۾ ڪي مولوي شيعن اڳيان پانهون پڌي بيهن ٿا. اهو ڪيئن ٿو ٿهي جيڪي بي بي عائشہ صديقہ رضي الله عنها کي گهٽ وڌ ڳالهائن محبوب ڪريم ﷺ جي يارن کي گاريون ڏين انهن اڳيان پانهون پڌي بيهڻ ڪيئن جائز آهي.

فرمايائون علم ۽ معرفت اصل سيدن جي ميراث آهي. اگر اهي هن راهہ تي اچن تہ جلدي فائدو ماڻن ٿا.

**سيد اسانجا مرشد آهن:** فرمايائون هن طريقي ۾ جيڪو اثر آهي ۽ جلدي فائدو ٿئي ٿو ماڻهو سڌرن ٿا سو بہ انڪري آهي جو اسان جي طريقي ۾ سادات ڪرام جو فيض آهي. حضرت امام جعفر صادق رضي الله عنہ رضي الله عنه هڪ طرف پنهنجي آباءَ ۽ اجداد کان فيض ورتو تہ ٻئي پاسي پنهنجي ناني حضرت قاسم کان، رضي الله عنه جيڪو حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنہ رضي الله عنه جو پوٽو هيو ان کان بہ فيض ورتائين. انڪري هن طريقي ۾ پيٽي طاقت آهي. حضرت امام جعفر صادق رضي الله عنه مجمع البحرين هئا. سندن سيني ۾ فيض جا ٻہ درياء ڪٺا ٿيل هئا.

فرمايائون سادات ڪرام جي عزت فرض آهي. تعظيم ۽ تڪريم لازم آهي اسان جا اهي مرشد آهن. حضرت امام رباني رحمت الله عليہ فرمايو آهي جنهن کي اهلبيت جي محبت ناهي ان جي ايمان ۾ نقصان آهي.

فرمايائون سيدن کي گهرجي تہ غير شرعي ڪمن ۽ منهيات کان بچن.

**افضل البشر بعد الانبياءِ:** فرمايائون : اسان جو عقيدو آهي تہ افضل البشر بعد الانبياء حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنہ آهي. پوءِ حضرت عمر رضي الله عنہ آهي جيڪو اهو عقيدو نہ رکي تہ اهو حنفي نہ آهي ڪا ٻي بلا آهي.

حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنہ بابت پاڻ ڪريم ﷺ فرمايو آهي تہ:

ما صب الله في صدري شيأ الا وصببته في صدر ابي بكر رضي الله عنه (تفسير حقي ج 5/ ص 185)

الله ڪريم جو ڪجھ منهنجي سيني ۾ پلٽيو هيو سو مون ابوبڪر جي سيني ۾ پلٽيو آهي. ان ڪري نبين کان بعد حضرت ابوبڪر افضل البشر، خير البشر بلڪ سيد البشر آهي. اهو اهلسنت جو عقيدو آهي جنهن جو اهو عقيدو نہ آهي اهو اهلسنت جو نہ آهي.

**افضليت صديقِ اڪبر:** فرمايائون الله جي ذات کان بعد ساري ڪائنات ۾ سڀ کان وڏو شان ۽ رتبو سهڻي نبي ڪريم ﷺ جو آهي. پاڻ سڀ نبين جا امام قائد ۽ اڳواڻ آهن. سڀ نبين کان بعد اڳين پوين سڀ انسانن ۾ بهتر حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه آهي. پوءِ حضرت عمر رضي الله عنه فاروق آهي جنهن انهن ٻنهين تي ڪنهن ٻئي کي فضيلت ڏني سو حنفي نہ آهي.

**مولوي خوشي محمد :** فرمايائون مولوي خوشي محمد هن جماعت جو مخالف آهي. پهريون هن فقير کي ان ڏانهن ڪجھ دل تي ملال هيو پوءِ هڪ سيد ان جي صحبت ۾ ويهڻ وارو آيو ان ٻڌايو تہ مولوي صاحب جو عقيدو آهي تہ افضل البشر بعد الانبياء حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنہ آهي. ان ڏينهن کان وٺي اهو دل جو ملال لهي ويو جو سنت جماعت جو عقيدو اٿس باقي منهنجو مخالف آهي ۽ مون کي گهٽ وڌ ڳالهائي ٿو ان جو مون کي ملال نہ آهي. مون کي پيا ئي گهڻا گهٽ وڌ ڳالهائڻ وارا آهن.

**ولي الله مرندا ناهن:** فرمايائون : چندي خور ملان چون ٿا تہ ولي الله مري ويا مٽي ٿي ويا ڪا طاقت ڪا نہ اٿن حالانڪ رب فرمايو :

لَهِ أَمْوَاتٌ بَلْ أَحْيَاءٌ وَّلٰكِنْ لَّا تَشْعُرُوْنَ [البقرة: 154]

۽ جيڪي الله جي راھ ۾ قتل ڪيا ويا آهن انهن کي مئل نہ سڏيو بلڪ اهي زنده آهن ۽ پر اوهان نہ ٿا ڄاڻو.

فرمايائون اولياء الله جو وڏو شان آهي اهي نبي ڪريم ﷺ جا نائب آهن. اهي برزخ مثل آهن الله ۽ ٻانهن جي وچ ۾ وسيلو آهن.

اولیا را هست قدرت از الٰه ❁ تیر جسته باز گرداند ز راه

ولين کي الله وٽان طاقت مليل آهي جيئن تير به واٽ کان موٽائي سگهن ٿا.

ولي نبي نه آهن پر نبين جي رنگ ۾ آهن. *نبی نیست لیکن برنگِ نبی*

صديقن جو درجو شهيدن کان مٿي آهي. نبين جو درجو صديقن کان مٿي آهي. جي شهيد زنده آهن ته صديق ۽ نبي ڇو نه زنده آهن.

**ولي وسيلو آهن:** فرمايائون ولي الله وسيلو آهن رب فرمايو:

لَّهَ وَابْتَغُوْا إِلَيْهِ الْوَسِيلَةَ وَجَاهِدُوْا فِي سَبِيلِهِ لَعَلَّكُمْ تُفْلِحُونَ [المائدة/35]

اي ايمان وارئو الله کان ڊڄو ۽ ان ڏانهن وسيلو تلاش ڪيو ۽ ان جي راهه ۾ جهاد ڪيو ته پڪ سان اوهان ڪامياب ٿي ويندا.

**ولين جو توجه:** فرمايائون اولياءَ جي توجه ۾ وڏي تاثير هوندي آهي. توجه سان جذبو پيدا ٿيندو آهي. جيئن تير نشاني تي لڳي. پر توجه جي تاثير صاحبِ توجه جي حال ۽ مقام مطابق هوندي آهي.

**مٺن جي ماني:** فرمايائون منهنجو پير ملائپ کان منع ڪندو هيو. ميتن جي ختمن جون مانيون کائڻ کان به منع ڪندو هيو. اهي مانيون طبيعت ۾ تڪاسلي ۽ سستي پيدا ڪن ٿيون.

**اولياءَ الله مجتهد آهن:** فرمايائون بعض اولياء مجتهد جي درجي تي فائز هوندا آهن. انهن کان اگر ڪا غلطي ٿي وڃي ته به ان کي هڪوڙ اجر ملندو. امام رباني مجتهد هيو.

**امداد اولياءَ الله:** فرمايائون ولين کان مدد وٺڻ قرآن مان ثابت آهي ۽ انهن جو مدد ڪرڻ به قرآن مان ثابت آهي. حضرت سليمان عليه السلام پنهنجي وزير کان مدد ورتي جڏهن چيائين:

قَالَ عِفْرِيتٌ مِّنَ الْجِنِّ أَنَا آتِيكَ بِهِ قَبْلَ أَنْ تَقُومَ مِنْ مَّقَامِكَ وَإِنِّي عَلَيْهِ لَقَوِيٌّ أَمِينٌ (39) قَالَ الَّذِي عِنْدَهُ عِلْمٌ مِّنَ الْكِتَابِ أَنَا آتِيكَ بِهِ قَبْلَ أَنْ يَّرْتَدَّ إِلَيْكَ طَرْفُكَ فَلَمَّا رَآهُ مُسْتَقِرًّا عِنْدَهُ قَالَ هَذَا مِنْ فَضْلِ رَبِّيْ [النمل/39، 40]

ڏسو الله جي نبي الله جي ولي کان مدد ورتي الله کي عرض نہ ڪيائين ان کان مدد نہ ورتائين. بي بي بلقيس جي مسلمان ٿيڻ جو بہ علم هيس. پاڻ کي طاقت هوندي بہ ولي کان مدد ورتائين ان جو شان ۾ طاقت ظاهر ڪيائين.

ان ولي تختِ بلقيس توجہ سان آندو. اولياء الله جو توجہ ۾ تصرف برحق آهي. جذبو بہ ان توجہ جي ثمرات مان هوندو آهي. جذبي وارو اگر حور بہ اڳيان اچيس تہ ان ڏانهن اک کڻي بہ نہ نهاريندو پر جذبي جي حالت حقيقي سو هجيس.

**ٿانوي بابت فرمايائون :** منهنجي مرشد جي اڳيان مولوي اشرف علي ٿانوي شاهہ جو گفتگو نڪتو پاڻ فرمايائون مولوي اشرف علي عالم هيو. باقي الله وارو هجڻ ۽ صاحبِ باطن هجڻ ٻي شيءِ آهي. برابر منهنجي پير جو چوڻ سچو هيو اسان کي ان جا گهڻا مريد مليا آهن پر قلب جي اصل خبر بہ ڪانہ اٿن.

**خارجي ۽ رافضي :** فرمايائون خارجي ٽن يارن کي مڃن ٿا پر حضرت علي رضي الله عنه کي ۽ اهلبيتن کي نہ ٿا مڃن. عطاء الله شاهہ بخاري چوندو هيو تہ ٻنهين کي آمهون سامهون ڪري ٻنهين مان رسو ڪڍجي تہ پاڻ ۾ وڙهو اسان توهان جي جنگ ڏسون.

فرمايائون عطاء الله شاهہ بخاري انهن چنڙيالن کي جيڪي چنڙ ڪڍيو درگاهن تي ويٺا آهن انهن کي ۽ شيعن کي چوندو هيو تہ اسان جي وڏن توهان جو ڪهڙو ڏوهہ ڪيو آهي جو انهن جي مقبرن تي ويهي ٿا غير شرعي ڪم ڪيو. وڃو وڃي پنهنجي ابن ڏاڏن جي قبرن تي وڃي مرو.

**اللّٰہ وارن جي سڃاڻ :** فرمايائون الله وارن جي سڃاڻ ڏاڍي ڏکي آهي. هر ڪو انهن کي سڃاڻي نہ سگهندو آهي ڇو تہ حديث قدسي ۾ آهي تہ : اوليائی تحت قبائی لا يعرفهم غيری

منهنجا دوست منهنجي قدرت واري ڪُرتي ۾ ڍڪيل آهن انهن کي مون کان سواءِ ڪونہ سڃاڻيندو آهي. ڇو تہ انهن جي سڃاڻ خود خدا جي سڃاڻ آهي. امام رباني فرمايو آهي :

من عرفهم وجد الله جنهن الله وارن کي سڃاتو ان الله کي لڌو.

عام ماڻهو چوندا آهن ادا فقير وٽ وياسين هائو نيڪ آهي باقي اها شيءِ سا ڀي آهي. اها ماڻهن جي ڀُل آهي. عوام کالانعام کي ڪهڙي ڪل تہ ولي ڇا آهي؟

جنهن کي رب باطني اک ڏيندو آهي اهو الله وارن کي سڃاڻي وٺندو آهي.
حضور نبي ڪريم ﷺ فرمايو آهي تہ من رآني فقد رالحق جنهن مون کي ڏٺو ان حق کي ڏٺو. اهو ڏسڻ ڇا آهي؟ ظاهري اکين سان تہ ابوجهل بہ ڏسندو هيو.
اگر صرف ظاهري ڏسڻ فائدو ڏئي ها تہ فرعون جي جهولي ۾ حضرت موسيٰ عليہ السلام پلجي وڏو ٿيو هيو پر اهو ڏسڻ اڃا ڪا ٻي شيءِ آهي.
**اقسامِ اولياءَ الله** : فرمايائون طبيعتن جي اعتبار کان ولي ٻن قسمن جا هوندا آهن. هڪڙن جي طبيعت ۾ جلال هوندو آهي. اهي موسوي المشرب هوندا آهن.
جن جي طبيعت ۾ جلال هوندو آهي انهن سان نهايت احتياط سان پيش اچڻو پوندو آهي. اهي جو لفظ ڪڍندا آهن ائين ٿي پوندو آهي پوءِ جيڪي انهن وٽ بي ادبي واري انداز سان پيش ايندا آهن اهي جلدي تباھ ٿي ويندا آهن. ٻين جي طبيعت ۾ جمال هوندو آهي. اهي محمدي المشرب هوندا آهن. انهن کان امت کي تمام گهڻو نفعو حاصل ٿيندو آهي.
**جهنڊي جي پوڄا** : فرمايائون جاهل ماڻهو جهنڊو کوڙي ان کي رنگ برنگي ٻَتِيُن سان سينگارن ٿا ان جي پوڄا ڪن ٿا ان کي طواف ڪن ٿا ان ڏانهن پٺي نہ ٿا ڪن. جهنڊي کان مرادون گهرن ٿا ، اهي جاهلاڻيون ۽ مشرڪانہ رسمون آهن. جهنڊو بہ اهڙو جو ڪيئي ماڻهو گڏ ٿين تہ مس اپو ڪن. وري چون تہ اهو غازي عباس جو جهنڊو آهي. حضرت عباس رضي الله عنه بہ تہ انسان هيو اهو جهنڊو هٿ ۾ کڻي گهوڙي تي چڙهي هلندو هيو. جهنڊو ان وقت جنگ ۾ کڻندا هئا لشڪر ۽ سالار جي سڃاڻ هوندو هيو. هن وقت ڪهڙي جنگ آهي جو جهنڊو کڻن ٿا. مسلمان سڏائن وري جهنڊي جي اهڙي پوڄا جو ڪافر بہ ٻتن جي اهڙي پوڄا ڪونہ ڪن. اهي ماڻهو حبدار سڏائن ٿا پر ڪم اهلبيتن جي ناراضگي وارا ڪن ٿا. اهلبيتن جا نالا اڌورا وٺن ٿا. هڪڙو حبدار ماتم ڪري ڪري ٿڪجي پيو. ساهہ کڻڻ لاءِ ويٺو تہ سگريٽ جو سوٽو هٿي دونهون ٻاهر ڪڍي چوي هئہ حسين. وري سوٽو هٿي چوي هئہ حسين. ٻيا چون واهہ جو حبدار آهي ٿڪجي پيو آهي تہ بہ پٽڻ کان بس ڪونہ ٿو ڪري.

**اولياء الله جي نگاهہ پاڪ هوندي آهي :** فرمايائون الله جو ولي جڏهن فناءِ نفس ڪائي موٽي ٿو تہ ان جو جسم موهوب من الله هوندو آهي. نفساني رزائل سيئہ ۽ عادات شَنيئہ کان پاڪ ٿيل هوندو آهي. اهو ولي سهڻي نبي ڪريم ﷺ جو نائب هوندو آهي اهو اگر تعليماتِ دين لاءِ عورتن کي سامهون تلقين ڪري تہ جائز آهي.

حضرت رسول ڪريم عليہ افضل التحيات والتسليمات عورتن جي منهن پوندا هئا. ان مسئلي ۾ علماء جو اختلاف آهي. مولوي اشرف علي لکيو آهي تہ ڪو نہ پوندا هئا. انور علي شاهہ لکيو آهي تہ پوندا هئا. انور علي شاهہ اشرف علي شاهہ کان حديث جي فن ۾ وڏيڪ آهي.

اهو ولي الله جو فاني ٿي ويو سو طبيب جي مثال آهي. جهڙي طرح علاج خاطر عورت کي طبيب جي منهن لڳڻ جائز آهي تهڙي طرح ولي الله جي سامهون اچڻ بہ جائز آهي.

اگر فنائيت حاصل ڪيل نہ آهيس تہ مرشد بنجڻ جو لائق ئي ناهي. اهو ناقص آهي.

حضرت امام رباني فرمايو آهي تہ :

*ناقص ناقص راکامل نمی کند* ناقص ناقص کي ڪامل نہ ٿو ڪري.

**ولين مٿان قبا :**

حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ اولياءِ ڪرام جي مزارن جي مٿان زائرين جي سک ۽ سهولت لاءِ ڇپر ڇانوَ يا قبر مٿان قبي بنائڻ جا نہ صرف قائل هئا بلڪہ ان تي عامل هئا. سندن نياڻي جيڪا پنهنجي مرشد جي عقدِ نڪاح ۾ ڏني هئائون ان جي وصال پُر ملال بعد پاڻ انجو قبو تعمير ڪرايو هئائون. جيڪو غفاري مسجد جي ڏکڻ ۾ اڄ بہ موجود آهي.

جڏهن ان قبي جي تعمير ٿي رهي هئي تہ پاڻ فرمايائون هي قبو مان پنهنجي نياڻي سمجهي نہ ٿو ٺهرايان، بلڪہ پنهنجي مرشد حضرت قريشي رحمت الله عليہ جي گهر واري سمجهي ٺهرايان ٿو.

خود پير مٺا سائين رحمت الله عليہ جي قبر مبارڪ مٿان سندن فرزندِ جليل حضرت خواجہ محمد خليل الرحمان رحمة الله عليه شاندار قبو ٺهرايو، جيڪو پنهنجي حسن ۽ زيبائش جي اعتبار کان مشائخ سنڌ جي مزارات ۾ منفرد ۽ نرالو آهي.

فرمايائون : بعض ملان ان کي بدعت ٿا چون تہ پوءِ سيدالکونين ﷺ جي مزار انور مٿان قبو مبارڪ ڇو ٺهيل آهي. اڳيان بادشاهہ جهڙوڪ حضرت عمر بن عبدالعزيز جيڪو ثاني عمر فاروق هيو. ان مزار مبارڪ مٿان تعمير ڪيئن برداشت ڪئي. انهن بدعت سمجهي ڇو نہ ڊاٿو.

امام ابو حنيفہ ٿي گذريو آهي. امام شافعي امام مالڪ دين جا امام هئا انهن ڇو ان بدعت کي برداشت ڪيو. باقي هاڻي جا ڪانئو خور ملان بدعت چون ٿا. قبن جي وڏي مخالفت نجدين ڪئي.

فرمايائون منهنجو پير نجدين کي بي ادب سڏيندو هيو ڪافر ڪونہ چوندو هو. فقير بہ بي ادب سڏين ٿو.

**همايون جي روضي تي حاضري :** فرمايائون حضرت قريشي صاحب رحمت الله عليہ هڪ ڀيري دهلي مان زيارتون ڪري نڪتا شهر جي ڀڪ ۾ هڪ وڏو قبو هيو. پاڻ فرمايائون خبر اٿوَ هي ڪنهن جو روضو آهي؟ سڀني چُپ ڪئي. پاڻ فرمايائون همايون بادشاهہ جو آهي. ان سفر ۾ وڏا ديوبندي عالم بہ ساڻن گڏ هئا جيڪي قبن جو انڪار ڪندا هئا ۽ ان کي بدعتِ سيئہ چوندا هئا. قريشي صاحب فرمايو تہ انهن روضي ٺاهڻ وارن جو خيال سهڻو هيو تہ جيئن هي هندن جو ملڪ آهي ۽ اهي تعداد ۾ بہ گهڻا آهن. سو مسلمان جي بادشاهن جي وفات بعد بہ عزت هجي. هندن ۽ مسلمانن ۾ مرڻ بعد بہ فرق هجي. جو هندن کي مرڻ بعد ساڙيندا آهن. خاڪ درياء ۾ لوڙهي انهن کي برباد ۽ گمنام ڪري ڇڏيندا آهن ۽ مسلمانن کي عزت سان رکيو وڃي.

فرمايائون: اولياءَ الله جي مزارن تي قبن ٺاهيندڙن جو خيال سهڻو آهي. هڪ تہ ولي الله جي عزت ۽ احترام واسطي. ٻيو ختم ڏيڻ وارا پري کان ٿڪل اچن ٿا ٿڌي ڇانوَ ۾ سڪون سان ختم پڙهن.

**مزارن تي پڙ :** فرمايائون حضرت قريشي صاحب هڪ بزرگ جي مزار تي ختمو ٿي ڏنو تہ هڪ شخص پڙ کڻي آيو. بزرگ جي قبر تي وجهڻ لاءِ هڪ طرف کان ٺاهي ٻيو تہ ٻيو طرف سڌو نہ ٿيو ٿئيس. پوءِ حضرت صاحب جن ٻئي طرف کان خود وٺي ٺهرائي وجهايس.

فرمايائون پڙ وجهڻ واري جو خيال بہ سٺو هيو تہ بزرگ جي مزار پين قبرن کان ممتاز نظر اچي. پيو تہ مٿان پڪي گنڊ ڪيرائن ٿا ان کان مزار محفوظ رهي. فرمايائون جيڪو منهنجي پير جي طريقي جو مخالف آهي آءٌ ان کي مولوي ئي نہ ٿو سمجهان.

**نزولِ ارواح :** حضرت پير مٺا سائين رحمة الله عليه جي تعليمات جي تاثير هئي جو فقير تمام گهڻا متقي ۽ پرهيزگار هوندا هئا. مشڪوڪ کاڌن کان ڪِنارو ڪندا هئا. حلال کاڌي کائڻ ۽ ڪامل ولي جي توجهات سبب فقيرن مٿان نزولِ ارواح گهڻو ٿيندو هيو. مثلاً هڪ بلڪل اڻ پڙهيل فقير جي اندر ڪنهن ولي الله جي روح جو نزول ٿيندو هيو تہ اهو قرآن ۽ حديث پيو پڙهندو هيو. غيب جون خبرون پيو ٻڌائيندو هيو. آيتن جا عجيب تفسير پيو ڪندو هيو جو عالمَ بہ دنگُ رهجي ويندا هئا. وري جڏهن اها ڪيفيت هٽي ويندي هيس تہ ڪجهہ نہ ڄاڻندو هيو.

**نزولِ ارواح ڇا آهي ؟**

جيئن ڪنهن ماڻهو جي اندر ۾ " جِنّ " اچي ويندو آهي تہ جِنُ ان ماڻهو جي حواسن تي قابض ٿي ويندو آهي. پوءِ ان ماڻهو جي گفتار، ڪردار ۽ قوت جن واري بنجي پوندي آهي. ان جي گفتار جِنَ جي گفتار ٿي ويندي آهي.

الله جا ولي جيڪي دنيا کان پردو ڪري وڃن ٿا انهن جا روح آزاد هوندا آهن ۽ اهي سريع السير هوندا آهن. اهي ڪنهن ماڻهو جي بدن ۾ اچن تہ ان ماڻهو جا پنهنجا حواس صامت ٿي ويندا آهن ۽ ان بزرگ جو روح ان جي حواسن تي قابض ٿي ويندو آهي. ان ماڻهو جي زبان مان اهو بزرگ ڳالهائيندو آهي. حضرت قريشي صاحب رحمة الله عليه جي جماعت ۽ پير مٺا سائين رحمة الله عليه جي جماعت ۾ نزول ارواح گهڻو ٿيندو هيو.

**مولوي احمد دين ۽ نزول ارواح :** مولوي احمد دين پڪو وهابي هيو. پوءِ حضرت قريشي صاحب رحمة الله عليه جو مريد ٿيو. قريشي صاحب جي فقيرن وٽ جڏهن نزول ارواح ٿيندو هيو ان ۾ مولوي صاحب کي شڪ پوندو هيو. هڪ وقت مولوي صاحب ويٺو هجي هڪ فقير جيڪو بلڪل اڻ پڙهيل هيو ان تي نزول ارواح ٿيو. اول حضرت جن کي سلام ڪيائين اسلام عليڪ يا غوث. پوءِ مولوي احمد دين ڏي مخاطب ٿي چيائين مان فقير عبدالغفور همايوني

آهيان. اي مولوي تون منهنجو مريد هئين آخري پيري جو آيو هئين ته ننگر ۾ پاڇي ڪونه هئي ۽ ماڪيءَ سان تو ڪي ماني ڏني هئي سون پوءِ ڳوٺ پهتين ته تو ڪي منهنجي وفات جي خبر پئي ته ڏاڍو غمگين ٿئين دل ۾ چيئي ته هاڻي ڪيڏانهن وڃان؟

جي اهي ڳالهيون سچيون آهن ته نزولِ ارواح ۾ شڪ ۽ بدگماني نه ڪر ۽ خاموشي ٿي وئي وري ٿوري دير بعد فقير وري ڳالهايو. چيائين اسلام عليڪ يا غوث پوءِ مولوي احمد دين ڏانهن مخاطب ٿي چيائين آءٌ الله بخش تونسي شريف وارو آهيان. جنهن وقت تنهنجو پير مولانا عبدالغفور همايوني وفات ڪري ويو ته ڏاڍو دل ۾ غم ٿيو هيئي دل ۾ هن فقير جي نالي چيئي ته بزرگ آهي ته اهو آهي ان جو مريد وڃي ٿيندس پوءِ اوچتو هن فقير جي وفات جي خبر پڌئي ته ڏاڍو رنج ۽ غم ٿيئي. اها ڳالهه سچي آهي يا نه؟ مولوي صاحب چيو هائو بلڪل سچي آهي. پوءِ خاموش ٿي ويو. وري ٿوري دير گذري ته حضرت امام غزالي جي روح جو نزول ٿيو. اول سائينجن ڪي سلام ڪندي چيائين اسلام عليڪ يا غوث. پوءِ مولوي صاحب ڪي مخاطب ٿي چيائين آءٌ محمد بن محمد الغزالي آهيان. تو ڪي الله وارن جي حالتن تي اعتراض آهي ته منهنجو تصنيف شده ڪتاب احياءُ العلوم پڙهه ته اعتراض دفع ٿي وڃئي.

پوءِ پاڻ فرمايائون هاڻي ڏسو الله وارن ڪي ڪيئن ٿي خبر پوي.

**لطائفِ اولياءَ الله:** فرمايائون: بعض اولياءِ مقربين و صديقين جا لطائف بِأَمرِ الله ۽ بِمَشيَةِ الله (الله جي امر ۽ ان جي رضا سان) عرش تائين جا سير به ڪندا آهن. ان ولي ڪي معلوم هوندو آهي ته منهنجو فلاڻو لطيفو فلاڻي طرف وڃي رهيو آهي پوءِ اهو لطيفو انساني شڪل اختيار ڪندو آهي. ڪڏهن پنهنجي ڪڏهن ٻئي ولي الله جي صورت وٺندو آهي. ڪڏهن ٻين ملڪن ۾ وڃي اسلام جي تبليغ ڪندو آهي يا ڪڏهن ماڻهن جي رهنمائي ۽ مشڪل ڪشائي ڪندو آهي. بعض اولياءَ وري اهڙا هوندا آهن جن ڪي پنهنجي لطيفن جي سير سياحت جو پتو به نه هوندو آهي.

## باب ڇهون: دُرَرُ الْبِحَارِ فِي تَعْلِيَاتِ مُرْشِدِنَا مُحَمَّدعَبْدِ الْغَفَّارِ




**هن باب ۾ قطبِ عالم حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ جا سهڻا ۽ سون وريتا سخن، قيمتي قول ۽ پاڄهارا ٻول جمع ڪيا ويا آهن. جيڪي پاڻ پنهنجي دُر افشان دهان ۽ فيض واري زبان سان ارشاد فرمايائون. جيڪي علم ۽ معرفت جو گنجينو ۽ تعليماتِ تصوف جو دفينو آهن. شريعت ۽ طريقت، حقيقت ۽ معرفت رشد و هدايت بابت رهنما اصول آهن. سندن انقلابي اقدامات جا آئينہ دار آهن. سندن حرمين جي حب، ديني حميت، تبليغي جوش خروش، تقويٰ ۽ عشقِ الاهي جي رنگِ جو مظهر آهن. شريعت جي پاسداري، بدعتن کان بي زاري بلڪ بدعتن جي بيخ ڪني بابت سندن عملي اقدامات جا غماز آهن. محافظتِ دين بابت خدماتِ غفاريہ جو کليو ثبوت آهن. جن کي پڙهڻ سان هڪ طرف سندن اعليٰ علمي مقام جو پتو پوي ٿو تہ ٻئي طرف سندن روحاني رنگ ۽ تربيت جي ڍنگ جي خبر پوي ٿي. سندن لفظَ هيرن جو هار آهن. جيڪي دلين جو اوجار آهن ۽ سالڪن لاءِ سرمايو آهن ۽ ڪاملن لاءِ رهبر ۽ رهنما آهن. سندن ٻهڳُڻا ٻول دلين کي ڇُهن ٿا، اکين کي آلو ڪن ٿا. سندن قالُ پڙهندڙن جو حالُ مَٽائي ڇڏي ٿو. سندن سهڻو تربيتي اسلوب پڙهي يقيناً دل جي دنيا بدلجي وڃي ٿي. نيز سندن تعليمات جي روشني ۾ غفاري فقراءَ کي زندگي جو رخ متعين ڪرڻ ۾ مدد ملندي.**

---

[1] منهنجا والد ڪريم **محبوب الاهي** خواجہ محمد الاهي بخش رحمت الله عليہ اٺويهہ سال حضرت پير مٺا سائين رحمة الله عليه جي خدمت ۽ صحبت ۾ رهيا هئا. سندن هر لفظ هر نڪتو ڪين برزبان ياد هيو. جڏهن مجلسن ۾ ويهندا هئا تہ اڪثر پنهنجي مرشد جون ڳالهيون ورجائيندا هئا. هنَ فقيرَ اُهي ڳالهيون ٻڌيون ۽ لکيون. هي اهي ئي اقوال آهن. باقي اگر ڪنهن ٻئي قابلِ اعتماد فقير کان ٻُڌَلُ سندن ڪو قولُ آندو اٿم تہ ان فقير جو نالو لکيو اٿم. باقي جنهن قول سان گڏ راوي جو نالو لکيل نہ آهي تہ اهو قول سندُمِ مرشد، والد ڪريم رحمة الله عليه کان سمجهڻ گهرجي.

## خانقاهي نظام

جڏهن پاڻ رحمتپور ۾ مستقل قيام فرمايائون تہ هتي هر طرف کان مخلوق جوق درجوق سندن خدمت با برڪت ۾ اچڻ لڳي ۽ سندن خلفاءَ شهر شهر ، نگر نگر هلي وڃي پيغامِ حق پهچائڻ لڳا. سنڌ جي هر گوشي کان پنجاب قلات لسٻيلو مڪران ۽ ساحلِ سمندر کان مخلوق اچڻ لڳي. بنگال ۾ هڪ خليفو موڪليائون جتي چار هزار ماڻهو سندس دست بيعت ٿيا. اهو وفات ڪري ويو تہ وري ٻيو خليفو موڪليائون. هاڻي رحمتپور الله جي ذاڪرن جو ”هيڊ ڪواٽر“ هيو ۽ روحانيت جي مُتَلاشِيُن لاءِ ”باب الفيض“ هيو.

رحمتپور جي بستي دنيا جي شهرن ۽ ڳوٺن کان منفرد ۽ ممتاز بستي هئي. جتي عملاً نظامِ مصطفيٰ نافذ هيو. هن بستي جو بنياد تقويٰ ۽ طهارت تي رکيو ويو هيو. هر اچڻ وارو هتي اچي پاڻ کي هڪ نئين دنيا ۾ محسوس ڪندو هيو. جتي ڪوڙ ڪُپت، خيانت ملاوت نہ هئي. بازاري شيون مَلايون، مِٺايون، بازاري گوشت نہ واپرايو ويندو هيو. شهر لاڙڪاڻي جي پر سان گٽرن جي پاڻي تي آباد ٿيندڙ سبزيون ۽ ڀاڄيون استعمال ڪونہ ڪيون وينديون هيون. بلڪ باقرياڻين کان آيل تازيون سبزيون استعمال ڪيون وينديون هيون. جيڪي سٺي پاڻي تي تيار ٿينديون هيون. هر طرف ذڪر جي جهونگار ۽ تنوار جاري هوندي هئي. ڪي الله الله پيا ڪندا هئا تہ ڪي پير مٺا پير مٺا جا ترانا پيا پڙهندا هئا. ڪي مستي ۾ مدهوش ڪي عشق جي نشي ۾ الهوڙ رهندا هئا.

هر نماز تي هِي قُدسي صفات ڪامل اڪمل ولي الله اچي ويهندو هيو. جنهن جي چهري مان نور پيو چمڪندو هيو. ڪنهن ڏانهن نيڻ کڻي نهاري تہ ان جي رڳن ۽ جان ۾ محبتن ۽ مسرتن جا سمنڊ ڇلڪجي پون. ڪنهن تي غيض و غضب جي نگاهہ ڪري تہ ان لاءِ قيامت قائم ٿي وڃي. ڪنهن جي قلب تي ڪڻي آڱر رکي تہ انجي دل الله الله پڪارڻ شروع ٿي وڃي. هر هڪ کي پنهنجي الطافِ ڪريمانہ ۽ عنايات شاهانہ سان پيو نوازي. سندس صاحبزادو رئيس العلماء هيو. جيڪو شريعت جو آفتاب ۽ طريقت جو منور ماهتاب هيو.

سندس خلفاء آسمانِ سعادت جا تابان تارا هئا. سندس فقراء محبت جا متوالا هئا، دين جا رکوالا هئا. سندس بارگاهِ ذيجاه ۾ شريعت طريقت حقيقت ۽ معرفت جي تعليمات ملي رهي هئي. ان منظر کي ڏسي قرونِ اوليٰ جي صوفياءِ ڪرام جو خانقاهي نظام ياد اچي ويندو هيو. پاڻ سنڌ جي سرزمين تي محبين ۽ متعلقين جي دلين ۾ اسلامي انقلاب آڻي ڇڏيائون. عوام ۾ هڪ جوش ۽ جذبي جو هڪ نئون روح ڦوڪي ڇڏيائون.

پاڻ صوفياءِ متقدمين جي طرز تي هڪ خانقاهي نظام ٺاهيائون. جنهن ۾ مردن، عورتن، ٻارن، ٻُڍن بابت قانونَ ٺاهيا ويا. هر درگاهي فقير کي لازم هيو تہ انهن قانونن مٿان عمل ڪري. توڙي جو ان نظام جي جوڙيل دستور ۾ خلاف ورزي ڪرڻ وارن لاءِ ڏنڊ ڏوهہ بہ مقرر ڪيا ويا هئا. پر ڏنڊ ڏوهہ جي نوبت تمام گهٽ ايندي هئي. ماڻهو ان نظام مٿان جبراً يا ڪرهاً نہ پر بخوشي عمل ڪندا هئا. بلڪہ ان نظام ۾ نجات ۽ انتي عمل ڪرڻ کي سعادت سمجهندا هئا. ان نظام جا چند اصول پيش آهن:

**1. نماز باجماعت ادا ڪئي ويندي:**

ان نظام جو هڪ اصول هيو تہ درگاهہ تي رهڻ وارو يا ٻاهران اچڻ وارو هر ماڻهو نماز باجماعت ادا ڪندو. جيڪو بنا شرعي عذر جي جماعت سان نماز نہ پڙهندو تہ ان کان چار آنا ڏنڊ وصول ڪيو. پاڻ فرمايائون : منهنجو پٽ نہ اچي تہ ان کان روپيو ڏنڊ وٺو. جي آءُ نہ اچان تہ مون کان بہ روپيا ڏنڊ وٺو ۽ جيڪو ڏنڊ نہ ڀري ان جي ٽوپي لاهي وٺو.

فقير غلام محمد بروهي کي نماز جي حاضري وٺڻ لاءِ انچارج مقرر ڪيو ويو. جيڪو جماعت سان نماز تي نہ ايندو هيو اهو ان کان ڏنڊ وصول ڪندو هيو. اگر ڪو ڏنڊ نہ ڏئي تہ ان جي ٽوپي يا پٽڪو لاهي وٺندو هيو. ان قانون ۾ ڪنهن سان ڪا بہ رعايت ڪانہ هوندي هئي. هڪ ڏينهن بروهي فقير کي فرمايائون جيڪي فقير ننگر جي ڪم سان آهن انهن کان جماعت رهجي وڃي تہ انهن کان ڏنڊ نہ وٺو ڇو تہ ننگر جو ڪم بہ عبادت آهي.

**2. تهجد جي پائبندي ڪئي ويندي:**

رحمتپور جي چمنستانِ محبت ۾ آباد ٻاهث گهرن جي هر رهواسي کي لازم هيو تہ غفاري مسجد ۾ اچي تهجد نماز ادا ڪري. تهجد نماز جي باقائدي حاضري ٿيندي.

جيڪو تهجد تي نہ پهچي تہ ان مٿان ڏنڊ هيو تہ ﭘہ ڪلاڪ درگاهہ تي جاڳي پهرو ڏئي. ان طرح اندر حويلي ۾ عورتن جي بہ تهجد جي حاضري هوندي هئي.

**3. ريڊيو يا ڳائڻ وڄائڻ نہ هوندو:**

ان وقت اڃا ٽي وي جي بيماري ڪونہ آئي هئي ريڊيا هوندا هيا. پر درگاهہ تي ڪنهن گهر ۾ ريڊيو نہ هيو. ڪنهن گهر مان ساز يا سرود جو آواز نہ ايندو هيو.

**4. غير شرعي رسمن کي ترڪ ڪيو ويندو:**

شادي هجي يا غمي، طهر هجي يا تهوار، سڀ رهواسين مٿان لازم هيو تہ ڪو بہ ڪنهن غير شرعي ريت يا رسم تي عمل نہ ڪندو. هر معاملي ۾ شريعت پاڪ تي عمل ڪيو ويندو.

**5. ورثو ترڪو شريعت مطابق ٿيندو:**

ڪو فقير فوت ٿيندو تہ ان جي ملڪيت جي ورهاست شرعي قانون مطابق ٿيندي. نياڻين کي بہ ورثي جو شرعي حصو ملندو.

**6. معاملات ۾ پوليس يا ڪورٽن ۾ نہ وڃبو:**

رحمتپور جي رهواسين توڙي عام جماعت کي لازم آهي تہ پنهنجي معاملات کي شرعي طريقي مطابق حل ڪن. ڪو معاملو پيش اچي تہ ڪنهن صالح عالم کان مسئلو پڇي ان تي عمل ڪيو وڃي. مشاجرات يا جهڳڙن جي نوبت اچي تہ پوليس يا ڪورٽ ۾ وڃڻ بجاءِ شرعي طريقي سان تصفيہ ڪيو وڃي. ان مقصد لاءِ دربار تي علماء ۽ خلفاءَ جي هڪ ڪميٽي مقرر ڪئي وئي. جيڪا فقراءَ جي معاملات کي حل ڪندي هئي. خليفو عاشق محمد ۽ خليفو اميرالدين ان ڪميٽي جا اهم رڪن هئا. پير سائين پاڻ بذاتِ خود فقيرن جي رشتيداري معاملن يا ذاتي ۽ نِجي معاملن ۾ مداخلت نہ ڪندا هئا.

**7. ڪاروبار شرعي طريقي مطابق ڪبا:**

دڪانداري ۽ ڪاشتڪاري يعني تجارت ۽ زراعت جي پيشي وارن فقيرن کي لازم آهي تہ اهي ڪاروبار جا شرعي مسئلا سکن. پنهنجي ڪاروبار ۾ سچائي، امانتداري ۽ ڪفايت شعاري جو مظاهرو ڪن. ڪوڙ، ملاوت، خيانت، دغائي، ڀيائي کان پاسو ڪن. اگر ٻہ شراڪت دار آهن تہ ڀائيوار سان پوري امانداري سان معاملو ڪن.

**8. شرعي مسائل سکڻا پوندا :**

هر فقير کي ضروري آهي تہ اهو عام زندگي جا مسئلا سکي. ان لاءِ گهڻو ڪري پاڻ ڪلاڪن جا ڪلاڪ ويهي درس ڏيندا هئا ۽ خلفاءَ مدرس بہ مقرر ڪيا ويا هئا.

**رمضان جو تربيتي ڪورس :**

رمضان جو چنڊ ڏسڻ کان اڳ پاڻ پوري جماعت کي اعلان ڪندا هئا تہ سڀ فقير رحمتپور ۾ اچي رهو ۽ دين جا مسئلا سکو. رحمتپور جي رهواسين کي حڪم هيو تہ رمضان جو پورو مهينو پيا ڪم ڪار ڇڏي سارو وقت دين سکڻ ۾ مصروف ٿي وڃو. ساري جماعت مهمانن توڙي رهواسين جي سحري افطاري جو انتظام پير سائين جن پاڻ ڪندا هئا. پورو مهينو پاڻ فقيرن کي شرعي ۽ روحاني سکيا ڏيندا هئا. مزيد انهن جي تربيت لاءِ علماءَ ۽ خلفاءَ کي بہ مسائل ياد ڪرائڻ لاءِ مقرر ڪيو ويندو هيو. جيئن قاري خان محمد کي فقيرن کي قرآن صحيح پڙهڻ سيکارڻ لاءِ ويهاريائون تہ حروف جي ادائگي سمجهائي. ق ۽ ڪ جو فرق سمجهائي. س ، ث ، ص جون مخرجون سيکاري.

- ان تربيت ۾ مبلغن کي تبليغ ڪرڻ سيکاري ويندي هئي.
- هر فقير کي ڇهہ ڪلما ياد ڪرايا ويندا هئا.
- وضو جون ۽ صبح شام جون مسنون دعائون ياد ڪرايون ونديون هيون.
- استنجا، وضو، تيمم، غسل، پاڪائي پليتي جا مسائل سيکاريا ويندا هئا.
- نماز جا شرط، رڪن، واجب، مڪروهہ ڀڃندڙ وغيره هر فقير کي ياد ڪرايا ويندا هئا.
- صاحبِ نصاب ماڻهن کي زڪواة جا مسائل سيکاريا ويندا هئا.
- حج تي وڃڻ وارن کي حج جا مسائل سيکاريا ويندا هئا. مديني پاڪ جي حاضري جا آداب سيکاريا ويندا هئا.
- ڪاروباري فقيرن کي واپار جا مسائل سيکاريا ويندا هئا.
- گهريلو زندگي جا روزمره جا معاملا ۽ مسئلا سيکاريا ويندا هئا.
- حقوق العباد، پيءُ ماءُ جا حق، اولاد جا حق زال مڙس جا حق، پاڙي وارن جا حق سيکاريا ويندا هئا. ٻارن جي تربيت جو بہ خاص اهتمام ڪيو ويندو هيو.

**عورتن کي تعليم:** پاڻ جيئن مردن جي تعليم ۽ تربيت جو اهتمام ڪيائون تيئن عورتن جي تربيت ڏانهن بہ خاص ڌيان ڏنائون. پاڻ ڪلاڪن جا ڪلاڪ خطاب ڪري انهن کي مسائل سيکاريندا هئا. سندن نياڻي عورتن کي تعليم ڏيندي هئي. حيض نفاس ۽ زنانا مسئلا سيکاريندي هئي. فرمايائون عورتن کي فرضي علم پڙهايو پاڪائي پليتي جا مسئلا ضرور سيکاريو.

خود بہ عورتن کي تبليغ و نصيحت لاءِ گهڻو وقت ڏيندا هئا. انهن کي ستر ۽ پردي، مڙسن جي فرمانبرداري، حقوق العباد جي سکيا ڏيندا هئا. ان تعليمات مان ڪجھ هي آهن:

- پاءُ پنهنجي پاءُ جي زال جي منهن نہ پوي. يعني ڏير ڀاڄائي جي وچ ۾ پردو ڪجي.
- عورت تيز خوشبوءِ دار تيل ۽ پاؤڊر ۽ آواز وارا زيور ۽ زيبدار برقعو يا خوشنما چادر ڍڪي ٻاهر نہ نڪري.
- عورت ٻارن کي ريجهائڻ لاءِ ڪوڙي ڳالھ نہ ڪري. جيئن عورتون ٻارن کي ريجهائڻ لاءِ چونديون آهن: "ٻچا بس ڪر توکي گڏيا ڪتل ٿي ڏيان." حالانڪ ٻار جڏهن بس ڪري ويندو آهي تہ ان کي ڪا شيءِ نہ ڏني ويندي آهي. پوءِ اهو ناجائز دلاسو هڪ قسم جو ڪوڙ آهي.

پير مٺا سائين جي تعليم ۽ تلقين سان عورتون ايتريون تہ سنت ۽ شريعت کان باخبر هونديون هيون جو انهن کي وضو نماز جا مستحب، سنتون واجب، فرض ۽ مڪروھ، نماز جا ڀڃندڙ، غسل ۽ تيمم جا مسئلا ۽ حيض نفاس جا مسئلا برزبان ياد هوندا هئا. شادين ۾ دهل، ڪاجن ۾ سرودن تي نچڻ ڳائڻ ترڪ ڪري روزي، پنج وقت نماز ۽ تهجد پڙهڻ جون پابند بنجي ويون.

**9. مسائل ۽ مونجهارن جو حل دريافت ڪيو:**

ان درگاهي نظام ۾ هيءَ ڳالھ بہ شامل هئي تہ ڪو بہ فقير پنهنجو ظاهري يا باطني، علمي يا روحاني مونجهاري جو حل حضرت صاحب جن کان بنا روڪ ٽوڪ جي پڇي سگهي ٿو. پر ان لاءِ ڪجھ وقتن ۾ سوال نہ پڇڻ جي پائبندي هئي. مثلاً پاڻ فرمايائون:

- فرض نماز کان بعد جلدي سنتون ادا ڪرڻ گهرجن. ڪي ماڻهو فرض بعد اچي مسئلا پڇن ٿا. ائين نہ ڪيو.
- فرض نماز کان اڳ ڪي دروازي تي بيهي رهن ٿا ۽ ان مهل سوال ڪن ٿا هوڏهون جماعت انتظار ۾ هوندي آهي ائين نہ ڪيو.
- تقرير هلندڙ هجي تہ وچ ۾ سوال نہ ڪيو تقرير هلندڙ ۾ ڳالهائڻ بي وقوفائي آهي.
- فجر نماز فرض بعد حلقہ مراقبہ ٿيندو آهي ان مهل بہ سوال نہ ڪيو. مراقبي کان پوءِ پلي سوال ڪيو. پنهنجا عرض معروض پيش ڪيو ان وقت ڪشادو وقت هوندو آهي.
- اگر ڪنهن کي خلاصو عرض ڪرڻو هجي تہ خط لکي پڇي سگهي ٿو.

**پُڇاڻو:** ان درگاهي نظام جي خود نگراني ڪندا هئا. خليفن ۽ فقيرن کان وقتاً فوقتاً خود پڇاڻو ڪندا هئا. پوءِ هر ڪنهن تي هيبت هوندي هئي تہ متان مرشد ناراض نہ ٿي پون. ان ڪري هرڪو ان نظام جي مٿان عمل ڪرڻ ۾ هر وقت چاڪ و چوبند هوندو هيو. پاڻ ڪجهہ ڏينهن سفر ۾ ويندا هئا ۽ جڏهن واپس ورندا هئا تہ فقيرن کي سامهون گهرائي هر هڪ کان جدا جدا پڇندا هئا تہ تهجد پڙهندو هئين؟ جماعت سان نماز پڙهندو هئين؟ اگر خدانخواستہ ڪنهن وٽان نهڪر جو جواب ملندو هيو تہ ان جي سخت سرزنش ڪندا هئا. وري حويلي ۾ ويندا هئا تہ رحمت پور جي جميع فقيرياڻين کي گهرائي انهن مان هر هڪ کان جدا جدا پڇندا هئا تہ نماز پڙهندي هئينءَ، تهجد نماز پڙهندي هئينءَ؟ پوءِ اگر خدانخواستہ ڪنهن وٽان نهڪر جو جواب ملندو هيو تہ ان کي سخت تنبيہ ڪندا هئا.

**هڪ خليفي کي تنبيہ:** پاڻ هڪ سفر کان موٽيا حسبِ دستورساري مقامي جماعت کي گهرايائون انهن کان نماز جماعت تهجد جو پڇيائون. وري انهن جي گهروارين بابت پڇيائون هڪ خليفي چيو تہ منهنجي گهرواري تهجد ڪونہ پڙهندي هئي. فرمايائون ڇو؟ چيائين ٻارڙو ننڍو هيس. روئندو هيو ان ڪري. پاڻ فرمايائون :

ماں لی ڈِا مالِ ساڈ یٔ بنی تھیسی متاں رووے آسمان ڈَل پووے متاں زمیناں پھاٹ پوون، او بے وقوفا توں اہڑے زال کیوں پرنٔ یا ہیں جیکا تہجد نماز نہ پڑھے ۔ عاشق محمد امیر الدین کتھ ھن ؟ ایں دی جھوپڑی پٹو، اے می ڈِے پیر دی درگاہ تے رہنٔ دے لائق نہیں، متاں ہیں دی نحوست بہاں تے پووے۔

**تربيت جا اثرات:**

سندن ان تربيت ۽ اصلاح جي عملي صورت ماڻهن کي هڪ نئين زندگي عطا ڪئي. هر ماڻهو سک ۽ سڪون سان گذارڻ لڳو. سندن مريد سڀ باشرع ، ڏاڙهي مٺ تي، مٿي تي پٽڪو، هٿ ۾ تسبي، کيسي ۾ ڏندڻ. پنج وقت نماز با جماعت، تهجد نماز جي پائبندي، عورتون پرديدار، عورتون دهل سهرا غير شرعي شادي ۾ هرگز نہ وجن. ڪنهن بہ مريد جي در تي ڪتو پاليل نہ هوندو هيو. ڪو بہ بيڙي نوش، حقہ نوش نہ هوندو هيو. شاديون شرعي طريقي مطابق ڪندا هئا. غمي شرعي طريقي مطابق ڪندا هئا. ميت جي ميراث ورهائيندا هئا تہ نياڻين کي پورو حصو ڏيندا هئا. رحمتپور رسول الله ﷺ جي سنت شريعت جي رنگ ۾ رنگجي وئي. ان سان گڏ هر فقير جي من ۾ تبليغ جو اهڙو ولولو پيدا ٿيو جو هر فقير دين جو مبلغ بنجي پيو. رحمتپور جي هن روحاني مرڪز مان اهڙا مبلغ اٿي نڪتا جن دين جو درد دل ۾ کڻي ملڪ جي شهر شهر ، ڳوٺ ڳوٺ، بستي ۽ واهڻ ۾ وڃي سردي گرمي ۽ بک اڃ برداشت ڪري امت مسلمہ کي دين جو پيغام پهچايو. نتيجتاً هزارين ڀٽڪيل ماڻهن کي صراط مستقيم تي هلڻ جي ساڃاهہ ملي. سندن فيض برڪت، صحبت جي ڪمال اثر ۽ نوري نظر سان ڪيئي چور، ظالم، زاني، خوني، ڌاڙيل برايون ڇڏي نيڪوڪار ۽ ديندار ٿي ويا.

شرابي، نشئي، فاسق ۽ فاجر، بد مذهب گناهن کان توبہ تائب ٿي نيڪ صالح بنجي پيا. پاڻ فرمائيندا هئا تہ: "شيطان مردود کوں لکھ ہے، آوے بھلی زور لاوے، اِتھے اسم ذات دی برکت ہے"

**ننگر عام جام جاري هيو:**

خانقاهہ شريف تي هردم ننگر جاري رهندو هيو. جيڪو هر مقيم توڙي مسافر لاءِ هر دم جام جاري رهندو هيو. توڙي جو ننگر تمام سادو "رٻ پٽ" هوندو هيو جنهن ۾ چانور ڪو ڪو نظر ايندو هيو باقي رڳي رٻ هوندي هئي پر ان ۾ لذت اهڙي هوندي هئي جو ماڻهن کان ٻوڙ پلاء وسري ويندا هئا.

فرمايائون الله تعاليٰ توفيق ڏني آهي جماعت کي ٻوڙ پلاء ناهي کارائي سگهون ٿا پر پوءِ هتي سڀ عبد البطن (پيٽ جا پوڄاري) ايندا الله جا طالب ڪونہ ايندا.

**ننگر ۾ نماز جي لذت:** فقير نور عالم پنجابي بيان ڪيو تہ مان زندگي ۾ هڪ ڀيرو درگاھ رحمتپور ويس پر اهو منظر مون ڪان زندگي ڀر ڪونہ وسرندو. جڏهن پهتس تہ ننگر هلي رهيو هيو رب پٽ ڏسي اول تہ دل کي نفرت ٿي پوءِ جڏهن پيالي سان هڪ سُرڪ پيتم تہ اهڙو مزو آيو جو زندگي تائين ڪنهن ڪاڏي ۾ اهو مزو نہ آيو. وري جڏهن سائينجن جي صورت ڏٺم تہ اڄ تائين اهڙي حسين صورت مون کي نظر نہ آئي آهي. وري سائينجن جي پويان نماز پڙهيم تہ ان نماز ۾ جيڪو سرور ۽ سڪون مليو لذت ۽ حظ حاصل ٿيو سو ساري زندگي ۾ ڪنهن بہ عبادت ۾ ڪونہ مليو اٿم.

**ڪنهن سان امتيازي سلوڪ نہ هيو:** حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ وٽ ڪنهن وڏي يا ننڍي لاءِ ڪو امتيازي سلوڪ نہ هيو. نہ ڪنهن سان خوشامد نہ هوندي هئي. هر هڪ لاءِ هڪ جهڙو ننگر هوندو هيو. امير غريب سڀ اتي يڪسان هوندا هئا.

والد ڪريم حضرت محبوب الاهي رحمت الله عليہ بيان فرمايو تہ: هڪ ڏينهن حضرت صاحب جن جي خدمت ۾ ويٺا هئاسين تہ هڪ ماڻهو آيو. چيائين پنجاب ۾ فلاڻي بزرگ جو مريد هيس اهو وفات ڪري ويو آهي. مان مرشد جو ڏاڍو دادلو هيس. جڏهن ويندو هيس تہ پنهنجي خاص ماني مان مون ڏي موڪليندا هئا. خاص بسترو مون لاءِ ايندو هيو. مون سان سندن وڏو راز هيو پوءِ اهي وفات ڪري ويا تلاش ۾ هيس تہ وري اهڙو ڪو ڪامل مرشد ملي سو هتي اچي اهو ساڳيو منظر ڏٺو اٿم. ائين خبرون ڪيائين. شام ٿي تہ لنگر آيو ڏهن جي ٽولين ۾ فقيرن اڳيان رب پٽ رکيو ويو. اهو ماڻهو هيڏانهن هوڏانهن نهاري پيو تہ شايد مون لاءِ حويلي مان ڪا خاص ماني ايندي. پر هتي تہ ڪنهن سان خوشامد ڪونہ هوندي هئي. پوءِ رب مان هڪ سُرڪ ڀري اٿيو. وري ڪيس ڪو خاص بسترو بہ ڪونہ مليو راتو واھ هليو ويو. صبح جو سائينجن فرمايو اهو ڪاڏي ويو حبدار؟ چيائون رات جو ئي رمندو رهيو. پاڻ مسڪرايا.

ایک ہی صف میں کھڑے ہوگئے محمود وایاز ، نہ کوئی بندہ رہا نہ بندہ نواز

**آداب مجلس جي پاسداري هئي:**

فرمايائون هلندڙ مجلس ۾ نہ ڪنهن کي سلام ڪيو نہ ڪنهن سان ڪلام ڪيو نہ سوال پڇو. صحابہ ڪرام محبوب ڪريم ﷺ اڳيان اهڙو ادب سان ويهندا هئا جو چوندا هئا:

ڪالطير علیٰ رؤسنا جڻڪ اسان جي مٿن تي پکي هجن.

ادب جي ڪري گردن هيڏي هوڏي نہ ڪندا هئا.

فرمايائون: مجلس جا هي آداب سکو:

- نئون ماڻهو اچي تہ مجلس ۾ اندر داخل نہ ٿئي ٻاهران جتي جاءِ ملي اتي ويهي رهي.
- فرمايائون منهنجو اڳيون مرشد خواجہ فتح محمد رحمت الله عليہ ستاويهين رجبي تي جلسو ڪندو هيو. ان ۾ پاڻ تقرير ڪندو هيو. هڪ رات سندن مجلس هلي رهي هئي تہ شاهہ صاحب مخدوم جماعت کي لتاڙيندو آيو. سائينجن جي پرسان ان جي ڪرسي رکائي وئي ان تي اچي ويٺو. ماڻهن جو سمورو ڌيان ان طرف هليو ويو. جنهن مهل ويٺو تہ پاڻ فرمايائونس هن خلق لتاڙڻ انهن کي ايذائڻ کان تون نہ اچين ها گهر ويٺو رهين ها تہ چڱو هيو. تون وعظ ٻڌڻ نہ آيو آهين بلڪ پنهنجي مخدومي ڏيکارڻ آيو آهين.
- فرمايائون متڪبر ماڻهن کي مجلس ۾ اندر اچڻ نہ ڏيو.



## تعليمات غفاريہ

سندن تعليمات ڪيئن هئي؟

مُشتے از نمونہ خروارے  خرارن مان هڪ مٺ حاضر آهي.

**ذڪر کان اڳ عقيدا درست ڪيو:**

فرمايائون سُڪل ڪپڙي کي صابڻ ڪو نہ لڳندو آهي. اول آلو ڪبو آهي پوءِ صابڻ لڳندو آهي تہ ڪپڙو صاف ٿيندو آهي. ذڪر الله صابڻ آهي پر اول درست عقيدي ۽ الفت جي آلاڻ هجي تہ اثر ڪري.

**ذڪرِ الاهي گهڻو ڪيو:**

فرمايائون دنيا آخرت جي غمن جو علاج ذڪر الاهي آهي. ذڪر ۾ رب خاصيت رکائي آهي جو اهو غم الم لاهي دل کي اطمينان بخشي ٿو. انڪري الله جو ذڪر گهڻو ڪيو. حديث قدسي ۾ آهي، الله فرمايو تہ:

من شغله ذكرى عن مسألتى أعطيته أفضل ما أعطى السائلين[1]

جنهن کي منهنجي ذڪر اهڙو مشغول ڪيو آهي مون کان سوال بہ نہ ٿو گهري تہ ان کي گهرڻ وارن کان بہ ڀلو عطا ڪندس.

فَاذْكُرُونِي أَذْكُرْكُمْ وَاشْكُرُوا لِي وَلَا تَكْفُرُونِ [البقرة/152]

اوهان منهنجو ذڪر ڪيو تہ مان اوهان کي ياد ڪيان.

جڏهن الله اسان کي ياد ڪري تہ پوءِ تشويش ڪهڙي؟

**مسجد جا آداب بجا آڻيو:**

فرمايائون مسجدون عبادت لاءِ ۽ الله جي ذڪر لاءِ آهن ڪچهرين لاءِ نہ آهن. مسجدن ۾ دنياوي گفتگو نہ ڪيو. گوڙ شور نہ ڪيو.

---

[1] عن عمر بن الخطاب رضى الله عنه ، عن النبى صلى الله عليه وسلم قال: «يقول الله تبارك وتعالى: من شغله ذكرى عن مسألتى أعطيته أفضل ما أعطى السائلين» رواه البيهقى فى فضائل الأوقات (ج1/ص219)

**اصل ڪم دين جو آهي:**

فرمايائون اصل ڪم دين جو آهي باقي دنيا ۾ رهڻو آهي تہ بقدرِ ضرورت دنياوي ڪم بہ ڪبو. الله وارا دنيا جو ائين ڪم ڪندا آهن جيئن درياء مان لنگهندڙُ ماڻهو مجبوري جي ڪري جتي لاهي مٿي تي رکندو آهي.

**دل دنيا ڪان فارغ رکو:**

فرمايائون : هٿ ڪم ڪار سان هجي دل يار سان هجي. ولي اهو آهي جنهن جي دل دنيا ڪان فارغ هجي.

**عالمن کي اللّٰه وارن جي صحبت ضروري آهي :**

فرمايائون: عالمن کي الله وارن جي صحبت ضروري آهي. اڳيان عالم علم پڙهي پوءِ الله وارن جي صحبتن ۾ ويندا هئا. جاتي بہ ڪو الله جو ولي ٻڌندا هئا انهن جي محبت ۾ سفرڪري هلي ويندا هئا. الله وارن جون تصنيفون پڙهندا هئا ۽ هاڻوڪا مولوي نہ الله وارن جي صحبت ۾ وڃن نہ وري انهن جي ڪتابن کي هٿ لائن. رهندو الله وارن جا مخالف بنيا ويٺا آهن.

**مولوين جي ڪاوڙ :**

فرمايائون: جاهل کي ڪنهن تي ڪاوڙ اچي تہ ان کي گاريون ڏئي، مولوي کي ڪنهن تي ڪاوڙ اچي تہ ان کي ڪافر يا مُشرڪ چوي.

فرمايائون: عوام ڪان مولوين ۾ ڪاوڙ چوڻ پنجوڻ آهي. سواءِ انهن کي جن کي الله بچائي.

فرمايائون : ديوبندين وٽ بريلوي ڪافر آهن ۽ بريلوين وٽ ديوبندي ڪافر آهن حالانڪہ ڪافر لاءِ الله وٽ ”خُلُودُفِي النَّارِ“ يعني هميشہ جهنم ۾ رهڻ جي سزا آهي.

فرمايائون: اڄ جا مولوي نيرن، منجهند ۽ رات ڪفر ۽ شرڪ جي فتوائن تي ڪن ٿا.

**شريعت تي عمل ڪيو:**

فرمايائون: اسان جو مريد اهو آهي، جيڪو سنت محمدي ۽ شريعت احمدي (عليٰ صاحبها الصلاة والسلام) تي عمل ڪري. جيڪو ائين نہ ٿو ڪري سو اسان جو مريد نہ سَڏائي نہ اسان ڏي اچي. نہ اهڙي مريد جي اسان کي درڪار آهي.

**بي دينن سان سنگت نہ رکو:**

فرمايائون جِنسَ جنس سان ٺهندي آهي. فقيرَ فقيرن سان ٺهن ٿا، بي دين بي دينن سان ٺهن ٿا. اوهان فقير آهيو تہ بي دينن سان ياري هرگز نہ رکو.

کند همجنس باهم جنس پرواز ❁ کبوتر با کبوتر باز باباز

جنس جنس سان اڏامندي آهي ڪبوتر ڪبوتر سان، باز باز سان گڏ پرواز ڪندو آهي.

**ذکرِ جلي ۽ ذکرِ خفي:**

فرمايائون ڏاڍيان ذڪر کان آهستي ذڪر وڌيڪ نفعي وارو آهي. حديث ۾ بہ آهي تہ:

خَيْرُ الذِّكْرِ الْخَفِيُّ وَخَيْرُ الرِّزْقِ مَا يَكْفِي[1]

پلو ذڪر اهو آهي جيڪو مخفي هجي پلو رزق اهو آهي جيڪو ضرورتن جو پورائو ڪري.

ٻي حديث ۾ آهي تہ:

الذكر الذى لا تسمع الحفظة خير من الذكر الذى تسمع الحفظة سبعون ضعفا

اهو (خفي) ذڪر جيڪو محافظ (ملائڪ) بہ نہ ٻڌن سو ان ذڪر (جَلي) کان ستر ڀيرا ڀلو آهي جنهن کي محافظ (ملائڪ) ٻڌن. رب العالمين فرمايو آهي تہ:

وَاذْكُرْ رَّبَّكَ فِي نَفْسِكَ تَضَرُّعًا وَّخِيفَةً وَّدُونَ الْجَهْرِ مِنَ الْقَوْلِ بِالْغُدُوِّ وَالْآصَالِ وَلَا تَكُنْ مِّنَ الْغَافِلِينَ (الاعراف: 205)

۽ پنهنجي پالڻهار جو ذڪر ڪر پنهنجي اندر ۾ نياز مندي ۽ خشيت سان بنا ڏاڍيان آواز جي صبح ۽ شام ۽ غافلن منجهان نہ هج.

فرمايائون: ذڪر قلبي جي ثبوت لاءِ آيتون آيل آهن. فرمايائون: مطلوب ۽ مقصود ذڪرُ نہ آهي بلڪ مذڪور آهي. ذڪر مُوصِلُ اِلَي المَطلُوب يعني محبوب سان ملائڻ وارو آهي. پوءِ ذڪر ڏاڍيان بہ جائز آهي، آهستي بہ جائز آهي، ٻنهي جا دليل حديثن ۾ موجود آهن. جنهن کي جهڙو ذڪر ذوق ڏئي اهو ائين ذڪر ڪري سگهي ٿو.

---

[1] مسند أحمد ـ (ج3/ص407) صحيح ابن حبان ـ (ج4/ص110) مصنف ابن أبي شيبة ـ (ج7/ص108) شعب الإيمان للبيهقي ـ (ج2/ص120)

**محبوب سبحاني ﷫ جو فرمان:**

فرمايائون حضرت سيدنا عبدالقادر جيلاني محبوب سبحاني ﷫ بہ فرمايو آهي تہ :

الذاكر لله عزوجل من يذكر بقلبه و من لم يذكر بقلبه فليس بذاكر

الله جو ذاڪر اهو آهي جيڪو دل سان ذڪر ڪري جيڪو دل سان ذڪر نہ ٿو ڪري تہ اهو ذاڪر ئي ناهي.

**گهروارن ڪي نماز پڙهايو:**

فرمايائون: پنهنجي گهروارن ڪي نماز جي تلقين ڪيو جنهن جي زال يا نياڻي يا پٽ نماز نہ ٿو پڙهي تہ اهو خود بہ اُن سان گڏ دوزخ ۾ پوندو.

**نياڻيون ڄمڻُ عيب نہ سمجهو:**

فرمايائون: ماڻهو نياڻين جي ڄمڻ ڪي عيب سمجهن ٿا حالانڪہ نياڻيون رب جي رحمت آهن. اها عورت ڀاڳ واري آهي جيڪا اول نياڻي ڄڻي ٿي.

جنهن شخص ڪي ٽي نياڻيون هجن انهن جي سُهڻي تربيت ڪري شادي ڪرائي تہ اهو جنتي آهي.

فرمايائون: نياڻي ڪي اگر ابو هڪ چولو يا سُٿڻَ وٺي ڏئي تہ ويچاري چوندي پئي تہ مون ڪي ابي لٽا وٺي ڏنا آهن.

**نياڻيون نہ وڪڻو:**

فرمايائون: پئسن تي نياڻيون وڪڻڻ حرام آهي اهي پئسا وٺڻ حرام آهن. حره آزاد عورت ڪي وڪڻڻ ڪان رسولِ خدا ﷺ منع ڪئي آهي.

**نياڻين ڪي ورثي جو حصو ڏيو:**

فرمايائون اسان سنڌ ۾ ڏٺو آهي تہ اڪثر ماڻهو نياڻين ڪي ورثي جو حصو نہ ٿا ڏين. اها حق تلفي آهي. الله ڪريم قرآن ۾ فرمايو آهي :

يُوصِيكُمُ اللَّهُ فِي أَوْلَادِكُمْ لِلذَّكَرِ مِثْلُ حَظِّ الْأُنْثَيَيْنِ

اوهان جي اولاد جي باري ۾ الله اوهان ڪي وصيت ڪري ٿو تہ پٽ لاءِ ٻن نياڻين جيترو حصو آهي. توڙي هڪ جريب زمين هجي تہ بہ نياڻي ڪي ان مان حصو ڏيو. فقيرَ ٿيا آهيو تہ ڀينرن ڪي پيءُ جي ملڪيت مان حصو ڏيو.

**بي دينن سان مائٽي نہ ڪيو:**
فرمايائون مائٽي ديناداري ڏسي ڪيو. پنهنجا عزيز رشتيدار اگر بي دين آهن تہ انهن سان هرگز مائٽي نہ ڪيو. جنهن پنهنجي نيڪ نياڻي، بي دينن ۾ ڏني اُن چٽڪ سندس حق ٽوڙي ڇڏيا.

**حضرت مولانا غلام عمر ﷫ جي هڪ فتويٰ:** هڪ ڀيري مولوي نور محمد اگهڙن واري حضرت پير مٺا سائين ﷫ جي خدمت ۾ حضرت علامہ غلام عمر سوني جتوئي وارن جي لکيل هڪ فتويٰ پيش ڪئي. ان ۾ لکيل هيو تہ: "جيڪڏهن پاءُ جو پٽ نيڪ هجي پر رڳو ڏاڙهي ڪوڙ آهي تہ ان کي پنهنجي ڌيءُ نہ ڏجي." پاڻ ان فتويٰ کي گهڻو پسند ڪيائون ۽ جماعت کي پڙهي ٻڌايائون. فرمايائون ٻڌو مان بہ اوهان کي ائين چوندو آهيان تہ مائٽي نيڪن صالحن سان ڪيو. صالحُ نياڻو اوهان جي نياڻي سان ستو هلندو اگر ستو نہ هليو تہ ظلم بہ ڪونہ ڪندو. جاهلُ بي دينُ نياڻو اوهان جي نياڻي سان ظلم ڪندو. پوءِ اها پئي اوهان کي ساري عمر پٽيندي.

**صالح اولاد راحت آهي:** فرمايائون صالح اولاد ابي امان لاءِ راحت آهي. دنيا ۾ خدمت ڪندو. مرڻ بعد ختمو ۽ دعا ڏيندو. جنهن جو نفعو قبر ۾ ملندو رهندو.

**سڱ تي سڱ نہ ڏيو:** فرمايائون حق مهر بنا سڱ تي سڱ ڏيڻ يا وٺڻ جائز نہ آهي.[1]

**عورتن جي فتني کان بچو:** فرمايائون: عورتن جي فتني کان بچو. شينهن چنبو هڻي تہ ماري وجهي عورت چنبو هڻي تہ ايمان ڦُري وٺي.

فرمايائون: شينهن هلندو آهي تہ گردن جُهڪائي هلندو آهي. ڪتو لوسي هيڏي هوڏي تڪيندو واجهائيندو ويندو آهي. اوهان شينهن ٿيو گردن جهڪائي هلو پر ايون عورتون نہ تڪيو. بدنظري کان بچو. ڇو تہ اها شيطان جو تير آهي.

إِنَّ النَّظْرَةَ سَهْمٌ مِنْ سِهَامِ إِبْلِيسَ مَسْمُومٌ[2]

---

[1] شريعت ۾ ان کي شغار سڏبو آهي. جو سڱ جي سڱ ڏئي مائٽي ڪري حق مهر نہ ڏئي. ان کان رسول الله ﷺ منع ڪئي آهي.
لَّهِ ﷺ نَهَى عَنِ الشِّغَارِ وَالشِّغَارُ أَنْ يُزَوِّجَ الرَّجُلُ ابْنَتَهُ عَلَى أَنْ يُزَوِّجَهُ ابْنَتَهُ وَلَيْسَ بَيْنَهُمَا صَدَاقٌ صحيح مسلم ـ(ج 7/ص 231)
[2] لَّهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ إِنَّ النَّظْرَةَ سَهْمٌ مِنْ سِهَامِ إِبْلِيسَ مَسْمُومٌ، المعجم الكبير للطبراني ـ(ج 9/ص 17)

بري نظر شيطان جي تيرن مان هڪ زهر آلوده تير آهي.

فرمايائون: فقيرَ پر اين عورتن کان اکيون بند ڪن ٿا. پر حقير پرائي عورت کي ائين ڏسن ٿا جيئن مولوي ڪتاب جو مطالعو ڪندا آهن. ائين ان جي هر هر عضوي کي گهوري غور سان ڏسن ٿا. فرمايائون: حديث ۾ آهي تہ اگر پرائي عورت کي ڏسي شهوت ٿئي تہ پنهنجي گهر اچي پنهنجي گهرواريءَ سان گڏجو.

**ڏاڙهي رکايو** : فرمايائون ڏاڙهي مُٺ هجي. پنهنجي سونهاري تي هٿ رکي فرمايائون ڪاڏي کان هيٺ مٺ هجي بعض ماڻهو چپ کان وٺي چار آڱر مٺ ڪندا آهن. ائين صحيح نہ آهي. گهٽي ڊگهي ڏاڙهي جيڪا دُن کان هيٺ هلي وڃي ان کي ڪٽي ڇڏيو. فرمايائون: ڏاڙهي کي ڪنگو ڪيو. تيل مکيو. ان جي صفائي سترائي رکو.

**عمل صالح ڪيو**: فرمايائون وقت نہ وڃايو زندگي جو قدر ڪيو صالح عمل ڪيو. ريلوي اسٽيشن تي مال جا انبار پيا هوندا آهن. هڪ ماڻهو ڪرسي وجهيو ويٺو هوندو آهي پيا پيا ڪم ڪندا آهن. ڪرسي وارو پيو چوندو آهي واه واه شاباس شاباس تہ ان جي شاباس تي مزدور مال جا انبار ڪٽي وٺندا آهن. فقيرُ اوهان کي شاباس ويٺو ڪري اوهان تي ان جو ڇو نہ ٿو اثر ٿئي. همت ڪيو. بيماري اچي وئي يا پيري اچي وئي يا وري موت اچي ويو تہ پوءِ ارمان جا هٿ هڻندئو. اگر عمل نہ ڪيا اٿوَ تہ ارمان تہ ڪيو تہ ڪيئن زندگي غفلت ۾ گذري وئي.

*هرچه از من گم شد گرز سليمان گم شدے * هم سليمان هم پری هم اهر من بگريستے*

جا شيءِ مون کان گم ٿي وئي آهي سا جي سليمان (عليہ السلام ) کان گم ٿئي ها تہ جنن ديوَن جي لشڪر سان گڏجي روئي ها.

**منافق اچ بہ آهن** : فرمايائون: اسان جي جماعت ۾ منافق بہ آهن اسان انهن کي چڱي طرح سڃاڻون ٿا پر انهن جا عيب نہ ٿا کوليون. انهن جي هدايت لاءِ دعاگو هوندا آهيون.

**طالب المولىٰ**: فرمايائون طالب المولىٰ اهو آهي، جيڪو پنهنجي ارادي کي مرشد جي ارادي جي تابع ڪري مريد جي معنىٰ بہ اها آهي تہ پنهنجو ارادو اصل نہ رکي پير سان مشابهت صورتاً ۽ معناً هجيس ۽ اگر مشابهت تام نہ اٿس تہ اهو حقيقت ۽ باطن ۾

بعيد در بعيد آهي اهو ڪيئن فائدو حاصل ڪندو.

فرمايائون: هن طريقي جو ٻيو نالو "انعڪاسيہ" آهي يعني پير کان عڪس وٺڻ. مرشد ۾ اهڙي فنائيت هجيس جو مرشد جو شهود ٿي وڃيس ۽ ظاهر ظهور گڏ هجيس ۽ مرشد جي ناراضگي جو خوف دل ۾ هجيس تہ متان اهڙو ڪم ڪيان جو مرشد ناراض نہ ٿي وڃي.

**غير شرعي ڪم نہ ڪيو:** شادي غمي ۾ غير شرعي ڪمن کان سخت پرهيز ڪيو.

فرمايائون: موت تي ماتم نہ ڪيو. خوشيءَ ۾ دهل سهرا نہ ڪيو.

**ڏندڻ جي پابندي ڪيو:** فرمايائون : هر فقير کي ڏندڻ ساڻ هجي. جنهن مهل بہ وضو ڪيو تہ اول ڏندڻ هڻي پوءِ وضو ڪيو تہ هڪ نماز جي بدلي ستر نمازن جو ثواب ملندو.

فرمايائون حديث ۾ آهي تہ : السواك مطهرة للفم مرضاة للرب [1]

ڏندڻ وات جي پاڪائي آهي رب جي رضا آهي.

پاڪائي ٻن قسمن جي آهي هڪ وات جي صفائي ٻيو وات جي گناهن لغويات ۽ فضول گفتگو وات مان صادر ٿيل گناهن جي صفائي.

**مشائخ جو ادب ڪيو :**

هڪ ڀيري پاڻ ٿهري نماز پڙهي ويٺا تہ قاري خير محمد اٿي عرض ڪيو تہ حضرتا ! اجازت ڏيو تہ جماعت کي هڪ عرض ڪيان. پاڻ اجازت ڏنائونس. جماعت کي چيائين تہ ادبِ مرشد ضروري آهي. سائينجن لاءِ جيڪو ڪپڙو وڇايو وڃي ٿو. ان تي فقيرن کي لت ڏيڻ نہ گهرجي پوءِ ادب بابت ڪافي ڪجهہ چيائين پوءِ ويٺو تہ پاڻ پنهنجي زبان مبارڪ سان فرمايائون : فقيرو ! ادب وارو ڪامياب ٿيندو آهي. جنهن ۾ ادب ناهي اهو نعمتِ الاهي کان محروم رهندو آهي. اڳيان بزرگ بي ادبي ڪرڻ وارن کي پنهنجي جماعت مان ڪڍي ڇڏيندا هئا.

هڪ ڀيري هڪ بزرگ جي محفل ۾ سندس ڪنهن مريد ناز بوءِ جو پَنُ پَٽي ان کي مروٽي اڇلايو. بزرگ ڏنس پئي. پاڻ فرمايائونس تو پنج گناهہ ڪيا آهن.

1. سائو پن پٽيئي زيان ڪيئي.

---

[1] رواہ البخاری والنسائی عن عائشة رضی اللہ عنہا و احمد عن ابی بکر الصدیق رضی اللہ عنہ

2. اهو ذڪر پيو ڪري ان ڪي ذڪر ڪان روڪيئي.
3. ان ڪي نپوڙي اڇلايئي هڪ بري ڪم جو آغاز ڪيئي.
4. عبث اجايو فعل ڪيئي.
5. منهنجي روبرو ڪيئي منهنجي دل ۾ محبت ۽ هيبت هجيئي ها تہ ائين نہ ڪرين ها.
سو تون بي ادب آهين جماعت جو لائق نہ آهين اسان جي جماعت مان نڪري وڃ.
فرمايائون: حضرت قريشي صاحب ﷫ جي آڏو هڪ ماڻهو ڳالهائي پيو ۽ تڏي جي پن سان راند پيو ڪيڏي. پاڻ فرمايائونس اهو ادب ڪٿان سکيو آهين؟
فرمايائون : باقي جيڪو محبت ۾ مست آهي اهو مجبور آهي ان تي ميار نہ آهي.
**وصول جو راز:** فرمايائون رب العالمين فرمايو آهي تہ :

لَمَعَ الْمُحْسِنِينَ [العنكبوت: 69]

اهي ماڻهو جيڪي اسان جي خاطر مجاهدو ڪن ٿا تہ اسان بہ انهن ڪي پنهنجا رستا ڏيکاريندا اسين ۽ بيشڪ الله نيڪي ڪرڻ وارن سان گڏ آهي.
فرمايائون: اسان جي طريقي ۾ سڀ ڪان وڏو مجاهدو مرشد ڪامل سان محبت رکڻ ۽ رابطو ڳنڍڻ، مرشد جو تصور پچائڻ ۽ پنهنجي مرشد ۾ فنائيت حاصل ڪرڻ آهي. مرشد سان مضبوط رابطي رکڻ ۾ سڀ ڪم بنجي پون ٿا. امام رباني رحمت الله عليہ فرمايو آهي تہ :

در طريقهء ما محرومي نيست : اسان جي طريقي ۾ محرومي ناهي.

پيو تہ مرشد جي مخالف سان هرگز دوستي نہ رکجي.
شريعت جي ڪمن ڪان روگرداني نہ ڪجي ۽ اٿڻ ويهڻ سڀ شريعت مطابق بنائجي. پير جي حضور ۾ ادب سان ويهجي هيڏي هوڏي نہ واجهائجي.
**پاٽي هيناهين تي لهندو آهي :** فرمايائون: پاٽي هينائين تي لهندو آهي. مرشد جو توجہ ۽ نگاهہ بہ ان مريد تي اثر ڪندي آهي، جنهن جي اندر ۾ هيناهين هوندي آهي. ڪڏهن ائين ٿيندو آهي جو مرشد هڪ مريد کي توجهہ ڏيندو آهي پر پنهنجي نيازمندي سبب ڪو ٻيو مريد اهو فيض حاصل ڪري وٺندو آهي.

**اهلِ فضيلت جو احترام ڪيو :** فرمايائون: پهرئين صفن ۾ اهلِ فضيلت ويهن. اهلِ فضيلت سيد، عالمَ ۽ خليفا آهن. جماعت کي به انهن جو خيال رکڻ گهرجي اگر اهلِ فضيلت کي پوئتي ويٺل ڏسن ته پاڻ هٽي انهن کي جاءِ ڏين. الله ان جو اجر عطا ڪندو.

**آزمائشون ۽ امتحان ضرور ايندا آهن :** فرمايائون الله تعاليٰ پنهنجي ٻانهن کان آزمائشون ۽ امتحان ضرور وٺندو آهي. پوءِ جنهن جو جيڏو وڏو مقام هوندو آهي ان کان امتحان به اوڏا وڏا وٺندو آهي.

فرمايائون : جيتري زمين اوتري ڊل.

البلاء للولاء کاللهب للذهب دوستن لاءِ امتحان ائين آهن جيئن سون کي ٽانڊي تي گرم ڪبو آهي ته اهو نِکري ۽ اُجري پوندو آهي.

اگر گوئی که من در زیر ظلم، نظر بر شهداء کربلا کن

اگر گوئی که من مسکین حالم، نظر بر خاندانِ مصطفیٰ کن

جي چوين ٿو ته مسڪينُ آهين ته مصطفيٰ ﷺ جي خاندان ۽ انهن جي مسڪيني طرف نظر ڪر. جي چوين ٿو ته تون ظلم ۾ آهين ته ڪربلا جي شهيدن طرف ته نظر ڪر.

کوئی نہیں بے غم خلقا ہے خالق * ہر کہیں کوں ہے دلسوزی

فرمايائون : پيٽ جي بک ۽ زال جو شوق اهي به امتحان آهن.

فرمايائون : نوڪري تي اهو چڙهندو جيڪو امتحان پاس ڪندو آهي.

فرمايائون : رنگپور دے ہن رنگ نیارے ھک کوں بوڑے ھک کوں تارے

**ڏينيو نه ٿيو :** فرمايائون ڏينيو بنجي ماڻهن کي نه ايذايو. ڪول بنجي نوڙت نياز سان زمين تي هلو. من آں مورم که در پایم بمالند * نه زنبورم از نیشم بنالند

مان اها ڪول آهيان جو مون کي پيرن ۾ لتاڙن ٿا. مان ڏينيو نه آهيان جنهن جي ڏنگ کان ماڻهو دانهون ڪن ٿا.

**صبر ۽ شڪر ڪيو:** فرمايائون فقير و نعمتن تي شاڪر ٿيو. تڪليفن تي صابر ٿيو. جنهن ۾ صبر شڪر ناهي سو فقير ناهي.

**جنتي ۽ جهنمي ڪير آهن؟** فرمايائون جيڪي ماڻهو مردم خور، خون ريز، متڪبر آهن جي وچون وانگر ماڻهن کي ڏنگيندا رهن ٿا ، اهي جهنم جو ٻارڻ بنجندا ۽ جيڪي صالح، ضعيف، نحيف، مظلوم ۽ متواضع آهن اهي بهشت جو سينگار بنجندا .

**رب جي ذڪر ۾ به جاڳي ڏسو:** فرمايائون دنيا جي مشغولين ۾ لهو ۽ لعب ۾ به گهڻيون راتيون جاڳيا آهيو پر ڪا رات رب جي ذڪر ۾ به جاڳي ڏسو.

*خواب را بگذار امشب اے پسر ✻ یک شبِ در کوئے بے خواباں گذار*

اي ٻچا اڄ رات ننڊ ڇڏ ۽ جاڳڻ وارن جي ڳلي ۾ به ته ڪا رات گذاري ڏس.

**ابي امان جا وڏا حق آهن :** فرمايائون ابي امان جا وڏا حق آهن. الله تعاليٰ خود قرآن ۾ ابي امان جي پارت ڪئي آهي رب فرمايو آهي ته :

وَقَضَىٰ رَبُّكَ أَلَّا تَعْبُدُوا إِلَّا إِيَّاهُ وَبِالْوَالِدَيْنِ إِحْسَانًا إِمَّا يَبْلُغَنَّ عِندَكَ الْكِبَرَ أَحَدُهُمَا أَوْ كِلَاهُمَا فَلَا تَقُل لَّهُمَا أُفٍّ وَلَا تَنْهَرْهُمَا وَقُل لَّهُمَا قَوْلًا كَرِيمًا وَاخْفِضْ لَهُمَا جَنَاحَ الذُّلِّ مِنَ الرَّحْمَةِ وَقُل رَّبِّ ارْحَمْهُمَا كَمَا رَبَّيَانِي صَغِيرًا

(الاسراء: 23)

۽ تنهنجي رب اهو فرض ڪري ڇڏيو آهي ته ان ڪانسواءِ ڪنهن ٻئي جي پوڄا نه ڪيو ۽ پنهنجي پيءُ ماءُ سان احسان ڪيو . اگر انهن مان هڪ يا ٻئي تو وٽ ڪراڙپ کي پهچن ته انهن کي اف به نه چئو ۽ نه ڪي انهن کي جهڙڪ ۽ انهن سان سنو ڳالهاءِ انهن لاءِ پنهنجي رحم جون ڪنيڙاتيون ڪول ۽ چئو ته اي الله انهن تي رحم ڪر جيئن انهن مون کي ننڍپڻ ۾ پاليو هيو.

**مقتول جا گناه بخشجي وڃن ٿا :** فرمايائون: جيڪو هيڻو ۽ مظلوم قتل ڪيو وڃي ٿو ان جا سڀ گناه معاف ٿي وڃن ٿا سواءِ قرض جي.

فرمايائون: خوني ماڻهو جيئن ٻئي کي قتل ڪري ٿو اهڙو عذاب ان کي ٿيندو رهندو. مثلاً مقتول کي ڪهاڙي سان ڪٽو اٿائين ته قيامت تائين ان جا عضوا ڪٽيا پيا ويندا.

**غير جون محبتون ختم ڪيو:** فرمايائون: اهو ذڪر الله ئي آهي جيڪو اندر جو اندر غير جون محبتون پيو ختم ڪندو آهي ۽ الله جي محبت پيدا ڪندو آهي.

تانجو هلندي هلندي الله جي محبت کان سواءِ اندر ۾ ڪا محبت ڪانه رهندي آهي. ڪنهن چيو ته :

سانوں وی لگدیاں ھن ھواواں تھدھیاں
ماڻ ھو کرن نندّاں میکوں تی ڈیاں دلیلاں

جيڪو زبان سان ذڪر ڪري تہ اھو ذاڪرين مان لکبو ۽ جيڪو دل سان ذڪر ڪري تہ اھو مقربين مان لکبو. فرمايائون حضرت عطار رحمة الله عليه فرمايو آھي تہ :

عام را نبود بجز ذکر زبان، ذکر خاصان باشد از دل بے گمان
ذکر خاص الخاص ذکر سر بود، ھر کہ ذاکر نیست او خاسر بود

عام رڳو زباني ذڪر ڪندا آھن ۽ الله جا خاص ٻانها ولي قلبي ذڪر ڪندا آھن ۽ خاص الخاص ٻانھن جو ذڪر سري ھوندو آھي جيڪو ذاڪر ناھي سو نقصان ۾ آھي.

فرمايائون: مون حضرت قريشي رحمت الله عليہ کان سر جي معنيٰ پڇي، فرمايائون اھو توجہ الي الله آھي.

**وضو ٺاھي ڪيو:** فرمايائون وضو چڱي طرح ٺاھي ٺاھي ڪيو.

- پيشاب يا پائخاني وقت قبلي ڏانھن منھن يا پُٺي نہ ڪيو.
- وضو مٿاھين جاءِ تي ڪيو. پيشابُ نرم جاءِ تي ڪيو.
- پيشاب جي قطرن کان پرھيز ڪيو جيئن پيرن يا ڪپڙن کي نہ لڳن.
- عذابِ قبر جو آغاز اتان ٿيندو آھي جتي پيشاب جا قطرا لڳا.
- پيو چغلخوري بہ عذابِ قبر جو سبب ھوندي آھي.
- وَٽُ چڱيءَ طرح پڇايو.
- روزي ۾ استنجا ڪيو تہ ڪشادا ٿي نہ ويھو متان پاڻي اندر وڃي روزو مڪروہ ٿي پوندو. باقي روزو نہ ھجي تہ مقعد کي چڱي طرح ڌوئو.
- اولاد کي مسئلا نہ سيکاريندؤ تہ قيامت واري ڏينھن اوھان کان حساب ٿيندو اوھان جون نمازون روزا پورا نہ پوندا.

**آخر الظھر پڙھو:** فرمايائون ننڍين ڳوٺن ۾ جمعي نماز پڙھو ٿا تہ احتياطاً آخر ظھر جون چار رڪعتون جمعي نماز بعد پڙھندا ڪيو. ان جي نيت ھي ڪيو:

”نويت آخر الظهر“ باقي ڪي مولوي صاحب ٻه اڙين ۾ اصل جمعي نماز نہ ٿا پڙهن. ائين نہ ڪجي گهڻا جاهل ماڻهو اهڙا آهن جيڪي ائين ڏينهن اچي الله اڳيان سجدو ڪن ٿا انهن کي نہ روڪجي. باقي آخر ظهر پڙهجي جو وڏن کان ان جو ثبوت آهي .

**حج تي وڃو تہ اول ان جا مناسڪ سکو:** فرمايائون اگر حج فرض ٿي وڃي تہ ادا ڪرڻ ۾ دير نہ ڪيو. اگر فرض ناهي تہ قرض کڻي حج تي نہ وڃو ۽ وڃو تہ اول ان جا مسائل سکو پوءِ وڃو. حج جا اهڙا مناسڪ آهن جن جي ڇڏڻ سان دم پئجي ويندو آهي. اول مناسڪ سکجن پوءِ حج تي وڃجي. حج جي سفر ۾ نمازون قضا نہ ڪجن. ڪي ماڻهو حج فرض بہ نہ اٿن ڪوٺيا کان رلندا پنندا حج تي وڃن ٿا. نفلي حج لاءِ ڪيئي فرضي نمازون وڃائن ٿا.

**نماز جا آداب سکو:** فرمايائون نماز ۾ هٿ دُن جي هيٺان متصل لڳ رکو. دن جي خود مٿان نہ رکو نہ دن کان مٿان رکو. سڄو هٿ کاٻي هٿ مٿان رکي سڄي هٿ جي آڱوٺي ۽ ڇيچ سان کاٻي هٿ جي ڪارائي پڪڙيو. پيرن جي وچ ۾ چار آڱرين جو مفاصلو رکو. جيڪو پير گهڻا ڪليل رکي ٿو اهو حنفي مذهب جي خلاف آهي. چڏا ڪولي ٻيهڻ ۽ هٿ سيني مٿان ٻڌڻ اهو غير مقلدن وهابين جو طريقو آهي ان کان بچو. اهي الله وارن جا مخالف هوندا آهن.

**الله وارن جي قريب رهو:** : فرمايائون: الله وارن جي بيعت ڪري انهن کان فيض حاصل ڪرڻ گهرجي. الله وارن جي قريب ٿيڻ الله جي قريب ٿيڻ ۽ انهن کان پري ٿيڻ الله کان پري ٿيڻ آهي. رومي فرمايو آهي تہ :

چوں شودی دور از حضور اولیاء ❊ در حقیقت گشتۂ دور از خدا

جڏهن الله وارن کان پري ٿئين تہ اصل ۾ خود خدا کان پري ٿئين.

سالڪ ڪيتري بہ عبادت ڪري نفل پڙهي پر بنا پير جي وصول الي الله نہ ٿيندو ڇو تہ عبادت جو مغز مرشد جي محبت آهي.

گر تو سنگِ خارہء مرمر شوی ❊ چوں بصاحب دل رسی گوهر شوی

اگر تون ڪڙو پٿر آهين تہ سنگ مرمر ٿي پوندين جڏهن ڪنهن الله واري وٽ ويندين تہ موتي بنجي پوندين. پر الله وارن جا قدر شناس اڄ دنيا ۾ تمام ٿورا رهيا آهن.

قدر زر زرگر بداند قدر جوهر جوهري ❊ قدر گل بلبل بداند قدر دلدل شه علي

سون جو قدر سونارو ڄاڻندو، جوهر جو قدر جوهري ڄاڻندو، گل جو قدر بلبل کي هوندو، دُلدُل جو قدر حضرت علي رضي الله عنہ ڄاڻندو.

**حقيقتِ ايمان مرشد وٽان ملندي:** فرمايائون هڪ هوندي آهي صورتِ ايمان ٻي هوندي آهي حقيقتِ ايمان. حقيقتِ ايمان بنا مرشد ڪامل جي اصل نہ ملي سگهندي آهي ڀلي ڪٽي اٿ ڪتابن جا ڇو نہ پڙهي.

**اولياءَ الله جو انڪار نہ ڪيو:** فرمايائون اڳي عالمَ الله وارن جو انڪار ڪونہ ڪندا هئا. هاڻي اهڙو نفسانيت جو دؤر اچي ويو آهي جو عالمَ پاڻ بہ فائدو حاصل نہ ٿا ڪن پر ٻين کي روڪن ٿا. الله وارن جو انڪار خراب آهي. اهو محرومي جو سبب هوندو آهي.

**وساوس شيطاني کان بچو:** فرمايائون: شيطان اگر وسوسو وجهي تہ ان کي جواب ڏئي جان ڇڏائجي نہ ڪہ ضعيف ٿي ڦاسي پئجي.

**عورتن کي ڪارو ڪري قتل نہ ڪيو :** فرمايائون او سنڌيو او بلوچو اوهان وڌيڪ غيرتمند آهيو يا الله وڌيڪ غيرت مند آهي؟ اگر زنا جو ڏوهہ ثابت ٿي وڃي تہ الله جو حڪم آهي ان کي لٺ ڪهاڙي يا بندوق سان نہ ماريو. بلڪہ پٿر هڻي ماريوس. اهڙي ڪڙي سخت سزا زاني لاءِ رب مقرر ڪئي آهي. پر زنا جو ڏوهہ ثابت ٿئي تہ پوءِ. ان ثبوت لاءِ چار شاهد هجن سي بہ سرائي سرميداڻي جي شاهدي ڏين. باقي صرف شڪ تي عورتن کي ڪارو ڪري قتل ڪرڻ ڪٿان جائز آهي؟ مرو تہ اوهان کي الله اڳيان سخت جواب ڏيڻو پوندو. قرآن ۾ ڪاٿي لکيل آهي تہ شڪ شبهي تي قتل ڪيو. سورة نور کي پڙهي ڏسو رب ڇاٿو فرمائي.

**تعويذات جو اثر ان تي ٿيندو جنهن کي يقين هوندو:** فرمايائون ڪڏهن تعويذ ٻڌڻ سان رهندو سور وڌي ويندو آهي پوءِ ماڻهو بي اعتقاد ٿي ويندا آهن. تعويذ لاهڻ نه گهرجي. تعويذ جو اثر ان کي ٿيندو آهي جيڪو اعتقاد رکندو آهي.

**عورتن جو خلط ملط ٿيڻ:** فرمايائون: عورت جو سارو جسم اگهڙ آهي. هڪ عورت کي ٻي عورت جي اگهڙ ڏسڻ جائز نه آهي.

فرمايائون: هڪ عورت جو ويم ٿيندو آهي ته سڀ عورتون اچي گڏ ٿينديون آهن، اهو هرگز جائز نه آهي. البته دائي بقدرِ ضرورت ڏسي سگهي ٿي.

فرمايائون: هڪ عورت ٻي عورت سان يا هڪ مرد ٻئي مرد سان هڪ سوڙ ۾ گڏجي نه سمهي. ماءُ پنهنجي بالغ نياڻي سان ڀاڪر پائي نه سمهي.

**صبر ڪشادگي جي ڪنجي آهي:** فرمايائون صبر ڪشادگي جي ڪنجي آهي.

غم ڏک مصيبت اچي ته صبر ڪيو الله وري ڪشائش ڪري ڏيندو.

فرمايائون: ڇا اهلبيتن پار ڪڍيا هئا؟ يا پردو ڦاڙي ٻاهر نڪتا هئا؟ يا ماتم به ڪيو هئائون. ڇا اهلبيتن کان قرآن وسري ويو هيو؟ جو رب فرمايو آهي ته :

لهَّ مَعَ اَلصَّ ّابِرِيْنَ [البقرة/153]

اي ايمان وارؤ صبر ۽ نماز جي ذريعي رب جي مدد حاصل ڪيو. بيشڪ الله صبر وارن سان گڏ آهي. رب فرمايو :

الَّذِيْنَ إِذَا أَصَابَتْهُمْ مُّصِيبَةٌ قَالُوْا إِنَّا لِلّٰهِ وَإِنَّا إِلَيْهِ رَاجِعُونَ [البقرة/156]

ڇا انهن کان اهي قرآني لفظ وسري ويا هئا جيڪي رب سيکاريا آهن. إِنَّا لِلّٰهِ وَإِنَّا إِلَيْهِ رَاجِعُونَ

فرمايائون: الله ته صبر سيکاريو آهي. اهلبيتن به صبر ڪيو آهي، پر حبدار سڏائڻ وارن کي الائي ڇا ٿيو آهي جو ماتم ڪرڻ کي عبادت سمجهن ٿا.

---

① آخري ايام ۾ حضرت پير سائينجن پاڻ تعويذ ڦيٽو ڪو نه ڪندا هئا. ان لاءِ خليفي عبدالرحمان نانگري کي مقرر ڪيو هئائون. ڪو سائل ايندو هيو ته ان کي خليفي ڏانهن موڪليندا هئا.

**شهرت جي طلب نہ رکو:** فرمايائون : ولي الله اهو آهي، جيکو ترک ماسويٰ الله هجي. جيکو دنيا ۾ شُهرت جو طالب نہ هجي. جنهن جي دل با خدا هجي. پوءِ ظاهر ۾ کھڙو بہ ڏنڌو ڪاروبار حلال جو ڪندڙ هجي.

فرمايائون: الله جي پاڻهن جو جيئن مرتبو وڏندو آهي، تيئن اهي مخلوق لاءِ وڏيڪ فائدو پهچائڻ وارا بنجندا آهن ۽ جاهلن جو دنياوي مرتبو جيئن وڏندو آهي تيئن اهي مخلوق لاءِ آزار جو باعث بنبا آهن.

**بيعتِ ثانيہ:** فرمايائون: هڪ طالب العلم قرآن شريف ياد ڪري رهيو آهي. پندرهن سيپارا ياد ڪيائين تہ استاد وفات ڪري ويو. هاڻي ٻڌايو تہ اهو ٻئي استاد وٽ وڃي حفظ مڪمل ڪندو يا نہ؟ پيلا ٻڌايو هڪ مريض پنهنجي بيماري جو ڪنهن طبيب کان علاج ڪرائي رهيو آهي. اڃا مڪمل صحتياب نہ ٿيو تہ طبيب وفات ڪري ويو ٻڌايو هاڻي ٻئي طبيب وٽان علاج ڪرائيندو يا نہ؟ ٻڌو مرشد مقصود نہ هوندو آهي. مقصود الله جي ذات ۽ ان جي معرفت هوندي آهي. مرشد باطني بيمارين جو طبيب هوندو آهي. اگر ڪو ڪنهن بزرگ جو مريد ٿيو اڃا اندر جون بيماريون نہ نڪتيون آهن ۽ اهو بزرگ برزخ هليو وڃي تہ سالڪ کي لازم آهي تہ ضرور ڪنهن ڪامل وٽ پنهنجو علاج مڪمل ڪرائي.

مرشد ڦل سڳن واسطي نہ هوندو آهي. مرشد ان لاءِ وٺبو آهي تہ گناهن جي اوجهڙ مان ڪڍي محمدي رستي تي آڻي. حضرت پيران پير محبوب سبحاني سيدنا عبد القادر جيلاني رحمت الله عليہ چار مرشد ورتا هئا. آخر ۾ جڏهن حضرت ابو سعيد مخزومي وٽ آيو تہ بزرگ فرمايس مان تو کي اهڙو پُر ڪندس جو ڪنهن وقت بغداد جي منبر تي چوندين:

قدمی هٰذہ علیٰ رقبۃ کل ولی الله منهنجو هي قدم سڀ ولين جي گردن تي آهي.پوءِ ائين ٿيو.

**طريقہ نقشبنديہ جو دارو مدار:** فرمايائون هن طريقي جو دارومدار محبت پير ۽ فنائيت پير تي موقوف آهي. بس فنائيت حاصل ٿي تہ ڪم ٿي ويو. فنائيت ان کي چوندا آهن جو پنهنجو وجود نظر نہ اچيس ۽ پير جو وجود نظر اچيس. جڏهن مريد محبت ۾ ڪامل ٿيندو آهي تہ ان جو اهو حال ٿيندو آهي.

**ماڻهن جا چار طبقات آهن :** فرمايائون ماڻهن جا چار طبقات آهن :

اول بہ هوشيار آخر بہ هوشيار

اول سست پڇاڙي ۾ هوشيار اهي ٻئي ڪٽي ويا.

اول بہ سست پڇاڙي بہ سست

اول هوشيار پڇاڙي سست اهي ٻئي طبقا هارائي ويا.

فقيرو! اوهان سستي نہ ڪيو. همت ڪري پاڻُ ملهائي ڏيکاريو. قيمتي حياتي کي غفلت ۾ برباد نہ ڪيو. هي گرانقدر بي بها شيءِ ذڪر الاهي ۽ معرفت الاهي حاصل ڪيو.

**الله جو شڪر جو جاهل نہ بنايائين:** فرمايائون الله جو شڪر آهي جو اسان کي مسڪين بنايائين پر جاهل نہ بنايائين. جهل جهڙي ڪا ٻي بري شيءِ آهي ئي ڪونہ .

سعدي فرمايو آهي تہ :

*زجاهل نيايد جزا فعال بد ❋ وزو نشنود کس جزاقوال بد*

جاهل کان برن ڪمن ۽ بڇڙن لفظن سواءِ ٻيو ڪجهہ نہ نڪرندو.

*سرانجام جاهل جهنم بود ❋ کہ جاهل نکو عاقبت کم بود*

جاهل جي پڇاڙي جهنم هوندي ڇو جو جاهل چڱي پڇاڙي وارو گهٽ ملندو.

*سر جاهلاں بر سر دار بہ ❋ کہ جاهل بخواری گرفتار بہ*

جاهل جو سر سوريءَ تي ٻلو جو جاهل خواري ۾ ورتل چڱو.

**پير ٽن قسمن جا آهن :** فرمايائون پير ٽن قسمن جا آهن :

*دلا يارا سہ قسم اندر جهانی ❋ زبانی اند نانی اند جانی*

مرشد ٽن قسمن جا آهن هڪڙا زباني آهن، ٻيا لالچي ڏن پٽ جا طالب ٽيا جاني مرشد آهن جيڪي گهران ڪارائي مريد کي منزل تي رسائن.

**وليءَ لاتعداد آهن :** فرمايائون وليءَ نبي ڪريم ﷺ جي نور جو چمڪار آهن. نبين جو تعداد ڪن سوا لک تہ ڪن گهٽ وڌ چيو آهي پر ولين جو تہ ڪو تعداد ئي نہ آهي. اهي لاتعداد آهن ۽ اهي قيامت تائين ايندا رهندا.

جئين قيامت قريب ٿيندي جهل ۽ انڌارو وڌندو تيئن نور نبوي وڌيڪ چمڪار ڪندو. تانجو خاتم الولاية حضرت امام مهدي ايندو. ان جي ولايت پنجين لطيفي اخفيٰ تي هوندي اچ تائين ڪنهن جي ولايت ان لطيفي تي نہ ٿي آهي. حضرت امام رباني مجدد الف ثاني رحمت الله عليہ لکيو تہ هن سلسلي ۾ اڪثر سالڪ چوٿين لطيفي تي ولي ٿيا آهن.

**اسانجو انعڪاسي طريقو آهي :** فرمايائون هي اسان جو طريقو انعڪاسي آهي. جيڪو مريد دل کي صاف ڪري غير جون محبتون مَنَ مان ڪڍي مرشد ڏانهن متوجہ ٿئي تہ فيوضات ۽ برڪات مرشد جي سيني مان ان مريد جي سيني ۾ منتقل ٿين ٿا. جيئن آئينو صاف هجي ۽ سج جي سامهون رکجي تہ سج تہ ان ۾ نظر ايندو پر سج جو تاءُ ۽ روشني بہ ان ۾ نظر ايندي پر جي آئيني کي ڪَٽُ لڳل هوندي تہ عڪس صاف نظر نہ ايندو. آئينو جيترو مُصفيٰ مُجَلّيٰ ۽ روشن هوندو اوترو عڪس صاف نظر ايندو. فيوضات صُوري ۽ معنوي ان ۾ منتقل ٿيندا.

**عشق جو تعلق دل سان آهي:** فرمايائون: سلطان العارفين حضرت بايزيد بسطامي رحمت الله عليہ بت ۾ ڀريل لحيم شحيم ۽ جسيم هيو سندس سينو ڪشادو هيو. ڪنهن چيو تہ اوهان کي الله جو عشق ڪئين آهي؟ اوهان جو جسم تہ عشق ۾ ڳريو ئي ناهي. بزرگ جواب ڏنو تہ الله جو عشق قلب ۽ دل سان تعلق رکي ٿو نہ کو قد بت سان.

**مريد ڪير ۽ مراد ڪير آهي؟** فرمايائون هڪڙا طالب مريد هوندا آهن ٻيا مراد هوندا آهن. مراد اهو آهي جو پنهنجا سڀ اختيارات ڇڏي پنهنجي پير جي ارادن جو تابع ٿي وڃي پنهنجو سرمايو ۽ مُوڙي مرشد بنا ٻي ڪجهہ نہ سمجهي. جڏهن ان ڳالهہ کي توڙ رسايائين تہ اهو غمن ۽ ڏکن کان ڇٽي پيو. مراد ۽ مريد ۾ زمين آسمان جو فرق آهي مريد آهي راهہ رفتن مراد آهي راهہ بُردن. مريدُ پاڻَ ويچارو پيو ٿو پنڌ ڪري ۽ جهنگن کي جهاڳي. مراد کي خود مرشد وٺي ٿو وڃي. جيئن پنڌ ڪندڙ کي ڪو چوي ادا خيال نہ ڪر مان تو کي اتي هلي ٿو پهچايان اهو پنڌ ڪندڙ ڏکن ڏولاون کان ڇٽي پوندو.

**مجلس جي آدابن جو خيال ڪيو:** فرمايائون: مجلس جي آداب جو خيال رکو. ڪو ماڻهو ٻاهران اچي ٿو پوءِ ماڻهن کي لتاڙيندو هلندڙ مجلس ۾ اچي اسان سان ملي ٿو اهو ماڻهن

کي بہ ايذائي ٿو، اسان کي بہ ايذائي ٿو. اهو نہ اچي ها تہ ڀلو هيو.

فرمايائون: گهڻا ماڻهو اسان وٽ اچن ٿا رهن ٿا پر فائدو نہ ٿو حاصل ٿئين. ڇو جو انهن ۾ ادب نہ آهي. ادب انسان کي منزل تي پهچائيندو آهي.

فرمايائون: مرشد جي حضور ۾ نفل بہ نہ پڙهجن. تسبيحات بہ نہ پڙهجن. ورد وظيفا بہ سامهون نہ پڙهجن. بلڪ اکيون ۽ دل جو توجہ مرشد ڏانهن ڪجي. ڪنن کي ٻين پاسن کان ٻوڙو ڪجي، عضون کي اجائي حرڪت نہ ڏجي. ٻئي ڏي اک سان نہ واجهائجي. مريد مرشد جي اڳيان پلا ٻئي ڏانهن ڇو ٿو واجهائي؟ مرشد کان وڌيک ٻي ڪهڙي شيءِ آهي جو ان ڏانهن ڏسي ٿو. اصحابي سڳورا محبوبن ڪريمن ﷺ جي محفل ۾ ائين ويهندا هئا ڄڻڪ انهن جي مٿن تي پکي هجن متان اڏامي وڃن.

**اهو مرشدي جو لائق بہ نہ آهي:** فرمايائون: جيڪو مرشد بہ آهي، پر مريدن کي آداب نہ ٿو سيکاري اهو مرشدي جو لائق بہ نہ آهي.

**اولاد جي سهڻي تربيت ڪيو :** فرمايائون: پٽن، نياڻين، زالن، گهر ڀاتين کي نيڪ بنائڻ لاءِ هر ممڪن ڪوشش ڪيو . اولاد کي ديني تعليم ڏيو انهن جي سهڻي تربيت ڪيو.

**رزق جي تنگي جو سبب :** فرمايائون: رزق جي تنگي جو سبب الله جي ذڪر کي ڇڏي ڏيڻ هوندو آهي. رب فرمايو آهي تہ :

وَمَنْ أَعْرَضَ عَنْ ذِكْرِي فَإِنَّ لَهُ مَعِيشَةً ضَنْكًا وَنَحْشُرُهُ يَوْمَ الْقِيَامَةِ أَعْمَىٰ [طه/124]

جيڪو منهنجي ذڪر کان منهن موڙيو تہ ان جي روزي تنگ ڪئي ويندي ۽ اسان ان کي قيامت واري ڏينهن انڌو ڪري اٿاريندا سين.

اڄ ڏسو ماڻهن ذڪر خدا جو ڇڏيو آهي تہ تنگي ۾ مبتلا آهن. هر طبقو پريشان آهي. وڏيرن جي پوري نہ ٿي پوي، مولوي پنڻ پنيان ڪاهي پيا آهن. پير وري مريدن جي در در تي ڏن لاءِ ڊوڙي رهيا آهن. اها تنگدستي ناهي تہ ٻيو ڇا آهي؟

**روحاني بيمارين جو علاج ڪرايو :** فرمايائون: جسم بيمار ٿئي ٿو ان جي علاج لاءِ ڪيڏي ڪوشش ڪيو ٿا. پر روحاني بيمارين جو علاج ڇو نہ ٿا ڪرايو! جسم بيمار ٿيو تہ موت اچڻ جو خطرو آهي پر دل بيمار ٿي تہ ايمان وڃڻ جو خطرو آهي.

لک جانيون ايمان تان قربان ڪجن. پوءِ پڇايو تہ انهن جو علاج ڪرائجي يا نہ؟ انهن جو علاج مرشد ڪامل وٽ ٿيندو. اوهان چوندا تہ اسان جا پنهنجا پير آهن. پڇو اهي ويچارا خود مريض آهن سو اوهان جو ڪهڙو علاج ڪندا. اوهان تہ اجا ڪڏهن نماز پڙهو ٿا اهي تہ اها بہ نہ ٿا پڙهن.

**پير جي معنيٰ ڇا آهي؟** فرمايائون: پير فارسي لفظ آهي. ان جي معنيٰ آهي پوڙهو. پوڙهو دنيا جي ڪمن ۾ هوشيار هوندو آهي. مرشد کي پير ان ڪري ٿا سڏن جو اهو دين جي ڪمن ۾ عاقل ۽ هوشيار هوندو آهي. الله واري کي دنيا وارن کان وڌيڪ عقل هوندو آهي. اها معنيٰ لازمي ۽ مجازي آهي . مرشد جي معنيٰ آهي سڌي رستي تي هلائيندڙ.

جيڪو پاڻ ئي سڌي رستي تي نہ آهي سو ٻين کي ڪهڙو سڌي رستي تي هلائيندو! جيڪو خود بي نمازي آهي سو ٻين کي ڇا نمازي بنائيندو؟!!

**شبهناڪ شيون نہ کائو:** فرمايائون: بازاري گوشت ۽ بازاري مَلايون مِٺايون جن جي پاڪ صاف هجڻ يا حلال حرام جي ڪا خبر ناهي اهي نہ کائو. لاڙڪاڻي ۾ هڪ اُٺ مري ويو ڪاساين ان جو گوشت ڪپي شهر ۾ هلائي ڇڏيو.

**گٽر جي پاڻي تي پيدا ٿيل سبزيون نہ کائو:** فرمايائون: شهرن جي پاسي ۾ گٽر جي پاڻي تي آباد ٿيندڙ سبزيون نہ واپرايو. ڇو تہ انهن ۾ ان ناپاڪ پاڻي جا اثرات ٿين ٿا.

**زمين جو ٺيڪو:** فرمايائون: زمين جو ٺيڪو پئسن تي ڪٽي سگهجي ٿو باقي آنَ تي نہ ڪٽڻ گهرجي.

**ڇيڻن جي باهہ:** فرمايائون تقويٰ اها آهي جو ڇيڻن جي باهہ تي پڪل ماني نہ کائجي.

**چوري نہ ڪيو:** چوري نہ ڪيو. چور پاڪ نہ ٿو ٿئي، جيستائين ان جو هٿ نہ ڪپيو وڃي.

---

[1] پير سائينجن پاڻ بزاري گوشت استعمال نہ ڪندا هئا. درگاہ تي ڇيلو وني ڪُهائي ان جو گوشت واپرائيندا هئا.

[2] يعني ٻني کنهن کي ان شرط تي ڏئي جو ان سان ٻول ڪري تہ توکي هيترو آنُ ڏيڻو پوندو. فقهاءِ احناف وٽ ائين جائز نہ آهي.

[3] توڙي جو فتويٰ ۾ تہ جائز آهي پر هي سندن تقويٰ هئي جو پاڻ ڇيڻن جي باهہ تي پڪل ننگر جماعت کي نہ کارائيندا هئا. ننگر جي رڌ پچاءِ ۾ ڇيڻا ڪم نہ آندا ويندا هئا بلڪ ڪاٺيون ڪم آينديون هيون.

**ولين جو علم :** فرمايائون: هڪ ماڻهو حضرت امام رباني کان حج تي وڃڻ جي صلاح پڇي. پاڻ فرمايائون توکي عرفات ۾ ڪعبة الله ۾ ڪو نہ ٿو ڏسان. ڏسو ولي الله کي ڪئين خبر پئي هيترن ماڻهن ۾ ڪيئن قوليائين تہ ڪو نہ آهي.

**پنجاب ۾ نبي سڳورا آيا آهن:** فرمايائون: پنجاب ۾ نبي سڳورا آيا آهن. انهن جي مزارن تي اڄ بہ نور وسي رهيو آهي.

**هر شيءِ الله جي تسبيح پڙهي ٿي:** فرمايائون : رب العالمين فرمايو آهي تہ :

وَإِنْ مِّنْ شَىْءٍ إِلَّا يُسَبِّحُ بِحَمْدِهِ وَلَٰكِنْ لَّا تَفْقَهُونَ تَسْبِيحَهُمْ [الإسراء/44]

ڪا بہ اهڙي شيءِ نہ آهي مگر هر شيءِ الله جي تعريف جي تسبيح پڙهي ٿي پر اوهان انهن جي تسبيح نہ ٿا سمجهو.

هاٿي هي ڪپڙو بہ هڪ شيءِ آهي ٻڌايو اهو تسبيح پڙهي ٿو يا نہ؟

اگر انڪار ڪبو تہ قرآن جو انڪار آهي. اگر هاڪار آهي تہ ٻڌايو اوهان ڪڏهن ان جي تسبيح ٻڌي آهي؟ يقيناً الله جي تسبيح پڙهي ٿو پوءِ الله جي ٻانهن مان ضرور ڪي اهڙا بہ هوندا جيڪي ان جي تسبيح ٻڌن ۽ سمجهن.

**مرشد جي تعريف :** فرمايائون سج اڀريو جهان روشن ٿي ويو. ڪو ان جي تعريف ڪري ٿو تہ سج جي تعريف اصل ۾ ان جي ناهڻ واري ۽ ان کي چمڪائڻ واري جي تعريف آهي. الله واري جي تعريف خود خدا جي تعريف آهي. جنهن ان کي ولايت عطا ڪئي آهي. اي فقيرو! اوهان پنهنجي مرشد جي تعريف ڪندا رهو. مخالفن جي مخالفتن تي ڌيان نہ ڏيو.

*مادح خورشيد مداح خدا ست، مادح اولياء مداح خدا ست*

---

[1] قرآن شريف ۾ آهي تہ: وَإِنْ مِّنْ أُمَّةٍ إِلَّا خَلَا فِيهَا نَذِيرٌ [فاطر/24] ڪا اهڙي امت نہ آهي جنهن ۾ ڪو ڊيڄاريندڙ نہ گذريو هجي. امام رباني مجدد الف ثاني بہ مڪتوبات شريف ۾ لکيو آهي تہ هندستان ۾ انبياءَ آيا آهن. دربار رحمتپور شريف جي موجوده سجاده نشين پير مٺا سائين ثاني فرمايو تہ مشرقي پنجاب ۾ سرهند شريف کان ٿيهہ ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي انبياءَ جون مزارون آهن. پاڻ انهن جي زيارت بہ ڪري آيا آهن.

سج جي واکاڻ ڪندڙ الله جي تعريف ڪندڙ آهي اولياء جي تعريف ڪرڻ وارو خود خدا جي واکاڻ ڪري رهيو آهي. باقي غير شرعي پير جي تعريف ڪرڻ نہ گهرجي.

**عورتون بنا وارث نہ اچن:** فرمايائون هت ڪا عورت بنا وارث جي نہ اچي جيڪڏهن آئي تہ ان جو حساب ان پاسي جي خليفي کان ورتو ويندو.

**جي ڦِريا سي ڦُريا:** فرمايائون: ڪي ماڻهو اعتراض ڪندي چون ٿا تہ اسان جي جماعت مان ڪي ماڻهو ڦري چو ٿا وڃن؟ ٻڌايو شيطان ڪيڏي عبادت ڪئي هئي پوءِ لعنتي ٿي ويو ان ۾ پئي ڪنهن جو ڪهڙو ڏوهہ بلڪہ شيطان ازل ۾ تڙيل هيو. اگر ڪي جماعت مان ڦري وڃن ٿا تہ اهي ازل جا ماريا آهن. ان ۾ پئي جو ڪهڙو قصور.

*درگاہ پر جو آوے جلدی برات پاوے ، منھ پھیر کر جو جاوے رستہ دراز ہے*

ڪو اچي ٿو تہ ان جو پنهنجو فائدو آهي، ڪو ڇڏي وڃي ٿو ان جو پنهنجو نقصان آهي.

**الٽو معاملو:** فرمايائون: اڄ دور اهڙو اچي ويو آهي جو زال ٿئي مڙس، مڙس ٿئي زال، پيءُ ٿئي پٽ، پٽ ٿئي پيءُ، مرشد ٿئي مريد ۽ مريد ٿئي مرشد تڏهن ٿو ڪم هلي.

**ٽي شيطاني حملا:** فرمايائون هن طريقي ۾ جيڪو بہ داخل ٿئي ٿو شيطان ان تي ٽي حملا ڪري ٿو. پهريون هلڪو هوندو آهي پيو ان کان وڌيڪ ٽيون تمام سخت. ٽنهين حملن ۾ بچي ويو تہ پوءِ اهو اڳتي بچي ويندو. پوءِ شيطان ڪيرائي نہ سگهندس.

**ڏاڙهي ڪوڙڻ:** فرمايائون: اڳي ڪنهن کي سزا ڏيندا هئا تہ ان جي ڏاڙهي ڪوڙيندا هئا. زالون ڪنهن تي ڪاوڙيون هيون تہ چونديون هيون هل ماريا ڏاڙهي ڪُوڙيا. هاڻي خبر ناهي ماڻهن کي ڇا ٿي ويو آهي جو پنهنجي هٿن سان پاڻ کي سزا ڏين ٿا.

ڏاڙهي سهڻي نبي پاڪ ﷺ کي هئي، اصحابن کي هئي اگر سهڻي نہ هجي تہ الله تبارڪ و تعاليٰ پنهنجي محبوب کي ڇو ڏئي ها؟ پنهنجي محبوب کي پياريون ۽ سهڻيون شيون ڏيون آهن. پيو تہ امر بہ آهي:

---

[1] پاڻ ڏاڙهي ڪوڙڻ واري تي سخت برهم ٿيندا هئا. ڪڏهن نرمي تہ ڪڏهن سختي سان ڏارهي رکڻ بابت فرمائيندا هئا. سندن مريدن ۾ ڪو بہ بنا ڏاڙهي جي ڪونہ هوندو هيو.

خَالِفُوا الْمُشْرِكِينَ وَفِّرُوا اللِّحَى وَأَحْفُوا الشَّوَارِبَ [1]

مشرڪن جي مخالفت ڪيو، ڏاڙهي رکو مڇون ڪتايو.

ڏاڙهي بہ پوري مٺ رکڻ گهرجي، نہ ايڏي وڏي جو ڏسڻ سان تنفر پيدا ٿئي. وڏن طبيبن لکيو آهي تہ ڏاڙهي مسلسل ڪوڙيندڙ جي مردانگي طاقت گهٽجي وڃي ٿي. حڪيم مولوي الله بخش پنجابي ڪوٽ لالو وارو حڪيم اجمل خان جو شاگرد آهي، ان چيو تہ اڪثر ماڻهن جي مردانگي قوت گهٽ آهي اها بيماري سنت جي ترڪ ڪرڻ جي سزا آهي.

جيڪو خدائي ڏنل شڪل بدلائيندو الله تعاليٰ ان جي باطن جي شڪل بدلائي ڇڏيندو.

**مرد کي سنهون لباس :** فرمايائون دن ڪان وٺي گوڏن تائين مرد جو بدن اگهڙ آهي. ان جو ڍڪڻ لازم آهي. باقي مرد مٿئين بدن تي سنهو ڪپڙو چاري وارو پائي تہ جائز آهي. عورت جو سارو بدن اگهڙ آهي ان کي پوري جسم تي سنهو لباس پائڻ جنهن مان بدن ظاهر ٿئي تہ اهو ناجائز آهي.

**مرد ٿيو:** فرمايائون ڄاهن ۾ ڪُمين وانگر نہ ٿيو مرد ٿيو. ڄاهي کي ڪو سامهون ايندو آهي تہ منهن ڪٽي لڪائيندو آهي. ڪُمي بہ ائين ڪندي آهي. اوهان مرد آهيو مرد ٿي ڏيکاريو. ڪو مخالفت ڪري ٿو تہ ڄاهي ۾ ڪمي وانگر منهن نہ لڪايو. اوهان اڪ اڪ ۾ ملائي ان سان ڳالهايو. الله اوهان جو حامي ۽ مددگار آهي ڇو تہ اوهان حق تي آهيو.

**بدنگاهي کان بچو:** فرمايائون: اسان جو طريقو عاليہ نقشبنديہ ڏاڍو نازڪ طريقو آهي. زنا ۾ برو ڪم تہ ڇڏ پر جيڪو رڳو بري نظر سان نهاريندو ان کي بہ اصل فائدو نہ ٿيندو.

فرمايائون: جيئن مرد کي پرائي عورت ڏانهن ڏسڻ جائز نہ آهي، تئين ڪنهن عورت کي بہ پرائي مرد کي ڏسڻ جائز نہ آهي. اول حڪم عورتن کي آهي پوءِ مردن کي. عورتون برقعي مان اندران پراون مردن کي نہ ڏسن. فرمايائون : اي اهلِ ذڪر فقيرو ! پنهنجي نگاهن جي حفاظت ڪيو. اوچتي نظر پئجي وڃي تہ معاف آهي دوبارو ڇتائي نہ ڏسو.

---

لَّهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ قَالَ خَالِفُوا الْمُشْرِكِينَ وَفِّرُوا اللِّحَى وَأَحْفُوا الشَّوَارِبَ وَكَانَ ابْنُ عُمَرَ إِذَا حَجَّ أَوْ اعْتَمَرَ قَبَضَ عَلَى لِحْيَتِهِ فَمَا فَضَلَ أَخَذَهُ

صحيح البخاری ۔(ج18/ص249)

شينهن وانگر گردن جهڪايون هليا وڃو.

**ظالم جهنم ۾ ويندا :** فرمايائون: جيڪي ماڻهو الله جي مخلوق سان ظلم ڪن ٿا. ماڻهن کي ايذائن ٿا انهن جي جاءِ جهنم آهي ۽ جيڪي خلقِ خدا کي راحت رسائن ٿا انهن جي جاءِ جنت آهي. سهڻي نبي ڪريم ﷺ کان پڇيائون تہ: هڪ شخص آهي جيڪو ساري رات عبادت ٿو ڪري پر مردم آزار آهي ۽ ماڻهن سان ظلم ٿو ڪري. پاڻ فرمايائون اهو دوزخي آهي. وري پڇيائون پيو ماڻهو آهي جو سهڻي خُلق وارو آهي ۽ ماڻهن سان مروت سان پيش اچي ٿو. پاڻ فرمايائون اهو بهشتي آهي.

**سچي دل سان توبہ ڪيو:** فرمايائون سچي دل سان توبہ تائب ٿيو. توبہ ڪرڻ اهڙو عمل آهي جو گناهہ تہ معاف ٿين ٿا پر گناه نيڪين ۾ بدلايا وڃن ٿا جيئن قرآن پاڪ ۾ آهي تہ :

لَّہُ غَفُوۡرًا رَّحِیۡمًا الفرقان/70

**خوف الله جو ۽ اميد الله ۾ رکو:** فرمايائون کو ڪک بہ الله جي حڪم بنا نہ ٿو چُري. الله جي رضا ۽ مشيت کان سواءِ نہ ڪو اوهان کي نفعو پهچائي سگهي ٿو نہ نقصان. انکري خوف صرف الله جو رکو ۽ اميد بہ صرف الله جي ذات ۾ رکو. ڪا شيءِ الله جي حڪم کان سواءِ ڪجهہ ڪونہ ڪري سگهندي.

**وڻ جي اهل :** فرمايائون اوهان ڏٺو هوندو تہ وڻ هميشہ ان پاسي ڪِرندو آهي جاڏي ان جي اهل هوندي گهڻي ڪوشش ڪيو تہ ٻئي پاسي ڪونہ ڪرندو . سو نيڪين ڪرڻ واري جو موت ايمان سان ۽ عاقبت جنت هوندي انکري هر وقت نيڪين جو خيال رکو.

**الله وارن جو علم:** فرمايائون: الله تبارڪ وتعاليٰ جا علم گهڻا آهن. ڪن کي اهڙو علم عطا ڪري ٿو جنهن جي ٻئي کي خبر بہ ڪانهي. پلا دنياوي طرح ئي ڪڻي ڏسو. انگريزي وارا عربي نہ ڄاڻن ۽ عربي وارا انگريزي نہ ڄاڻن ۽ ڪنڀر ڍڪاڻڪو علم نہ ڄاڻي نہ ڍڪڻ ڪنڀارڪو ائين لوهر صراف جي علم کان نا واقف آهي سون ۽ هيرن لعلن جواهرن جي انکي کهڙي خبر؟ اهڙي طرح ڪي باطني ۽ لدني علم بہ اهڙا آهن جو بنا استاد جي الله عزوجل جن کي چاهي عطا ڪري ٿو. جيئن پيري واڍي نہ ڪنهن وٽ پڙهيو نہ سکيو جو پڪي زمين تي ڍڳي يا اوني مال جي پيرن جا نشان سهي سڃاڻندو وڃي ۽ ڪيترن مالن

۽ وڳن جي پيرن مان چورايل جانور جو پير ڪٽي وجي توڙ ڪري ٿو. ان کي الله پاران عطا ڪيل علم چئبو. جيڪو سڀ ڪنهنکي حاصل ناهي. هاڻي ڪنهن عالم يا عربي دان يا انگريزي خواندي کي چئجي تہ هي پير سڃاڻ تہ هر گز نہ ڏسيندو. ڇو جو ان وٽ اهو علم نہ آهي. سو الله وارن کي بہ الله جل جلالہ اهو باطن جو علم بخشيندو آهي جنهن جي عام جهان کي خبر نہ هوندي آهي.

**ذڪر جي جاري ٿيڻ جون نشانيون :** فرمايائون: ذڪرجي جاري ٿيڻ جو اهو مطلب نہ آهي تہ ڪو عضوا جُنبش ۾ اچي وڃن بلڪہ دل دنيا جي محبت کان خالي ٿيڻ لڳي. دل ۾ گناهن کان نفرت ۽ نيڪين جي محبت ملي. خوفِ خدا اندر اچي. بي فرماني ۽ سرڪشي کان باز اچي خوفِ خدا، شوقِ اطاعت نصيب ٿئي. خصائلِ قبيحہ، دل جي ڪدورت، ظلمت، قساوت ۽ شدت ختم ٿئي ۽ دل ۾ نرمي پيدا ٿئي تہ سمجهو تہ دل جاري ٿي آهي ۽ ذڪر جا اثرات ۽ ثمرات مرتب ٿي رهيا آهن.

**عصر کان بعد پاڻي پيئڻ :** هڪ ڀيري عصر جي نماز کا بعد پاڻي طلب فرمايائون. مولوي غلام فريد صاحب حويلي شريف کان جست جي وڏي وٽي ۾ پاڻي پيش ڪيو. پاڻي پيئڻ کان پوءِ پاڻ فرمايائون تہ پاڻي پيئڻ ٽيهريءَ وقت منع نہ آهي بلڪہ بسم الله الرحمان الرحيم پڙهي پيئجي تہ ڪوئي حرج نہ آهي. فرمايائون تہ پاڻي پيئڻ لاءِ ڇهہ سنتون آهن: پاڻيءَ کي ڏسڻ، سڄي هٿ سان جهلڻ، بسم الله پڙهڻ، ويهي پيئڻ، ٽن ساهين ۾ پيئڻ ۽ آخر ۾ الحمدلله پڙهڻ.

**معبودانِ باطل :**

فرمايائون : الہ باطلہ ڀن قسمن جا آهن.

**1. آفاقي :** جيئن بت، پٿر، پپر، سج چنڊ، درياءَ، ستارا وغيره جيڪو انهن کي معبود سمجهي انهن جي پوڄا ڪري اهو مشرڪ في الشريعة آهي.

**2. انفسي :** جيئن اولاد، زال، مال، عيال، گهر، مڪان، دڪان، باغ بنگلا، زمين وغيره. جڏهن انهن جي محبت کي الله جي محبت جي مساوي سمجهي تہ اهو مشرڪ في الطريقة آهي. رب فرمايو تہ : أَفَرَأَيْتَ مَنِ اتَّخَذَ إِلَـٰهَهُ هَوَاهُ (الجاثيه: 23)

چا تو ان ماڻھو کي نہ ڏٺو جنھن پنھنجي خواھشن کي پنھنجو معبود بڻايو آھي.
انھن شين کي ترڪ بہ ڪو نہ ڪبو، انھن شين ۾ غرق بہ نہ ٿبو.

**الحب لله والبغض لله:**

فرمايائون : محبت رکو تہ بہ خدا خاطر ۽ دشمني رکو تہ بہ خدا خاطر. پنھنجي نفساني ۽ شھواني شيطاني مقاصد خاطر تعلقات نہ جوڙيو.

**جو آوے برات پاوے:**

فرمايائون ھي منھنجي پير جي دربار کليل آھي جيڪو ايندو سندس فائدو آھي جيڪو منھن موڙي ويندو اسان کي ان جي رتي برابر پرواھ ناھي.

*دربار پر جو آوے جلدی برات پاوے، منہہ پھیر کر جو جاوے رستہ دراز ہے۔*

**ننگر جا آداب:**

فرمايائون: جڏھن اجتماعي طرح ننگر کائو تہ ڏھن ڏھن جون ٽوليون ڪري ويھو. پوءِ سيني کي ننگر ملي وڃي تہ نانگري بسم الله الرحمان الرحيم وڏي آواز ۾ چوي پوءِ سڀ گڏجي شروع ڪيو. سندن ان سھڻي طريقي تي عمل ڪندي جماعت غفاري جڏھن ننگر کائيندي ھئي تہ ھزارين ماڻھو پنجن منٽن ۾ ننگر کائي ويندا ھئا. ڪو بہ ھل ھنگامو يا لڙ شور نہ ٿيندو ھيو. ڪيترا ماڻھو رڳو ڏسڻ ايندا ھئا تہ غفاري فقير ننگر ڪيئن ٿا کائن؟
اڄ بہ درگاھ رحمتپور شريف ۾ جماعت غفاريہ کي جڏھن سيني کي ننگر ملي ويندو آھي تہ پوءِ بسم الله چئي ويندي آھي. پوءِ سڀ فقير گڏجي بسم الله پڙھي پنھنجي پاسي کان ننگر کائڻ شروع ڪندا آھن. اگر ڪنھن فقير جي پاسي کان ڪا ٻوٽي ھوندي آھي تہ پاڻ سان گڏ ويٺل ٻين فقيرن ۾ ھڪ جيتري ورھائيندو آھي.
پاڻ فرمايائون: اگر مھمان کي ماني ڏني وڃي تہ اھو ڪنھن ٻئي کي کائڻ جي صلاح نہ ڪري. جيڪو طعام بچي تہ اھو گھر ڏٽي کي واپس ڪري. چو تہ اھا بہ وٽس امانت آھي.

**استادن لاءِ نصيحت:**

فرمايائون: شاگرد ڪاڪوس ۾ وڃڻ لاءِ استاد کي ٻانھون ٻڌي اجازت وٺي ٿو، يا پيشاب لاءِ وڃي ٿو تہ استاد کي چوي ٿو تہ "سائين ھِڪُ ڪري اچان." ھوڏانھن ھڪ عدد الله تعاليٰ سان نسبت رکندڙ آھي. ائين نہ ڪيو.

**ڪوڙ جا الفاظ:** فرمايائون تہ فقيرو! ماني گهرڻ مهل چوندا آهيو تہ ماني ٽڪر آهي تہ ڏيو پوءِ سڄي ماني ملي تہ ڪائي ٿا وجو يا پاڻي گهرو تہ اهو بہ صحيح گهرو ائين نہ چئو تہ پاڻي ڍڪ ڏيو. پوءِ پاڻيءَ جو گلاس ملي وڃي تہ پورو گلاس پي ٿا وڃو. ڇا اهڙا لفظ چئي ماڻهو ڪوڙ جي دائري ۾ نہ اچي ويندو؟!

**تصويرن جي مخالفت:**

پير مٺا سائين رحمت الله عليہ فوٽو جي سخت مخالف هئا. ايستائين جو حويلي شريف ۾ اهڙو ماچيس بہ نہ رکڻ ڏيندا هئا جنهن ۾ ڪنهن جانور جي تصوير هجي.

**مريد:** فرمايائون اسان جو مريد اهو آهي جيڪو اسان جي فرمان تي هلي جيڪو عمل نہ ٿو ڪري اسان ان ڪان پري ۽ بيزار آهيون. جيڪو شريعت جي خلاف هلي سو اسان جو نہ آهي ڀلي ڪٽي فقير سڏائيندو هجي يا خليفو اسان ٻنهين جهانن ۾ ان ڪان بيزار آهيون.






# حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ جا

:: سُهڻا سُخن :: ڀاڄهارا ٻول :: قيمتي قول :: مصريءَ جون ترڙون ::

1. دوستي رکو تہ الله خاطر ڀلي ڪٽي اوهانجو ڏاريو هجي.

2. دشمني رکو تہ خدا خاطر ڀلي ڪٽي اوهان جو پنهنجو هجي.

3. ڀلو آهي تہ فقير گڏجي پنهنجو اهڙو ڳوٺ ٻڌي ويهو جنهن ۾ شريعت جي پائبندي هجي. قانونِ الاهي بالادستي هجي. ڪو بہ ڪم شريعت پاڪ جي خلاف هرگز نہ ٿئي.

4. جهڳڙي جي حالت ۾ پوليس يا ڪورٽن ۾ نہ وڃو بلڪ معاملو شريعت حوالي ڪيو.

5. غيرت مڙسيءَ جو نشان ۽ مردانگيءَ جو جوهر آهي.

6. زباني اقرار ڪرڻ آسان آهي پر ان تي عمل ڪري ڏيکارڻ ڏاڍو ڏکيو آهي.

7. ٻين جي تڪليف کي پنهنجي تڪليف سمجهو.

8. پنهنجي والدين جي پوري پرگهور ڪيو. پنهنجي حال آهر انهن کي سٺي خوراڪ کارايو, سٺي پوشاڪ پهرايو.

9. ريتن ۽ رسمن جا پائبند نہ ٿيو. شريعت پاڪ تي عمل ڪيو.

10. شاديون غميون سنت شريعت مطابق ڪيو.

11. شاديءَ جي موقعي تي دهل شرنايون نہ وڄايو, سهرا ڳائڻ, موڙ ٻڌڻ, لائون ڏيارڻ, سانن سُونٽڻ واريون سڀ رسمون ڇڏي ڏيو.

12. غير شرعي شادي ۾ شريڪ تہ نہ ٿيو پر اهڙي شادي جو ٻيت پنهنجي ڪتي کي بہ نہ کارايو.

13. پٽ جو ٺهر چم جو ٽڪر ڪپڙو آهي, سو جي ٻارڻ کي ڏانءُ اچي تہ ڪپي ڇڏيو نہ تہ حجام کي بہ ٽي روپيا ڏئي ڪپائي ڇڏيو. ان تي رسمون نہ ڪيو.

14. اٿندي ويهندي، گهمندي ڦرندي وضو هجي يا نہ هجي مگر خيال هجي تہ دل ٿي چوي الله الله الله.
15. صفات رزيلہ ۽ عاداتِ قبيحہ متجي وڃن ۽ اوصافِ حميده ۽ اخلاقِ سعيده نصيب ٿين تہ اها ذڪر جاري ٿيڻ جي نشاني آهي.
16. جڏهن دل ۾ذڪر جاري ٿيندو آهي تہ گناهن کان نفرت ۽ نيڪين جي محبت پيدا ٿيندي آهي.
17. دشمن کان بدلو نہ وٺو نہ وري ان کي بد دعا ڏيو .
18. پنهنجو معاملو الله جي حوالي ڪيو.
19. الله پلو ڪارساز ۽ پلو منتقم آهي.
20. مخالفن جي مخالفتن کان نہ ڊڄو.
21. مخالفت فقيري جو ڏاج آهي
22. اهلِ ذڪر الله جا محبوب آهن.
23. الله وارن جي دشمنن کي خود خدا مغلوب ۽ مقهور ڪندو آهي.
24. اسان جي طريقي ۾ محنت ۽ رياضت ڪونهي صرف محبتِ شيخ ۽ تصورِ شيخ درڪار آهي.
25. ڪوبہ اسان جي پيرين نہ پوي.
26. اسان جو مريد اهو آهي، جيڪو سنت محمدي ۽ شريعت احمدي تي عمل ڪري.
27. جو فرمان نہ مڃي ، عمل نہ ڪري سو اسان جو مريد نہ سڏائي نہ اسان ڏي اچي.
28. اسان کي مريدن جي درڪار نہ آهي.
29. وقت وڏو قيمتي خزانو آهي ان کي برباد نہ ڪيو.
30. جنهن جي ڏني روح کي راحت ملي وري وري ان جي در وڃڻ گهرجي.
31. مُلان برهہ جو باب پڙهن ها تہ اعتراضن واري زبان بند ٿي وڃين ها.
32. طمع وارو رهبر ناهي رهزن آهي ۽ بي همت ماڻهو مرد ناهي زال آهي.
33. جيڪو مرشد جي دربار جي خدمت نہ ڪري اهو فيض کان اک کي ڇوڙو پڏي.

34. منهنجي وفات کان پوءِ هي منهنجي پير جو فيض پيٽو چئوٽو ٿيندو.

35. دنيا جا طالب ٿيندئو ته نه دنيا هٿ ايندوَ نه خدا ملندوَ. الله جا طالب ٿيندئو ته الله به ملندو دنيا به پويان لڳي پوندوَ.

36. فرمايائون: خوشي جي موقعي تي تاڙيون نه وڄايو. تاڙيون وڄائڻ جاهلن جو ڪم آهي.

37. فرمايائون: فقيرو! تماڪ، ناس، پيڙي ۽ سگريٽ وغيره خود ته استعمال نه ڪيو پر ان جو واپار به نه ڪيو. خبردار! متان ڪنهن اهل ذڪر دڪاندار ڪنهن کي پيڙي يا سگريٽ جي دڪائڻ لاءِ ماچيس جي تيلي ڏئي.

38. خبردار! بدعتي ماڻهن کي پئسن جي خيرات به نه ڏيو.

39. فرمايائون: مولوي، عالم ۽ پير به وقت ماني کائن ٿا چو ته حضور ڪريم ﷺ کان به وقت ماني کائڻ ثابت آهي.

40. پير جي مخالف جي منهن کي چِتائي به نه ڏسو.

---

[1] التصفيق وهو ضرب إحدى اليدين بالأخرى لإحداث صوت (صحيح ابن خزيمة ج 3/ص 382)

ذهب أكثر المفسرين إلى أن المُكَاء والتَّصْدِيَة إِنَّما أحدثهما الكُفَّار عند مبعث النبيّ صلى الله عليه وسلم؛ لِتَقْطَعَ عليه وعلى المؤمنين قراءَتَهم وصلاتَهم، وتخلطَ عليهم (الجواهر الحسان للثعالبي - ج 2/ص 109) كما قال الله سبحانه وتعالى عنهم:

وَمَا كَانَ صَلَاتُهُمْ عِنْدَ الْبَيْتِ إِلَّا مُكَاءً وَتَصْدِيَةً فَذُوقُوا الْعَذَابَ بِمَا كُنْتُمْ تَكْفُرُونَ

وقد حرم بعض العلماء التصفيق لقوله عليه الصلاة والسلام: «إنما التصفيق للنساء» ولعن رسول الله صلى الله عليه وسلم المتشبهات من النساء بالرجال والمتشبهين من الرجال بالنساء، ومن هاب الاله وأدرك شيئاً من تعظيمه لم يتصور منه رقص ولا تصفيق ولا يصدران إلا من جاهل (روح المعاني للألوسي ج 15/ص 417)

لَّهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ يَقُولُ التَّصْفِيقُ لِلنِّسَاءِ فِي الصَّلَاةِ وَالتَّسْبِيحُ لِلرِّجَالِ مسند أحمد - (ج 29/ص 272)

إنما كره التسبيح للنساء وأبيح لهن التصفيق لأن صوت المرأة فتنة ولهذا منعت من الأذان والإقامة والجهر بالقراءة في صلاتها (الاستذكار الجامع لمذاهب فقهاء الأمصار: ج 2/ص 248)

ويحرم التَّصْفِيقُ خَارِجَ الصَّلَاةِ بِقَصْدِ اللَّعِبِ وَإِلَّا كُرِهَ حاشية البجيرمي على الخطيب - (ج 4/ص 418)

وقال الشامي التصفيق من زي الكفار: "وَالتَّصْفِيقِ وَضَرْبِ الْأَوْتَارِ مِنْ الطُّنْبُورِ وَالْبَرْبَطِ وَالرَّبَابِ وَالْقَانُونِ وَالْمِزْمَارِ وَالصَّنْجِ وَالْبُوقِ، فَإِنَّهَا كُلَّهَا مَكْرُوهَةٌ لِأَنَّهَا زِيُّ الْكُفَّارِ رد المحتار - (ج 26/ص 496)

41. اهل الله جي صحبت نفلي عبادتن کان بهتر آهي.
42. جيڪو خاصانِ خدا وٽ مقبول ۽ منظور آهي سو الله وٽ بہ مقبول ۽ منظور آهي.
43. عجب بخت ان جا جنهن کي الله وارن جو حضور نصيب آهي.
44. سالڪ لاءِ فائدي واريون شيون بہ آهن، الله جو ذڪر پيو مرشد سان رابطو.
45. ذڪر گهڻو ڪري پر مرشد سان محبت نہ اٿس تہ ٿورو فائدو ٿيندس. ذڪر گهٽ ڪري ٿو پر مرشد سان محبت اٿس تہ گهڻو فائدو ٿيندس.
46. پير جو ڪمال ان جي مريدن مان معلوم ٿيندو آهي.
47. لذتن ۽ حلاوتن جو طالب بہ الله جو طالب نہ آهي. الله جو طالب اهو آهي جو مزو اچي يا نہ اچي ذڪر فڪر ڪاهيندو ڪمائيندو رهي.
48. دل ۾ شڪستگي پيدا ڪيو. الله جو قرب شڪستہ دلين کي نصيب ٿيندو آهي.
49. ذڪر اسم ذات قلبي ڪرڻ سان دل نرم ۽ رقيق ٿئي ٿي ۽ جوش جذبو بي اختيار حالت طالب سان شامل ٿئي ٿي.
50. اهل دل اُهي ماڻهو آهن جن جي دل زنده روشن هجي.
51. مستيءَ جي معنيٰ آهي جذبو وجد حال بي اختياري حالت جنهن ۾ دانهن فرياد پُر جوش آواز ڪرڻ ڊهڻ وغيره ٿئي ٿو.
52. افسوس انهن دلين تي جيڪي محبت عشق الاهي کان محروم ۽ لذتِ درد کان خالي ۽ غافل پيل آهن.
53. جنهن وقت هوا گهُلندي آهي تہ پوک جون تيليون ڊهنديون ڪِرنديون هيٺ مٿي پيون ٿينديون آهن. مگر کهڙي بہ ڏاڍي هوا لڳي تہ پٿر هڪ جاءِ تي پيو هوندو آهي.
54. جيڪا محبت ۽ مستي، عشق الاهي ۾ حاصل ٿئي ٿي ان جهڙي ٻي ڪا لذيذ شيءِ آهي ئي ڪو نہ. 55. ٻين طريقن جي انتها اسان جي طريقي جي ابتدا ۾ آهي.

**باب ستون :** ڪَشفُ الاَستَارِ فِي حِڪَايَاتِ مُرشِدِنَا مُحَمَّد عَبدُ الغَفَّارِ




**هن باب ۾ قطبِ عالم حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ جون حڪايتون جمع ڪيون ويون آهن.**

**پاڻ ماڻهن جي پڇيل سوالن جا جواب ڏيندي جو ڪجهہ ارشاد فرمايائون. يا سندن زندگي مبارڪ جا ذاتي واقعا.**

**يا سندن سامهون پيش آيل قصا.**

**يا جيڪي نصيحت آميز ۽ عبرت انگيز قصا پاڻ بيان فرمايائون.**

**يا پنهنجي مرشد ڪريم جا جيڪي چشمديد واقعا پاڻ بيان فرمايائون.**

**يا سندن مخلصين ۽ محبين سندن زندگي مبارڪ ڪي ڪيئن ڏٺو ؟ اهي نقل ۽ حڪايتون جمع ڪيون ويون آهن.**

**پهرين حڪايت**

## قُربِ صفات ۽ قربِ ذات :

خليفہ مولانا عبد الرحمان لکيو آهي تہ : 5 جمادي الثاني 1380 ھ جمعي جو ڏينهن هيو. حضرت پير مٺاسائين رحمت الله عليہ جمعي نماز بعد ويٺا هئا تہ مولانا الله بخش ڪوٽ لالو واري عرض ڪيو تہ سائين حديث پاڪ ۾ آهي تہ : ”يتقرب الى عبدى بالنوافل“ منهنجو ٻانهو نفلن جي ذريعي منهنجو قرب حاصل ڪري ٿو. اوهان جي سلسلي ۾ نفلات جو ايترو اهتمام ڇو نہ آهي؟ پاڻ فرمايائون : مبتدي کي نفلن پڙهڻ کان وڌيڪ ذڪر ۽ مراقبي ۾ فائدو ملي ٿو. مثلاً تهجد جي وقت ۾ هڪ ماڻهو مراقبو ڪري ٿو ٻيو تهجد جا نفل پڙهي ٿو تہ مراقبي ۽ ذڪر واري کي گهڻو فائدو ۽ ثواب ملندو. پر جي تهجد بہ پڙهي ۽ مراقبو بہ ڪري تہ نور عليٰ نور آهي. نوافل مان مراد رڳو نماز پڙهڻ نہ آهي پر ذڪر ۽ فڪر بہ نوافل ۾ شامل آهن. حضرت امام رباني مجدد الف ثاني رحمت الله عليہ طريقت جا مجدد هيا پاڻ الله تبارڪ و تعاليٰ جي بارگاهہ مان سهل ۽ افضل طريقو حاصل ڪري سالڪن کي سيکاريو اٿن. پاڻ اهڙا راز لکيا اٿن جو ماسلف ڪنهن بہ انهن تي قلم ڪو نہ کنيو هيو. پاڻ فرمايو اٿن تہ جنهن ولي الله جو عروج اُتم ٿيندو آهي تہ ان جو نزول بہ اُتم هوندو آهي. اهو عوام سان رَلجي مِلجي ويندو آهي ۽ سمورو عالمِ اسباب ڏانهن متوجہ ٿي ويندو آهي. ان درجي کي ”**سير في الاشياءِ**“ سڏيندا آهن. ان ولي الله جو درجو سڀني کان بالا هوندو آهي. ان کي عام ماڻهن جي سڌاري ۽ وصول الي الله جي واٽ وٺائڻ لاءِ مقرر ڪيو ويندو آهي. ان جو نفلات ڏانهن ڌيان نہ هوندو آهي. اهو فرض ۽ واجب ۽ سنتن تي اڪتفا ڪندو آهي. نماز ۾ تمام گهڻو متوجہ الي الله ٿي ويندو آهي ۽ سلام کان بعد وري سارو مخلوق ڏانهن متوجہ ٿي ويندو آهي. اهو حال هر هڪ ولي الله جو نہ هوندو آهي. اهڙو ولي الله گهڻي انتظار کان بعد پيدا ٿيندو آهي. اسان جو پير قريشي صاحب بہ ان مقام وارو هيو. عام ماڻهن سان اهڙي مشابهت هوندي هين جو نئون آيل ماڻهو سڃاڻي نہ سگهندو هيو تہ پاڻ پير آهن. سندن توجہ نفلات کان وڌيڪ ذڪر الاهي طرف هوندو هيو. هونئن بہ قربِ نوافل ۾ قربِ صفات آهي ۽ ذڪر الاهي ۾ قربِ ذات آهي. ان ڪري اسان جي مشائخ ذڪر تي گهڻو زور ڀريو آهي.

ٻين حڪايت:

## تجليات صفات

بابا سائين جن رحمت الله عليه بيان ڪيو ته : حضرت صاحب جن فرمايو ته : هڪ ڀيري پنهنجي مرشد حضرت پير قريشي صاحب رحمت الله عليه کي عرض ڪيم الله جي صفات جو ديدار ٿئي. پاڻ قرآن جا هي لفظ پڙهيائون :

قَالَ رَبِّ أَرِنِيٓ أَنظُرۡ إِلَيۡكَۚ قَالَ لَن تَرَىٰنِي وَلَٰكِنِ ٱنظُرۡ إِلَى ٱلۡجَبَلِ فَإِنِ ٱسۡتَقَرَّ مَكَانَهُۥ فَسَوۡفَ تَرَىٰنِيۚ فَلَمَّا تَجَلَّىٰ رَبُّهُۥ لِلۡجَبَلِ جَعَلَهُۥ دَكّٗا وَخَرَّ مُوسَىٰ صَعِقٗاۚ [الأعراف/143]

مون وري عرض ڪيو ديدار ٿئي پر مرشد جي صورت ۾. پاڻ خاموش رهيا. پوءِ جيئن مراقبو شروع ٿيو حضرت جن مان تجليات جو اهڙو ظهور ٿيو جو منهنجي تن بدن کي باهه لڳي وئي. جيئن تتل تيل واري ٿئي ۾ ڏاٽيون ٻُجنديون آهن ائين ساري وجود کي باهه لڳي وئي. پوءِ دانهون ڪيم مون توبه ڪئي پاڻ جواب ۾ هي آيت پڙهيائون.

أَلَمۡ أَقُلۡ إِنَّكَ لَن تَسۡتَطِيعَ مَعِيَ صَبۡرٗا [الكهف/72]

پوءِ جڏهن تسبي رکيائون پوءِ منهنجي حالت رفع ٿي.

ٽين حڪايت:

## بي نيازي

فرمايائون هڪ ڀيري قريشي صاحب جي خليفن پاڻ ۾ صلاح ڪئي ته حضرت جن کان به سوال معلوم ڪيون. هڪ ته فنا ۽ بقا ڇا آهي؟

ٻيو اگر اسان جو سلوڪ رهجي ته اوهان کان بعد ڪنهن جي بيعت ڪيون؟

هن فقير چَيُنِ اوهان پلي وڃي پڇو منهنجو فنا ۽ بقا سان ڪهڙو ڪم بس پير راضي هجي. هڪ سيد مون کي ڏاڍو زور ڀريو ڇيائين تو کي شايد فنا بقا حاصل آهي ته به انهن سان گڏ ڪونه ويس. پوءِ سائينجن کان پڇيائون الائي نه . مون وري ڪونه پڇيو مانِ.

مون سوچيو ته جڏهن پاڻ روشن ضمير آهن ته پوءِ پڇڻ جي ڪهڙي ضرورت !

**چوٿين حڪايت :**

**عشقِ مصطفيٰ صلى الله عليه وسلم**

فرمايائون هڪ ڀيري حضرت قريشي صاحب رحمة الله عليه جي مجلس ۾ غزل پڙهڻ وارن ۾ چٽن تمام مٺي ۽ سُهڻي آواز ۾ حضرت سعدي جو فارسي غزل پڙهيو:

*عرش است کمیں پاز ایوان محمد*

جڏهن لفظ محمد چيائون تہ مون مٿان حالت طاري ٿي وئي. مون تي عشقِ رسول جو اهڙو غلبو ٿيو جو جيڪڏهن چيم اگر بيت جو پيو بند ورجايائون تہ عشقِ محمد ڪريم صلى الله عليه وسلم ۾ منهنجو هيانءُ ڦاٽي پوندو. دل ۾ چيم اهو موت پلو آهي. حضرت قريشي صاحب رحمة الله عليه منهنجي حال کي سمجهي ويا. غزل پڙهڻ واري کي منع ڪيائون وڌيڪ نہ پڙهو. ڪو ٻيو غزل پڙهو. ان راز جي خبر صرف مون کي ۽ قريشي صاحب کي هئي.

**پنجين حڪايت:**

**ڪيميا جو نسخو**

بابا سائين رحمت الله عليہ فرمائيندا هئا تہ هڪ دفعي حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ رحمة الله عليه وٽ هڪ شخص آيو ۽ عرض ڪيائين تہ : ”سائين مان غريب ۽ مسڪين آهيان ۽ سيد بہ آهيان، عالم بہ آهيان، قرآن جو حافظ ۽ حڪيم بہ آهيان. وڏي عرصي کان وٺي رزق جي تنگي ۾ مبتلا آهيان. ڪٿي وجي پيش امام ٿيان ٿو تہ بہ ٿي ڏينهن کان پوءِ ڪڍي ڇڏن ٿا. حڪمت جي ڪنهن کي دوا ڏيان ٿو تہ ان کي فائدو نہ ٿو ٿئي. اها ساڳي دوا ٻيو ڪو حڪيم ڏئي ٿو تہ فائدو ٿئي ٿو. آءٌ حافظ بہ آهيان پر ماڻهو مون کي امامت ڪرائڻ يا طالبن کي قرآن شريف پڙهائڻ لاءِ مسجد ۾ رکڻ لاءِ تيار نہ آهن. ڦيٽا تعويذ بہ ڪندو آهيان پر ان مان بہ ماڻهن کي ڪو فائدو نہ ٿو پهچي پر اهي ساڳيا ڦيٽا ۽ تعويذ ٻيو ڪو ڪري تہ ان مان ماڻهن کي فائدو پهچي ٿو. مون ٻڌو آهي تہ توهان وٽ ڪيميا جو نسخو آهي. ايتري خلق توهان وٽ اچي لنگر کائي ٿي. سو مون سوچيو تہ اهو ڪيميا جو نسخو توهان کان وٺان. سيد آهيان اوهان وٽ لڙي آيو آهيان خدا واسطي اهو ڪيميا جو نسخو مون کي عنايت ڪيو. پاڻ رحمة الله عليه فرمايائون : ”برابر مون وٽ ڪيميا جو نسخو آهي پر تون اهو وٺندين ڪونہ.“ چوڻ لڳو تہ مان ضرور وٺندس. مهرباني ڪري عنايت ڪيو.

فرمايائون تہ تو وٽ گهر ۾ ڪجهہ پئسا رکيل آهن؟ چيائين هائو سائين. فرمايائون تہ ان مان اٽو، ڀاڄي ۽ ٻيو سامان وٺي گهر ۾ ڏي. پلي ڀار ٻچا کائي ڍؤ ڪن ۽ تون ويهي الله جو ذڪر ڪر. ان شخص چيو تہ سائين اگر اهو ختم ٿي وڃي تہ پوءِ. پاڻ فرمايائون تو وٽ ڪو ڍور ڍڳو هوندو؟ چيائين هائو سائين آهي. فرمايائون اهو کپائي انهن پئسن مان گيهہ، کنڊ، اٽو، چانور ۽ ٻيو سامان وٺي گهروارن کي آڻي ڏي ۽ تون ماٺ ڪري ويهي الله جو ذڪر ڪر. ان شخص چيو سائين پلا اهو ختم ٿي وڃي تہ پوءِ. فرمايائون تو وٽ ڪي زيور وغيره هوندا؟ چيائين هائو. فرمايائون اهي وڪڻي ان مان اٽو، چانور، گيهہ، کنڊ وغيره وٺي گهر وارن کي ڏي تہ اهي کائن ۽ تون ويهي الله جو ذڪر ڪر. چيائين اگر اهو بہ ختم ٿي وڃي تہ پوءِ. پاڻ فرمايائون پلا تو وٽ زمين جو ڪو ٽڪر هوندو. چيائين هائو سائين آهي. فرمايائون تہ اهو کپائي ان مان دال، چانور، اٽو، گيهہ، کنڊ ۽ ٻيون کائڻ پيئڻ جون شيون خريد ڪري ٻچڙن کي آڻي کاراءِ ۽ تون ويهي الله جو ذڪر ڪر. چيائين سائين اهو بہ ختم ٿي وڃي تہ پوءِ. پاڻ فرمايائون هاڻي تو هر شيءِ وڪڻي ڇڏي. هاڻي تو وٽ ڪابہ شيءِ نہ بچي آهي جنهن تي تون ڀروسو ڪري ويٺو هئين. هاڻي تون الله جو مهمان آهين، هاڻي الله تي پورو ڀروسو ۽ يقين رکي ويهہ ۽ ذڪر ويٺو ڪر، ڏس پاڻهي ٿو رب تنهنجي سار سنڀال لهي، ان هنڌان تو کي رزق عطا ڪندو جنهن جو تو کي وهم گمان ۾ بہ نہ هوندو. ان شخص چيو تہ سائين الله بادشاهہ آهي ڏئي تہ بہ مرضي وارو آهي ۽ نہ ڏئي تہ بہ مرضي وارو آهي. جيڪڏهن نہ ڏئي تہ رهندو گهر جا ٿپڙ کپائي ويهان. پاڻ فرمايائون: اسان وٽ تہ ڪيميا جو اهو نسخو آهي. خود بہ خوش کائون ٿا راڄن کي بہ کارايون ٿا.

**ڇهين حڪايت:**

## قرآن کڻي اچڻ

هڪ ماڻهو پير مٺا سائين رحمت الله عليہ کي اچي عرض ڪيو تہ هڪ ماڻهو مون ڏي قرآن کڻي آيو آهي تہ پنهنجي ڌيءَ جو سڱ مون کي ڏي اهو منهنجو ويجهو مِٽُ بہ نہ آهي. هاڻي ڇاڪيان؟ پاڻ فرمايائونس ڏس اگر نيڪ صالح آهي تہ ان کي ڏي ورنہ تہ هرگز نہ ڏجانءِ. قرآن ائين تہ ڪو نہ ٿو چوي تہ غلط ڪم لاءِ ڪو قرآن کڻي اچي تہ اهو ڪم ڪيو.

*هزار خويش که بيگانه از خدا باشد ❊ فدائ يک تن که آشنا خدا باشد*

هزار پنهنجا عزيز جيڪي الله کان بيگانا هجن ان ڏاڙئي تان قربان ڪري ڇڏجن جيڪو الله سان آشنا آهي.

**ستين حڪايت:**

## جنات جا اثرات

هڪ ڏينهن پاڻ ٽپهري نماز پڙهي ويٺا تہ خليفي عاشق محمد اچي عرض ڪيو سائين حافظ احمد تي خبر ناهي ڪهڙي حالت آهي جو بيجا لفظ ڪڍي ٿو ان لاءِ دعا گهرو. پاڻ دعا گهريائون پوءِ فرمايائون تہ خيالن جي بيماري اٿس سوداء غالب اٿس ۽ ان ۾ جِنّ جي ملاوت اٿس. جنات اهڙا آهن جو سڀ بيماري ۾ ملاوت ڪن ٿا. تانجو مٿي جي سور، ڪَنَ جي سور، بخار ۽ زڪام ۾ بہ ملاوت ڪن ٿا. ماڻهن جي بيمارين خواہ جانورن جي بيمارين ۾ ملاوت ڪن ٿا. پوءِ فرمايائون حافظ احمد کي ڪنهن سُني طبيب کي ڏيکاريو ۽ آية الڪرسي خالدون تائين. لايلف قريش ۽ قل اعوذ برب الفلق ۽ قل اعوذ برب الناس پنجن وقتن تي دم ڪيوس انشاء الله ٺيڪ ٿي ويندو.

**اٺين حڪايت:**

## عجيب جواب

فقير محمد عثمان لاڙڪ خيرپور ناٿن شاهہ واري بيان ڪيو تہ: اسان سائينجن جي مجلس ۾ ويٺا هئاسين تہ هڪ ماڻهو اچي حضرت صاحب جن جي خدمت ۾ عرض ڪيو تہ اوهان جي فلاڻي فقير ۾ منهنجو ڪم آهي، نہ ٿو ڪري، اوهان ان کي منهنجي سفارش ڪيو تہ منهنجو ڪم ڪري. پاڻ فرمايائون: اهو ماڻهو مون وٽ ڪڏهن ڪڏهن ايندو آهي هاڻي جڏهن بہ آيو تہ ان کي چوندس ذڪر اسم ذات خوب ڪري. باقي تنهنجي لاءِ دعا گهران ٿو الله ڪندو تنهنجو ڪم ٿي ويندو.

**نائين حڪايت:**

## مرشد وٺڻ جو مقصد ڪهڙو؟

هڪ ڏينهن پاڻ جماعت ڏانهن منهن ڪري فرمايائون: لوهر ڏي وڃبو آهي تہ لوهہ جو اوزار ٺهرائجي. سوناري ڏانهن وڃبو آهي تہ ڪو سونو ڳهہ ناهي ڏئي. ڊکڻ ڪاٺ جو ڪم

ڪندو آهي. رازو گهر ناهي ڏيندو آهي. ٻڌايو پير ڇاجي لاءِ وٺبو آهي؟ سڀ جماعت ادب جي ڪري خاموش هئي. پوءِ پاڻ فرمايائون اوهان شايد ائين سمجهيو آهي تہ مرشد ان لاءِ وٺبو آهي تہ دعا گهرائجي، پٽ ٿين، مال ملڪيت ملي. دعا گهري تہ ڪم ڪار صحيح ٿي وڃن. هڪ پنجابي فقير عرض ڪيو تہ سائين پير ان لاءِ وٺبو آهي تہ شريعت تي عمل ڪرائي. فرمايائون ٺيڪ آهي. فقير اڃا ان جو شرح ٿو ڪري تہ پيران لاءِ وٺبو آهي تہ اڳ ايمان ضعيف هيو، زوال جو امڪان هيو پوءِ پير جي مدد سان رجسٽري پڪي ٿي وڃي. يا تہ اصل ڪونہ هيو تہ پر ان ڪي وِيَلُ ايمان وٺائي ڏئي. اڳي اوجهڙ ۾ پئي هليو تہ پير ان ڪي سڌي واٽ محمدي تي هلائي. اڳي دوزخ جي واٽ تي هيو تہ پير ان ڪي جنت جي راهہ هلائي ۽ جنت ۾ پهچائي. مريد شريعت ڪان اوپرو هيو مرشد ان ڪي شريعت جو سونهون بنائي. اڳي باطن جي هزارين مرضن ۾ مبتلا هيو، مرشد ان ڪان اهي مرض ڇڏائي ۽ صحت ايماني جو شربت پياري. اوهان نہ ٻڌو آهي تہ حضرت پيران پير سيدنا عبدالقادر جيلاني فرمايو آهي تہ : ”جيڪڏهن اهڙو مرشد ڪامل ملي تہ ان تان هر شيءِ قربان ڪر. ان جي فرمان جو تابع ٿي رهہ“. واقعي بہ اهڙو مرشد ڪامل ملي تہ الله ۽ رسول بہ اتان ملندو. دين دنيا جي ڀلائي بہ اتان ملندي.

*گر توذات پیر را کردی قبول * هم خدا در ذاتش آمد هم رسول*

اگر تو مرشد جي ذات کي قبول ڪيو تہ ان جي ذات مان خدا بہ ملندئي تہ رسول بہ ملندئي. حجن ادا ڪرڻ، علم پڙهڻ، حافظ ۽ قاري ٿيڻ سان رب نہ ملندو آهي.

*صد کتاب و صد ورق در نار کن، روئے دل را جانبِ دلدار کن*

سؤ ڪتاب ۽ سؤ صفحا باهہ ۾ وجهہ پنهنجي دل کي دلدار طرف متوجہ ڪر.

**ذهين حڪايت:**

### هَٽُ ۽ هَٽِي

فرمايائون هڪ ننڍڙي شهر ۾ هڪ ننڍڙي هٽي هجي. ان جو هلائيندڙ ڪوجهي شڪل وارو هجي. پر ان جو رابطو ڪراچي جي وڏي دڪان سان هجي. اهو ساڳيو ڪراچي وارو ڪپڙو ساڳي مُلهہ ۾ هن هٽيءَ تي مِلي تہ هتان وٺندؤ يا ڪراچي ويندؤ؟

هن فقير بہ هتي رحمتپور ۾ اها هتي ڪولي آهي جو منهنجي پير قريشي وارو وَڪَرُ هتي ملي ٿو. اهو سارو سامان هتي ملي رهيو آهي. بيشڪ آءٌ ڪوجهڙو آهيان پر سامان ساڳيو هتي ملي رهيو آهي. جڏهن پاڻ ائين فرمايائون تہ ساري جماعت ۾ جذبو جنون چالو ٿي ويو.

**يارهين حڪايت:**

## خدمت ۾ عظمت آهي

فرمايائون الله وارن جي در تي ننگر جي جنهن بہ خدمت ڪئي سو مخدوم ٿيندو. اولياءِ ڪرام خدمتن جي ذريعي وڏا مقام حاصل ڪري ويا. هي عاجز بہ پنهنجي مرشد جي دروازي تي ويندو هيو تہ همہ وقت خدمت جي ڪوشش ڪندو هيس. اگر ڪو سخت ڪم هوندو هيو تہ دل ۾ چوندو هيس افسوس جيڪر آءٌ بہ ڪڙمي هجان ها تہ اهي سخت هر هلائڻ، چنجور سان ٻوٽا پٽڻ وارا سخت ڪم ڪيان ها. هڪ ڀيري حضرت قريشي صاحب هڪ فقير سان گڏ نوڙي پئي وٽي دل ۾ خيال ٿيم تہ هائو جي مون ڪي بہ نوڙي وٽڻ ڏانءُ اچي ها. هڪ ڀيري قريشي صاحب واهہ تان پئي لنگهيا. ڪاني سنهي رکيل هئي سوچيم تہ ڪپڙا لاهي واهہ ۾ گهڙان تہ سائينجن منهنجي مٿي تي هٿ رکي هلن. مون سوچيو پئي تہ هڪ فقير ڪپڙن سوڌو پاڻي ۾ لهي پيو ۽ سندن هٿ مبارڪ وٺي پنهنجي مٿي تي رکيائين. مون ڪي ان جو ارمان اجان تائين آهي. مون سوچيو عاشق ڪري ڏيکاريو. هڪ رات ٻهاري ڪٽي آيس تہ پنهنجي مرشد جو رستو صاف ڪيان. ڇا ڏسان تہ هڪ فقيرُ آهي سو پنهنجي ڏاڙهي سان ٻهاري ڏئي رهيو آهي. ان وقت بہ آءٌ ڏاڍو شرمسار ٿيس. پنهنجي دل کي چيم تون بہ حبدار ٿو سڏائين پر تون ٻهاري ڪٽي آيو آهين هو حبدار ڏس جيڪو پنهنجي سونهاري سان مرشد جي گهٽي ٻهاري رهيو آهي.

**ٻارهين حڪايت:**

## تعويذن گهرڻ واري تي ڪاوڙ

هڪ ڀيري هڪ ماڻهو سندن خدمت ۾ هڪ شخص کي وٺي آيو تہ هي ماڻهو هڪ عورت تي عاشق آهي تعويذ لکي ڏيوس تہ ان سان شادي ٿئيس. پاڻ ان تي ڏاڍو ناراض ٿيا. فرمايائون منهنجي پير مون کي ماڻهن کي ذڪر سمجهائڻ لاءِ موڪليو آهي نہ ڪہ تعويذن لکڻ لاءِ. وڃو ڪنهن ملان ڪان وڃي تعويذ لکايو.

**تيرهين حڪايت:**

## عشقِ رسول ﷺ

حضور سراپا نور قطب الارشاد قلبی و روحی فداہ نے فرمایا ایک دن محمد کامل فقیر روحی
دالا کی دعوت پر جا رہے تھے تو مغرب کی بانگ اشہد ان محمد رسول اللہ
پر میرے اوپر حالت پیدا ہو گئی اور نہایت عجیب حالت تھی اور اس وقت محبت
کا بڑا جوش تھا اور یوں کلام چلتی تھی کہ ابوجہل مردود کہاں ہے جو وہ کہتا ہے
محمد جادوگر ہے صلی اللہ تعالیٰ علیہ وعلیٰ آلہ وسلم ذرا آکر دیکھے تو سہی جو جنگلوں
اور بیابانوں اور شہروں بحروں میں انکا نام نامی گرامی پکارا جا رہا ہے۔ یہ
راقم فقیر اسی حالت جو فنا فی الرسول کی حضور سراپا نور پر ہو رہی تھی موجود تھا
اور اسی سفر میں بڑے بڑے براہین ولایت کے دیکھنے میں نظر آئے لاکن بلحاظ
طوالت اختصار کیا گیا ہے

ملفوظات فضليہ قلمي ص .... هي حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ جا هٿ اکر آهن.

**چوڏهين حڪايت:**

## خير خواهي

فرمايائون: هي عاجز اوهان جو خير خواه آهي. توهان جي فائدي لاءِ توهان تي سختي ڪيان ٿو. جيئن ماءُ پار ڪي چپاٽ هڻندي آهي تہ ان جي فائدي لاءِ هوندي آهي. پوءِ فرمايائون ننڍپڻ ۾ هڪ پيري منهنجي امڙ مون ڪي بہ مار ڪيڍي هئي. هڪ پيري سندس پاڙج مهمان ٿي آيا انهن ڪي ماني مٿان مکڻ ۽ پتاشا رکي ڏنائين مان رنس تہ مون ڪي بہ ڏي. پوءِ مون ڪي ٿورو مکڻ ۽ هڪ پتاشو پوري ڏنائين مون ضد ڪيو تہ اجا گهڻو ڏي جيترو مهمانن ڪي ڏنو اتئي چيائين اهي ہہ آهن تون هڪ آهين مون چيو هڪ آهيان تہ انهن جي اڌ جيترو تہ ڏي پوءِ منهنجي سرزنش ڪيائين آءُ روئڻ لڳس تہ پوءِ مون ڪي پرچايائين ۽ ماني مکڻ ۽ پتاشا بہ ڊؤ تي ڪارايائين.

**پندرهين حڪايت:**

## خدمتِ خلق جهڙي نيڪي ناهي

پير سائينجن پاڻ عملي طرح هميشہ سياست کان ڪناره ڪش رهيا نہ ڪڏهن ووٽن ۾ بيٺا نہ ڪنهن سياسي سرگرمي ۾ حصو ورتائون نہ ڪنهن سياستدان سان تعلقات رکيائون نہ انهن جي سياسي پروگرامن ۾ شرڪت ڪيائون. ان هوندي بہ سياستدانن جي اصلاح لاءِ ڪوشان هوندا هئا. آچر 21 جمادي الثاني 1380هہ صبح جو وقت هيو خليفي عاشق محمد عرض ڪيو تہ مون ڪي سرڪاري طرح ميمبري ملي آهي، آءٌ ان کان بيزار آهيان نہ وري ان جو ڪو شوق اٿم. باقي هي آهي جو ڪو ننگر جو سرڪاري ڪم ڪار آهي تہ اهو آساني سان سرڪار مان ڪرائي وٺان ٿو. وڌيڪ جيڪا اوهان جي مرضي. پاڻ فرمايائون پلي ميمبري هجي ان ۾ ماڻهن جو نفعو آهي. نيڪ ميمبر هجي تہ مخلوقِ خدا جي خدمت ڪندو. خدمتِ خلق کان وڌيڪ ٻي ڪا نيڪي ڪانهي.

**سورهين حڪايت:**

## واپار ۾ دوکيبازي نہ ڪيو

هڪ دڪاندار فقير سندن خدمت ۾ عرض ڪيو تہ : سائين مان دڪاندار آهيان. گيهہ جو دڪان اٿم. مصنوعي گيهہ (ڊالڊا) بہ وڪڻندو آهيان تہ ديسي گيهہ بہ. اسان دڪاندارن جو پاڻ ۾ اتفاق آهي تہ هڪ ٻئي جو عيب نہ ڪڍنداسين. مان ڇا ڪندو آهيان جو گراهڪ کي چوندو آهيان ادا هڪ گيهہ اٿئي شهري اهو روپيہ ۾ ملندئي ٻيو اٿئي ٻهراڙي جو سو ملندئي روپيہ ۾ تي پاءُ ائين چئي پنهنجي مٿان آخرت جو بار ۾ پڇاڻو لاهيندو آهيان. حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ فرمايس تو کي ٻيڻا موچڙا ملندا. ٻيڻو گناهہ ٿو ڪرين هڪ ڪوڙ ٻيو فريب. ويندڙ ويچارن کي ڪهڙي خبر شهري جي معنيٰ ۾ حقيقت ڇا آهي؟ سستو سمجهي اهو ئي خريد ڪندا صاف چونہ ٿو ٻڌائين تہ هي ديسي گيهہ آهي ۽ هي ڊالڊا آهي. چيائين ائين ڪيان تہ دڪان ڪيئن هلندو؟ فرمايائون دنيا جي ٿوري نفعي لاءِ آخرت جو عذاب نہ وِهاءِ.

**سترهين حڪايت:**

## حق تلفي

هڪ ڏينهن حضرت جن ويٺل هئا. ننگر جي ٻيرِ جي وڻ مان هڪ پڪي جو ٽُڪيل ٻيرُ هيٺ ڪِري پيو.هڪ فقير ڪڻي ڪاڏو. پاڻ فرمايائون پرائو ٻير ڇو کاڌئي؟ چيائين سائين ٽُڪيل ۽ خراب هيو. فرمايائون خراب هجي ها تہ نہ کائين ها. سُنو هيو تڏهن تہ کاڌئي ان ٻير ۾ سڀ جماعت جو حصو هيو.

**ارڙهين حڪايت:**

## ڀائيوار ڪان اجازت وٺڻ

بابا سائين جن رحمت الله عليہ بيان فرمايو تہ : هڪ ڀيري هڪ فقيرُ ڇٽن جو ٻوڙو وٺن ڪٽي آيو. فرمايائونس پنهنجا اٿئي؟ چيائين هائو. پاڻ هڪ ڇٽو وات ۾ وجهي چٻاڙيائون وري پڇيائونس زمين ۾ ڪو حصيدار تہ ڪونہ اٿئي؟ چيائين سائين ڀاءُ آهي. پاڻ اهو چٻاڙيل ڇٽو وات مان ڪڍي ٿُوڪاري ڪڍي ڇڏيائون. فرمايائونس ڀاءُ ڪان موڪلايو هيئي؟ چيائين سائين اهو بہ پٽيندو آهي مان بہ پٽيندو آهيان. فرمايائونس تو اسان کي اهو چوري جو مال کارايو آهي. پوءِ هڪ فقير کي سڏي فرمايائون تہ هن کي هڪ پئسو ڇٽي جو ڏي تہ پنهنجي ڀاءُ کي وجي ڏئي.

**اٽويهين حڪايت:**

## شيطان جي ناڪابندي

فرمايائون: اسان ڏي اچڻ ڪان هر پاسي کان شيطان ناڪا هنيون ويٺو آهي. ماڻهن کي روڪي رهيو آهي تہ متان ڪو اسان ڏانهن اچي. پر نصيبن وارا پوءِ بہ اچي وڃن ٿا. هڪ شڪارپور جو سيد لاڙڪاڻي اسٽيشن تي لٿو. پڇا ڪيائين هتي هڪ الله وارو آهي ان جو ڏس ڏيو تہ اسٽيشن ماستر وٺي ويهاريس. ويهہ دادو کان گاڏي اچڻ واري آهي ان ۾ واپس موٽي وڃ توکي ڪنهن ڀُلايو آهي. اهو الله وارو ڪٿي اهو جنن وارو آهي. پوءِ اتان موٽي ويو حبيب ڪوٽ ۾ گاڏي جو مٽاءُ پيو ٿئي. اسٽيشن تي ويٺو هجي تہ هڪ ماڻهو هن جماعت جو مليس.ان حال پڇيس پوءِ ان چيس افسوس تون عقل وارو ماڻهو آهين پرائي چئي لڳوآهين. هڪ ڀيرو وڃي تہ ڏسين ها. هاڻي موٽي هل تنهنجي ٽڪيٽ مان ٿو ڀريان هلي ڏس تہ سهي ان پرديسي جوان اچي ڇا رنگ لڳايا آهن. پوءِ اهو ماڻهو موٽي آيو ۽ طريقت ۾ داخل ٿيو.

ويهين حڪايت:

## عشقِ مجازي

فرمايائون هڪ مولوي حضرت پير قريشي رحمت الله عليه جو مريد هيو. ڪنهن عورت تي عاشق هيو پر محبت ۾ اهڙو محو هيو جو ڪيڏي مهل تصور ڪندو هيو ته (پنهنجي خيال ۾ )خود اها عورت بنجي ويندو هيو. هڪ ڀيري حضرت قريشي صاحب نماز پئي پڙهائي. مولوي پويان بيٺل هيو. نماز ۾ تصور عورت جو ڪيائين جڏهن پاڻ سلام ورايائون ته فرمايائون عورت جماعت ۾ نماز پڙهڻ جو آئي آهي؟ سيني چيو سائين عورت ته ڪا ڪانه آهي. پاڻ فرمايائون جاچ وٺو. ان مهل ان مولوي پٽڪو لاهي پيرن تي رکيو. چيائين سائين اها عورت آءٌ آهيان. پوءِ ساري ڳالهه ڪيائين. پاڻ اهڙو توجه ڪيائونس جو اها حالت مٽجي ويس ۽ ذڪر الاهي جو غلبو ٿي ويس پوءِ اهڙو سبب ٿيو جو چند ڏينهن بعد ان عورت جي شادي به مولوي سان ٿي. الله وارن جي عنايت ڏسو. مرض ڪان به ڇڏايائونس ۽ مطلوب به ملايائونس.

ايڪيهين حڪايت:

## عشق مجازي جي يڪرنگي

فرمايائون: هڪ ڀيري ملتان ۾ ان مولوي صاحب انگور پئي کاڌا. چيائين مان ڪاوان منهنجو محبوبُ نه کائي. پوءِ هٿ ڍگهو ڪيائين محبوب وٽ کاءُ. ته هڪ عورت جو هٿ ظاهر ٿيو چوڙيون ڪنگڻ پاتل هجنس. ان کي انگور ڏنائين حالانڪه ملتان کان ان عورت جو گهر چاليهه ميل پري هيو.

**تصور:** فرمايائون مولوي عبدالستار ڳالهه ڪئي ته هڪ ڏينهن منجهد جو وقت هجي. مولوي صاحب چيو ته مان پنهنجو محبوب گهرايان؟ اسان چيو ڪيئن گهرائيندين؟ چا ڪيائين جو جُتي لاهي ٻانهون ٻڌي ان عورت جي طرف انجو تصور ڪري متوجه ٿي ويو. گهڙي کن ۾ هڪ عورت آئي هٿ اتي ۾ ڀريل هجنس. مون کي ڏسي چيائين ادا مولوي صاحب هن فقير کي سمجهايو مونکي بي وقتو گهرائي ٿو. هيئنئر اسان جا مرد ٻنين تا اچڻ وارا آهن. مون چيو هن توکي چا ڪيو؟ تون خود آئي آهين. چيائين هي جيڏي مهل ويهي ٿو ته مون کي هر طرف کان ٻاهه ٻاهه نظر اچي ٿي صرف هڪ جاءِ خالي نظر اچي ٿي اوڏانهن ڊوڙان ٿي ته هن وٽ اچي پهچان ٿي. فرمايائون هي عشق مجازي جي يڪرنگي آهي.

فرمايائون: اگر ڪو طالب پنهنجي مرشد جو تصور پچائيندو ۽ ان جي محبت ۾ محو ٿيندو تہ مرشد جي سيني جو سڀ فيض ان ڏانهن منتقل ٿي اچي ٿو.

**ٻاويهين حڪايت:**

## توجہ اولياءَ الله

فرمايائون: مولوي اشرف علي شاهہ لکيو آهي تہ توجہ ڪو ضروري نہ آهي. مولوي صاحب کي توجہ جي ڪهڙي خبر؟ توجہ اهڙي شيءِ آهي جو سينن کي پاڪ بنائي ٿو. گناهن جي ڪٽ لاهي ٿو. دل جي ڪيفيات مٽائي ٿو. توجہ دانی زبان مرغابی

حضرت امام رباني رحمت الله عليہ صاحبِ قبر کي بہ توجہ ڏيئي باڪمال ڪندا هئا.

حضرت قريشي صاحب رحمت الله عليہ جو مريد مولوي خدا بخش فوت ٿي ويو تہ پاڻ ان جي قبر تي ان کي توجہ ڏنائون. فرمايائون توجہ سبب مولوي صاحب کي عجيب اسرار منڪشف ٿيا. مغلقات کليا معاني ظاهر ٿيا. ڪو اهل هجي تہ هلي ڏسي تہ ان سان ڇا مهرباني ٿي آهي. رحمت الله فقير تي بہ وفات کان پوءِ ان جي قبر تي توجہ ڪري ان کي ڪمال درجي تي پهچايائون.

**ٽيويهين حڪايت:**

## ڪيفياتِ جذب ومحبت

خليفي عبدالرحمان وڳڻ جي لکيل ملفوظات ۾ آهي تہ دربار رحمتپور شريف ۾ : 8 رجب سنہ 1380 هہ جو صبح هيو مراقبو ٿيو. فقيرن مٿان جذبي جي ڪيفيت طاري ٿي. سيد نصير الدين شاهہ جذبي جي حالت ۾ بار بار هي بيت ٿي پڙهيا ۽ زاروزار رنو ٿي.

قسم ٿئي خدا جو هلي آهلي آ، چوٽڪاري جي ٻي نہ ڳلي آ

پوءِ مراقبي بعد ٻين فقيرن بہ غزل پڙهڻ شروع ڪيا. سيني تي جذبي جي حالت طاري ٿي. ڪو بہ جذبي کان خالي نہ هيو. ڪنهن ڪپڙا پئي ڦاڙيا. ڪو سندن قدمن تي ڪِري پيو. آخر سيني عرض ڪيو اسان خاص اوهان جي رضا لاءِ هتي گڏ ٿي ويٺا آهيون. هاڻي اسان لاءِ دعا گهرو اسان کي ڪجهہ نہ گهرجي صرف اوهان جي رضا گهرجي. پوءِ پاڻ سيني لاءِ دعا گهري دولتخاني طرف روانا ٿي ويا. ﴿ملفوظات غفاريہ ص: 84_85﴾

**چوويهين حڪايت:**

## قندهاري ڏينيو

سندم والد ڪريم ﷺ بيان فرمايو تہ هڪ ڏينهن حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ ڪي هڪ ماڻهو عرض ڪيو منهنجي ڪاوڙ ڪونہ ٿي مري ان جو ڪو علاج ٻڌايو. پاڻ سندن سامهون ويٺل فقيرن ڏانهن اشارو ڪري فرمايائون هي جيڪي منهنجي اڳيان ويٺا اٿئي انهن جي ڪاوڙ ڪونہ مُئي آهي. ڪنهن کي ڇهنڊڙي هڻي پوءِ پڇڻ واري ڪجاڻءِ جي پهچي ويئي تہ ڇيري ڇڏينديئي. پوءِ فرمايائون ڪاوڙ لاهڻ لاءِ درود پڙهندا ڪيو.

**پنجويهين حڪايت:**

## مرشد جو جلوو

حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ پنهنجو هڪ واقعو بيان فرمائيندا هئا تہ هڪ ڀيري حضرت قريشي صاحب جن پتي ڳوٺ کان روانا ٿيا ۽ ست ڪوهہ ڪري راجن پور پهتا. جتي حضرت خليفہ محمد بخش صاحب جو مريد محمد ڪبير ڪمپائونڊر واهہ جي پل تي سندن انتظار ۾ بيٺو هيو. ان حضرت صاحب جن کي گُلن جا هار پهرايا ۽ مٿن گلن جي ورکا ڪئي. ساڳئي وقت هڪ مولودي، جيڪو حضرت جن سان گڏ هيو تنهن هڪ غزل سُر سان پڙهڻ شروع ڪيو.

*رانجھا جوگی امان ویس وٹا کے آیا ❋ بیر نگ رنگپور اندر دھوم مچا کے آیا*

پاڻ فرمايائون: ان وقت هن عاجز مٿان اهڙي حالت طاري ٿي ڏسان پيو تہ حضرت صاحب جن جي منهن مبارڪ تي نوراني تجليون وسي رهيون آهن. آءُ مستي ۽ مدهوشيءَ جي حالت ۾ حضرت صاحب جن جي چوڌاري ڦرڻ لڳس. ان وقت بيخودي جي عالم ۾ منهنجي واتان اهڙا الفاظ پئي نڪتا جيڪي بظاهر شريعت جي خلاف هئا. خليفي صاحب جيتوڻيڪ سڄي عمر عشق مستيءَ ۾ گذاري هئي. پر ان وقت مٿس سڪون طاري هيو. مون کي چيائين تہ شريعت پاڪ نهايت نازڪ آهي. هر حال ۾ ان جو لحاظ رکڻ ضروري آهي.

**ڇويهين حڪايت:**

## امام رباني مجدد الف ثاني ۽ داتا گنج بخش جي حضور ۾

**فرمايائون:** جڏهن حضرت پير قريشي صاحب رحمة الله عليه جن حضرت امام رباني مجدد الف ثاني جي مزار مبارڪ تي آيا وڏي عزت ۽ احترام نياز ۽ عقيدتمندي سان پيش آيا. ڪافي دير تائين مجدد پاڪ جي مزار تي مراقب رهيا. سرهند کان واپسي ۾ پاڻ لاهور پهتا. جڏهن حضرت داتا گنج بخش علي هجويري جي دربار تي پهتا . جماعت وضو ڪري مسجد شريف ۾ پهتي. پاڻ مزار مبارڪ تي مراقبي ۾ ويٺا. ڪافي دير کان پوءِ واپس موٽي آيا. جماعت تہ اڳي ئي سندن جي انتظار ۾ هئي، بس اچڻ شرط نماز پڙهايائون. پوءِ فرمايائون تہ اسان جڏهن حضرت داتا گنج بخش رحمة الله عليه جي مزار مبارڪ تي مراقبو ڪيو تہ پاڻ پنهنجي ابتدا جو احوال ٻڌائي، اجا ٿوري نصيحت مس ڪيائون تہ فرمايائون هن وقت ٽپهريءَ جو وقت تنگ ٿيندو پيو وڃي ۽ جماعت بہ اوهان جي انتظار ۾ آهي. تنهنڪري اوهان کي اجازت آهي. اوهان کي جيڪا نصيحت حضرت مجدد منور الف ثاني رحمة الله عليه سرهند شريف ۾ ڪئي هئي، منهنجي نصيحت بہ اهائي آهي. پوءِ پاڻ فرمايائون ڪاٿي رهي سرهند تہ ڪاٿي رهي لاهور ڏسو الله جا دوست ڪيئن هڪ ٻئي جي احوال کان آگاه آهن.

*فرمایا: "حضرت مجدد منور الف ثانی رحمة الله عليه کے مزار پر مراقبہ کیا تو آپ نے بہت نصیحت فرمائی۔ جب لاہور حضرت داتا گنج بخش رحمة الله عليه کے مزار پر مراقبہ کیا تو آپ نے فرمایا میں وہی نصیحت کرتا ہوں جو آپ کو حضرت مجدد صاحب نے کی تھی۔"*

**ستاويهين حڪايت:**

## قنذاري جو قبو

**فرمايائون:** پير قريشي رحمت الله عليہ سرهند شريف ۾ هڪ مقبري کان گذريا. پاڻ ڪنهن بزرگ جو مقبرو سمجهي اوڏانهن وڌيا ڪنهن چيو تہ اهو تہ قنذار جي ڪنهن بادشاهہ جو مقبرو آهي. پاڻ اڳتي وڌيا تہ خليفي مولانا حافظ ڪريم بخش رحمة الله عليه عرض ڪيو تہ سائين! ظاهر ۾ تہ ملڪ جو بادشاهہ هيو پر حضرت امام رباني مجدد الف ثاني رحمة الله عليه جو عاشق صادق مريد هيو. ساري زندگي پير جي عشق ۾ پوري ڪيائين. مرڻ مهل بہ وصيت ڪيائين تہ سندس لاش بہ سندس مرشد جي پياري سهڻي شهر سرهند ۾ دفنايو وڃي. پاڻ ان جي

اهڙي سڪ ۾ صداقت جو پڌي واپس وريا ۽ مزار تي اچي سلام ڪيائون قل پڙهي دعا گهريائون.

**اناويهين حڪايت:**

## خواجہ اجمير جي دعوت

**فرمايائون:** حضرت پير قريشي رحمت الله عليہ کي روحاني طرح حضرت خواجہ معين الدين چشتي ﷺ رحمت الله عليہ ساري جماعت سميت ساليانہ عرس شريف جي دعوت ڏني. پاڻ سفر جي تياري ڪيائون. جماعت بہ ڪافي انداز ۾ اسٽيشن تي موجود هئي. ڪين خيال ٿيو تہ هيتري گهڻي جماعت گڏ ٿي آهي، سي بہ اڪثر غريب آهن. ٽڪيٽ جو بہ انهن وٽ انتظام ناهي. پاڻ اسٽيشن کان ٿورو پرسان هڪ واريءَ جي دڙي تي وڃي ويٺا. ان وقت حضرت صاحب جن سان آءٌ ۽ مولوي نذير احمد صاحب گڏ هئاسين. ٿوري وقت ۾ حضرت صاحب جن تي سُڪر جي حالت طاري ٿي. مٿن اها حالت اڪثر تڏهن ٿيندي هئي جڏهن ڪين ڪو حال ٿيندو هيو. پوءِ پاڻ فرمايائون: تہ حضرت خواجہ معين الدينﷺ جن اسان وٽ آيا هئا ۽ فرمايائون تہ اوهان سموري جماعت سميت اچو اوهان کي ڪنهن بہ قسم جي تڪليف نہ ٿيندي. اسان اوهان سان گڏ آهيون. ڪو بہ فڪر نہ ڪيو. ان حال اندر هيءُ بہ ڏٺوسين تہ هڪ گهوڙي آهي جنهن جي مٿان سڄي جماعت ماڪوڙن وانگر سوار ٿي آهي ۽ اها گهوڙي هوا وانگر تيز رواني ٿي آهي ۽ خيريت سان منزلِ مقصود تي پهتي آهي. انهيءَ مان بہ معلوم ڪيوسين تہ جماعت کي ڪا بہ تڪليف ڪانہ پهچندي. پوءِ پاڻ ۾ هڪ پن خليفن اجمير تائين جي ٽڪيٽ ورتي باقي ٻي سڀ جماعت آني ٻہ آني واري ٽڪيٽ وٺي گاڏي ۾ سوار ٿي. ان وقت پاڻ مون ڏانهن نهاري فرمايائون تہ حضرت خواجہ معين الدين ﷺ اوهان کي خاص دعوت ڏني آهي ۽ اچڻ لاءِ تاڪيد فرمايو آهي.

*وايں غلام سگِ آستاں را فرموده کہ در مدحت حضرت شیخ معین الدین غزل تصنیف کن*
*و بوقت حضور درگاه شریف بخواں، چنیں کرده شد۔*

---

[1] ياد رهي تہ ان وقت هندستان ۾ حڪومتِ ڪفار هئي ۽ هن وقت پاڪستان هڪ اسلامي ملڪ آهي.

۽ پاڻ هن غلام سگِ آستان کي فرمايائون تہ حضرت خواجہ معين الدين ﷫ جي تعريف ۾ غزل ٺاهي هلو سندن درگاهہ شريف تي پڙهجو. پوءِ هن عاجز ائين ڪيو.
پورو ڏينهن ۽ رات گاڏيءَ ۾ گذريو. ٻئي ڏينهن ٻپهري نماز جالندهر اسٽيشن تي جماعت ڪري پڙهي سين. جنهن وقت اجمير جي اسٽيشن تي لٿاسين تہ مخلوق تمام گهڻي هئي. حضرت صاحب جن فرمايو تہ ٻہ ٻہ چڙا هڪ ٻئي سان هٿ ملائي هلن.
حضرت صاحب جن سرودن جو ٿورڙو آواز بہ پسند نہ ڪندا هئا پر حضرت خواجہ معين الدين ﷫ جي درگاهہ تي سندن طريقہ چشتيہ جو لحاظ رکندي پاڻ سماع جي مجلس ۾ شامل ٿيا ۽ جماعت کي بہ ٻڌڻ جي اجازت فرمايائون ۽ ساڳئي وقت قوالن کي پئسا بہ ڏنائون.
*ودرگاه شريف حضرت خواجه معين الدين اجميری بسبب اتباع شيخ سرود بشنيدند وحکم شنيدن دادند وقوال رافلوس نيز بدادند*
پاڻ فرمايائون تہ حضرت صاحب جن درگاهہ شريف جي خادمن کان گلن جي پتين جو تبرڪ ورتو ۽ انهن کي نذرانہ طور پئسا ڏيڻ فرمايائون.
*واز خادمان خانقاه حضرت معين الدين اجميری ﷫ تبرک برگ گلها بگرفتند ونقد نذر گذارند*

## اٺٽيهين حڪايت:

### دهليءَ جو سفر

**فرمايائون:** حضرت قريشي رحمت الله عليہ جڏهن دهليءَ پهتا تہ حضرت خواجہ نور محمد بدايوني ﷫ جي مزار مبارڪ تي حاضري ڏنائون. سندن ارادو هيو تہ هتي ختم شريف بخشي رات هلي حضرت خواجہ نظام الدين دهلوي ﷫ جي روضي تي رهجي. بس ايتري ۾ حضرت خواجہ نور محمد ﷫ جن فرمايو تہ اسين مسڪين آهيون. تنهنڪري اسان وٽ رات نہ ٿا رهو. بس انهن لفظن ايڏو تہ اثر ڪيو جو پاڻ وڃڻ وارو خيال ئي لاهي ڇڏيائون ۽ رات اتي ئي رهي پيا. پير مٺا سائين ﷫ فرمايو تہ جيڪا مهرباني ۽ فيض برڪات جي پالوٽ، پيران ڪِبار جي طرفان، هن رات ۾ ٿي، اهڙي زندگيءَ ۾ نہ ٿي. پاڻ جيترو وقت مزار وٽ رهيا فقراء کي سارو وقت خمار ۽ جذب طاري رهيو. ايڏو تہ مخمور رهيا جو بک ۽

اڄ جو نالو نشان ئي نہ رهيو. خود حضرت قريشي صاحب بہ عالمِ استغراق ۾ محو رهيا. جڏهن پاڻ خواجہ صاحب کان وڃڻ جي اجازت طلب فرمائي تہ خواجہ صاحب فرمايو تہ اڃا بہ اسان جي باطني توجهہ جي دعوت باقي آهي. اڃا ڪجهہ وقت ترسو. (ملفوظات غفاريہ)

**ٽيهين حڪايت:**

**حقيقي بادشاهي**

پاڻ فرمايائون: صبح جي وقت دهليءَ پهتاسين. ڇا ڏسون تہ مغل بادشاهہ همايون جي مقبري مان رڳو هڪ ماڻهو ٻاهر نڪتو جيڪو صفائيءَ جي خيال کان اندر ويو هيو پر ٻئي پاسي حضرت خواجہ نظام الدين ﷫ جي روضي مان ماڻهو ڪِولين وانگر اچي وڃي رهيا هئا. اها حالت ڏسي حضرت صاحب جن فرمايو سبحان الله! ڏسو! جن پنهنجي الله سان عشق لاتو، پنهنجي رب کي راضي ڪيو، وصال کان پوءِ بہ انهن جي درن تي مخلوق سلامي آهي. ماڻهن جي دلين ۾ انهن جي محبت آهي. حقيقت ۾ بادشاهي الله پنهنجي ٻانهن کي عطا ڪئي آهي.

**ايڪٽيهين حڪايت:**

**دل ڪٿي آهي؟**

فرمايائون : سکر جي شهر ۾ حضرت پير قريشي صاحب رحمت الله عليہ فضل الدين دڪاندار جي دعوت ۾ هئا. فجر کان فارغ ٿي ويٺا هئا. هڪ شخص کي فرمايائون تنهنجو نالو ڇا آهي؟ ان چيو تہ مراد علي. پاڻ فرمايائون تہ هيڏي قريب ٿيءُ تہ توکي ذڪر سمجهايون. پوءِ پاڻ ان کي چيائون تہ ٻڌاءِ تہ تنهنجي دل ڪٿي آهي؟ ان پنهنجي ڇاتيءَ تي هٿ رکيو. پيو پاڻ ان کي چيائون تنهنجو ڪن ڪٿي آهي؟ ان هٿ رکيو. فرمايائون تہ تنهنجو جو نڪ ڪٿي آهي؟ ان نڪ تي هٿ رکيو. فرمايائون تہ تون تہ بدن جي ساري عضون کان واقف آهين مگر اڄ تائين دل جو پتو نہ رکيو اٿئي. فرمايائون ڇا دل بيڪار آهي؟ انهي کان ڪو ڪم ئي نہ ورتو اٿئي. پوءِ پاڻ ان جي قلب تي آڱر مبارڪ رکي ذڪر سمجهايائون. فرمايائون تہ دل زنده ٿي ويندي تہ قبر ۾ بہ زنده رهندي.

**ٻٽيهين حڪايت:**

**روهڙيءَ جا رنگين ماڻهو**

جڏهن اچا پير مٺا سائين پنجاب ۾ هئا تہ اڪثر روهڙي ايندا هئا. تمام گهڻا ماڻهو طريقي ۾ داخل ٿيا. انهن مان اڪثريت واپارين ۽ ملازم طبقي جي هئي. اهي ڏاڍا نيڪ ٿي ويا، پنج وقت نماز سان گڏ تهجد گذار ۽ ڏاڙهي وارا ٿي ويا.

پر اهي جذبي کان ڏاڍو ڊڄندا هئا. چوندا هئا تہ سائين اسين دڪاندار آهيون ۽ رهڻ جون جايون بہ مٿي آهن. دڪانن تي جذبو ٿئي ٿو تہ ڪپڙا خراب ٿي پون ٿا. پٽڪو لٿو تہ بي عزتي ٿي پوي ٿي ۽ مٿان جاين تان ڪِرون تہ ڏڪ لڳن ٿا. جيئن اهي جذبي کان ڊڄن ۽ ٿهن، تيئن جيڪو ذڪر پچي تنهن کي جذبو ٿي پوي.

مراقبي ۾ بہ ڀانهون ڀڏندا هئا، جذبو نہ ٿئي. هڪ طرف هيءَ حالت، ٻئي طرف وري دنيا جي ترقيءَ لاءِ دعائون گهرائيندا هئا تہ دنيا گهڻي ٿئي. پوءِ هڪ ڀيري حضرت قريشي صاحب رحمة الله عليه روهڙيءَ ۾ تشريف فرما ٿيا تہ جماعت جو حال احوال پڇيائون. پير مٺا سائين سمورو احوال عرض رکيو، جنهن تي پاڻ رنج ٿي فرمايائون تہ اهڙن بي قدرن وٽ نہ وڃو. هي دنيا جا طالب آهن، فائدو نہ وٺندا. ها، جتي ڏسو تہ جماعت هن نعمت جو قدر ڪري ٿي، اتي پلي رهو. اهو ڏينهن اهو ڏهاڙو، پاڻ وري روهڙيءَ نہ ويا. جڏهن بہ سندن روهڙي کان گذر ٿيندو هيو ۽ انهن کي سندن آمد جو پتو پوندو هيو تہ اهي اڳي ئي اسٽيشن تي اچي ويهندا هئا گهڻو ئي روئندا پٽيندا هئا، پر پاڻ وري انهن وٽ نہ ويا.

**ٽيٽيهين حڪايت:**

## اتباعِ سنت

فرمايائون: هن طريقہءِ عاليہ نقشبنديہ مجدديہ ۾ ترقي ۽ باطني اصلاح جو دارومدار سنت عاليہ جي اتباع ۾ آهي. حضرت امام رباني مجدد الف ثاني رحمة الله عليه هن طريقي عاليہ جو پيران پير آهي. مڪتوبات شريف ۾ لکن ٿا تہ طريقہ نقشبنديہ عين صحابہ ڪرام وارو طريقو آهي جنهن ۾ چلہ ڪشي ۽ ٻين رياضتن کان وڌيڪ شريعت مقدس جي اتباع کي ترجيح ڏني ويئي آهي. پاڻ بہ شريعت پاڪ تي عمل ڪندا هئا ۽ جماعت کي بہ تاڪيد فرمائيندا هئا.

پاڻ انگريزن جي لباس کان سخت نفرت ڪندا هئا . حتيٰ ڪہ قميص ڪي ڪالر وجهڻ کان بہ منع فرمائيندا هئا.

**چوٿيهين حڪايت:**

## تواضع ۽ انڪساري

**فرمايائون:** حضرت امام رباني مجدد الف ثاني رحمة الله عليه فرمايو آهي تہ :

*هر کہ خود را از سگ بهتر بداند از سگ بدتر ست*

جيڪو شخص پاڻ کي ڪتي کان ڀلو ٿو سمجهي، اهو حقيقت ۾ ڪتي کان بہ بڇڙو آهي.

**فرمايائون:** خواجہ بهاؤالدين نقشبند بخاري رحمة الله عليه جيڪو هن طريقہ عاليہ جو پيران پير آهي اهو ڪسر نفسي ڪندي فرمائيندو هيو تہ: "منهنجا گناهہ ايترا تہ گهڻا آهن جو جيڪڏهن ڪنهن مانيءَ جي ٽڪر تي لکي، اها ماني ڀارهن مهينن جي بکايل ڪتي جي اڳيان رکجي تہ اهو بہ منهنجا گناهہ ڏسي مانيءَ جو ٽڪر نہ کائيندو."

پير مٺا سائين پاڻ هي بيت پڙهندا هئا :

*ازاں بر ملائک شرف داشتند * کہ خود راز سگ بد پنداشتند*

الله جا اهي ٻانها بہ آهن جن جو شان شوڪت ملائڪن کان بہ مٿاهون آهي پر اهي پاڻ کي ڪتي کان بہ گهٽ سمجهندا آهن.

**پنجٽيهين حڪايت:**

## پرين جي پيزارن تان قافلو قربان

**فرمايائون:** مريد کي جو ڪجهہ ملي ٿو سو مرشد جي محبت ۾ ملي ٿو. محبت قرباني سيکاري ٿي.

حضرت امير خسرو بادشاهہ جو وزير بہ هيو تہ حضرت خواجہ نظام الدين دهلوي رحمة الله عليه جو خليفو بہ هيو. هڪ ڀيري هڪ وڏو واپاري قافلو سامان سان پرائي واپس پئي آيو تہ وات تي

هڪ پينو فقير مليس. امير پڇيس تہ فقير ڪر خبر ڪٿان پيو اچين؟ چيائين تہ دهلي ڪان. فرمايائين دهلي ۾ تہ منهنجا مرشد رهندا آهن، انهن جي ڪا خبر ڪر.

فقير چيو مان وٽن خيرات لاءِ ويو هيس. پاڻ پنهنجي پُراڻي جتي مون ڪي عنايت ڪيائون. سا ڪنيوو پيو وڃان. امير خسرو فرمايس فقير ان جتي جي مونکي زيارت ڪرائيندين. فقير جتي ڪڍي ، ڏسڻ سان ڪيس وجد وٺي ويو. جڏهن هوش ۾ آيو تہ فقير کي چيائين تہ سودو ڪندين؟ هيءُ سامان سميت سڄو قافلو تون کڻ اها نعلين مبارڪ مون کي ڏي. پوءِ فقير ڪان وٺي، چمي اکين تي رکي، ريشمي رومال ۾ ويڙهي پنهنجي هٿ ۾ ڪيائين ۽ قافلي جي مهار فقير کي ڏنائين.

جڏهن اها خبر حضرت خواجہ نظام الدين ﷫ کي پيئي تہ پاڻ ڪيس فرمايائون:

*خسرو بسيار ارزاں خريدى* هيءُ سودو تو کي ڏاڍو سستو پلئہِ پيو آهي.

**ڇٽيهين حڪايت:**

## پريان سندي پار جي مڙئي مٺائي

فرمايائون: حضرت سيد جلال بخاري رحمت الله عليہ ﷫ بخارا ڇڏي اچي ملتان ۾ حضرت غوث بهاؤ الحق ملتاني رحمت الله عليہ ﷫ جي خدمت ۾ رهيو. ملتان جي گرمي تہ مشهور آهي. حضرت سيد جلال بخاري ﷫ گهڻي گرميءَ سبب پهرياڻ جي دامن سان پاڻ کي هوا هڻي رهيا هئا تہ اوچتو حضرت غوث بهاؤ الحق ﷫ جي نظر پئجي ويئي. پاڻ فرمايائون تہ :

*سيد جلال گرمىِ ملتان خوب است يا سردىِ بخارا؟*

اي سيد جلال ! ملتان جي گرمي ڀلي يا بخارا جي سردي؟

حضرت سيد جلال ﷫ عرض ڪيو تہ :

*سردىِ بخارارا بر گرمىِ ملتان صد بار قربان مى كنم۔*

سائين ملتان جي گرميءَ مٿان بخارا جي سرديءَ کي سؤ ڀيرا قربان ڪيان.

**ستٽيهين حڪايت:**

## محبت چيز مهانگي

فرمايائون تہ فقيرو! قُمري نالي هڪ پکي آهي جيڪو سرؤ جي وڻ تي عاشق هوندو آهي هڪ ڏينهن شڪاريءَ ڪيس پڪڙي ڪُهڻ جو ارادو ڪيو. تڏهن قمريءَ روئي شڪاريءَ کي چيو تہ اي منهنجا مالڪ، منهنجا آقا، تو کي اجازت آهي مون کي پلي کهي ڪاءُ پر منهنجو هڪ عرض آهي تہ خدارا! جڏهن مون کي ڪُهي ڪباب ڪرين تہ مون کي سرؤ جي ڪاٺيءَ ۾ سيخ ڪجانءِ تہ جيئن مرڻ مهل بہ پنهنجي محبوب کان جدا نہ ٿيان. پوءِ پاڻ هيءُ بيت پڙهيائون.

قمری بزیر کارد، صیاد گفت مُرد * در شاخ سرؤسازی، سیخ کباب ما

**انتيهين حڪايت:**

## ديدارِ مرشد

فرمايائون: حضرت حافظ محمد صديق پرچونڊي وارا رحمت الله عليہ ﷫ هڪ خليفي کي سمجهائن پيا. سندن عصا مبارڪ کي هيٺان تيز چهنب واري ڪُندري هئي. ان کي سامهون ڪوڙي ان تي ٽيڪ ڪيون بيٺا هئا. وري تڪجي پون تہ لٺ کي چِڪي ڪڍي وري ڪوڙن پيا. خليفي جي نگاهہ سائينجن جي چهري ۾ هئي. سائينجن جيئن ڪندري ڪڍي وري ڪوڙي تہ خليفي صاحب جي پير ۾ چُبي پئي. بزرگ زور ڏيون بيٺا رهيا. پئي طرف خليفي صاحب محبت جي مستيءَ ۾ بي فڪر ٿيو بيٺو رهيو. جڏهن عادتاً بزرگن عصا جو مٿي ڪنئي تہ زور ڏيارڻ ۽ وچڙڻ لڳي، جان ڪٽي نهاري تہ اها ڪُندري خليفي جي پير جي پٺيءَ کان لنگهي پار هلي ويئي آهي. بزرگن پڇيس تہ فقير ايذاءُ تہ ڪونہ آيو، ٻڌايئي بہ ڪونہ. چيائين تہ سائين ! اوهان بہ موجود هجو ۽ ايذاءُ بہ اچي. ائين ڪيئن ٿي سگهي ٿو. هي محبت هئي ۽ پنهنجي مرشد جي ديدار جي محويت هئي.

**اٺيتاليهين حڪايت:**

## مرڻ بعد بہ دل هلندي رهي

فقير شاهنواز بلوچ ڪيرٿر جو زميندار هيو. فقط هڪ پيرو حضرت پير مٺا سائين محبوب رحمت الله عليہ جي دربار ۾ حاضر ٿي ذڪر حاصل ڪيو هئائين. پاڻ ڪيس ذڪر قلبي جي تلقين فرمايائون. ڪجهہ عرصي کان پوءِ اهو فوت ٿي ويو. مرڻ کان پوءِ بہ سندس قلب هلندو رهيو. ايتري قدر جو سندس ڪفن بہ هلي رهيو هيو. آس پاس جا ماڻهو پنڊ ڪري

فقير جو قلب ڏسڻ آيا ۽ حيران ٿي ويا. سندس سؤٽ عاشق علي اها ڪرامت ڏسڻ کان پوءِ درگاهہ شريف تي آيو ۽ ڏاڍي اعتقاد ۽ محبت سان ذڪر پڇيائين ۽ ٻڌايائين تہ مرحوم شاهنواز کي جڏهن سامهيءَ اندر رکيو ويو تہ بہ سندس قلب زور سان هلي رهيو هيو.

اها پير مٺا سائين ڪريم جي نگاهہ هئي جو پاڻ جنهن تي نظر ڪندا هئا ان جي دل الله جي ذڪر ۾ جاري ٿي ويندي هئي. اهڙي جاري ٿيندي هئي جو مرڻ بعد بہ الله الله ڪندي هئي. الهداد فقير وينل شهر لاڙڪاڻہ ريل گاڏين ۾ سرمون وڪڻندو هيو. جڏهن اهو وفات ڪري ويو تہ سندس قلب ظاهر ظهور هلي رهيو هيو. وصيت موجب ان فقير جي جنازي نماز پڙهڻ لاءِ ڪيس درگاهہ شريف تي آندو ويو. سندس جنازي سان گڏ سندس عزيز قريب ۽ پاڙي وارا بہ آيا هئا ۽ انهن سان گڏ هڪ مولوي صاحب بہ هيو. فقير جي لاش سان گڏ ڊاڪٽرن وارو اوزار (Statuscope) بہ کڻي آيا هئا. جنهن جي ذريعي قلب مان چٽو آواز الله الله جو ٻڌڻ ۾ اچي رهيو هيو.

**چاليهين حڪايت:**

## وفات بعد الله الله ڪرڻ

تعلقہ ڪنڊيارو شهر خانواهڻ جي پرسان عباس ڪوندر جو ڳوٺ آهي. حضرت صاحب جن جي تبليغ ۽ ڪوشش سان سڄو ڳوٺ سڌري نيڪوڪار بڻجي پيو. پاڻ هن ڳوٺ جو نالو "ثواب پور" رکيائون. هن ڳوٺ ۾ پيرل نالي هڪ فقير فوت ٿي ويو. آسپاس کان سندس عزيز قريب منهن ڏسڻ لاءِ اچڻ لڳا. جڏهن ڪٿ جي ويجهو آيا تہ الله الله جا بلند آواز نعرا هنيائون. اوچتو ئي اوچتو پيرل فقير جي لاش ۾ چرپر ٿي. چيلهہ جيترو ڪٽ تان مٿي ٿي چوڻ لڳو الله الله الله پوءِ چوڻ لڳو تہ ياد رکو! الله وارا ڪڏهن بہ نہ مرندا آهن. ائين چئي الله الله ڪندي وري سمهي پيو. اهڙيءَ طرح ٿي پيرا ائين چيلهہ جيترو مٿي ٿيو اهي ساڳيا لفظ چئي، پڇاڙيءَ ۾ الله الله ڪري هميشہ لاءِ خاموش ٿي ويو.

ان واقعي جا چشمديد شاهد اڄ بہ موجود آهن.

**ايڪيتاليهين حڪايت:**

## يتيم جي مال مان خيرات

هڪ ڏينهن خليفي امير الدين مگسي عرض ڪيو تہ اسان جي ڳوٺ ۾ يتيم جي مال مان خيرات ڪئي وئي ان جي کائڻ وارن ۾ ڪجھہ فقير بہ شريڪ هئا. پاڻ فرمايائون يتيم جي مال مان خيرات جائز نہ آهي. جن کاڌي آهي اهي اوتري رقم جمع ڪري يتيم حوالي ڪن. اڳتي لاءِ اهڙو ڪم نہ ڪن. پوءِ فرمايائون : حلال کي حرام سمجھڻ يا حرام کي حلال سمجھڻ ڪفر آهي.

**ٻائيتاليهين حڪايت:**

**پير قريشي حضرت مخدوم بلال جي دربار ۾**

پير مٺا سائين ملفوظات شريف ۾ لکيو آهي تہ:

حضرت پير قريشي رحمت الله عليہ سکر کان ريل ۾ چڙهي دادو تشريف فرما ٿيا. رات دادو ۾ رهيا. گهڻي مخلوق کانئن فيضياب ٿي. صبح جو سوير سيد جيوڻ شاهہ کين دادو کان موٽر تي سوار ڪري حضرت مخدوم بلال رحمت الله عليہ جي خانقاهہ تي پهچايو. ان ڏينهن درگاه عاليہ تي شايد مهيني جي پهرئين جمعي جو ڪو ميلو هيو. جيوڻ شاهہ درگاه شريف تي تقرير ڪندي گهڻو ڪجھہ بيان ڪيو. چيائين تہ اسان وٽ سنڌ ۾ پنجاب کان هڪ ولي الله تشريف فرما ٿيو آهي جنهن جي توجہ سان مرده دليون زنده ٿين ٿيون. پوءِ تہ مخلوق حضرت صاحب جي ديدار لاءِ بي قرار ٿيڻ لڳي. پير قريشي صاحب ماڻهن کي ذڪر سمجهايو ۽ بيعت بہ فرمايائون. پوءِ پاڻ مخدوم بلال جي مزار شريف تي مراقبو ڪيائون. مراقبي کان پوءِ فرمايائون تہ :

اپ خانقاہ شریف کے اندر مراقبہ کرکے باہر تشریف لائے اور
فرمایا یہ بزرگ فرماتے ہیں جیون شاہ کو شادی کرنے کا بڑا اشتیاق ہے اب فلانہ
بوڑھا جو اکثر اوقات تیرے پاس بیٹھا رہا کرتا ہے تو اسکو میری طرف سے کہدو کہ اپنی لڑکی کا
نکاح اسی شاہ صاحب کے ساتھ کردیوے
اور دوسرا مولویوں کو کہدو کہ وعظ محض للّٰہیت کے ارادہ سے کرتے رہیں اور دلمیں
مقصد طمع دنیا اور ریا کی نہو
اور تیسرا کہدو کہ میری خانقاہ میں عورتیں مت آیا کریں

ملفوظاتِ فضليہ مخطوط ص 66 (هٿ اکر حضرت پير منا سائين ﷬)

پاڻ خانقاهه مان اندران مراقبو ڪري ٻاهر نڪتا ته فرمايائون ته هي بزرگ فرمائي ٿو ته:

1. جيوڻ شاهه ڪي شاديءَ جو گهڻو شوق آهي، فلاڻو ڪراڙو جيڪو اڪثر تو وٽ ويهندو آهي ان ڪي منهنجي پاران چئو ته پنهنجي نياڻي جو نڪاح ان شاهه صاحب سان ڪري.

2. مولوين ڪي چئو ته وعظ فقط الله جي رضا خاطر ڪن، دل ۾ مقصد دنيا جي لالچ يا ڏيکاءَ جو نه رکن.

3. چئونِ ته منهنجي درگاهه ۾ عورتون نه اچن.

حضرت پير قريشي ڪريم رحمت الله عليه فجر نماز دربار مخدوم صاحب تي ادا ڪئي پوءِ پاڻ ڦُلجي اسٽيشن تي آيا اتان شڪارپور روانا ٿيا. رستي ۾ مولوي سليم الله صاحب ڪي فرمايائون ته حضرت مخدوم صاحب اسان ڪي مراقبي ۾ ارشاد فرمايو ته:

اور راستہ میں مولوی سلیم اللہ کو فرمایا کہ مخدوم صاحب مراقبہ میں مجکو فرماتے تھے
از آمدن شما عید میکنیم وما برائے استقبال شما در دادو آمدہ بودیم لیکن بسبب
اشتغال ذکر بسوئے ما توجہ نہ کردید -

از آمدن شما عيد ميکنيم وما برائے استقبال شما در دادو آمده بوديم ليکن بسبب اشتغال ذکر بسوئے ما توجہ نہ کرديد (ملفوظات ص ٦٧)

يعني توهان جي اچڻ تي اسان عيد جهڙي خوشي ملهائي ۽ اسان توهان جي استقبال لاءِ دادو ۾ آيا هئا سين. مگر توهان ذڪر ۾ مشغول هجڻ سبب اسان جي طرف توجهه نه ڪيو.

**ٽيئيتاليهين حڪايت:**

## ڪيس مان آزادي

هڪ ماڇُو نامي گرامي چور هيو. ڏوڪري جي مختيار ڪار وٽ ان جو ڪيس هلندڙ هيو. اهو اچي حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليه جو مريد ٿيو. ذڪر پڇيائين. تمام نيڪ صالح بڻجي پيو. سونهاري باشرع رکيائين. رات ڏينهن نيڪي ۾ گذرڻ لڳُس. جڏهن مختيار ڪار وٽ حاضري تي ويو ته اهو هن جي ڏاڙهي پٽڪو ڏسي حيرت ۾ اچي ويو. چيائين چور آندو اٿوَ يا ڪو مسجد جو پيش امام وٺي آيا آهيو. ان چيو سائين مان هيس چور پر پير مٺا سائين جو مريد ٿي آيو آهيان چورين زورين کان توبه ڪئي اٿم. مختيار ڪار هجي به شيعو پر چيائين بيشڪ ان جُوان راڄن کي رنگ لاتا آهن. جي انجو مريد ٿي آيو آهين ته مان به تنهنجو ڪيس خارج ڪيان ٿو. بس صرف انهن کي چوري واپس ڪر.

هڪ مشهور ڌاڙيل هيو حڪومت ان مٿان انعام مقرر ڪيو هيو. سو اچي پير مٺا سائين رحمت الله عليه جو مريد ٿيو. ڏاڙهي ڏنڊڻ پٽڪو ذڪر ۾ مشغول ٿي ويو. حضرت جن ان جو نالو مَٽائي پيو رکيو. هڪ سپاهي کي انجي خبر پئي سو اهو به انعام جي لالچ تي اچي درگاهه تي رهيو. جنهن کان پڇي ڪو ڪو نه ٻڌائيس. چوته پير مٺي ان ڌاڙيل جو ظاهر باطن به مَٽائي ڇڏيو ته ان جو نالو به مَٽائي ڇڏيو هيو.

**چوئيتاليهين حڪايت:**

**پيرن چمڻ ڪان منع**

هڪ ڀيري حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليه هڪ ڪاغذ لکائي مسجد ۾ چسپان ڪرايو ته اسان سان مصافحو ڀلي ڪيو پر اسان جي پيرن کي نه چمو.

فرمايائون : هڪ ڀيري حضرت قريشي صاحب ﷺرحمت الله عليه هڪ مولوي صاحب کي فرمايو ته ماڻهن کي چئو ته مون سان مصافحو ڀلي ڪن پر پيرن تي چمي نه ڏين. پيرن تي هٿ به نه رکن. اهو مولوي صاحب ويو ماڻهن ۾ اهو اعلان ڪري موٽي آيو ۽ اچي حضرت صاحب جن جي پيرن تي چمي ڏئي چيائين ته حسب الفرمان پيغام پهچائي آيو آهيان.

باقي هن فقير ڪي چُمڻ ڪان روڪيندا نہ ڪيو ڇو جو حديث ۾ پيرن چمڻ جو ثبوت آيل آهي.

**پنجيتاليهين حڪايت:**

## محبت ادب سيکاري ٿي

پير مٺا سائين جن فرمايو: هڪ ڀيري حضرت قريشي صاحب رحمت الله عليہ فرمايو تہ مون عورتن کي ذڪر جي تلقين ڪئي. انهن ۾ هڪ ننڍي نينگري هئي. ذڪر پڇي جو واپس موٽي تہ جيستائين نظر پيس پوئين پير پئي وئي. اسان کي پُٺي نہ ڏنائين ان نينگري تي اسان کي عجب لڳو. پوءِ سوچيوسين تہ محبت ادب سيکاريندي آهي.

**ڇائيتاليهين حڪايت:** **عجيب نسخو**

هڪ ماڻهو ڄنگهہ جي سور وارو مٺا سائين جن وٽ آيو. فرمايائونس عبدالرحمن کان تعويذ وٺي ٻڌ. پر جي سور وڌي وڃئي تہ بہ تعويذ نہ لاهجانءِ پادر ڪٽي سور واري هنڌ تي هوريان هوريان هٽي ڇڏجانءِ مان تعويذ اصل نہ ڇوڙيندس. سور سان ائين ڳالهائجانءِ جيئن ماڻهو سان ڪلام ڪبو آهي. پوءِ اهو ماڻهو ڪجهہ ڏينهن بعد ڪين مليو ڇپائين برابر تعويذ ٻڌڻ سان سور وڌي ويو پوءِ اوهان واري ڳالهہ تي عمل ڪيم ٽئين ڏينهن سور صفا ختم ٿي ويو.

**ستيتاليهين حڪايت:**

## ايصالِ ثواب

پير مٺا سائين محبوب رحمت الله عليہ فرمايو تہ: هڪ الله جو ولي ڪنهن قبر ڪان لنگهيو تہ ان کي عذاب ٿي رهيو هيو. مراقبو ڪيائين ان چيو منهنجي وارثن ۾ هڪ نياڻي آهي ان کي چؤ تہ منهنجي پاران خيرات ڪري تہ مون تان عذاب معاف ٿئي. پڇيائين ڇا نالو ڪهڙو شهر اٿس؟ سڄو پتو ميت ٻڌايو. ولي الله ان ڳوٺ ۾ ويو برابر اها نياڻي برابر هئي. تڙ تي ڪپڙا ڌوئي رهي هئي. هن وڃي سارو حال ڪيس. مائي جيئن نهر ڪناري ويٺي هئي تہ

---

[1] هي سندن احتياط هيو. ڇو تہ اگر جاهلن کي پير چمڻ جي کُلي اجازت ڏني وڃي تہ اهي سجدو ڪرڻ شروع ڪندا. باقي شريعت ۾ پيرن چمڻ جي اجازت آهي. جيئن سنن ابودائود ۾ حضرت زارع رضي الله عنه کان روايت آهي تہ اهو جڏهن وفد عبد القيس ۾ حبيبن ڪريمن جي دربار ۾ آيو تہ رسول الله ﷺ جا هٿ پير چميا هئائين. عن زارع رضى الله عنه وكان فى وفد عبد القيس قال : لما قدمنا المدينة ، فجعلنا نتبادر من رواحلنا فنقبل يد رسول الله ﷺ و رجله ، رواه أبو داود

پاڻي جي هڪ لپ پيري ڪناري تي اڇلائي چيائين هي بابي جي نالي خيرات ڪيم. ولي سڳوري کي ارمان ٿيو. مائي کي رحم ته نه آيو پر مذاق ڪري ڇڏيائين. پوءِ ولي سڳورو جيئن موٽيو ته ان ساڳي قبر ڪان لنگهيو. ڏسي اهو ميت جنت ۾ نظر آيس. پڇيائينس هي ڪهڙي سبب مهرباني ٿيئي؟ چيائين اوهان جا ٿورا جڏهن اوهان منهنجي نياڻي کي پيغام ڏنو ان پاڻي جي لپ ڪناري تي اڇلائي ته هڪ ڪيڙو پياس سبب تڙپي رهيو هيو. اهو پاڻي ان کي لڳو پوسل ٿي ان جي جان بچي پئي ان ڪري الله ڪريم مون کي بخشي ڇڏيو آهي.

**انيتاليهين حڪايت:**

## وات ويندي نصيحت

فقير مولاداد مڪي واري بيان ڪيو ته هڪ ڀيري حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ سفر ۾ هئا. پاڻ بگيءَ تي سوار هئا. سامهون هڪ ڄڃ گذري. جنهن ۾ دهل وڄي رهيا هئا ۽ عورتن سهرا پئي ڳايا. جڏهن ڄڃ سامهون آئي ته پاڻ سجاتائون هڪ فقيرُ هيو جيڪو اڳيان سينگاريو وينو هيو. پاڻ بگي روڪي ان کي سڏيائون. فرمايائون تنهنجي شادي آهي؟ چيائين هائو. پاڻ ان گهوٽ کي فرمايائون اسان جو فقير به آهين وري غير شرعي ڪم به ڪرين ٿو پوءِ ساري ڄڃ کي اهڙي عجيب نصيحت ڪيائون جو دهل سهرا، ڳائڻ وڄائڻ بند ٿي ويا. شادي جون باقي رسمون سنت مطابق ادا ڪيائون.

**اٺونجاهين حڪايت:**

## قريشي جا ڪشف

فرمايائون: منهنجي مرشد پير قريشي صاحب رحمت الله عليہ کي تمام گهڻو ڪشف ٿيندو هيو. هڪ ڀيري پاڻ ٿر طرف دعوت تي اسريا. هڪ جاءِ تي آيا وڏو ڪبڙ جو وڻ هجي انجي هيٺان اچي ويٺا. گهڻي دير مراقبو ڪيائون. اٿيا ته ٿڌا ساهہ ڀريائون. فرمايائون هن ڳوٺ جو ڪو ڪراڙو هجي ته ان کي اسان وٽ وٺي اچو. هڪ تمام ڪراڙو آيو. پاڻ ان کان پڇيائون هن وڻ هيٺان ڪو ولي الله ته نہ ويٺو آهي. چيائين گهڻو عرصو ٿيندو خواجہ غلام

فريد هتان لنگهايا هئا. ان وڻ هيٺان مانجهاندو ڪيو هئائون. ان کوھ مان پاڻي پيتو هئائون. پاڻ ان کوھ جي ڳِرٽن کي چُميائون فرمايائون سبحان الله اجا تائين اتي نور ۽ رحمت وسي رهي آهي.

وري فرمايائون: اوهان جو وڏيرو وفات ڪري ويو آهي ڇا؟ چيائين هائو. فرمايائون هن مقام وارا سڀ مون وٽ دانهن ڪٽي آيا آهن تہ ان تي اهڙو عذاب ٿي رهيو آهي جو اسان جا سک ڦِٽي ويا آهن. پوءِ پاڻ جماعت کان قل پڙهائي انهن لاءِ دعا گهريائون.

فرمايائون: هڪ ڀيري پاڻ چني ڳوٺ اسٽيشن جي مسجد ۾ آيا. مسجد جي ديوار وڏي هئي ٻاهر نظر نہ ٿي پئي. پاڻ فرمايائون ديوار پويان ڀہ قبرون آهن ڇا؟ فقير ڏسي آيا. چيائون هائو. فرمايائون انهن ٻنهين کي عذاب ٿي رهيو آهي. انهن دعا لاءِ عرض ڪيو آهي. پاڻ دعا گهريائون. فرمايائون هاڻي انهن تي تخفيف ٿي آهي. انهن ٻنهين جا نالا بہ ٻڌايائون.

**پنجاهين حڪايت:**

## پوري ملڪ ۾ امن ڪرائي ڇڏيان

فرمايائون جيڪي ملڪ ۾ ڌاڙا لڳن ٿا. انهن سڀني جا اڳواڻ وڏيرا آهن. فرمايائون مون کي صرف ٽي ڏينهن بادشاهي ڏين تہ پوري ملڪ ۾ امن امان قائم ڪري ڏيکاريان. پڇيو ويو ڪيئن؟ فرمايائون سڀ وڏيرن کي اندر ڪرايان تہ پاڻهي امن ٿي ويندو.

**ايڪونجاهين حڪايت: :**

## لنگر جو پٽڙو پيٽ بيمارين جو علاج

خليفہ در محمد ڪنبائي بيان ڪيو تہ : مان جواني کان دل جو مريض هيس. دورو پوندو هيم. ويڄن وس ڪيا پر ڪنهن ڦڪي فرق ئي نہ ڏيکاريو. آخر حڪيمن ۽ ڊاڪٽرن کان مايوس ٿي پيس. وري اچي دل ۾ خيال پيو تہ جڏهن رب تعاليٰ قرآن ۾ فرمايو آهي تہ : مون کان سواءِ ڪو بہ بيماري نہ ٿو لاهي سگهي تہ پوءِ هي حڪيم ۽ ڊاڪٽر ڇالاءِ؟ علاج خود هڪ شرڪ آهي. پوءِ هڪ رات خواب ۾ هڪ رنگين شيشن ۽ دوائن سان ڀريل تمام وڏي اسپتال ڏٺم. ان

جي دروازي تي هڪ سفيد ريش بزرگ ڏٺم، جيڪو دوائون ڏئي رهيو آهي. ان کي چيم اوهان حڪيم آهيو؟ چيائين هائو. مون چيو مان هن ڏنڍي کي شرڪ ٿو سمجهان پوءِ آيت پڙهيم :

له بِّضُرٍّ فَلَا كَاشِفَ لَهُ إِلَّا هُوَ[الأنعام/17]

جڏهن الله کان سواءِ ڪو به مرض تاري نه ٿو سگهي ته پوءِ پين جو ان ڪم ۾ دخل ڏيڻ ناجائز آهي. توهان ته عالم ۽ بزرگ به ڏيکارجو ٿا توهان اهو ڏنڌو ڇو ٿا ڪيو؟ پاڻ مرڪندي فرمايائين ته ٻڇا قرآن حڪيم آهي يا نه؟ مون چيو هائو. پاڻ فرمايائين هي ساري اسپتال قرآن جي حڪمت کان پريل آهي. جيڪا تو آيت پڙهي اها آيت خود هڪ علاج آهي انهن ماڻهن لاءِ جيڪي رڳو دوائن ۽ ڊاڪٽرن تي ڀروسو ڪن ٿا ۽ الله تعاليٰ ڏي توجهه نه ٿا ڪن. اها خود هڪ بيماري آهي انهن لاءِ اها آيت دوا آهي مگر تنهنجي لاءِ

لَّهَ وَابْتَغُوا إِلَيْهِ الْوَسِيلَةَ [المائدة/35]

تون هن آيت کي پڙهڻ جو انڪاري نه ٿي. پوءِ مون عرض ڪيو سائين مان دل جو مريض آهيان مان علاجن کان نا اميد ٿي چڪو آهيان. ڇا ڀلا توهان جي دواخاني ۾ منهنجي لاءِ ڪو علاج آهي؟ پاڻ دوائن ڏي نظر ڪري جواب ۾ فرمايائين ته دوائن ۾ تنهنجي لاءِ ڪا به دوا ڪانه آهي. انهن لفظن سان اکين ۾ پاڻي اچي ويم . سخت غمناڪ ٿيس. پاڻ وري تسلي ڏنائين ٻڇا غم نه ڪر. تنهنجي دوا رڳو پٽڙو پيٽ آهي. پوءِ جڏهن درگاهه رحمتپور ۾ آيس ۽ حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليه کي ڏٺم بعينه اها خواب واري صورت نظر آئي. هڪدم مريد ٿيس ۽ لنگر جو پٽڙو پيٽ کاڌم ته اها ورهن جي بيماري ختم ٿي وئي.

**ٻاونجاهين حڪايت: :**

## مرڻ بعد ذڪر جا آواز

فقير عبد الحميد ذڪر وارو فقير هيو. جڏهن وفات ڪري ويو ته قبر ۾ به ذڪر ڪندو هيو. ان جو ذڪر عام ماڻهو به ٻڌندا هئا. هڪ ڏينهن حضرت پير مٺا سائين جن فجر نماز ادا ڪري ويٺا فرمايائون: رات مرحوم عبدالحميد جو ذڪر توهان مان ڪنهن ٻڌو؟ هڪ ٻن فقيرن چيو ته سائين اسان ٻڌو. پاڻ فرمايائون ته اسان رات چٽو پٽو فقير جو ذڪر گهر ۾ ٻڌوسين. پوءِ پنهنجي ساري عيال کي ننڊ مان اٿاري انهن کي به فقير جي ذڪر جون

ضربون پڌرايوسين. اي فقيرو اوهان بہ ائين الله جو ذڪر ڪيو جو مرڻ بعد بہ اوهان جون تنوارون جاري هجن.

فقير محمد حسن پٽو عبدالحميد فقير جو دوست هيو. عبدالحميد فقير جي وفات کان بعد روزانو ان جي قبر تي ختمي پڙهڻ لاءِ ويندو هيو. هڪ ڏينهن صبح جو اوڏانهن وڃي پيو تہ پٽيرو عبدالحميد فقير کي ڏٺائين. تڪڙو ان کي پهچي سلام ڪيائين. هٿ ملائي چيائين تہ عبدالحميد آهين. ان چيو تہ هائو. محمد حسن چيو تون تہ وفات ڪري ويو آهين مان تنهنجي قبر تي روزانو ايندو آهيان. وري تون ٻاهر گهمي رهيو آهين. چيائين تہ ادا ماٺ ڪر مان روزانو سائين جن جي مجلس ۾ مراقبي ۾ ويهندو آهيان. اسان کي مئل نہ سمجهہ. ائين چئي نظرن کان غائب ٿي ويو. محمد حسن اهو سارو واقعو اچي پير مٺا سائين جي اڳيان بيان ڪيو. پاڻ ان جي تصديق ۽ تحسين ڪيائون.

هرگز نہ ميرد آنکہ دلش زندہ شد بعشق ثبت است بر جريدہءِ عالم دوام ما

**ٽيونجاهين حڪايت:**

**رحمت جي پالوٽ**

مولانا عبد الحليم ڪرامت غفاريہ ۾ پنهنجي والد خليفہ مولانا در محمد جو واقعو لکن ٿا تہ : پير مٺا سائين جن جو اوئلي دؤر هيو پاڻ باعيال سفر ۾ نڪرندا هئا. هڪ ڀيري دريائون پار ڪچي جي هڪ ڳوٺ ۾ سندن دعوت هئي. ميزبان جو گهر سُني هيو، باقي ساري ڳوٺ وارا اهلتشيع سان واسطو رکندا هئا. ڳوٺ جو چڱو مڙس صوبيدار بہ هيو اهو بہ ان فرقي سان واسطو رکندو هيو. جڏهن سائينجن پهتا سندن واسطي هڪ گهر خالي ڪيو ويو. ان جي چوڌاري پردي جي مضبوط ڪنڌي ناهي وئي. صوبيدار صاحب بندوقن ۽ کهاڙين سان مسلح باڊي گارڊ وٺي آيو. چيائين تہ مان حڪم ٿو ڪيان تہ اسان جي مسجد يا اسان جي ڳوٺ ۾ وعظ نہ ڪيو. اگر ڪندئو تہ اوهان تي سڌا فائر ڪبا. اسان کي توهان جي وعظ جي ڪا ضرورت ناهي. ميزبان مسڪين ماڻهو هيو. اهو سست ٿي پيو. حضرت جن کي روئي عرض ڪيائين تہ مان اڪيلو گهر سني آهيان مان مقابلي جهڙو نہ آهيان. پاڻ مرڪندي فرمايائون فقير تون غم نہ ڪر جيڪي الله پاڪ کي منظور هوندو

اهو ئي ٿيندو. سڀ فقراء مونجهاري ۾ پئجي ويا تہ هاڻي ڇا ٿيندو؟ عصر جي وقت پاڻ
حڪم فرمايائون تہ هن شهر جي ٻاهر ڪناري ۾ قبرستان آهي ان جي پرسان جيڪو پلاٽ
آهي ان ۾ توهان ٻهارو ڏيئي ۽ پلال وڇايو رات اتي مجلس ٿيندي. مغرب ۽ عشاء جي
نماز پڙهي ويناسين. سائينجن حڪم موڪليو تہ مولوي در محمد وعظ ڪري. جيڪي
فقير هئا سڀ گڏجي وينا مون وعظ شروع ڪيو تہ رئيس صاحب ڳوٺ جي وڏي ميڙ سان
هٿيار بند وٺي آيو. چيائين اول ٻڌان تہ ڇا ٿا چون؟ اسان بہ ڪربلا جو قصو شروع ڪيو.
ٿوري دير ۾ اهڙو ڪو مرشدن ڪريمن جو توجہ ٿيو جو سڀ فقيرن تي روح راڙو طاري ٿي
ويو. پر ڳوٺ وارا بہ جذبي ۾ اچي ويا. اهو صوبيدار صاحب بہ زواروزار روئڻ لڳو. ريوالور
۽ پٽڪو ڏوڙ ۾ گم ۽ پاڻ ڦٿڪي پيو پوءِ باقي ڳوٺ وارا بہ دانهن ۽ رڙين ۾ پئجي ويا تان تہ
سارو ڳوٺ اچي گڏ ٿيو. سڀ جذبي ۾ اچي ويا. صبح جو سارو ڳوٺ مريد ٿيو. اول ان
صوبيدار مڇون ڪتايون پوءِ راڄ ڳوٺ وارن ڪتايون. تان جو مُڇُن جا انبار ٿي ويا.

**چونجاهين حڪايت: سچ جي حاضري**

فقير عبد القادر سومري ڪاڇي واري بيان ڪيو تہ حضرت پير مٺا سائين جن جي زباني ۾
مون ٻڌو پاڻ فرمايائون: هڪ ڏينهن حضرت پير قريشي رحمت الله عليہ صبح جو حلقہ مراقبي
مهل فرمايو تہ اڄ اسان ڪان سچ مراقبي ۾ حاضري جي اجازت گهري آهي. اڄ ڪو بہ
مراقبي ۾ ڪپڙي مان منهن مٿي نہ ڪري. هڪ فقير ڪي خيال ٿيو اهو وري ڪيئن ٿو ٿي
سگهي جو سچ لهي مراقبي ۾ اچي. سو منهن تان ٿورو ڪپڙو مٿي ڪيائين تہ اکين ۾ اهڙو
تيز شعاع لڳس جو پوري زندگي آشوب چشم ۾ مبتلا رهيو.

**پنجونجاهين حڪايت:**

**جانور جو ڪلام**

مولوي غلام جعفر بيان ڪيو تہ گرمين جي موسم ۾ جنهن سال رمضان شريف ۾ پاڻ
ڪوئيٽہ ويا هئا. وات تي شهر جي ٻاهران ماڻهن جو ميڙ ڏٺائون. اهي ڪاري مِرون ڪي
ماري رهيا هئا . خنزير خوف ڪان دانهون ڪري رهيو هيو تہ پاڻ فرمايائون: اي فقيرو اِهو
جانور مون ڪي چوي ٿو . اي خدا جا دوست مونکي خدا واسطي ڇڏاءِ. مونکي بيگناه مارن
ٿا . سو توهان اِنهن ماڻهن ڪي جهليو متان خدا جو قهر نہ پوي. شايد ڪوئٽہ ۾ زلزلا انهن

ظلمن جي ڪري ايندا آهن . پوءِ اُهي ماڻهو حضرت صاحب جو فرمان ٻڌي بس ڪري ويا . اهڙي صورت سان خنزير خلاصي حاصل ڪئي .

**ڇاونجاهين حڪايت:**

## ڪونجن جي ٻولي

فقير عبد القادر سومري بيان ڪيو تہ هڪ ڏينهن حضرت پير مٺا سائين جن فرمايو تہ الله وارن جي ڪلام ۾ شڪ نہ ڪجي. شڪ ڪرڻ محرومي جو سبب هوندو آهي. پوءِ فرمايائون تہ: بزرگ شهداد ڪوٽي اصل قلات جو رهندڙ هيو. سنڌ ۾ انجي اچڻ جو سبب هي ٿيو جو هڪ ڀيري پاڻ مجلس ۾ ويٺا هئا. تي ڪونجون ٻوليون ڪنديون لنگهيون ٿي ويون. اتي قلات جي والي احمد يار خان عرض ڪيو تہ سائين اِنهن ڪونجن ڇا چيو؟ پاڻ فرمايائون: هڪڙي ڪونج وڏي هئي. ٻي اُن جي ڌيءُ ۽ ٽين ڀاڻج هئي. اها صلاح ٿي ڪيائون تہ فلاڻي ڪُنب تي توتڙ ۽ ڪچرو چوڳو چڱو آهي اتي هلي گذر ڪيون. خان قلات اهو ٻڌي ڪي نوڪر انهي ڪنب تي موڪليا وچي ڏسن تہ برابر تئي ڪونجون اُتي ويٺيون چڳن. الله وارا هر چيز جون ٻوليون سمجهندا آهن. انهن اچي خان قلات سان ڳالهہ ڪئي. پوءِ خان قلات پنهنجي پير حضرت غلام صديق شهداد ڪوٽي سان ساري حقيقت بيان ڪئي. بزرگ صاحب جلال ۾ اچي ويا ۽ فرمايائون تون اسان ۾ شڪ رکين ٿو . اسان جي ڳالهين جي ثابتي وٺين ٿو، سو اسان کي هتي رهڻ نيڪ ناهي. تنهن تي خان قلات خلان ڏاڍيون معذرتون ڪيون پر بزرگن جو رنج نہ ويو. پوءِ قلات کي خير آباد چئي اچي شهداد ڪوٽ ۾ سڪونت پذير ٿيا.

**ستونجاهين حڪايت:**

## مُردن مٿان مهرباني

فقير عبد القادر بيان ڪيو تہ : هڪ ڏينهن پنهنجي مرشد حضرت قريشي صاحب سان گڏ سفر ۾ هياسين. هڪ ريلوي اسٽيشن تي گاڏين جو ڪراس هيو. ڪجهہ دير گاڏي بيٺي. اسٽيشن جي پاسي ۾ مقام هيو. پاڻ ختم شريف پڙهي مقام وارن لاءِ دعا گهريائون. مون ڏٺو بہ ماڻهو آيا اچي سائينجن سان وڏي محبت سان مليا. ڪجهہ وقت ڳالهيون ڪري هليا ويا. پوءِ سائينجن فرمايو: خبر اٿوَ اِهي بہ آدمي ڪير هئا ۽ ڇا چئي رهيا هئا؟ اسان عرض

ڪيو ماٺهو ته ڏناسون پر انهن جي ڳالهه ٻڌي نه سگهياسين. پاڻ فرمايائون: اِهي شخص هن پاسي واري قبرستان جا اهل مماتي وارا هئا. چيائون اوهان جي چند گهڙين هتي ترسڻ سان ساري مقام تان عذاب کڄي ويو آهي. وري جو اوهان ختم شريف بخشيو آهي ته ان جا اجر جدا ملي رهيا آهن . پوءِ پير مٺا سائين فرمايو :

ڈیکھو مي ڈِے پیر دے آوݨ نال مُردے شفا پئے پاون، جے دل کوں زندہ کرے تاں کہڑا عجب ہے۔

پوءِ پاڻ هي شعر پڙهيائون: طبیب آئے ملک ساڈے وچ جو دل مردہ جوا ڈِیوے

توݨے مُہلک ہوون مرضاں تاں پل وچ کر شِفا ڈِیوے

**اٺونجاهين حڪايت :**

**مودودي جو قاصد مريد ٿي ويو**

فقير محمد عثمان لغاري ڳوٺ صحبت خان لغاري ڪاڇي واري بيان ڪيو ته : هڪ ڀيري مولانا مودودي صاحب محمد يوسف نالي پنهنجو قاصد حضرت پير مٺاسائين جي خدمت ۾ رحمتپور شريف موڪليو ته اوهان جماعت سوڌا اسان جي جماعت ۾ داخل ٿيو.
پاڻ فرمايائونس اوهان ٻه ٽي ڏينهن اسان وٽ ترسو پوءِ توهان کي جواب ڏينداسين. اهو ٻه ٽي ڏينهن حضرت جن جي صحبت ۾ رهيو. سندن فيض برڪت، فقراء ۾ سنت شريعت ۽ تقويٰ طهارت جي پائبندي ڏسي رحمتپور ۾ ئي رهي پيو. هڪ ڏينهن حضرت صاحب جن کي عرض ڪيائين مون مودودي جي جماعت کي ڇڏيو. مون کي پنهنجو مريد بڻايو. پوءِ اهو رحمتپور ۾ رهي پيو. فقيرن کي تجويد ۽ قرات پڙهائيندو هيو.

**اٺهنين حڪايت:**

**قبر ڪشادي :**

غازي فقير چانڊيه بيان ڪيو ته آءٌ رحمتپور شريف ۾ رهيل هيس. هڪ ڏينهن حضرت صاحب جن تقرير ڪندي فرمايو ته: ”اهلِ ذڪر جي قبر ڪشادي ٿي ويندي آهي“. منهنجي دل ۾ خيال آيو ته قبر ته اها ئي قبر آهي اها ڪشادي ڪيئن ٿيندي؟ اهو سوچيندي سوچيندي ننڊ اچي وئي. خواب ۾ ڏسان ٿو ته مان مري ويو آهيان. مون غسل ڏين ٿا اهو به ڏسان ٿو پيو. ڪفن ڍڪائن ٿا، جنازي جي نماز پڙهن ٿا. سڀ ڏسان پيو. پوءِ

آٽي منون ڪي قبر ۾ پوريو اٿن. ڏسان سوڙهي سامي اونداهه انڌوڪار آهي. اوچتو منهنجي دل ۾ خيال آيو تہ مرشد ڪريم فرمائيندا هئا تہ ذڪر وارن جي قبر ڪشادي ٿيندي آهي. سو مان بہ ذڪر ڪري ڏسان. مون الله الله ڪرڻ شروع ڪيو آهي تہ منهنجي قبر ايتري ڪشادي ٿي وئي آهي جو نظر پئي ڪٽي. روشني بہ ٿي وئي آهي. پوءِ اک جو کلي تہ ڏسان بستر تي ستل آهيان. پوءِ جيئن نماز جو وقت ٿيو. حضرت جن جي پويان نماز ادا ڪيم. پاڻ بيان شروع ڪيائون. فرمائڻ لڳا تہ:

*هاڻ تہ فقيرين کوں پک تھی وسیں تہ قبر کیویں کشادی تھیندی اے۔*

**سٺين حڪايت:**

## فقير هُڻ تہ خوش هَئِين

غازي فقير بيان ڪيو تہ آءٌ رحمتپور ۾ موجود هئس. منهنجو چشمديد واقعو آهي تہ هڪ فقير وفات ڪري ويو ان وصيت ڪئي تہ منهنجو جنازو منهنجو پير پڙهي. پوءِ نانگري عبدالرحمان ان کي غسل ڏنو. جنازو تيار ڪري ڪٽي آيا تہ پير سائينجن پاڻ ان جي نمازِ جنازه پڙهائي. پوءِ انجو منهن کوليو ويو. پاڻ ان ميت ڏانهن نهاري فرمايائون تہ :

*فقیر ھُڻ تہ خوش ھئیں۔*

حضرت جن جي ائين چوڻ سان فقير اکيون کولي سائينجن ڏانهن نهاريو وري ڪٽي اکيون پوٽيائين.

**ايڪهٺين حڪايت:**

## قبر ۾ قريشي جي مريد جو حال

فقير عبد القادر سومري بيان ڪيو تہ پير مٺا سائين رحمت الله عليہ فرمايو تہ: سونو خان بلوچ حضرت قُريشي صاحب جن جو سچو مريد هيو. ان جي وفات جي ويهہ سال بعد قريشي ڪريم ان جي قبر کان گذريا پاڻ سندس قبر تي گهڻي دير مراقبو ڪيائون. پوءِ جڏهن اڳتي روانا ٿيا تہ بيان فرمايائون: سونو فقير اسان سان نوراني لباس ۾ اچي مليو. ان ئي مقام ۾ رياست بهاولپور جو نواب محمد صادق بہ مدفون آهي سو بہ اچي اسان سان سبز

لباس ۾ مليو. سوني خان عجيب حالت بيان ڪئي. اسان پڇيو تہ اوهان سان قبر ۾ يا سڪرات ۾ ڇا حال گذريو؟ چيائين تہ مون کي مرڻ جي ڪا خبر ڪانهي جڏهن مُلان مونکي غسل ڏئي رهيو هيو. مون دانهون ڪيون تہ مان جيئرو آهيان، پر منهنجي ڪنهن ڪونہ ٻڌي تانجو ڪٺ تي منهنجو جنازو ڪڍي هليا ۽ جنازو پڙهيائون پوءِ مونکي يقين ٿي ويو تہ مان مري ويو آهيان. پوءِ مونکي قبر جي سامي ۾ لاٿائون ۽ ان ۾ هڪ دري ڪلي جنهن مان ايڏي فرحت محسوس ٿي جو هزار ها سال گذرن تہ بہ چوان اِتي سمهيو پيو رهان. پوءِ ان دري مان ٻہ حسين عورتون آيون. غير محرم عورتن کي ڏسڻ سان مون کي جذبو ٿي ويو. تہ پرائين عورتن تي نظر پئجي وئي. الله اڳيان ڇا جواب ڏيندس؟ ان جذبي ۾ مان ڦٿڪڻ لڳس. انهن عورتن کي ڏک لڳا. انهن جا هار ڇڇي پيا اهي ميڙڻ لڳيون ۽ چوڻ لڳيون تہ اسان حورون آهيون اسانکي الله تنهنجي وندر لاءِ ۽ راحت واسطي موڪليو آهي.ايتري ۾ خبر پئي تہ سائين آيا آهن سو اچي حاضر ٿيو آهيان. تڏهن قريشي صاحب فرمايو ڏسو ويهہ سال ڪيئن ساعت وانگر گذري ويس. فرمايائون: نواب محمد صادق کي سائي لباس ۾ ڏٺم ۽ ان کان پڇيم تنهنجو حال ڇا آهي؟ چيائين مان وڏو گنهگار هيس. مگر منهنجي پنهنجي مرشد حضرت خواجہ غلام فريد سان سچي محبت هئي. پيو مون وٽ ڪو عمل ڪونہ هيو. قبر ۾ عذاب جا فرشتا موڪليا ويا مونکي ڏاڍي هراس ۽ هيبت اچي ورتو. ايتري ۾ قدرتي نِدا آئي. جيڪڏهن گنهگار آهي ليڪن منهنجي دوست جو دوست آهي. ان کي معافي آهي. چيائين مان ڏاڍو خوش آهيان.

**ٻاهٺين حڪايت:**

## زيتون ڪارايائون

غازي فقير چانديہ گولاڙچي واري بيان ڪيو تہ : هڪ ڀيري آءٌ پهرو ڏئي رهيو هيس. حضرت صاحب جن کي ڏٺم تہ پاڻ زيتون ڪائي رهيا هئا. منهنجي دل ۾ خيال آيو تہ سائينجن پاڻ زيتون ڪائن ٿا هائو جي اسان کي بہ ڪارائن. مان ائين دل ۾ سوچيندو هليو ويس. وري ٻئي ڀيري جڏهن موٽي آيس، حضرت صاحب جن سامهون مون ڏانهن پئي آيا.

## باهه ڇا ساڙي انهن کي؟

هڪ ڀيري هڪ لوهر باهه ۾ ڪوڏر کي گرم ڪيو. جڏهن اها تپي لال ٿي وئي ته اتان آدم فقير غفاري جذبي جي ڪيفيت ۾ اچي لنگهيو. چوڻ لڳو ته ذڪر وارن کي جهنم جي باهه نه ساڙيندي دنيا جي باهه انهن کي ڇا ڪندي؟ پوءِ الله الله ڪندي ان تتل لال ڪوڏر مٿان بيهي رهيو، نه پير سڙيس نه جسم کي لهس آيس.

باهه ڇا ساڙي انهن کي، عشق ۾ جي ويا سڙي،
سيج تي سک سان سمهن ڪيئن جي اٿيا روئي رڙي.

## تتل تيل سان وضو

شهر قلجيءَ جو هڪ غفاري فقيرُ دڪاندار هيو. هڪ ڏينهن دڪان تي تيل جي تَئِي باهه تي چڙهيل هيس جنهن ۾ شيون پچائي ڪپائيندو هيو. دڪان جو ڪم ڪندي ٿپهري نماز جو وقت تنگ ٿي ويس. جيڏي مهل نماز ياد آيس ان وقت مٿس جذبي جي حالت پيدا ٿي ۽ ان ٽهڪندڙ تيل مان وضو ڪرڻ لڳو. تانجو گُرڙيون ڪري نڪ کي پاٽي ڏئي منهن ڌوئي جنهن وقت ٻانهون ڌوئڻ لڳو ته پاسي واري دڪاندار ڏسي ورتس ۽ اچي هٿن کان پڪڙيائينس. مگر فقير کي نه ٽهڪندڙ تيل ساڙيو ۽ نه جسم مٿان ڪو نشان ٿيو.

## ۽ هٿڪڙي وچي پـَري پئي....

احمد فقير جمالي ويٺل ڳوٺ قائم رودناٽي تعلقه جوهي کي مخالفن ڪوڙي ڪيس ۾ قابو ڪرايو. جڏهن ڪيس جي حاضري تي جوهي جي مختيارڪار عبدالڪريم منگي وٽ هٿ ڪڙي لڳل پيش ٿيو. ڏاڙهي ڏسڻ ڏسي مختيار ڪار پڇيس ڪنهن جو مريد آهين؟ چيائين پير مٺي رحمتپور واري جو. مختيار ڪار چيو ته پير مٺي جو مريد وري هٿن ۾ هٿڪڙي؟ اهي لفظ ٻڌڻ سان فقير کي جذبو ٿي ويو. زور سان الله جي ضرب هنيائين ته هٿڪڙي وچي پري پئي. اها ڪرامت ڏسي مختيار ڪار تي ايترو اثر ٿيو جو اچي حضرت صاحب جن جو مريد ٿيو.

## جِنَ بہ جنهن جا مريد هئا؟

هڪ ڏينهن حضرت پير مٺا سائين جي اڳيان خليفي نور محمد بيان ڪيو تہ آءٌ هڪ جاءِ تي فقيرن وٽ تبليغ لاءِ ويس. هڪ گهر ۾ وني ويا، ٻڌايائون تہ هتي جنن جي گهڻي ڪينس آهي. مون کي کٽ تي ويهاريائون، جڏهن بيان شروع ڪيم تہ جنهن کٽ تي ويٺل هيس ان تي ٽي سرون اچي لڳيون پر مون ان طرف ڌيان ئي نہ ڏنو. تقرير ۽ نصيحت ۾ مشغول رهيس. سائينجن جي تعريف جا غزل پڙهڻ شروع ڪيم. مجلس پوري ڪري خير سان ڳوٺ هليو آيس. ٻئي ڏينهن ان ڳوٺ مان ماڻهو آيو تہ هڪ جنڙي ظاهر ٿي آهي سا چوي ٿي تہ خليفي صاحب کي وٺي اچو تہ مان ذڪر پڇنديس. پوءِ وري ويس ۽ مون کان ذڪر پڇيائين پير مٺا پير مٺا جا نعرا پئي هنيائين. چيائين تہ هت گهڻا جِنَ رهندڙ آهن. هن گهر سان لونگ نالي جِنُ حرڪت ڪندو آهي. هاڻي مون ان کي هتان ڪڍي ڇڏيو آهي ۽ توهان فقيرياڻن کي هدايت ڪيو جو ڪنهن ڪنهن وقت نماز ۾ سستي ڪن ٿيون. پوءِ اها جنڙي فقيرياڻي تي جذبو ايندو هيس. گم ٿيل شين جي خبر سچي پچي ڏيندي هئي. مون چيس تہ لنگر جو ڳابو چورائجي ويو آهي ان جي خبر ڏي. چيائين تہ ٻہ ٽي ڏينهن مهلت ڏيو آءٌ جانچ لهان. پوءِ ٻڌائيندس پوءِ ڪجهہ ڏينهن گذرڻ بعد صحيح چور جي ۽ جاءِ جي خبر ڏنائين. جڏهن اچي اها ڳالهہ سائينجن سان ڪئي سين تہ پاڻ فرمايائون جنن کي غيب جو علم ڪونهي مگر اهي ”سريع السير“ هوندا آهن يعني جلدي سفر ڪري اچي خبر ڏيندا آهن. پوءِ فرمايائون تہ هن جماعت ۾ گهڻا جِنّ داخل آهن.

## دليون جيارڻ

پير مٺا سائين رحمت الله عليہ جي سڀ کان وڏي ڪرامت اها هئي جو پاڻ لکين دلين کي الله جي ذڪر سان زنده ڪيائون. عرفاءَ جو چوڻ آهي تہ مرده ماڻهو جيارڻ آسان آهي مگر مرده دل زندهہ ڪرڻ مشڪل آهي. مئل ماڻهو اگر جيئرو ٿئي بہ سهي پر نيٺ ان کي وري مرڻو آهي، مگر مئل دل جا الله جي عشق محبت ۽ ذڪر سان زندهہ ٿي سا وري تا قيامت ڪو نہ مرندي. ڪنهن چيو آهي تہ: چوں دل زنده شود، هرگز نہ ميرد

جيڪا دل هڪ ڀيرو زندهہ ٿي اها هرگز نہ مرندي.

## مرڻ بعد بہ دل هلندي رهي..

فقير شاهنواز بلوچ ڪيرٿر جو زميندار هيو. فقط هڪ ڀيرو حضرت صاحب جن جي خدمت اقدس ۾ آيو هيو. پاڻ ڪيس قلبي ذڪر جي تلقين فرمائي هئائون. ڪجھ عرصي ڪان پوءِ اهو فوت ٿيو تہ مرڻ بعد بہ سندس قلب ايتري قدر هلي رهيو هيو جو ڪفن منجهان بہ ان جي دل هلندي نظر ٿي آئي. آس پاس جا ماڻهو پنڌ ڪري مرحوم شاهنواز جو قلب ڏسڻ آيا ۽ حيران ٿي ويا. سندس سوٽ عاشق علي اها ڪرامت ڏسڻ ڪان پوءِ درگاھ شريف تي آيو ۽ ڏاڍي اعتقاد ۽ محبت سان ذڪر پڇيائين. ٻڌايائين تہ مرحوم شاهنواز ڪي جڏهن سامهونءَ اندر رکيوسين تہ بہ سندس قلب زور سان هلي رهيو هيو.

فقير الهداد ويٺل شهر لاڙڪاڻو، ريل گاڏين ۾ سرمون وڪڻڻ جو ڪم ڪندو هيو. جڏهن وفات ڪري ويو تہ سندس قلب ظاهر ظهور هلي رهيو هيو. وصيت موجب ان فقير جي جنازي نماز پڙهڻ لاءِ ڪيس درگاھ شريف تي آندو ويو. سندس جنازي سان گڏ سندس عزيز قريب ۽ پاڙي وارا بہ آيا هئا ۽ انهن سان گڏ هڪ مولوي صاحب بہ هيو. فقير جي لاش سان گڏ ڊاڪٽرن وارو اوزار (Status cope) بہ کڻي آيا. جنهن جي ذريعي قلب مان چٽو آواز الله الله جو ٻڌڻ ۾ اچي رهيو هيو.

## الله وارا مرندا ناهن:

تعلقو ڪنڊيارو ۾ خانواهڻ ڳوٺ جي ڀرسان عباس ڪونڌر جو ڳوٺ آهي. حضرت صاحب جن جي تبليغ ۽ ڪوشش سان سڄو ڳوٺ سڌري نيڪوڪار بڻجي پيو. پاڻ هن ڳوٺ جو نالو "ثواب پور" رکيائون. اتي پيرل فقير فوت ٿيو. آسپاس ڪان عزيز قريب منهن ڏسڻ لاءِ ڪلئي اچي ڪٺا ٿيا. فقير جو منهن ڏسندي فقيرن زور سان الله الله جون ضربون هنيون تہ اوچتو ميت جي جسم ۾ چرپر ٿي پاڻ چيلھ جيترو ڪٽ تان ڪنڌ مٿي ڪري، الله الله چيائين پوءِ چوڻ لڳو: "ياد رکو! الله وارا ڪڏهن بہ نہ مرندا آهن". ائين چئي الله الله ڪندي وري سمهي پيو. اهڙيءَ طرح تي ڀيرا ائين ڪيائين. مذڪوره ڳوٺ ۾ ان واقعي جا عيني شاهد اڃا تائين موجود آهن.

**موت چا ماري انهن کي جي مرڻ ڪان اڳ مئا ، آهي مرڻو موت ڪان اڳ کو مرڻ وارو هجي !**

## صحبت جي تاثير

قطبِ عالم حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ جي اها وڏي ڪرامت هئي جو سندن صحبت ۾ رب ڪريم عجيب تاثير رکائي هئي. وڏا رهزن، ڏاڙيل، چور، بدمعاش، زاني، خوني، شرابي، راشي ۽ بدڪار جڏهن هڪ ڀيرو سندن صحبت ۾ ويهندا هئا تہ انهن جي طبيعت بدلجي ويندي هئي. جڏهن موٽندا هئا تہ هڪ نئين زندگي، نئون عزم وٺي موٽندا هئا. اهي پٿر دل انسان جيڪي پنهنجي پيءُ جي مرڻ تي بہ نہ رُنا سي سندن صحبت مان موٽندا هئا تہ اکيون آليون ڪٽي موٽندا هئا. سندن صحبت ۾ هزارين بدڪار ۽ بداعمال انسان تائب ٿي نيڪوڪار متقي، عابد ۽ زاهد بنجي ويا.

## عجيب عنايت:

نعت خوان نوازل فقير بروهي بيان ڪيو تہ : مون کي مرشد پير مٺا جي محبت چوٽان چوٽ هئي. ڪوشش ڪري هر يارهين تي ويندو هيس. پر وري جو موٽندو هيس تہ دل اداس ۽ بي قرار رهندي هئي. هڪ ڀيري لاڙڪاڻي مان يارهين شريف کان پنهنجي ڳوٺ فتح خان بروهي ڪاڇو تعلقو جوهي ضلعہ دادو وڃي رهيو هيس. واٽ تي اچي پور پيا. روئان بہ پيو غزل بہ پڙهان پيو. جڏهن جوهي کان پريان بيراج وارو بند ٽَپِيُس ، روئڻ روڪي نہ سگهان، آهون بند نہ ٿين مستي ۽ موج ۾ چوان پيو تہ هائو جي هت مرشد جو ديدار ٿئي تہ ڪهڙي نہ مون لاءِ عيد ٿي وڃي. ان سوچ ۾ هيس اجا جو اڳيان نهاريان تہ مرشد پير مٺا سائين اڳيان موجود آهن . آءُ ساڻن مليس پاڻ هي لفظ فرمايائون ۽ نظرن کان پوشيده ٿي ويا:

"فقيرو غم نہ کرو تسلی رکھو اسے عاجز تسان نال کٹھے ہے اللہ دا ذکر گھݨا کرو"

## دربار تي اچڻ جي روحاني دعوت:

نعت خوان نوازل فقير بيان ڪيو تہ سندس ڀاءُ محمد صالح پير مٺا سائين جو مريد ٿي آيو. منهنجو ڀيو ڀاءُ محمد حسين ۽ آءُ گڏجي غزل پڙهندا هئاسين. هڪ رات ڳوٺ جا ماڻهو مسجد ۾ ڪٺي ٿيا. چيائون اسان کي اڄ پير جي محبت جا غزل ٻڌايو. پوءِ اسان غزل چياسون محبت جو عجيب منظر بڻجي ويو. فقيرن کي جذبا ٿي ويا.

جذبي جي حالت ۾ فقير اتر ڏانهن منهن ڪري ٻانهون ٻڌي نوڙت سان ويهہ پنجويهہ منٽ يڪو ٻيهي رهيا. بعد ۾ جڏهن جذبو ختم ٿيو اسان پڇا ڪئي هي ڇا هيو؟ جذبي وارن سيني هڪڙي ئي ڳالهہ ڪئي. ڇيائون اسان ڏسون پيا تہ پير مٺا سائين پاڻ تشريف فرما ٿيا. پاڻ فرمائي رها آهن: "اهي فقير غزل سٺي اڪيندي هن، اسان ڏي درگاهہ تي آون تہ انهان دي ڪاڻ پلائي هئي". پوءِ اسان يارهين تي وياسين، سائين جن جا مريد ٿياسين.

منهنجي ڀاءُ محمد حسين کي نانگ ڏنگ هنيو. شهيد ٿي ويو. ان جي جدائيءَ ۾ مون هڪ غزل ٺاهيو، جيڪو ابي امڙ يا ڀائرن مان ڪنهن کي ڪونہ ٻڌايم اهو ارادو رکيم تہ وڃي سائين جن جي آڏو پيش ڪندس. اهو خيال رکي يارهين تي دربار تي پهتس. اتر ڪان وڏي دروازي ڪان اجا ٻاهر ئي هيس ڏٺم تہ خليفو عبدالحڪيم پنجابي سڪر وارو هيڏي هوڏي ڦرندو ڏسندو ٿو وتي. مون تي جو نظر پيَسِ پڇي اچي ٻانهن ۾ هٿ وجهي چيائين تہ سائينجن ڏيڍي شريف ڪان ٻيٺا آهن. فرمائن ٿا تہ فقير نوازل ڪون آکهو اپڻي پرا دي وڇوڙي وچ جيڪو غزل ٺاهيس سو اسان ڪون سڻاوي. مون تي روئڻ جي ڪيفيت طاري ٿي وئي. اڳتي وڃان تہ منهنجي انتظار ۾ لائوڊ جهليو ٻيٺا هئا. هن عاجز غزل شروع ڪيو تہ مون تي ۽ پوري موجود جماعت مٿان جذبي جي ڪيفيت طاري ٿي وئي.

### مُردو زنده ٿي پيو

قاري قربان علي چانڊيہ غفاري بيان ڪيو تہ هڪ ڀيري حضرت خواجہ خليل الرحمان رحمت الله عليہ ميرواڻي ڳوٺ ۾ دعوت تي آيل هئا. تقرير دوران پاڻ بيان فرمايائون تہ حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ جڏهن پنجاب ۾ سڪونت پذير هئا تہ هڪ ڳوٺ ۾ وعظ و ارشاد خاطر سندن وڃڻ ٿيو. اتفاقاً اتي حضرت صاحب جن جي پهچڻ ڪان اڳي دعوتين جو هڪ ماڻهو فوت ٿي پيو. ميزبان ان غم ۾ پريشان هئا تہ سائينجن بہ اچي پهتا. انهن سارو واقعو بيان ڪيو. سندن ويهڻ واسطي کٽ رکي هئائون. پاڻ کٽ تي هڪ پير رکي ۽ هي آيت پڙهيائون:

أَلَيْسَ ذَٰلِكَ بِقَادِرٍ عَلَىٰٓ أَن يُحْـِۧيَ ٱلْمَوْتَىٰ [القيامة/40] ڇا الله مردن کي جيئرو ڪرڻ تي قادر نہ آهي؟ بس اجا پيو پير کٽ تي مس رکيائون تہ مئل ماڻهو جيئرو ٿي اٿي ويهي رهيو. گهر وارن ۾ خوشي اچي وئي. اها ڪرامت ڏسي تمام گهڻا ماڻهو مريد ۽ معتقد ٿيا.

## پير مٺا سائين دربار مصطفيٰ ۾ ديوانِ اولياءَ ۾

مولانا محمد امين الدين خليلي چيو تہ ساڻس مولانا محمد قاسم سوني جتوئي واري بيان ڪيو تہ هڪ ڀيري حضرت علامہ مولانا حضرت محمد قاسم مشورن وارا ۽ حضرت حافظ امام بخش صاحب ۽ ڪافي ٻي صالحين جي جماعت سوني جتوئي واري درگاهہ تي موجود هئا. ڪچهري ۾ ان وقت جي بزرگن جو ذڪر ڇڙيو. پوءِ حضرت پير مٺا سائين جي ڳالهہ نڪتي تہ پنجاپ مان هڪ نئون بزرگ آيو آهي ان جي صحبت ۾ گهڻا ماڻهو نيڪوڪار ۽ اهلِ ذڪر نوراني صورت وارا بڻجي پيا آهن. حضرت مشورن واري سائين فرمايو تہ الحمدلله اها بہ صالحين جي نشاني آهي مگر سوال هي آهي تہ ان بزرگ کي ڪنهن حضور ﷺ جي مجلس ۾ ڏٺو آهي يا نہ؟ اتي حافظ امام بخش صاحب فرمايو آءٌ درياء پار ڪري موٽي "آباد ڳوٺ" ۾ آيس تہ ان بزرگ جي بہ اتي دعوت هئي. ٽيهري جو وقت هيو. پاڻ نماز پڙهايائون. مان بہ جماعت ۾ شريڪ ٿيس. توجہ ڪري ڏٺم تہ بزرگ جو سارو سينو نورِ معرفت سان ڀريل هيو. وري بہ مشورن واري سائين فرمايو تہ سوال هي آهي پلي معرفت ڪيتري بہ هجي مگر حضور ﷺ جي مجلس تائين سندس پهچ آهي يا نہ؟ان سوال کي ٽي ڀيرا مجلس ۾ دهرايائون تہ اتي مجلس ۾ ويٺل نالي ملان محمد مڏن واري عرض ڪيو تہ سائين مون هڪ خواب لڌو آهي. ان جو بيان ڪيان ٿو تہ مان سخت بيمار هيس غشي جي حالت ۾ پهتل هئس. منهنجا پائر حڪيم علي شاهہ کي منهنجي مٿان وٺي آيا. ان چيو هي مريض لا علاج آهي. عنقريب مري ويندو. حڪيم جي ڳالهہ ٻڌي مون روئڻ شروع ڪيو. افسوس جو منهنجي حج واري اميد پوري نہ ٿي سگهي. ان افسوس ۾ روئندي مون کي ننڊ اچي وئي. ڏسان پيو تہ حج جي تياري ڪري ڪراچي جي حاجي ڪيمپ ۾ پهتو آهيان. پوءِ بحري جهاز ۾ سوار ٿي جده کان مڪہ پهچي سڀ حج جا احڪام پورا ڪري مدينہ شريف پهتو آهيان. مسجد نبوي ۾ نمازون پڙهان پيو. ٽيهري نماز کان بعد هڪ شخص آيو آواز ڪيائين تہ ملان محمد مڏ وارو ڪهڙو آهي؟ مون عرض ڪيو تہ مان آهيان. ان چيو تہ تو کي حضور ﷺسڏايو آهي. مون سان گڏ هل مان ان سان گڏ مديني پاڪ کان ٻاهر جنت البقيع جي طرف نڪري ويس.

اوندهہ ٿي وئي هئي. مون کي ڏپ ٿيو تہ هي شخص متان مون کي ڦري يا ماري نيٺ سِرُ سَهائي ان جي پويان لڳس. پوءِ ڏٺم تہ هڪ زمين جي هيٺائين ۾ ڏاڪڻ آهي اوڏانهن اندر وياسين تہ روشني وڌندي وئي. آخر هڪ اهڙو ميدان نظر آيو جنهن ۾ تمام وڏي خلق نوراني چهرن سان ويٺل نظر آئي. ان محفل جي اولهہ ۾ هڪ وڏي استيج ٺهيل هئي. مان بہ ان محفل جي آخري ڇيڙي ۾ جوتين واري جاءِ کان ويهي رهيس ۽ اهو قاصد اڳتي وڌي ويو. مون پنهنجي قريب ويٺل ماڻهن کان پڇيو تہ هي ڇا جي محفل آهي؟ انهن چيو تہ تو کي خبر نہ آهي ڇا؟ شايد تون نئون آيو آهين؟ مون چيو تہ هائو مان نئون آيل آهيان. بي خبر آهيان. انهن چيو تہ هي ديوانِ اولياء جي مجلس آهي. حضور عليہ السلام ان استيج تي اچڻ وارا آهن. پوءِ سڀني کي فيض ۽ ونڊُ ملندو. بس ٿوري دير ۾ سررو ڪائنات ﷺ تشريف فرما ٿيا. ساري مجلس نور سان روشن ٿي وئي. ايڏي تيز روشني جو ڪِولي بہ زمين تي ڏيکارجي پئي. ساري خلق هيٺ ويٺل هئي. مگر ڪي نوراني چهري وارا سائين جن جي ساڄي ۽ کاٻي ويٺل هئا. کاٻي پاسي هڪ وڏي رعب وارو ڪشادي سيني وارو جوان ويٺو هيو ۽ ساڄي پاسي هڪ نحيف البدن ميندي لڳل ڏاڙهي مبارڪ کي تمام قرب ۾ ويٺل هيو ۽ اوپر طرف ڏاڪڻ جي سامهون هڪ نوراني شخص دفتر کنيو ويٺو هيو. دفتر ڏسي سڏ ڪري پيو ان وسيلي سان کاٻي پاسي واري جوان وٽ اهو شخص پهچي پيو ۽ اهو جوان چوي پيو هي اسان جي طريقي جو ولي آهي. وري مون پڇيو تہ هي کاٻي پاسي وارو جوان ڪير آهي ۽ دفتر وارو سڏيندڙ ڪير آهي؟ ۽ ساڄي پاسي وارو تمام قرب وارو جوان ڪير آهي؟ انهن چيو تہ دفتر وارو جوان حضرت پيران پير محبوب سبحاني عبدالقادر جيلاني آهي تمام اوليائن کي حضور ۾ پهچائڻ وارو اهو آهي ۽ کاٻي پاسي وارو جوان حضرت علي رضي الله عنہ آهي ۽ جيڪو قادري چشتي سهروردي طريقي وارن کي حضور عليہ السلام جي آڏو پيش ڪري رهيو آهي ۽ ساڄي پاسي وارو حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنہ آهي جيڪو نقشبندي طريقي وارن کي حضور عليہ السلام جي اڳيان پيش ڪري رهيو آهي. آخر جڏهن تمام طريقت وارا اولياء سڏجي چڪا پوءِ عام خلق کي سڏو اوپر کان سڏ ٿيندا رهيا. آخر مون کي بہ سڏ ٿيو.

حضور ﷺ جي اڳيان ادب سان ويٺس. پاڻ فرمايائون ملان محمد خوش آهين؟ عرض ڪيم سائين هاڻي خوش آهيان. پاڻ فرمايائون تہ تون سبزي ڪندو آهين ۽ ڪٿي کپائيندو آهين؟ مون چيو هائو سائين مان سبزي ڪندو آهيان ۽ لاڙڪاڻي جي جيلس بازار ۾ ڪٽي وڃي وڪڻندو آهيان. پاڻ فرمايائون ان مسجد ۾ نماز پڙهندو آهين؟ مون عرض ڪيو هائو مان اتي نماز پڙهندو آهيان. پاڻ فرمايائون تہ مسجد جي پيش امام قاري محمد صديق کي تون سڃاڻين ٿو؟ مون عرض ڪيو هائو سائين. پاڻ فرمايائون ان کي اسان جا سلام چئجانءِ تہ تون اسان جو بيشڪ عاشق آهين. مگر افسوس آهي جو تون نماز عشاء کان بعد چوري دڙي محلہ ۾ اسان جي ہن گستاخن سان ڪچهري ڪرڻ ويندو آهين. هاڻي انهن کان منهن مٽ يا اسان جي طرف کان منهن مٽ. مون عرض ڪيو سائين ان کي ضرور سلام چوندس. پوءِ فرمايائون تہ تنهنجي شهر ۾ اسان جا ٻچا سيد ويٺل آهن. اهي ڪنهن مشڪلات ۾ ڦاٿل آهن انهن کي اسان جي طرف کان تسلي ڏجانءِ تہ ڏکيا ڏينهن ٿورا آهن جلدي مشڪل حل ٿي ويندي. غمناڪ نہ ٿين. اتي مجلس برخاست ٿيڻ واري هئي تہ حضرت صديق اڪبر رضي الله عنہ عرض ڪيو يا رسول الله ڪجھ ويهو منهنجي طريقي جوهڪ ولي "**محمد عبد الغفار**"اچڻ وارو آهي. بس ايتري ۾ ڏٺم تہ حضرت پير مٺا سائين اچي ويا. حضرت صديق اڪبر رضي الله عنہ جي وساطت سان حضور ﷺ جي اڳيان ٻانهون ٻڌي عرض ڪيائون تہ سائين مان توهان جي امت کي تبليغ ڪرڻ ۾ مشغول هيس، تڏهن مون کي دير ٿي وئي. پاڻ ڪريمن ﷺ ڪرسي مبارڪ کان اٿي حضرت پير مٺا سائين کي ڀاڪر پاتو ۽ پيشاني تي چمي ڏنائون فرمايائون:

"اسان تو کان راضي آهيون. تون غم نہ ڪر."

ان کان بعد مجلس ۾ کير جا ٽپ پريل هئا ۽ ڪُپڙا ايترا موجود هئا جيترا ماڻهو هئا. هر هڪ کي هڪ ڪُپڙو کير جو مليو. مون بہ هڪ ڪُپڙو پيتو. حضرت مشورن واري سائين جن پڇا ڪئي تہ هن تـَرَ جو ڪو شخص تو سڃاتو؟ چيائين تہ هائو سائين گهاڙ واهہ وارو سائين سنهڙو ان محفل ۾ مون ڏٺو ۽ پير پاڳارن مان بہ هڪ پير بہ مان اتي ڏٺو پوءِ مان سجاڳ ٿي ويس. صبح جو منهنجي طبيعت سڌريل هئي.

جلدي رڙهي پنهنجي ڳوٺ وارن سيدن کي مشڪل ڪشائي جي مبارڪ ڏنم. پوءِ چند ڏينهن ۾ جيلس واري مسجد ۾ قاري محمد صديق مهاجر جي پٺيان نماز پڙهيم. بعد ۾ قاري صاحب کي اڪيلو حجري ۾ ويهاري پياري نبي جا سلام سڻايم. بس قاري صاحب ٻڌندو ويو ۽ روئندو رهيو ۽ مچيائين تہ واقعي دڙي محلہ ۾ بہ مولوي وهابي منهنجا نديپڻ جا دوست آهن جو گڏ پڙهيا هئاسين. ان لحاظ کان مخلوق کان چوري انهن سان ملندو هئس. مگر هاڻي مان توبہ ڪئي مان پنهنجي آقا ﷺ سان نينهن نڀائيندس.

ان کان بعد مان سڌو رحمتپور شريف پهچي غفاري جماعت ۾ شريڪ ٿيس. ان بيان کان بعد حضرت سائين مشورين وارن فرمايو تہ الحمدلله ان بزرگ جي شان جي خبر پئجي وئي بيشڪ بزرگ وڏي ڪمال جو صاحب آهي.

## عجيب ڪرامت:

خليفہ مولوي قادر بخش بيان ڪيو تہ ساڻس حڪيم غلام نبي جهول واري بيان ڪيو ان سان خليفي الله بچايو جهول واري خود بيان ڪيو تہ جيئن ٽيليفون تي آواز ايندو آهي اهڙي طرح جڏهن مان مستغرق ٿي ويهندو آهيان تہ مان پير مٺا سائين جو آواز ٽيليفون وانگر پنهنجي ڪنن ۾ ٻڌندو آهيان. هڪ دفعي ويٺو هئس تہ مرشد ڪريم جو آواز آيو تہ ڇاڇري کان پري هندستان جي سرحد وٽ زميندار جي پٽ کي نانگ ڪاڌو آهي. هو ڇنڇر جي ڏينهن انين بجي مئل سمجهي دفن ڪندا مگر هو مئل نہ آهي تون اتي پهچ ان کي دعا بہ ڪر دوا بہ ڪر اهو جيئرو آهي. ان کان پوءِ تون اتي تبليغ ڪر.

خميس جي ڏينهن شام جو آءٌ ميرپور ماٿيلي ۾ پهتس. ماڻهن ٻڌايو تہ روزانو صبح جو هتان هڪ بس ڇاڇري ڏانهن ويندي آهي مگر سڀاڻي جمعو آهي بس ڪانہ ويندي. وري ڇنڇر تي ويندي مگر تو کي تڪڙو ڪم آهي تہ هتان فوجين جون گاڏيون وينديون آهن انهن کي سوال ڪر تہ تو کي ڇاڇري پهچائن. پوءِ فوجين جي گاڏين وسيلي جمعي جي ڏينهن ڇاڇري پهتس. مگر مطلوبہ ڳوٺ تمام پري هيو. اتان کان مفاصلو سؤ ڪوهہ ٻڌايائون ۽ ماڻهن چيو توهان ڇنڇر جي صبح تي اتي نہ ٿا پهچي سگهو. باقي ان ڳوٺ جي قريب پاڪستاني فوجي چانوٽي آهي، اتان فوجي هيلي ڪاپٽر فوجين کي اوڏانهن کڻي ويندا آهن.

توهان کي اهي وٺي وڃن تہ پوءِ توهان جو پهچڻ ممڪن آهي. پوءِ سنڌو فوج جي وڏي آفيسر سان وڃي مليس. ان کي ساري حقيقت ٻڌايم . ان چيو اوهان اسان وٽ آرام ڪيو صبح جو ساڄهر اوهان کي هيلي ڪاپٽر ذريعي اتي پهچائينداسين. آخر ڇنڇر ڏينهن صبح جو هيلي ڪاپٽر تي وڃي چانوٽي ۾ لٿس. اتان ان ڳوٺ ڏانهن روانو ٿيس. پوري اٺين بجي صبح جو جنازو بہ کڻي عيد گاهہ ۾ پهتا تہ آءُ بہ اتي پهچي ويس. ماڻهو مون سان مليا. مون انهن کي احوال ٻڌايو، تہ مون کي مرشد جو حڪم آهي تہ مان ان جنازي وٽ پهتو آهيان مگر توهان کي مبارڪ هجي هي مئل نہ آهي بلڪہ مان هن کي دعا بہ ڪندس ۽ دوا بہ ڏيندس تہ هي اٿي پوندو. ماڻهن چيو سائين هي زميندار جو اڪيلو پٽ آهي جيڪڏهن بچي پوي تہ توهان جا قدم چمنداسين. مون بسم الله ڪري جنازي جو منهن کوليو ان جي اکين ۾ سرمي مان سرايون پوڙي وڌم ۽ نڪ ۾ ناس ڏنم تہ ميت ۾ چرپر ٿي ۽ اکيون کولي نچون ڏيئي اٿي ويٺو. اها عجيب ڳالهہ ڏسڻ سان ساري پسگردائي جي خلق ۽ چانوٽي جا فوجي سڀ بيعت ٿيا ۽ غفاري جماعت ۾ داخل ٿيا.

### اکين جو علاج

مولانا عبد الحليم چيو تہ منهنجي ماءُ ۽ منهنجي پڦي ستاويهين رمضان جي رات رحمتپور شريف ۾ فقيرياڻين واري لانڍي ۾ رهيل هيون. پڦي صاحبہ کي اکين ۾ شديد سور هيو. سور سمهڻ ئي نہ ڏنس. آڌي اوير چوي پئي تہ مرشد جي در تي بہ سور سَنڌو نہ ٿو ڏئي. جي مرشد هت مدد نہ ٿو ڪري تہ آخرت ۾ وري ڪهڙي مدد ڪندو؟ اگر ان سور سميت ڳوٺ وري ويس تہ وري درگاهہ تي ڪو نہ ايندس. امان ان کي صبر جي تلقين ڪري رهي هئي. ايتري ۾ حويلي کان اندران بہ بيبيون سڳوريون آيون ۽ چيائون تہ اکين ۾ سور واري ڪهڙي آهي؟ پڦي چيو آءُ آهيان. چيائون اسان کي سائين جن موڪليو آهي. هي دوا جا پُڙا بہ عنايت ڪيا اٿن. پوءِ پاڻ پڦي کي دوا جا پُڙا اکين ۾ وڌائون. مٿان ڪپهہ رکي اکين تي پٽِي ٻڌائون. ماني ۽ پَلي مڇيءَ جو پوڙ ڪيس کارائي سمهاري ويون. ساري رات آرام سان ننڊ ڪيائين ۽ صبح جو اٿي تہ اکيون بلڪل ٺيڪ هيس. ڇٽڪ سور هيس ئي ڪونہ.

## تڪڙو فيصلو

حضرت پير مٺا سائين جي خليفي حامد علي شاهہ کي تبليغ جو گھڻو حرص هوندو هيو. هڪ ڏينهن لاڙڪاڻي جي وڏي زميندار قاضي فضل الله جي بنگلي ۾ تبليغ لاءِ اندر هليو ويو. ڪافي وڏيرا رئيس ڪامورا مجلس ۾ ويٺل هئا. شاهہ صاحب انهن کي تبليغ ڪئي ان مجلس ۾ هڪ شرارتي ماڻهو امير علي چانڊيو نالي ويٺل هيو. جيڪو غفاري جماعت جو شديد مخالف هيو. سو ڪوڙو جذبو ڪندي شاهہ صاحب کي چيائين مون کي بيعت ڪر. شاهہ صاحب جو هٿ وٺي بي دردي سان ڇڪي زور ڏنائين. شاهہ صاحب ڪان دانهن نڪري وئي. پوءِ شاهہ صاحب جي هٿ کي مروڙي پوءِ الله الله ڪندو شاهہ صاحب کي هيٺ ڪيرايائين فرش تي بيدردي سان ڌڪا ڏنائين ۽ زخمي ڪري وڌائين. مجلس وارا تماشو ڏسي کلي رهيا هئا. شاهہ صاحب امير علي کي چيو تہ الله توسان فيصلو ڪندو. هن چيو ڪڏهن ڪندو. شاهہ صاحب ماٺ ڪري موٽي حضرت پير مٺا سائين جي خدمت پاڪ ۾ پهتو. پنهنجا زخم ڏيکاريائين. حضرت صاحب جن کي ان جو تمام گھڻو ڏک ٿيو. سندن اکين مان ڳوڙها وهي پيا. پاڻ فرمايائون تہ شاهہ صاحب تو هن کي چو نہ چيو تہ الله توسان اڄ ئي فيصلو ڪندو. پوءِ ان ئي ڏينهن امير علي ريلوي لائين ٽپندي ريلوي سليپرن جي پِٽَ ۾ ڦاٿو ۽ جلد مٿان ريل گاڏي بہ پهتي. گاڏيءَ جي هيٺان اهڙي طرح پيسجي ويو جو ٻالن ان جي گوشت ۽ هڏن کي باٽلين ۾ وجهي کنيو.

## انڀ منداڻتا ميوا:

خليفہ محمد علي ڪوڏراڻي بيان ڪيو تہ: ليمون فقير جڏهن پير مٺا سائين جو مريد ٿي آيو ڪيس جذبو جام ٿيندو هيو. پير شير لاڙڪاڻي جي جتوئين مٿس مذاقون ڪيون. چيائون اگر تنهنجو پير ڪامل آهي تہ هن وقت اسان کي تنهنجي باغ مان چار انب آڻي ڏيکار. جنوري جو مهينو هيو. انبن جو ڪٿي نام ونشان نہ هيو. ليمون فقير الله الله، پير مٺا ڪندي انهن کي باغ ۾ وٺي آيو. ڇا ڏسن تہ واقعي اوپر پاسي واري وڻ ۾ چار انب پڪل موجود بيٺا آهن. هٿن سان پٽيائون. پوءِ بہ انب ماڻهن کي ڪَٽي ڪارايائون باقي بہ انب ڪٽي درگاهہ رحمتپور شريف پهتا. انب اکين سان ڏسڻ جا شاهد اڄا تائين موجود آهن

## چورن منجهان مور

خليفي در محمد ڪُنبائي بيان ڪيو تہ منهنجو پڦات قيصر خان مشهور چور رهزن ۽ ڌاڙيل هيو. اسان جڏهن پير غفاري جي جماعت ۾ داخل ٿياسين تہ قيصر خان کي زوري درگاهہ رحمتپور وٺي آياسين. واٽ تي چوندو پيو اچي. جيڪڏهن توهان جي پير مون کي نہ سُڌاريو تہ پوءِ مان توهان جي پير جي گهر ۾ رَلهي بہ ڪونہ ڇڏيندس. توهان مرشد جا دشمن آهيو جو مون جهڙي ڌاڙيل کي وٺي ٿا هلو. جڏهن دربار تي پهتاسين پير سائينجن نماز بعد تقرير لاءِ ويٺا تہ اسان قيصر خان کي سعيو ڪري حضرت صاحب جن جي اڳيان ويهاريو. پاڻ جڏهن بيان ڪندي قيصر ڏانهن نيڻ کڻي نهاريائون تہ قيصر دانهن ڪري ڪِري پيو. جذبي جي ڪيفيت ۾ اچي ويو. پوءِ سائينجن جو مريد ٿيو. جڏهن واپس ڳوٺ موٽياسين. ريل گاڏي تي چڙهياسين ٽيٽي آيو ٽڪيٽ پڇا ڪيائين. اسان جي گاڏي تي هڪ همراهہ بنا ٽڪيٽ پڪڙجي پيو. ٽيٽي ان جا هٿ پويان ٻڌا هو روئي پيو. سائين مون مسڪين تي رحم ڪر. ان حال ۾ قيصر فقير کي وري جذبو ٿيو. دانهن ڪري چيائين تہ سڀاڻي قيامت ڏينهن گنهگارن جو اهڙوئي حال هوندو جهڙو هن ڏوهي جو آهي انهن لفظن اهڙو تہ اثر ڪيو جو ساري گاڏي ۾ روڄ پئجي ويو. سڀ ماڻهو زار قطار روئن پيا تان تہ ٽيٽي بہ روئي ويٺو ۽ هڪدم ڏوهي کي آزاد ڪيائين ۽ چوي پيو تہ افسوس اسان بہ پنهنجي مالڪ جا تمام ڏوهي آهيون. سبحان الله ولين جي نظر جو ڪيڏو ڪمال آهي جو هڪ چور ڌاڙيل کي هڪدم وڏو واعظ بنائي ڇڏيائين.



## باب ٻارهون : قُرَّةُ الْاَبْصَارِ فِیْ تَذْکِرَةِ الْجَمَالِ وَالْکَمَالِ شَیْخِنَا مُحَمَّدْ عَبْدِ الْغَفَّارِ



# صورت ۽ سيرت

هن باب ۾ قُطبِ عالم حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ جي حسنِ صورت ۽ حُسنِ سيرت جو ذڪر ڪيو ويو آهي.

سندن جمال ۽ ڪمال، خوراڪ ۽ پوشاڪ،نزاڪت ۽ نفاست، سادگي ۽ حق گوئي، توڪل ۽ تواضع، محنت ۽ رياضت، زهد ۽ طاعت، تقويٰ ۽ طهارت، شب خيزي ۽ آه سحر گاهي، ادب ۽ احترام، جسماني حشمت ۽ روحاني قوت، جُود ۽ سخا، مِهر ۽ محبت، شفقت ۽ مريدن سان مروت، صبر ۽ شڪر، ذڪر ۽ فڪر، مهمان نوازي ۽ مريد نوازي، سخاوت ۽ قناعت، حق گوئي ۽ بي باڪي، خودداري ۽ غمخواري جهڙين سندن امتيازي خصوصيتن جو ذڪر ڪيو ويو آهي.

پاڻ بحيثيت روحاني رهبر ۽ مُعلمِ محترم اعلاءِ ڪَلمةُ الحق خاطر ڪيئن محنتون ڪيائون. سندن مزاج ڪيئن هئي؟ جسماني خوبيون ڇا هيون؟ سندن گفتار پر اسرار ۽ ڪردار با وقار ڪيئن هيو؟ سندن معمولاتِ زندگي ڇا هيا؟ سندن ليل و نهار ڪيئن گذرندا هيا؟

پاڻ ماڻهن جي دلين مٿان راڄ ڪندا هئا. ماڻهن جي دلين موهڻ جون سندن عجيب ادائون ڇا هيون؟

ڪين مٺڙي آواز ۽ حسين چهري جي ذاتر وٽان کهڙي ذات مليل هئي. سندن مجلسي زندگي ڪيئن هئي ۽ گهريلو زندگي ڪيئن هئي؟

دوستن سان وفائون ڪيئن ڪيائون؟ دشمنن لاءِ دعائون ڪيئن گهريائون؟

## صُورتِ غفاريہ

پاڻ قد جا وچولا هئا. جسم ۾ ڀريل هئا. سندن چهرو چوڏهين جي چنڊ وانگر گول چمڪدار ۽ روشن هيو. سندن پيشاني مٿان هر وقت چمڪ هوندي هئي جيڪا نوان آيل ماڻهو توڙي پراڻا مريد محسوس ڪندا هيا. سندن رنگ پوراڻ مائل گندمي هيو. سندن ڏاڙهي بلڪل سفيد مٺ برابر هئي. اها گهاٽي چاپُهين ۽ قد بت جي لحاظ کان نهايت موزون هئي. سندن وار چانديءَ جي تارن وانگر چمڪندڙ هوندا هئا. جڏهن پاڻ اسي سالن جي ڄمار کان مٿي هئا تہ بہ اگر سندن وارن مبارڪن جي سفيدي کي ڍڪي چهري کي ڏسجي تہ بلڪل نوجوانن وارو چهرو وانگر نظر ايندو هيو. سندن ڏند سفيد چمڪدار موتين جي مالها وانگر پوئيل هوندا هئا. هٿن جون تريون ويڪريون هين. کاٻي ٻانهن جي ڪرائيءَ وٽ ڇُتل قَتَ جو نشان هُين. سندن پير موڪرا ۽ سڌا هئا. سندن ڇاتي ويڪري، ڪلها ڪليل ۽ گردن اوچو هيو. هلڻ وقت گردن هيٺ جُهڪائي هلندا هئا.

سندن جسم مبارڪ تي هميشہ سفيد ڪپڙا هوندا هئا. هميشہ پٽڪو ڪلاهہ مٿان ٻڌندا هئا. ان ڪلاهہ تي حسين چمڪدار زري لڳل هوندي هئي. پاڻ ڪاري، سائي، اڇي، فيروزي يا طوطائي رنگن جون دستارون پائيندا هئا. دستار تي چار آڱرين جي پٽي وانگر هوندي هئي ان تي سونهري يا چاندي جي ڪشيده ڪاري ٿيل هوندي هئي. پڳ پيچ در پيچ اهڙي ٻڌندا هئا جو هزارين مريدن ائين دستار ٻڌڻ جون ڪوششون ڪيون پر اهڙو ڪير پيچ ورائي ئي نہ سگهيو. دستار جو طرو کاٻي پاسي، ڇاتي تي قلب تائين ٿورو هيٺ لڙڪائيندا هئا. هٿ ۾ رنگين عصا کڻندا هئا. خوشبوءِ هميشہ استعمال ڪندا هئا. جيڪو ماڻهو سندن قريب ايندو هيو تہ خوشبوءِ سان ان جو دماغ معطر ٿي ويندو هيو.

سندن نياڻي مخدومہ محترمہ بيبي امة الڪريم سائڻ فرمايو تہ: بابا سائين جن جو قدمبارڪ درميانو هيو. وار مبارڪ گهنڊيدار هئا. وار مبارڪ چلڙا چلڙا ۽ گهاٽا هوندا هئا. ڏاڙهي مبارڪ چوڏاري هڪ جيتري مٺِ برابر هين.

سندن چهرو مبارڪ تمام حسين هوندو هيو. سندن چپ مبارڪ سنهڙا گلابي رنگ جا هئا. ڪلهڻ وقت ٽهڪ نہ ڏيندا هئا. سندن چهري ۾ اڪثر ڪري مسڪراهٽ هوندي هئي. ڪڏهن ڪلندا هئا تہ سندن جسم مبارڪ متحرڪ نظر ايندو هيو. مرڪڻ ۾ ماڻهن جون دليون موهي ڇڏيندا هئا. ڪلهڻ وقت سندن مٿيان ڏند مبارڪ نظر ايندا هئا، هيٺيان نظر نہ ايندا هئا.

امان سائڻ مزيد فرمايو تہ:

"سائينجن جا چپ گلابي هوندا هئا. لبن مبارڪن جي بيهڪ تمام سهڻي هئي. اهي سنهڙا ۽ من موهيندڙ هوندا هئا. سندن هلڻ جي رفتار تيز هوندي هئي. رات جي وقت ورزش بہ ڪندا هئا. اسان ڏٺو ڪندا هئا سين ۽ سندن جسم مبارڪ کي لوڏو نہ ايندو هيو نوجوانن وانگر هلندا هئا. سندن خوراڪ سادي ۽ مختصر هوندي هئي".

مولوي عبد الحليم جي بقول: سندن حُليہ هن طرح هيو: "قد مبارڪ وچولو، سينو مبارڪ ڪشادو، اکيون سرميلہ وڏيون، چهرو مبارڪ گول سفيد سرخي مائل، خوش پوشاڪ نوراني لباس ڪُلي تي پٽڪو ٻڌندا هئا. وار مبارڪ سفيد چمڪندڙ هوندا هئا. ڪراڙپ لہ [1] (اهي ماڻهو آهن جن جي ڏسڻ سان الله ياد اچي وڃي ٿو.) مصداق هئا.

ان حديث جي سچي صورت هئا. جڏهن حويلي مبارڪ مان چهري شريف جو جلوو ظاهر ٿيندو هيو تہ جنهن جي نظر پوندي هئي بي اختيار ان جي زبان مان اسم "الله" نڪري پوندو هيو. تانجو نوان آيل ماڻهو جن کي پهريون ڀيرو شرفِ زيارت ملندو هيو سي بہ پنهنجي رَڙ روڪي نہ سگهندا هئا.

اڄ تائين بہ سندن اها ڪرامت آهي جو جڏهن سندن اسم ورتو ويندو آهي تہ مريدن جي تن من مان اسم "الله" جي ضرب نڪري ويندي آهي.

---

[1] المعجم الكبير للطبراني۔(ج17/ص410) مصنف ابن أبي شيبة۔(ج8/ص264)

الادب المفرد للبخاری۔(ج1/ص484)

فقير عبد القادر سومري ڪاڇي واري بيان ڪيو تہ: پير مٺا سائين جا ڀرون جاڙا محراب نما هوندا هئا. سندن اکيون سهڻيون ويڪريون ۽ سدائين سرميناڪ هونديون هيون. سرمي جي ڪثرت جي سبب اکين جي هيٺان بہ سرمي جي سياهي نظر ايندي هئي. مخالف ماڻهو چوندا هئا تہ پير صاحب وٽ جادو جو سرمو آهي. جيڪو ڪيس ڏسي ٿو سو سندس محبت ۾ مستانو ٿي پوي ٿو. اصل ۾ اها انوارات الاهي جي چمڪ هئي جيڪا سندن رخ زيبا مٿان جَرڪندي رهندي هئي. جيڪو ڏسندو هيو سو محبت ۾ مستانو عشق ۾ ديوانو ٿي پوندو هيو.

مولانا غلام حسين ابن مجنون فقير بيان ڪيو تہ: ”حضرت سائينجن بيحد حسين و جميل هئا. سندن جسم مبارڪ ڀريل، قد درميانو هيو پر هلڻ يا ويهڻ وقت سڄي جماعت ۾ ممتاز ۽ نمايان نظر ايندا هئا. پُر نور گول چهرو، اکيون مبارڪ نماڻيون جن ۾ هميشہ سرمو پاتل، ڏند مبارڪ سنها ننڍڙا موتي مالها مثل. لب لعل گلابي، وار سنها سفيد چمڪدار، ڏاڙهي مبارڪ گول وچولي گهاٽي، بدن مبارڪ سرخ سفيد ۽ حسين، سينو ڪشادو عرفان الاهيءَ جو خزينو، گردن مبارڪ تي پوئين حصي ڪان ڀنهي ڪلهن جي وچ ۾ ڪجهہ ماس ڀريل، هٿ مبارڪ ماس وارا ۽ ڪشادا هوندا هئا“.

**لباس مبارڪ:** سندن پوشاڪ سفيد رنگ جي تمام سهڻي هوندي هئي. سندن ڪُلاهہ دلنواز جنهن تي حسين گلڪاري ٿيل هوندي هئي. ان مٿان جڏهن سهڻي دستار سجائي ايندا هئا تہ هزارين ماڻهن جون دليون ديوانيون ڪري وجهندا هئا. سفيد قميص بنا ڪف ڪالرن جي، عمدي ۽ نفيس هوندي هئي. سياري ۾ سونهري زريءَ سان چمڪيدار واسڪوٽي يا ساليانی عرس مبارڪ تي عجيب واسڪوٽي زيبِ تن ڪندا هئا. هٿ ۾ ننڍڙو سائو يا گلابي ريشمي رومال ۽ رنگين عصا مبارڪ ساڻ ڪري نروار ٿيندا هئا. فجر جي نماز جي وقت سائي رنگ جي لوئي زيب تن ڪري عطر ريحان جي خوشبوءِ سان مجلس کي بوستان ڪري ڇڏيندا هئا. عطر لڳائڻ چڙ سندن مزاج مبارڪ جو حصو هيو.

**مولانا علي محمد چاڪر ڪوٽي جي شاهدي:**

علامہ چاڪر ڪوٽي بهترين عالم، مقرر ۽ حڪيم هيو. واعظ خوش الحان هيو. سندس گفتار ۾ تمام گهڻي تاثير هوندي هئي. واقعات نگاري ۾ پنهنجو مٽُ پاڻ هيو.

هڪ ڀيري خانپور جي پرسان حضرت قاضي برهان الدين رحمت الله عليہ جي درگاهہ تي تقرير ڪندي فرمايائين: مون ڪيئي بزرگ ڀلارا ڏٺا آهن سيئي اکين جو نور آهن. مگر جڏهن حضرت سائين مشوري صاحب جن کي ڏٺم تہ ائين پيو ڀايان ڄڻڪ حضرت سليمان واري حشمت سان آهن پر مالڪ سائين من ۾ هي خيال وڌو تہ چند ميل رڳهي رحمت پور بہ ڏسان. پوءِ جڏهن رحمت پور پهتس تہ حضرت پير مٺا سائين مجلس ۾ موجود هئا. سندن چهري جو حسن ۽ جمال بيمثال ڏٺم. سندن پيشاني ۾ شمس جهڙو شعاءُ ڏٺم. دنگ رهجي ويس. سوچيم تہ سچ تہ هن جهان جِي رات کي ڏينهن ڪري ٿو پر پير حضرت خواجہ عبدالغفار جي صورت واري سچ دلين واري ديس کي روشن ڪري ڇڏيو آهي. سهڻي صورت يوسفي هڪ زليخا کي ذوق ۾ مست ڪيو هيو مگر شفاف شڪل محبوبي مٺي پير جي ديس ديوانا ڪري ڇڏيا آهن. سندن محبوبي مهانڊو ۽ نوري نظارو ڏسي چيم تہ واهہ لاڙڪاڻا تنهنجا ڀلا ڀاڳ جتي اهڙا گهوٽ گهڙيون گهارن ٿا. دل ۾ چيم تہ سبحان الله پاڪ ذات آهي الله جي جنهن ههڙي سهڻي صورت عجيب شڪل شبيهہ وارو پير پنجاپ مان سنڌ ۾ موڪليو آهي. پير مٺي جي خبر انهن کي هوندي جن ڏٺو هوندو. پوءِ شعر پڙهيائين :

جيئن ڏٺو هو مون، آرياڻي ائين اوهان نہ ڏٺو هو.
سج چنڊ ڪان وڌ الا جنهن جو تاب تکو هو.
مکڻ ماکي مصري کان وڌ الا جنهن جو نام مٺو هو.

**سونهاري صورت:** فقير عبد القادر سومري بيان ڪيو تہ هڪ ڀيري پير مٺا سائين جن فرمايو تہ: منهنجا مرشد حضرت قريشي صاحب فرمائيندا هئا تہ منهنجو پير حضرت سراج الدين سلطان العارفين اهڙو سهڻو هيو جو اڪثر ڪري نقاب ڍڪي هلندو هيو. جنهن ماڻهو جي سندس چهري مبارڪ تي نظر پوندي هئي تہ بي تاب ٿي پوندو هيو ۽ تاب سهي نہ سگهندو هيو. ظاهري حسن و جمال توڙي باطني ڪمال ۾ بي مثال هيو. تنهن تي موجود مريدن عرض ڪيو تہ قبلا شيخ سراج الدين صاحب اوهان جهڙو سهڻو هيو يا اجا زيادهہ؟ تڏهن پاڻ فرمايائون: منهنجو پير ايڏو حسين هيو جو اوهانجي پير جهڙا سوين هزارين ان جي اڳيان غلام ٻانهون ٻڌيون بيٺا هوندا هئا. ڏسڻ لاءِ حيران پريشان ماندا ۽ مشتاق رهندا هئا.

فقير عبد القادر چيو تہ جڏهن مجلس ختم ٿي تہ مون خليفي ڪريم بخش ڪان پڇيو تہ اوهان حضرت پير قريشي صاحب بہ ڏٺا هئا. هيئنر حاضر جمال بي مثال پير مٺي جو بہ ڏسو ٿا جو پاڻ ساري دنيا ۾ سهڻا آهن، ان ڪان وڏيڪ انسان جو حسن ڇاٽي سگهندو؟ اوهان ٻڌايو تہ ٻنهين سونهارن ۾ اوهان وڏيڪ حسين ڪنهن کي ڏٺو؟ تڏهن خليفي ڪريم بخش جواب ڏنو تہ آئون ٻنهي پيارن جو خادم مريد آهيان. جنهن جي حسن وجمال ڏي ڏسندو هيس اهو ئي سهڻو لڳندو هيو. مگر قريشي صاحب جو رنگ پَڪَسُرو ۽ سانورو پورو هيو. مٺي سائين جن جو رنگ مبارڪ ڳاڙهو پورو آهي. هن سڄڻ جي سونهن ۽ جمال ۽ فيض ۽ ڪمال بي مثال آهي.

**نگاهن جي تاثير:** خليفي محمد موسيٰ رند لاڙ واري هن عاجز سان بيان ڪيو تہ هڪ ڀيري لاڙ جي جماعت وٺي ڀارهين جي موقعي تي دربار رحمتپور شريف پهتس. تمام وڏي خلق آيل هئي. صبح جي وقت حضرت صاحب جن تقرير لاءِ نڪري آيا ۽ اچي ڪرسي تي ويٺا. تقرير جا چند الفاظ چئي ۽ هي شعر پڙهيائون :

سمٔ حدادی سمٔ نبی دی عشق ہے عجب چیز لذیذ عجیب

شعر پڙهي پاڻ خاموش ٿي ويا. پوءِ پنهنجي سيني ۾ نظر ڪيائون. پوءِ نيڻ کڻي اتر طرف نهاريائون تہ اتر واري خلق سڀ جذبي ۾ اچي وئي. وري جو اوپر ڏانهن ڏٺائون تہ اوپر وارا ماڻهو نوان پراڻا سڀ جذبي ۾ اچي ويا. اهي دانهون ڪوڪون ڪرڻ لڳا. آءُ ڏڪڻ ڪان ويٺو هيس. ان حيرت ۾ هيس تہ ماڻهن کي ڇا ٿي ويو آهي؟ ڇو ٿا روئن ۽ دانهون ڪن. اوچتو پاڻ اسان واري پاسي نهاريائون. سندن ڏسڻ ڇا هيو بجلي جا ڪرنٽ دلين تي لڳا. اسان جي طرف وارا سڀ ماڻهو رڙيون ريهون ڪري روئڻ لڳا. پوءِ تہ پوري جماعت مٿان وجداني ڪيفيت طاري هئي. آه و فغان جاري ٿي وئي. پاڻ تقرير ڪرڻ بجاءِ اوچتو اٿي حويلي شريف ڏانهن روانا ٿيا. وري جيئن حويلي ۾ پهتا تہ اندر مستورات ۾ جذبا جوش جاري ٿي ويا. انهن جي آهہ و فغان جا آواز ٻڌڻ ۾ اچڻ لڳا. اهو پورو ڏينهن جماعت جذبن ۾ مدهوش رهي.

## سيرتِ غفاريہ

الله ڪريم ڪين اوصافِ حميده ۽ اخلاقِ محموده سان سينگاريو هيو. جيئن ظاهري صورت ۾ بيمثال هئا، تيئن اخلاقن ۾ بہ پنهنجو مٽ پاڻ هئا. حلم ۽ بُردباري، تواضع ۽ انڪساري سندن نس نس ۾ سمايل هئي. مروت ۽ شفقت جا منجهن مڻ هئا. صبر ۽ برداشت ۾ عظيم مقام رکندا هئا. احسان ۽ مدارات، انفاق ۽ ايثار جا نہ صرف داعي هيا پر پاڻ ان تي ڪامل طرح عامل هئا. خدمتِ خلق سندن پيشو هيو. پنهنجي پرائي سان الفت ۽ بشاشت سندن عادت هئي. ڪرم ۽ مردانگي سندن شيوو هيو. مِهر ۽ مروت سندن خوبي هئي. خنده پيشاني سان ملڻ ۽ نهارڻ سندن خصلت هئي. سڪون ۽ وقار، عِفت ۽ پاڪيزگي، جُود ۽ سخا، رضا بالقضا، صبر ۽ شڪر جهڙا اعليٰ گُڻ منجهن بطور اتم ۽ اڪمل موجود هئا.

پاڻ انهن عظيم اخلاقن جي ذريعي ماڻهن جون محبتون خريد ڪري ورتائون. جڏهن ماڻهو سندن محبت ۾ سندن بي زر وڪاڻل غلام وانگر بنجي ويا تہ پوءِ انهن مان ڪو بہ ذاتي مفاد يا ذاتي منفعت نہ ورتائون. بلڪ انهن محبتن جي عيوض انهن کي دينداري ۽ پرهيزگاري، الله جي محبت ۽ معرفت جهڙيون نعمتون ڏنائون.

**تبليغ اسلام ۽ تطهير افڪار:** پاڻ پنهنجي پوري زندگي کي ، پنهنجي مٺن ٻولن قربائتن قولن ۽ سهڻن اخلاقن ذريعي مخلوقِ خدا جي رهبري ۽ رهنمائي لاءِ آرپي ڇڏيائون. قريشي ڪريم کان اجازت ملڻ بعد پنهنجي زندگي جو هر ڏينهن ۽ هر رات تبليغِ اسلام ، احياءِ دين ۽ احياءِ سنت لاءِ وقف ڪري ڇڏيائون. ماڻهن جي غلط افڪار جي پاڪائي ڪيائون. جاهلاڻين ريتن ۽ رسمن جي پاڙ پٽيائون. بي راهن کي مدني ڪريم ﷺ جي غلامي واري راهہ تي هلايائون. لکين انسانن جون قسمتون مَٽائي ڇڏيائون. سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ تي الله الله جي تنوار جاري ڪري ڇڏيائون.

**وعظ ۽ نصيحت جو انداز :** تبليغِ دين سندن مقصدِ زندگي هئي. خدمتِ خلق سندن پسنديده مشغلو هوندو هيو. پاڻ وعظ تقرير اڪثر هيٺ ويهي فرمائيندا هئا.

ڪڏهن بيهي، ڪڏهن ڪرسيءَ تي ويهي به تقرير ڪندا هئا. عموماً هر روز فجر ۽ عصر جي نمازن بعد تقرير فرمائيندا هئا. تقرير ڪندي ڪندي اهڙو ته محو ٿي ويندا هئا جو متواتر ست ست ڪلاڪ به ويهي رهندا هئا. سندن گفتگو توڙي خاموشي حال سان ڀرپور هوندي هئي. ڪڏهن تقرير ۾ خوشطبعي به ڪندا هئا. ان سان سامعين جا ذهن تازا ٿي ويندا هئا وري پنهنجي اصل مقصد ڏانهن اچي ويندا هئا.

**زبان ۽ طرزِ تَڪَلُم:** سندن مادري زبان سرائيڪي هئي. اڪثر گفتگو سرائيڪي ۾ ڪندا هئا. ڪڏهن علماء ايندا هئا ته انهن سان فارسي ۾ گفتگو ڪندا هئا. سندن گفتار ڏاڍي اثرائتي ۽ دلين کي ڇُهندڙ هوندي هئي. بيان ڪندا هئا ته لفظن سان ماڻهن جي ڪيفيات مَٽائي ڇڏيندا هئا. سندن تقرير جو انداز سخت به هوندو هيو. پر ان سختي ۾ به عجيب ميٺاج هوندو هيو. مخاطب ٿيندا هئا ته ڪڏهن جوش ۾ چوندا هئا :

”او سنڌيو، او پنجاپيو، او چالاڪ هندستانيو!

ڪڏهن ڪنهن ڏوهاري سان مخاطب ٿيندا هئا ته چوندا هئا: ڪلي بد معاشو!“

**اسان سنڌي آهيون:** سنڌ ۾ رهندي ويهه سالن بعد پاڻ فرمايائون ” اسان سنڌي آهيون.“ سبحان الله ! دين خاطر ڳوٺ وطن ڇڏيائون. ڀاءُ برادر کان جدائي قبوليائون. پرديس کي ديس بنايائون. پاڻ بکيو رهي مهمانن کي کارايائون. آخر ۾ پنهنجي قوميت تان هٿ کڻي پاڻ کي سنڌي سڏايائون. فقير غلام حسين چنا بيان ڪيو ته :

هڪ ڏينهن پاڻ رحمتپور شريف جي مسجد جي پهرئين صف جي اتر جي آخري حصي ۾ نماز ادا ڪرڻ بعد ارشاد فرمايائون ته : ” اسان هاڻي سنڌي آهيون.“

**تبليغ جو حرص:** سندُم والد ڪريم حضرت محبوب الاهي رحمت الله عليه پنهنجي پير روشن ضمير جون ڳالهيون ٻڌائيندا هئا ته : پير سائين جن کي تبليغ دين جو تمام گهڻو حرص هوندو هيو جو ڪڏهن فجر جي نماز بعد مجلس شروع ٿيندي هئي ته بنا وقفي جي

---

[1] انهن ماڻهن تي عجب آهي جيڪي ڄاوا به سنڌ ۾ پڙهيا ۽ پرڙيا به سنڌ ۾ ، لوڻ پاڻ به سنڌ جو کائن ٿا ۽ وري پاڻ کي مهاجر يا پنجابي سڏائيندي فخر محسوس ڪن ٿا.

پيهري تائين جاري رهندي هئي. پاڻ فجر جي وضو سان پيهري جي نماز پڙهائي پوءِ حويلي ڏانهن تشريف کڻي ويندا هئا. نانگري باربار اچي چوندو هيو تہ سائين ننگر تيار آهي پاڻ فرمائيندا هئا: بس اے گالھ کر گھناں پچھے دعا منگدا ہاں

ائين چئي وري جو شروع ٿيندا هئا تہ ڪلاڪن جا ڪلاڪ لڳي ويندا هين. ڪي ماڻهو مجلس ۾ ڊي، اتان اٿي لاڙڪاڻي شهر ڏانهن نڪري ويندا هئا، ڪم ڪار لاهي وري واپس ايندا هئا تہ سائينجن جي تقرير ائين ئي جاري هوندي هئي.

محبت وارا فقير سائينجن جي مٿان اُس کان بچڻ لاءِ ڪپڙي جي ڇانوَ ڪندا هئا. صبح جو اوپر کان ڪپڙو جهليندا هئا منجهد ٿي ويندي هئي تہ مٿان ڇانوَ ڪري بيهندا هئا. تانجو پاڇا لڙي ويندا هئا وري اوله کان ڇانوَ جو ڪپڙو جهليندا هئا. يڪو هڪ ئي مجلس جاري رهندي هئي.

پاڻ عشاء نماز تي اچي رهيا آهن. اگر رستي ۾ ڪنهن ماڻهو ڪو سوال پڇيو تہ ان جو جواب ڏيڻ جو شروع ڪيائون تہ رات جا ٻارهن ٿي ويا. پوءِ اچي عشاءَ پڙهايائون. انڪري خليفا منع ڪندا هئا تہ رستي ۾ ايندي يا ويندي ڪو بہ سائينجن کان سوال نہ پڇي.

هڪ ڀيري حويلي شريف ۾ هئا ڏاڪڻ کان مٿي پئي چڙهيا تہ ڪنهن ماڻهو مسئلو پڇيو سندن هڪ پير مٿئين ڏاڪي تي هڪ پير هيٺئين ڏاڪي تي هيو، بيان ۾ جو شروع ٿيا تہ آڌي رات گذري وئي.

فرمايائون: مين بيمار هان پر تبليغ وچ پهندا هان تہ ميکون پتا نهين لڳدا تہ کو بيمار هان.

جڏهن گفتار فرمائيندا هئا تہ ائين لڳندو هيو جو سندن وات مبارڪ مان سون جا چمڪندڙ ورق نڪري رهيا آهن. اکر اکر کان جدا لفظ موتين جي مالها وانگر پوئيل هوندو هيو. سمجهاڻي دلنشين هوندي هئي. ائين سيکاريندا هئا جيئن ننڍڙي ٻار ڪي ماءُ هٿ کان وٺي وک وک هلڻ سيکاريندي آهي.

نعت خوان نوازل فقير بيان ڪيو تہ هڪ ڀيري تقرير فرمائيندي ڪين منجهند ٿي وئي. اسان فقيرن کي اچي بک ورايو. اٿون بہ ويهون بہ پيا. ايتري ۾ ڏاڏو نانگري عبدالرحمان آيو حضرت صاحب جن کي عرض ڪيائين سائين فقيرن کي بک لڳي آهي،

ننگر تيار آهي. سائين جن فرمايو واقعي فقيرين کون بک لڳي هوسي. ائين چئي وري تقرير ۾ پئجي ويا. وري ڏاڏي نانگري عرض ڪيو تہ قبلا ننگر تيار آهي. پاڻ فرمايائون تہ تُسان بک الائي ڪنهن کون اکيندي هو. اين عاجز کون ائين پهر گهر والي زوري ماني ڏيندي هن ، جيوين ڳُتلي وچ کا شيءِ اچلن ايوين چا اچليندي هن باقي انهن عاجز کون بک نهين لڳندي. ائين چئي فرمايائون تسان وچ هي کوئي پهلوان جو ميڏي هٿ وچون ٻانهن ڇڙ واوي. پاڻ تمام پيرسن هئا تہ بہ حليو مبارڪ نوجوانن جيان ۽ پيشاني ۽ چهري ۾ گهنج بہ نہ هوندا هئا. هي نبوي عطا ۽ ديني توانائي هئي.

**سندن آواز :** جهڙو سندن نالو مٺو هيو اهڙو سندن آواز ۾ الله ڪريم مٺاين جا مڻ رکايا هئا. نماز ۾ جڏهن سُر سان قرآن پڙهندا هئا تہ ماڻهن ۾ روڄ پئجي ويندو هيو. نماز ۾ اڪثر جڏهن سورت سبح اسم ربک الاعلیٰ پڙهندا هئا تہ ماڻهو بي اختيار جذبي جي ڪيفيت ۾ اچي ويندا هئا. ان تي ظاهر جي عالمن اعتراض بہ وڏا ڪيا. پر جنهن هڪ ڀيرو حب مان سندن مٺو آواز ٻڌو هيو سو مٺن موهجي پيو.

وعظ ۾ جڏهن ڪو عربي يا فارسي يا سرائيڪي شعر پڙهندا هئا تہ ڪيڏو بہ سخت دل هجي انجي اکين مان پاڻي وهي هلندو هيو. وعظ تکڙو نہ ڪندا هئا پر الفاظ ٺاهي ٺاهي آهستگيءَ سان چوندا هئا جو ٻڌندڙ جي دل دماغ ۾ ويهي ويندا هئا. وعظ مبارڪ ۾ رسمي پيرن ۽ بد مُلن بي عمل لالچي علم وارن ۽ جاهل بي عملن ڀنگ پيئڻ وارن پيرن بابت تمام سهڻي نموني عجيب غريب مثالن سان سمجهائيندا هئا ۽ خلق کي انهن جي صحبت کان روڪيندا هئا.

رب ڪريم سندن آواز ۾ عجيب سوز و گداز رکايو هيو. جڏهن بيان فرمائيندا هئا تہ ان جو اثر دلين تي پوندو هيو. از دل خيزد بر دل ريزد جا ڳالهہ دل مان نڪرندي آهي سا دلين مٿان اثر ڪندي آهي. سندن صحبت ۾ سوين زاني، شرابي، بي نمازي، قاتل، فاسق فاجر، ڀنگي، چرسي، متڪبر، ڪينہ پرور، حاسد، بد مذهب، بي دين سندن صحبت مان موٽندا هئا تہ انهن جو رنگ بدلجي ويندو هيو. پاڻ پنهنجي مريدين کي تزڪيہ نفوس، تصفيہ قلوب ڪرايائون. سندن مريد "لايخافون لومة لائم" جو مظهر هوندا هئا.

**سندن حافظو:** الله ڪريم ڪين بيپناھ حافظي جي قوت عطا ڪئي هئي. پنهنجي پوري زندگي جا هزارين واقعا ڪين ياد هوندا هئا. مجلسن ۾ اهي وڏي ذوق سان بيان ڪندا هئا. فرمايائون: مون کي منهنجي زندگي ننڍپڻ جواني جا سڀ قصا ياد آهن. جنهن عورت مون کي کير پياريو هيو اها بہ مون کي ياد آهي. پر گذريل زندگي ائين ٿي نظر اچي ڄڻڪ هڪ ڏينهن گذريو هجي.

قرآن جي آيتن ۽ نبوي حديثن ، فقيهن جي اقوالن ۽ بزرگن جي واقعن مان استدلال وٺندا هئا. قرآن پاڪ جي پڙهڻي سندن بيمثال هوندي هئي. قرآن پڙهندا هئا تہ کهڙو بہ ڪٺور دل پڌي تہ ڳوڙها روڪڻ سان بہ روڪي نہ سگهندو هيو. رومي جي مثنوي جو گهڻو حصو ڪين ياد هيو. جڏهن پنهنجي لئي ۽ ترنگ ۾ رومي جي مثنوي جا شعر پڙهندا هئا تہ جماعت مٿان وجداني ڪيفيت طاري ٿي ويندي هئي. حافظ شيرازي جا شعر ۽ سعدي جون رباعيون ۽ قطعا، خواجہ غلام فريد جو ديوان ڪين ازبر هيو.

**سندن مجلسي زندگي:** پاڻ جڏهن مجلس ۾ ويهندا هئا تہ ڪائنچ يا گوڏ ڍلي ڪري ويهندا هئا. بعض ماڻهن کي سندن ان عادت ڪان حيرت لڳندي هئي. هڪ ڏينهن پاڻ ان جو سبب خود بيان فرمايائون تہ مون کي جواني ڪان وٺي اهو عارضو آهي جو پيٽ تي ڪائنچ يا گوڏ جي چڪ برداشت ڪري نہ سگهندو آهيان. ان ڪري ڍِلَ ڪري ويهندو آهيان. اها لاچاري حالت آهي. اوهان مٿان ائين ڪيو ۽ چئو تہ پير جي سنت ٿا ادا ڪيون.

**سهڻا اخلاق:** جڏهن پاڻ ايندا هئا تہ اسلام عليڪم چوندا هئا. جماعت ڪان جدا ٿيندا هئا تہ ماڻهن ڏانهن نهاري اسلام عليڪم چئي حويلي ۾ ويندا هئا. ويهندا هئا تہ گردن جهڪائي ويهندا هئا. وري جو منهن مبارڪ مٿي ڪري نيڻ کڻي نهاريندا هئا تہ خلق ۾ الله الله جي تنوار پئجي ويندي هئي. ان طرح هلندا هئا تہ گردن جهڪائي هلندا هئا.

اگر ڪو ماڻهو ڪو عرض ڪندو هيو تہ ان جي ڳالهہ بلڪل غور سان ٻڌندا هئا. سائل لاءِ هٿ کڻي دعا گهرندا هئا. ڪو مسئلو پڇندو هيو تہ ان کي تسلي بخش جواب ڏئي پوءِ جدا ٿيندا هئا. ڪڏهن ڪنهن جي دل آزاري ڪو نہ ڪيائون. عيبدارن جي پرده پوشي ڪيائون. پنهنجن پراون ۾ محبتن جا مڻ ورهايائون.

**سندن هلڻ جو انداز:** سندن هلڻ لاءِ ڏيڍي مبارڪ کان مصلي تائين ڪپڙو وڇايو ويندو هيو، پاڻ ان مٿان قدم بقدر شانِ استغنا سان ايندا هئا. جيئن ڪو بادشاهه تخت تان لهي آيو هجي. زائرين ٻنهين طرفن کان قطارون ڪري بيهندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن ٻه ٽي ٽي قطارون به ٿينديون هيون.

مولانا محمد امين فرمايو ته منهنجي والد چيو ته مان ليلامي ڪوٽ وٽي پهري درگاهه تي پهتس. سائينجن جي آمد جو وقت هيو ماڻهو مشتاق، اداس نگاهن سان سندن دروازي مبارڪ کي نهاري رهيا هئا. پاڻ جيئن نڪتا منهنجي دل ۾ خيال آيو ته سائينجن هيڏي وڏي جماعت ۾ اسان کي ڪٿي سڃاڻندا هوندا. آءٌ اهو سوچي رهيو هئس ۽ ٽين قطار ۾ بيٺل هئس. پاڻ جيئن نڪتا ته سڌو مون ڏانهن آيا. منهنجي ڪوٽ کي وڏا پيڙا هئا انهن تي ماڻهو جو ڦوٽو چِٽيل هيو. فرمايائون محمد عرس فقير هن تصوير ۾ نماز نه ٿيندي آهي. ائين چوندي پاڻ ڪنوڻ جي چمڪي وانگر گذري ويا ۽ آءٌ جذبي ۾ مخمور ٿي ويس.

**سندن اکر:** حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليه جا اکر سهڻا هوندا هئا. پاڻ جيئن نظم لکڻ ۾ بهترين شاعر هيا تيئن نثر نويسي ۾ به پنهنجو مٽ پاڻ هئا. افسوس جو سندن لکيل مواد جمع ٿي نه سگهيو ۽ ائين اهو علمي ۽ ادبي ذخيرو ضايع ٿي ويو. پر جيڪي ڪجهه ميسر ٿي سگهيو آهي ان کي پڙهڻ مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته پاڻ قلم جا به بادشاهه هئا. اردو توڙي سرائيڪي ۾ سندن لکٽي بي مثال هئي. سندن ديوان مان ڪجهه سِٽون اوهان سرائيڪي ڪلام واري باب ۾ پڙهيون ۽ سندن هٿ اکر اوهان هن ڪتاب ۾ ملاحظو ڪندا.

**سندن شب بيداري:** پاڻ شب بيدار ۽ تهجد گذار هئا. رات جو گهڻو حصو الله جي ذڪر ۽ نوافل جي ادائگي ۽ دعائن ۾ گذاريندا هئا. ديس توڙي پرديس، صحت توڙي سُقم ڪڏهن تهجد ترڪ ڪونه ڪيائون. خلفاءِ ۽ فقراءَ کي به سختي سان تهجد پڙهڻ جو امر ڪندا هئا. رحمت پور شريف ۾ رات جو باقائدي تهجد جي حاضري ٿيندي هئي.

هڪ فقير بيان ڪيو ته : ”مان رات جي پهري تي هيس. حضرت جن کي ڏٺم ٿوري دير سٽا وري اٿي دعا گهرڻ ۾ مشغول ٿي ويا. وري ٿوري دير آرامي ٿيا. وري اٿيا نفل ادا ڪري ڊگهي دعا گهريائون وري آرامي ٿيا. وري اٿي دعا گهرڻ لڳا. آخر مون اچي عرض ڪيو

سائين ڪا تڪليف آهي ڇا؟ پاڻ فرمايائون: فقير سمهڻ نه ٿا ڏين. اڄا سمهون ٿا ته ڪو مدد لاءِ پڪاري ٿو ان لاءِ دعا گهري الله وٽان آساني ڪرايون ٿا.

**سندن تواضع ۽ انڪساري:** حضرت پير مٺا سائين جن تواضع عاجزي ۽ انڪساريءَ جا پيڪر هئا. ڳالهائڻ ۾ پنهنجي لاءِ "مان" جو لفظ تمام گهٽ استعمال ڪندا هئا. بلڪ "هي عاجز" جو لفظ استعمال ڪندا هئا. پنهنجي نالي سان "فقير لاشيءِ" لکندا هئا. لاشيءِ جي معنيٰ ڪا شيءِ نه هجڻ. سبحان الله سڀ ڪجهه هوندي به پاڻ کي ڪا شيءِ نه سمجهندا هئا. پاڻ مجلس ۾ جڏهن پنهنجي عاجزي ۽ انڪساريءَ جو بيان ڪندا هئا ته جماعت ۾ روڄ راڙو، قيامت قائم ٿي ويندي هئي. هڪ ڀيري تقرير دوران سندن اکين مان آب جاري هيو ۽ هيءُ بيت پڙهي رهيا هئا.

در کوئی نیک نامی مارا گذر نداوند * گر تو نمے پسندی تغیر کن قضا را

اگر جرم گیری بقدرے گناہ * بدوزخ ملائک ترازو مخواہ

اگر جرم بخشی بمقدار جود * نماند گرفتار اندر وجود

جڏهن پاڻ اهي بيت پنهنجي سُر ۾ پڙهيائون ته پاڻ به زاروزار رنا ۽ پوري جماعت ۾ آهه و فغان جو عجيب منظر بپا ٿي ويو. ڪڏهن سرائيڪي جا هي بيت به پڙهندا هئا.

از آدم تا ایں دم تائیں جو ہے خلقت ساری، ھیں ساری خلقت وچوں مٹی ہاں بدکاری

سارا لوک ڈھونڈیندی وتاں ، سارا عالم میں کنوں چنگا میں جیہا برا نہ کو

حضرت مرشد محبوب الاهي رحمت الله عليه فرمايو هڪ ڀيري حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليه کي دعوت هئي. جلسي جو اسٽيج تمام سهڻو سجايو ويو. سندن ويهڻ لاءِ عجيب حسين مسند ٺاهي وئي. پاڻ آيا، صرف چند گهڙيون ان مسند تي ويٺا پوءِ اٿيا. پاسي ۾ ديرو هيو. اتي وڃي پٽ تي ويٺا. فقيرن ڪپڙا وڇائڻ جي ڪوشش ڪئي تيسين پاڻ زمين تي ويهي رهيا. پوءِ ته فقيرن کي اهڙا جذبا ٿيا جو پاسي ۾ جيڪا ٻار پئي هئي. سا ڳاهجي وئي. ٻار جو مالڪ ڏاڍو خوش ٿيو ته بنا محنت جي منهنجي ٻار ڳاهجي وئي آهي.

**سياست کان دوري :** پاڻ عملي طرح هميشه سياست کان ڪناره ڪش رهيا نه ڪڏهن ووٽن ۾ بيٺا نه ڪنهن سياسي سرگرمي ۾ حصو ورتائون نه ڪنهن سياستدان سان تعلقات رکيائون نه انهن جي سياسي پروگرامن ۾ شرڪت ڪيائون. ان هوندي به سياستدانن جي اصلاح لاءِ ڪوشان هوندا هئا. آچر 21 جمادي الثاني 1380ھ صبح جو وقت هيو خليفي عاشق محمد عرض ڪيو ته مون کي سرڪاري طرح ميمبري ملي آهي. آءٌ ان کان بيزار آهيان نه وري ان جو شوق اٿم. باقي هي ڳالھ آهي جو درگاھ شريف جا يا ننگر جا سرڪاري ڪم ڪار آهن ته اهي آساني سان سرڪار مان ڪرائي سگهجن ٿا. وڏيڪ جيڪا سائينجن جي مرضي! پاڻ مُسڪرائي فرمايائون: ماہی تکیاں گدڑ تھیوݨ دا شوق ہے

پوءِ فرمايائون ڀلي ميمبر ٿيو. ان ۾ خدمتِ خلق جو موقعو ملي ٿو. ماڻهن کي نفعو پهچائي سگهجي ٿو. نيڪ ميمبر هجي ته مخلوقِ خدا جي خدمت ڪندو. خدمتِ خلق کان وڏيڪ ٻي ڪا نيڪي ڪانهي. پوءِ ڪيس اجازت ڏنائون.

**ننگر جي خدمت:** ننگر جي خدمت کي افضل عبادتن مان سمجهندا هئا. خود به خدمت ڪندا هئا، ٻين کي به ان جي ترغيب ڏيندا هئا. فرمائيندا هئا ته ننگر جي خدمت عبادت آهي. مريدن لاءِ اها رياضت آهي. هڪ ڀيري جماعت لکيائون ۽ اثرائتي الفاظن ۾ انهن کي خدمت جو جذبو ڏياريائون:

> بخدمت حضرات جماعت اہل الذکر عرض کیا جاتا ہے کہ لنگر کا کام کرنا بڑی سعادت ہے اور بڑا نیکی کا کام ہے حتیٰ کہ بعداز فرائض و سنن جو کام استحباب نوافل ہیں سبھی سے ثواب لنگر کے کام کا برتر اور بڑھ کر ہے۔ لہٰذا اسی اعلیٰ اور اتم ثواب حاصل کرنے کے لئے تحریص اور ترغیب دیجاتی ہے اور باتیں کرنے سے اور سو جانے سے اور نکمّے بیٹھنے سے یہ ثواب کیوں کر نہ حاصل کریں۔ بمقصد حصول ثواب اس کام میں گھس جانا چاہیے اور اِدھر اُدھر کھسک جانا اور ہروں بھروں معذرت اور تعلل پیش کرنا یہ کمی باطن اور رسمی استعداد کی نشانی ہے۔ نقل از کتب تصوف

**پيرين پوڻ کان منع:** پاڻ ماڻهن کي پيرين پوڻ کان سختي سان منع ڪندا هئا. ڪو سندن پيرين پوندو هيو تہ ان کي ناپسند ڪندا هئا. اهڙو اشتهار پاڻ پنهنجي هٿن سان لکي مسجد شريف ۾ لڳرايو هئائون. ان جو مضمون هي هيو.

### ﴿ جماعت عامه کو پيام ﴾

بڑے محترم برادرانِ اسلام ! اسلام علیکم

ورحمتہ اللہ وبرکاتہ ومغفرتہ !

1. ملاقات کے وقت مصافحہ کیا کرو اور مصافحہ کہتے ہیں دونوں ہاتھوں میں دونوں ہاتھ ملادینا اور ایک ہاتھ دینا بھی ثابت ہے۔
2. پاؤں پر ہاتھ رکھنا بالکل منع ہے اس کی تو کوئی اصلیت ثابت نہیں ہے۔
3. اور پاؤں پر بوسہ دینا کوئی آداب اور لوازمات سلوک سے نہیں ہے۔ لہٰذا اس سے بھی پرہیز کرنی اولیٰ اور افضل ہے۔

تمام باشندگان حاضرین کی خدمت میں التماس ہے کہ غائبین اور نو واردین کو مطلع فرماویں کہ اس حرکت سے باز آجاویں۔

لاشیء فقیر محمد عبدالغفار

فضلی



پير مٺا سائين جي هٿن سان لکيل اشتهار
افسوس جو ڪاغذ قديم هجڻ سبب
ڦوٽو ڪاپي صحيح نہ آئي آهي

**ڪيفياتِ محبت:** پاڻ جيئن تصوف ۽ سلوڪ ۾ پير پاتائون تہ مٿن عشق محبت جي ڪيفيت ۽ حالت طاري رهڻ لڳي. ان عشق جي تپش ۽ گرميءَ جو اثر مٿن آخري عمر تائين رهيو. پاڻ سياري جي ڪيڏي بہ سرديءَ ۾ ڪڏهن بہ سوڙ سان بدنُ ڍڪي نہ سگهندا هئا. ڪپڙا بہ نفيس پهريندا هئا.

**ڪشف الصدور:** الله ڪريم ڪين بصيرت قلبي ۽ فراستِ مؤمنانہ سان نوازيو هيو. هزارين ماڻهو سندن مجلس ۾ اچي ويهندا، اهي پنهنجي دلين ۾ ڳالهيون رِٿي ايندا هئا. پاڻ بنا پڇڻ جي هر هڪ جي دل جو احوال مجلس ۾ بيان ڪري ڇڏيندا هئا. ائين معلوم ٿيندو هو تہ ڄڻ پاڻ هر هڪ ماڻهو سان گڏ آهن ۽ سندن حالات کان بخوبي واقف آهن. ايتري قدر جو اڪثر اوقات نوان ماڻهو تعجب ۾ پئجي چوندا هئا تہ اسان جيڪي بہ سوال سيني ۾ سانڍي آيا هئاسين، انهن سڀني سوالن جا جواب باصواب بغير پڇڻ جي حضرت جن پنهنجي گفتگو دوران ازخود ٻڌائي ڇڏيا آهن. اهي ماڻهو اها ڪرامت ڏسي معتقد ۽ مريد بنجي ويندا هئا.

**قرض ادائگي:** فرمايائون ننڍو هيس گهر جي پاسي ۾ هڪ واٽئي جو باغ هيو ان کان انب وٺندو هيس. ان جا ڇهہ پيسا رهجي ويا اهو هليو ويو. پوءِ گهڻي وقت کان پوءِ خبر پئي تہ اهو مري ويو آهي، ان جا پُٽ ملتان ۾ رهن ٿا. انهن جو دڪان پڇائي انهن کي وچي اهي ڇهہ پئسا ڏنم.

فرمايائون: ملتان ۾ طالب علمي واري دؤر ۾ مبارڪ نالي هڪ دڪاندار کان تيل وٺندو هيس ان جا تيل جا ڪجهہ پئسا رهجي ويا پوءِ جڏهن عاشق آباد ۾ هيا سين ان وقت محمد خليل (صاحبزاده صاحب ) (خليفہ) عاشق محمد کي موڪليم. ان جي اولاد کي وڃي اهي قرض جا پئسا ڏنائون. انهن نہ پئي ورتا پر زوري ڏنائون. پوءِ انهن کي اهڙو اعتقاد ٿيو جو اتان آيا ۽ اچي ذڪر پڇيائون. طريقي ۾ داخل ٿيا.

**دعوتن جي قبوليت:** اگر ڪو محبت منجهان ڪين دعوت عرض ڪندو هيو تہ پاڻ ان جي دعوت قبول ڪندا هئا. پر ان کان شريعت پاڪ تي عمل ڪرڻ جو وچن وٺندا هئا. اگر ڪنهن فوت شده شخص جي ايصالِ ثواب لاءِ ڪين دعوت ڏني ويندي هئي تہ پاڻ اول صاحبِ دعوت کان معلوم ڪندا هئا تہ فوت شدهہ شخص جي مال ملڪيت جي تقسيم شريعت پاڪ جي مطابق ٿي آهي يا نہ؟ متان ڪنهن يتيم يا بيواهہ جو حق حصو رهيل تہ نہ آهي؟ پوري تحقيق ڪرڻ کان بعد انهن جي دعوت قبول ڪرڻ فرمائيندا هئا. ابتدا ۾ باعيال دعوتن تي ويندا هئا.

**فوٽو بازي:** پاڻ ڦوٽو ڪيرائڻ جي سخت خلاف هئا. هڪ طب جي ڪتاب ۾ انساني ڦوٽو هئا. ان ڪتاب جو ڪين مطالعو ڪرڻو هيو. اول مولانا غلام فريد کي فرمايائون، هن ڪتاب مان ڦوٽو صاف ڪر. جڏهن ڦوٽو صاف ڪيا ويا تہ پوءِ پاڻ ڪتاب جو مطالعو ڪيائون. پاڻ اهڙي ڪپڙي يا چادر تي ڪو نہ ويهندا هئا جنهن تي ڪا جانور جي تصوير نهيل هوندي هئي. جڏهن پاڻ حج تي ويا هئا ان وقت پاسپورٽ لاءِ ڦوٽو ڪڍايو هئائون. ڪنهن فقير ان جي ڪاپي ڪرائي ورتي. جڏهن ڪين خبر پئي پاڻ ان فقير کان ڦوٽو گهرائي پنهنجي هٿن سان ڦاڙيائون ۽ ان فقير کي ڦوٽو رکڻ کان سختي سان منع ڪيائون.

**سندن توڪل:** پاڻ ڪمال درجي جا متوڪل علي الله هئا. ڪين بظاهر ڪو بہ ذريعہءِ معاش نہ هيو ۽ پاڻ ڪنهن کان سوال يا چندي جي بہ بلڪل مخالف هئا. ان جي باوجود همہ وقت سندن ننگر جاري رهندو هيو. سٺ ستر مهمان تہ سندن دسترخوان تي هوندا ئي هوندا هئا. ازانسواءِ هر مهيني جي ڏهين، يارهين تاريخ ماهانہ جلسو ٿيندو هيو تہ هزارن جي تعداد ۾ جماعت ڪٺي ٿيندي هئي. انهن جي ڪاڌي پيتي جو انتظام بہ سندن طرفان ئي هوندو هيو. خلق پئي کائيندي هئي. پاڻ اعلان ڪندا هئا تہ :

> هن فقير کي اوهان ۾ ڪا بہ لالچ ڪانهي، اوهان کان تا قيامت هڪ پائيءَ جي بہ گهر نہ ڪئي ويندي. نذر نياز، خير خيرات جيڪي ڪجھ ڪڍيو اٿو سو بہ پين کي ڏيئي ڇڏيو. هتي اچي مفت ۾ الله جو دين سکو“.

---

[1] پاڻ رسمي پير ڪو نہ هئا بلڪ پاڻ زبردست روحاني رهبر ۽ عظيم مصلح هئا. شريعت جي هر حڪم تي عمل ڪري ڏيکاريائون. ڦوٽو بابت جيڪي شرعي وعيدون آيل آهن، انهن جي پيشِ نظر پاڻ بنا مجبوري جي ڦوٽو ڪڍائڻ جي سخت خلاف هئا. حديثن ۾ آيل آهي تہ ڦوٽو ڪڍڻ واري ۽ ڪڍائڻ واري تي الله جي لعنت آهي.

نَهَى النَّبِيُّ ﷺ عَنْ ثَمَنِ الْكَلْبِ وَثَمَنِ الدَّمِ وَنَهَى عَنْ الْوَاشِمَةِ وَالْمَوْشُومَةِ وَآكِلِ الرِّبَا وَمُوكِلِهِ وَلَعَنَ الْمُصَوِّرَ صحيح البخاری۔(ج7/ص259)

مسند أحمد۔(ج38/ص217) إن أشد الناس عذابا يوم القيامة المصورون مسند أبي يعلى الموصلی۔(ج10/ص473)

**مسافرن جي خدمت:** مسافرن لاءِ لنگر جو خاص انتظام هوندو هيو. ننگر پچائڻ وارين فقيرياڻين کي وچي ڏسندا هئا ته ماني ساڙي ته نه ڇڏيائون؟ فرمائيندا هئا ته ماني نه سنهي کيو نه ٿلهي کيو. جڏهن کي سيد يا عالم ايندا هئا ته انهن لاءِ سٺي ماني ناهڻ جو حڪم ڪندا هئا. ڪنهن ٻار جي روئڻ جو آواز ٻڌي پڇندا هئا ته اهو ڪهڙي عورت جو ٻار آهي ڇو ٿو روئي؟ ان جي ماءُ ننگر جي خدمت ۾ هوندي هئي ته ان کي ٻار پرچائڻ لاءِ چوندا هئا. ڪنهن جي ٻار کي ڪن ۾ سور هوندو هيو ته انکي پنهنجو عطر ڏئي ڦڙا وجهائيندا هئا. پنهنجي نياڻي يا بيبي سڳوري کي موڪليندا هئا ته وڃي ڏسو ته ڪنهن کي ڪا شيءِ ته نٿي کپي هر طرح جو خاص خيال ڪندا هئا.

**حج بدل :** حضرت پير مٺا سائين جن کي پوري عمر مديني پاڪ جي ديدار ۽ حج ادا ڪرڻ جو شوق رهيو. جنهن جو اظهار پاڻ پنهنجي شعرن ۾ ڪيو اٿن.

نور بھری دربار شالا ڏکھاوے قسمت،

عربی دا دربار شالا ڏکھاوے قسمت۔

پر ابتدا ۾ مالي حالات اجازت نه ڏني وري جڏهن مالي حالات درست ٿيا ته پاڻ حج جي تياري ڪيائون. ڪاغذات به تيار ٿيا. ته وري سندن صحت صحيح ٺيڪ نه ٿي پئي. پوءِ حج جي سفر تي نڪري نه سگهيا. هڪ ڏينهن علماءَ کي گهرائي انهن سان مشورو ڪيائون. علماء چيو ته اگر سائينجن جي صحت ٺيڪ نه آهي ته حج تي وڃڻ فرض نه آهي. پوءِ پاڻ مولوي مشتاق احمد کي حج بدل جا پئسا ڏنائون. اهو سندن طرفان حج لاءِ ويو. پاڻ ان کي فرمايائون ائين نه سمجهجانءِ ته تون حج ٿو ڪرين. پر ائين سمجھ ته اسان حج ٿا ڪيون.

فرمايائون اسان خود وجون ها ته ڪُلي هٿ سان اتي خيرات ڪيون ها. پوءِ مولوي صاحب خرچ کان علاوه به خيرات لاءِ گهڻا پئسا ڏنائون ته حرمين ۾ وڃي، خيرات ڪجانءِ . پوءِ اهو سندن طرفان حج بدل ڪري آيو. ڪيس ايترا پيسا ڏنائون جو ان ڪشادگي سان خرچ ڪيو پوءِ به پيسا بچائي آيو.

## معمولاتِ غفاريہ

**فجر ۽ عصر نمازن ۾ تاخير:** پاڻ فجر ۽ ٽيهري جون نمازون تاخير سان پڙهائيندا هئا. ٽيهري نماز پڙهي ٿوري دير ويهندا هئا تہ سج لٿي جي اذان ايندي هئي. ان طرح فجر نماز بلڪل سوجهرو ٿي ويندو هيو تہ پڙهندا هئا. فرمائيندا هئا تہ فجر وقت جي آخري حصي ۾ پڙهڻ گهرجي پر ايترو وقت هجي جو نماز فاسد ٿي وڃي تہ پيهر نماز پڙهڻ جيترو وقت باقي هجي. سندن هيءَ بہ عادت هئي تہ اقامت کان اڳ صفون سڌيون ڪرائيندا هئا.

**تلقينِ ذڪر :** پاڻ جڏهن ڪنهن مرد کي ذڪر جي تلقين ڪندا هئا تہ ان جي کاٻي ٻبي جي ہ آڱر هيٺان پنهنجي ساڄي هٿ جي اشهد آڱر رکي ٽي ڀيرا چوندا هئا الله الله .

پوءِ سمجهاڻي ڏيندي فرمائيندا هئا تہ :

”جنهن جاءِ تي هن عاجز آڱر رکي آهي ان جاءِ تي انسان جي دل آهي اتي هر وقت ۾ اهو خيال رکو تہ دل چئي رهي آهي الله الله .

اهو ذڪر خيال ۾ ڪيو. نماز پنج وقت پڙهو، جنهن وقت وضو ڪيو تہ ڏندڻ هڻي وضو ڪيو تہ هڪ نماز جي بدلي ستر نمازن جو ثواب ملندو. ڏاڙهي رکايو مڇون ڪتايو. حقو، ٻيڙي، سگريٽ، ناس، نسوار، نشي واريون شيون استعمال نہ ڪيو. چوري، زوري، ڦرلٽ، خيانت، زنا، ظلم، ڪوڙ، غيبت نہ ڪيو. برن بڇڙن ماڻهن جي صحبت بلڪل ڇڏي ڏيو.

---

[1] هن مسئلي تي ظاهر بينن جا پير مٺا سائين مٿان تمام وڏا اعتراض هوندا هئا. حالانڪ فجر اجاڻ ڪري پڙهڻ سنت مان ثابت آهي. ان ۾ تمام وڏو اجر بہ آهي. ترمذي باب ٻڌو آهي :بَابُ ما جَاءَ فِی الإِسْفَارِ بِالْفَجْرِ“ ان ۾ آهي تہ:

هِ عَلَيْهِ وَسلم يَقُولُ أَسْفِرُوا بِالْفَجْرِ فَإِنَّهُ أَعْظَمُ لِلأَجْرِ سنن الترمذی ۔(ج1/ص263)

هِ عَلَيْهِ وَسلم قَالَ أَسْفِرُوا بِالْفَجْرِ. سنن النسائی ۔(ج2/ص377)

سفِرُوا بِالْفَجْرِ فَإِنَّهُ أَعْظَمُ لِلأَجْرِ مسند أحمد ۔(ج35/ص157)

سفِرُوا بِصَلاةِ الصُّبْحِ ، فَإِنَّهُ أَعْظَمُ لِلأَجْرِ سنن الدارمی ۔(ج3/ص450)

سفِرُوا بِصَلاةِ الْفَجْرِ، فَإِنَّهُ أَعْظَمُ لِلأَجْرِ المعجم الكبير للطبرانی ۔(ج4/ص336)

**حلقه مراقبو:** فجر نماز کان پوءِ پاڻ فقيرن ڏانهن منهن ڪري ويهندا هئا ۽ ساري جماعت گول حلقو بنائي وچ خالي ڪري ويهندي هئي. ان کي حلقه مراقبو سڏيندا هئا. پوءِ هڪ فقيرُ حلقي ۾ وينل ساري جماعت کي ٿوريون ٿوريون پتريون هٿ ۾ ڏئي ويندو هيو. جنهن تي سڀ ماڻهو ڪجھ دير درود شريف پڙهندا هئا. پوءِ پنجويھ ڀيرا هي آيت پڙهي

لَهٗ ذُو الْفَضْلِ الْعَظِيمِ (الحديد: 21)

اها آيت پير قريشي جو ختم هئي. آخر وقت ۾ پاڻ پنهنجي ختم لاءِ هي آيت منتخب فرمايائون، جا درگاھ تي اڄ تائين پڙهي وڃي ٿي. وَإِنِّي لَغَفَّارٌ لِمَنْ تَابَ وَآمَنَ وَعَمِلَ صَالِحًا ثُمَّ اهْتَدَىٰ (طه/82)

آيت پڙهڻ بعد پتريون واپس ورتيون وينديون هيون. انوقت روزانو ڏندڻ جي حاضري به ٿيندي هئي. پوءِ چيو ويندو هيو ته سڀ جماعت هڪ دفعو سورة فاتحه ۽ يارهن ڀيرا سورة القريش، يارهن ڀيرا سورة الاخلاص پڙهي ان جو ثواب بخشيندڙ حوالي ڪري پوءِ پاڻ دعا گهرندا هئا ۽ سيني کي مُنهن مٿان ڪپڙو وجهي منهن ڍڪڻ جو امر ڪندا هئا. فرمائيندا هئا ته دل مان سڀ خيال خطرا ڪڍي يڪسو ٿي دل ۾ خيال ڪيو ته منهنجي دل چئي رهي آهي "الله الله الله" پوءِ ڪجھ تلاوت ڪئي ويندي هئي. پوءِ وڏن مٽين واري تسبي ڪڙڪائي ويندي هئي ۽ ڪجھ محبت انگيز اشعار به پڙهيا ويندا هئا. اهو تسبي وڄائڻ ۽ غزل پڙهڻ جو عمل ڪڏهن خود ڪندا هئا ته ڪڏهن وري ڪو خليفو پڙهندو هيو. فرمائيندا هئا ته جنهن به ڳوٺ ۾ جماعت جا چند فقير هجن اهي گڏجي مراقبو ڪن، اهو مراقبو فقيري لاءِ خوراڪ ۽ معجون جي مثال آهي.

**تماڪ ۽ ناس ڇڏڻ جو نسخو:** پاڻ مريدن کي بيڙي، حقو، ناس، نسوار، پان تماڪ جي استعمال کان سخت منع ڪندا هئا. اگر ڪو انهن مان ڪنهن شيءِ جو عادي هوندو هيو ته ان کي ڦوٽا پڙهي ڏيندا هئا. انهن جي استعمال سان پر اٽا عادي ماڻهو به اهي بدعتون ڇڏي ويندا هئا. هڪ شخص نڪ ۾ ناس ڏيندو هيو. پاڻ ان کي مصري ۽ سنڍ دم ڪري ڏنائون، فرمايائون ان کي سفوف ڪري ناس جي بجاءِ استعمال ڪر. ائين اهو اها عادت ڇڏي ويو. ڪڏهن تماڪ ۽ نسوار وات ۾ استعمال ڪرڻ وارن کي سينڌو لوڻ ۽ ڪارا مرچ دم ڪري ڏيندا هئا نسوار جي بجاءِ وات ۾ رکندو هيو ته اها عادت نڪري ويندي هيس.

**مجلسِ غفاريہ:** پاڻ فجر جي نماز ۽ مراقبي کان پوءِ گردن مبارڪ نوائي ڪجھ دير خفيہ طور ڪو ورد وظيفو پڙهندا هئا. پوءِ پنهنجو چهرو مبارڪ کڻي جماعت طرف نظر ڪندا هئا تہ سوين ويران دليون زنده ڪري ڇڏيندا هئا. سندن جماعت وڏي خليق ۽ اديب هوندي هئي. اهي بہ سندن اڳيان پنهنجا گردن جُهڪيل ۽ نظر هيٺ رکندا هئا. ڪنهن کي ساڻن اک سان اک ملائڻ جي مجال نہ هوندي هئي. اگر اتفاقا ڪڏهن سندن اک مبارڪ سان ڪنهن فقير جي اک ملي ويندي هئي تہ اهو بي اختيار وجد ۽ جذبي ۾ اچي ويندو هيو. سندن مجلس ۾ اڪثر ذڪر جا فضائل، اولياءَ الله جي صحبت جا فوائد، تصوف ۽ سلوڪ جا اسرار بيان ٿيندا هئا. شريعت ۽ طريقت حقيقت ۽ معرفت جا سهڻا سبق سيکاريندا هئا. سندن گفتگو قرآني آيتن، نبوي حديثن، بزرگن جي اقوالن جو مجموعو هوندي هئي. ڪڏهن وري مثنوي شريف جا بيت سُر سان پڙهندا هئا تہ جماعت ۾ ريهون پئجي ويندديون هيون. ڪڏهن پنهنجا ٺاهيل شعر پڙهندا هئا تہ ٻڌڻ سان ماڻهو مست ٿي عشق جي واديءَ ۾ غوطا هڻندا هئا.

**سندن خوشي ۽ غمي:** جڏهن ڪنهن کي دين جو ڪم ڪندي ڏسندا هئا، يا ڪنهن کي ذڪر فڪر ۾ يا جوش جذبي ۾ ڏسندا هئا يا ڪنهن کي لنگر جي ڪم ۾ ڏسندا هيا تہ تمام خوش ٿيندا هيا. وري جي ڪنهن کي دين جي ڪنهن ڳالھ جي خلاف ڪم ڪندي ڏسندا هئا تہ ڏاڍو ملال ٿيندو هئن. ان مٿان سخت ڪاوڙبا هئا. ڪنهن ماڻهو ڪا شريعت جي ڳالھ پڇي يا ڪو ديني مسئلو پڇيو تہ تمام گهڻو خوش ٿيندا هئا ۽ ان کي ان جي سمجھ آهر تسلي بخش جواب ڏيندا هئا.

**گهريلو زندگي:** پير مٺا سائين جي نياڻي مخدومہ محترمہ بيبي امة الڪريم بيان فرمايو تہ : پاڻ رمضان شريف ۾ روزانو سيپارو پڙهندا هيا. پاڻ چوندا هئا تہ مان سڄو ڏينهن ئي قرآن پڙهان ٿو. ڪنهن مهل ٽيهري جو يا رات جو گهر ۾ وڏي آواز سان تلاوت ڪندا هئا. ذڪر ۽ مراقبو فجر کان اڳ ڪندا هيا. ڏهين يارهين بجي مسجد مان ايندا هيا تہ گهر وارن سان اچي ڪجھ دير ڪچهري ڪندا هئا. ڪڏهن سومهڻي جو ڪڏهن ڏينهن جو مستورات ۾ بہ ٿي ڪلاڪ تقرير ڪندا هئا.

**عورتن ۾ تبليغ جو طريقو ۽ وقت:** پاڻ عورتن جي تعليم ۽ تربيت تي گھڻو ڌيان ڏنائون. فرمائيندا هئا تہ اگر عورت سڌري وڃي تہ سارو گھر سڌري سگھي ٿو. اگر عورت ديندار نمازڻ نہ هجي تہ ان جا پوري گھر تي برا اثرات پون ٿا. پاڻ ڪڏهن صبح جو ڪڏهن منجھند جو ڪڏهن رات جو فقيرياڻين ۾ مجلس ڪندا هئا. صبح جو انهن کي ذڪر جي تلقين ڪندا هئا. ڪڏهن ٿلهي جي ڪُنڊ تي ويهي بہ تي ڪلاڪ تقرير ڪندا هئا. جيڪو عرض ڪٺي ايندو هيو ان کي ٽائيم ڏئي سمجھندا هيا وظيفن جو طريقو سيکاريندا هئا. سردي ۾ بہ اگر بيهي رهيا فقيرياڻيون سردي کان پيون ڏڪنديون هيون پر سائين جي جسم مان پگھر پيو ايندو هيو. گھر وارن کي شريعت جي هر ڳالھ تي پائبندي سان عمل ڪرائيندا هئا.

**گھروارن کي عاجزي جي نصيحت:** سندن طبيعت مبارڪ ۾ عاجزي ڏاڍي هوندي هئي. نيازمندي جا شعر پڙهندا هئا. مخدومہ محترمہ بيبي امة الڪريم سائڻ فرمايو تہ پاڻ گھر ۾ اسان کي تلقين ڪندا هئا تہ پنهنجي نفس کي ماريو. ائين نہ سمجھو تہ اسان پير جون نياڻيون آهيون. فقيرياڻيون ٿي گذاريو پلي سنو ڪائو سنو پيئو شريعت ۾ جائز آهي پر نفس کي ماريو اندر توهان جو وڏائي کان خالي هجي.

پاڻ پنهنجي اهلِ خانہ توڙي مريدين متعلقين کي عجز ۽ انڪساري جو اهڙو تہ درس ڏنائون جو دربار شريف تي وڏا امير ماڻهو ۽ آفيسر ايندا هئا تہ اهي ۽ مسڪين سادڙن ڪپڙن وارا خاڪ آلوده فقير هڪ پاٽ ۾ گڏجي ننگر پيا کائيندا هئا. ان طرح امير عورتون بہ مسڪين فقيرياڻين سان گڏجي رب پٽ کائينديون هيون.

**ڪڏهن دعويٰ ڪو نہ ڪيائون:** پاڻ قطبِ عالم هيا. لڪين ماڻهن جا مرشد ۽ سرواڻ هئا. الله جي بارگاهہ ۾ سندن وڏو مقام هيو پر ايڏي مقام جي باوجود ڪڏهن ڪا دعويٰ ڪو نہ ڪيائون. نہ پاڻ کي ولي چوايائون نہ ڪشفن ڪرامتن جا اعلان ڪيائون. هر وقت پاڻ کي عاجز فقير ۽ "لا شيءِ" سڏائيندا رهيا.

**دعا جو طريقو:** پاڻ دعا گھرندا هئا تہ هٿ جون ترِيون ملايل ۽ آڱريون ڪشاديون رکيل هونديون هين. دعا ۾ ڪڏهن ڪڏهن گھڻو الحاح ۽ زاري ڪندا هئا.

**تهجد نماز جو طريقو:** پاڻ رات ڪجهه دير ننڊ ڪرڻ بعد اٿندا هئا. تهجد نماز جا چار نفل اٺ رڪعتون يہ رڪعتون ڪري پڙهندا هئا. هر رڪعت ۾ فاتحہ بعد ٽي ڀيرا سورة قل هو الله احد پڙهندا هئا. پاڻ سجدي ۾ ڊگهي دعا ڪندا هئا.

**سندن خوراڪ:** پاڻ پوري زندگي گهٽ کائڻ جا عادي رهيا. آخري عمر ۾ تہ سندن کائڻ نہ جي برابر هيو. رات جو صرف کير پيئندا هئا. ڏينهن رات ۾ ماني صرف هڪ ٽائيم کائيندا هئا اڌ آنو اٽي جو توري ان مان سندن ماني پچائي ويندي هئي. اٺ پهر گذري ويندا هئا پر ڪين کاڌي جو خيال بہ نہ رهندو هيو.

**پسنديده کاڌا:** پاڻ جواني ۾ ڪدو، ٻڪري جو گوشت شوق سان کائيندا هئا. ڪارا مرچ استعمال ڪندا هيا مڇي تازي هوندي هئي تہ کائيندا هئا. شديد گرمين ۾ ٿاڌل بہ استعمال ڪندا هئا ۽ هنداڻن جو جوس ڪڍائي پيئندا هئا.

**سندن پسنديده رنگ:** ٻيبي سائڻ امة الڪريم فرمايو تہ: ”حضرت جن کي سفيد رنگ جو لباس پسند هيو. گهر وارن لاءِ پاڻ ڳاڙهو، گلابي ۽ ڦڪو رنگ پسند ڪندا هئا.

**منجهند جي ننڊ** (**قيلولہ**) : جلسن جي وقتن ۾ پاڻ اڪثر فجر جي وضو سان ٻپهري نماز ادا ڪندا هئا. ان ڏينهن ۾ منجهند جو آرام ڪو نہ ڪندا هئا. باقي عام وقتن ۾ پاڻ جڏهن فقيرن کان صبح واري مجلس مان فارغ ٿي ايندا هئا تہ يارهين مهل آرام فرمائيندا هئا. وري هڪ بجي اٿي ظهر نماز لاءِ تياري ڪندا هئا. ڪڏهن تهجد بعد ڪجهه دير آرام ڪندا هئا، ڪڏهن تهجد بعد دعا ۽ مراقبو ڪندي فجر ٿي ويندو هين.

**وضو جو طريقو:** پاڻ مسنون طريقي سان ٺاهي ٺاهي وضو ڪندا هئا. وضو ۾ ڪين ڪافي وقت لڳي ويندو هيو. وضو جون مسنون دعائون گهرندا هئا. آخري عمر ۾ ڪين بي بي صاحبہ جنهن جو وارو هيو سا وضو ڪرائيندي هئي.

**سندن مزاج:** پاڻ طبعاً نرم مزاج هئا. پر جڏهن ڪو شريعت جي خلاف ورزي ڪندو هيو تہ سندن چهرو مبارڪ غصي ۾ سرخ ٿي ويندو هيو. خوشيءَ جي وقت ۾ پاڻ گلاب جي گل وانگر ٽڙي پوندا هئا. جڏهن ڪنهن کي نيڪيءَ جو ڪم ڪندي ڏسندا هئا تہ خوش ٿيندا هئا. پر ڪو نماز يا نيڪي جي ڪمن ۾ ڪوتاهي ڪندو هيو تہ ناراض ٿيندا هئا.

**سندن غصو :** کين غصو گهٽ دير بعد ايندو هيو ۽ جلدي لهي ويندو هيو. گهر ۾ ڪڏهن ڪنهن تي ڪاوڙبا هئا ته پوءِ اهي سندن قدمن ۾ رئو لاهي رکنديون هيون پاڻ اڳتي غلطي نه ڪرڻ جي شرط تي معاف ڪري ڇڏيندا هيا. يا ٻاهر ڪنهن تي ڪاوڙبا هئا ته به جلدي سندن ڪاوڙ لهي ويندي هئي.

هڪ ڀيري پاڻ فقير عاشق محمد پنجاپي تي ڪنهن غير شرعي ڪم سبب ناراض ٿيا. پاڻ ويٺا هئا. جماعت به سندن چوگرد ويٺل هئي. پاڻ جوش ۾ فرمايائون عاشق محمد ۽ امير الدين ڪاٿي آهن؟ هن کي سزا ڏيو جو منهنجي پير جي درگاهه تي رهي اهڙا ڪم ڪري ٿو. عاشق محمد ۽ امير الدين پاڻ ۾ هڪ ٻئي کي ڪن ۾ ڇيو وارو ڪيو. وري جلدي سائين جن جي ڪاوڙ لهي ويندي. عاشق پنجاپي کي پاسائتو جماعت مان ڇڪي ٻاهر ڪڍي ويا. ان جي چڱي مرمت ڪري موٽي اچي اڳيان ويهي رهيا. سندن گفتگو هلي رهي هئي پاڻ فرمايائون عاشق محمد کي هي دفعو معافي ڏيو، ڇو جو هي اسان جو پراڻو فقير آهي، قريشي صاحب جي صحبت ۾ به هلندو هيو. هي دفعو معاف ڪيوس وري اهڙو ڪم ڪو نه ڪندو. ٻئي چوڻ لڳا. حاضر سائين. هوڏهون هُن کي مَلِٽِي ڏئي به آيا هئا.

امان سائڻ بيبي امة الڪريم فرمايو ته : هڪ ڀيري هڪ فقيرياڻي ڪنهن غير شرعي طهر واري پيت ۾ وئي پاڻ ان تي سخت ڪاوڙيا. پوءِ اها فقيرياڻي منهن ڪارو ڪري ڪنڌي پادرن جي پائي معافي وٺڻ آئي. پاڻ ان کي معاف به ڪيائون ۽ اڳتي ائين نه ڪرڻ ۽ غير شرعي ڪمن کان بچڻ جو وعدو ورتائون.

بيبي سائڻ امة الڪريم فرمايو ته: هڪ ڀيري رحمتپور جي فقيرياڻين ۾ نيڪي جي ڪمن ۾ ڪجهه سستي ٿي. لنگر جو اَنُ به تيار ڪو نه ڪيائون. پاڻ ان ڳالهه تي تمام گهڻو ڪاوڙيا جو حويلي کي تالو هڻائي بند ڪرائي ڇڏيائون. هڪ فقيرياڻي ٻني مان منهن کي ڪاراڻ ملي ڇڏي. جيڪي فقيرياڻيون ويٺيون هيون انهن سمجهيو ته شايد سائينجن جي ڪاوڙ سبب هن جو منهن ڪارو ٿي ويو آهي. سائين جن مٿين جاءِ تي ويا پئي ته انهن اچي معافي طلب ڪئي. بيبي صاحبه سائين جن کي ٻڌايو ته فقيرياڻيون ٻني مان ڪاراڻ مَلي آيون آهن سائين جن پوءِ انهن کي معافي ڏني ۽ اڳتي ائين ڪرڻ کان منع ڪيائون.

**سندن صلہ رحمي:** ڪڏهن ڪڏهن پنجاپ مان سندن رشتيدار ايندا هيا تہ انهن کي الڳ گهر ڏيندا هيا. انهن جي رهڻ جو خاص انتظام ڪندا هيا. انهن لاءِ خاص ماني تهرائيندا هيا. انهن کي ڪپڙا هنڌ جون رليون دبڪيون پيون شيون تحفي ۾ ڏيندا هيا.

**استغراقي ڪيفيت:** حضرت بيبي امة الڪريم سائڻ بيان فرمايو: ڪين گهر ۾ ڪڏهن استغراقي ڪيفيت طاري ٿيندي هئي. هڪ دفعي ڪين وجد واري ڪيفيت طاري ٿي. هڪ هٿ جي نُوٽ کي پڪڙي ڪنڻ جو اشارو ڪري رهيا هئا ۽ فرمائي رهيا هئا تہ مان يار کي چُوري ڪُتي ڪارائيندس. مان يار کي چُوري ڪُتي ڪارائيندس. ان وقت سندن اکيون پوٽيل هيون پاڻ باربار ائين فرمائي رهيا هئا. مٿن چار پهر اها ڪيفيت جاري رهي.

**نہ ريڊيو ٻڌائون نہ اخبار پڙهيائون:** پاڻ مُلڪي حالات کان بلڪل باخبر هوندا هئا. اڪثر ائين ٿيندو هيو جو حڪمرانن بابت جيئن فرمائيندا هئا ائين ئي ٿيندو هيو.

امان سائڻ فرمايو تہ پاڻ ڪڏهن ريڊيو تي خبرون ٻڌائون نہ وري ڪڏهن اخبار پڙهيائون.

**انگريزن کان نفرت:** بيبي امة الڪريم سائڻ فرمايو تہ: انگريزي ٻوليءَ کان پاڻ تمام بيزار هوندا هئا. فرمائيندا هئا تہ انگريزي دوزخين جي ٻولي آهي. واچ بہ سنڌي انگن واري پائيندا هئا. فرمائيندا هئا: گهڙي پائڻ جو شوق نہ اٿم پر نمازن جا وقت ڏسڻ لاءِ رکي اٿم.

**عشقِ رسول:** نبي ڪريم ﷺ سان ڪين تمام گهٽي محبت هوندي هئي. پاڻ عاشقِ رسول هئا. سندن جوڙيل نعتون سندن عشقِ رسول جون شاهد آهن. بيبي امة الڪريم سائڻ فرمايو تہ: هڪ دفعي بابا سائين جن مٿان وجد جي ڪيفيت طاري هئي. حضرت پير قريشي رحمت الله عليہ جي اڳيان مٿيءَ ۾ ليٽي رهيا هئا ۽ هي غزل پڙهي رهيا هئا.

*سارا لوک مدینے جاندا اے میں ڈآوڻ کیوں نہیں بھاندا اے*

سندن اها ڪيفيت ڏسي حضرت پير قريشي فرمايو تہ نعتون تہ اڳ بہ چوندا هيئو پر ڪڏهن ائين دل سان ڪو نہ چيوَ جيئن اڄ چئي رهيا آهيو.

**تسبيح خانو:** حويلي ۾ اندر هڪ ڪمرو جنهن جي چوڌاري ورانڊا هئا. اها سندن ذاتي رهڻ جي جاءِ هئي. پهريائين پاڻ ان جو نالو "تسبيح خانو" رکيو هئائون. پوءِ فرمايائون تہ ان نالي رکڻ سان نفس کي وڏائي ٿي اچي.

ان ڪري ان جو نالو ٿا رکون "غريب آباد" مان بہ غريب آهيان ۽ هتي غريب اچي رهندا. اهو هڪ ننڍڙو ڪمرو هيو، جنهن ۾ فرش لڳل هيو. ان ۾ هڪ سنهڙي ننڍن پاون واري کٽولي رکيل هوندي هئي ۽ مصلو بہ رکيل هوندو هيو. پاڻ هيٺ زمين تي ويهي صلواة پڙهندا ۽ عبادت ڪندا هئا. ڪڏهن زمين تي ڪڏهن ان کٽولي تي سمهندا هئا يا ماني کائيندا هئا.

پوءِ سندن پياري خليفي حضرت **سهڻا سائين** رحمت الله عليہ ان تسبيح خاني ۾ اي سي لڳرائي هئي. پوءِ گرمي جي موسم ۾ سيڻي گهروارين کي فرمائيندا هئا تہ اچو هتي اچي آرام ڪيو. پوءِ سيڻي اتي تڏي تي سمهندا هئا. پاڻ کٽولي تي سمهندا هئا.

**ننگر ڪارائڻ:** امان سائڻ مخدومہ محترمہ امة الڪريم حفظہا الله فرمايو تہ: پاڻ جماعت کي ننگر ڪارائڻ وقت ڏاڍو خوش ٿيندا هئا. فرمائيندا هئا تہ ننگر منهنجي پير جو آهي کائو. فرمائيندا هئا تہ ڪنهن کي بہ نہ موٽايو سيڻي کي کارايو. جمعي تي سيرو ۽ سومر تي ڇيلي جو گوشت ننگر ۾ ڪندا هئا. بيبي صاحبہ کي فرمائيندا هئا تہ دال ۾ مکڻ وجهہ پوءِ تہ سڄي دال ۾ مکڻ جي خوشبوءِ ٿي ويندي هئي. فرمائيندا هئا تہ مون کي بہ چکرايو. جماعت لاءِ سٺي شيءِ نهرايو. ويچارا هتي رهيا پيا آهن. انهن کي سٺو طعام کارايو. اهو طعام سادو سودو هوندو هيو پر ان ۾ ڏاڍي لذت هوندي هئي.

**من پسند شعر:** خواجہ غلام فريد جا بيت گهڻا پڙهندا هئا. پنهنجا ڇيل شعر بہ پڙهندا هئا. حافظ شيرازي، سعدي ۽ رومي جا شعر پسند سان پڙهندا هئا. هي شعر گهڻو پڙهندا هئا.

پير ميڏي جيها پير نہ ڪوئي نہ جم سين نہ جايا
سڪن ولي جيندي ڏيکڻ ڪيتي پُکهڙي اسان ڏي آيا
حضرت خواجہ فضل علي جنهن سارا ملڪ نِوايا
هڪ هڪ قدم تون سو سو واري اي سر گهول گهمايا.

**پرهيزگاري:** پاڻ نهايت متقي ۽ پرهيزگار هيا. ڪڏهن ڪنهن بي نمازي جي هٿن جي پچايل ماني نہ کائيندا هئا. بازاري هٿ جون ٺهيل شيون جن جي پاڪائي جي پوري پروڙ نہ هجي تہ اهي مشڪوڪ شيون کائڻ کان سخت پرهيز ڪندا هئا.

خلفاءِ ڪرام ۽ مبلغين حضرات ۽ اهلِ ذڪر فقراء کي بہ بازاري شيون جيئن: ڳُڙ، مِٺائي، تيل، شربت، پڪوڙا، پڪوڙا بوندي، مائو مٺائي، سگر، جليبيون وغيره استعمال ڪرڻ کان منع ڪندا هئا. فرمائيندا هئا تہ چانهہ جي بہ عادت نہ بنايو. ڇو تہ اها گرم آهي. گرم شيءِ کائڻ پيئڻ ٺيڪ نہ آهي. البتہ زڪام يا بيماري جي علاج طور واپرائڻ ۾ حرج ناهي.

**ذبح جو طريقو:** فقير غلام حسين بيان ڪيو تہ : نور پور شريف ۾ رهائش دوران هڪ ڳئون ذبح ڪئي وئي. پاڻ خود اچي ان ذبيحہ جي طريقہ ڪار جو معائنو ڪيائون. پوءِ فرمايائون تہ ذبح واري جانور جي نڙيءَ جو حلقو يعني نرگهٽ منڊيءَ طرف هجي ۽ ان جي وچين ساهہ واري وڏي رڳ نہ وڍي وڃي. بقايا پاسن واريون چار رڳون وڍيون وڃن.

پاڻ ڪاسائين جي ڪٺل جانورن جو گوشت نہ واپرائيندا هئا ۽ اهلِ ذڪر جماعت کي بہ منع فرمائيندا هئا. فرمائيندا هئا تہ : هڪ تہ ڪاسائين کي شرعي ذبح جي خبر ناهي پيو تہ انهن جي گوشت وڍڻ واريون اڏيون، صندل ۽ تڏا ڪليا پيا هوندا آهن. رات جو ڪتا انهن کي چَٽي پليت ڪندا آهن. پوءِ ٻئي ڏينهن تي انهن صندل، اڏين ۽ تڏن تي گوشت رکي ڪاٽي وڪرو ڪندا آهن.

فرمائيندا هئا تہ اهڙا پڪوڙا بہ نہ کائو جن کي اهڙي پاڻي سان رنگيو ويو هجي جيڪو مشڪوڪ هجي يا کوُنرن ۾ اگهاڙو پيل هجي.

---

[1] اها سندن تقويٰ هئي. ورنہ تہ شريعت ۾ تہ اهي شيون منع نہ آهن. پاڻ متقي ۽ متورع هئا. فتويٰ بجاءِ تقويٰ رخصت بجاءِ عزيمت مٿان عمل ڪندا هئا. هوندئن بہ شڪ واري شيءِ کان حذر ڪرڻ بهتر هوندو آهي.

لہ عَلَيۡهِ وسَلَّمَ يَقُولُ الۡحَلَا لُ بَيِّنٌ وَالۡحَرَامُ بَيِّنٌ وَبَيۡنَهُمَا مُشَبَّهَاتٌ لَايَعۡلَمُهَا كَثِيرٌ مِنَ النَّاسِ فَمَنۡ اتَّقَى الۡمُشَبَّهَاتِ اسۡتَبۡرَأَ لِدِينِهِ وَعِرۡضِهِ لَّهِ فِي أَرۡضِهِ مَحَارِمُهُ أَلَا إِنَّ فِي الۡجَسَدِ مُضۡغَةً إِذَا صَلَحَتۡ صَلَحَ الۡجَسَدُ كُلُّهُ وَإِذَا فَسَدَتۡ فَسَدَ الۡجَسَدُ كُلُّهُ أَلَا وَهِيَ الۡقَلۡبُ صحيح البخاری ـ(ج1/ص90)

**ننگر جي خدمت:** پاڻ جماعت کي ننگر جي خدمت جو گهڻو حرص ڏياريندا هئا. فرمايائون: اسان حضرت پير قريشي صاحب جي دربار ۾ ڪم ڪار ڪندا هئاسين. هڪ دفعي مون کي ڪم ڪندي ڏک لڳي پيو. هڪڙي فقير چيو ته تنهنجو ڪم نهي ويو. مون چيو ڪيئن؟ چيائين هاڻي ڪم ڪان بچي پئين. مون کي ان جي ان لفظن تي ڏاڍو افسوس ٿيو. چيم حيف اٿئي هي سر جند جان ، مال مڏي سامان سڀ مرشدن تان قربان. انهن جي در جي خدمت ته اسان لاءِ غنيمت آهي.

**ڪپڙو تحفي ۾ :** مولوي اشرف علي لغاري بيان ڪيو ته پراڻا فقير ڳالهه ڪندا آهن ته حضرت پير مٺا سائين جن ڪنهن فقير کي ڪپڙو يا ٻي ڪا شيءِ تحفي ۾ ڏيندا هئا ته فرمائيندا هئا ته انهيءَ کي پائجانءِ پوچا نه ڪجانءِ.

**روشن ضميري :** حاجي علي محمد لغاري ڪاڇي واري بيان ڪيو ته مون کي اچي شوق ٿيو ته حج تي وڃان. پئسا خرچ نه هيو پوءِ ٻڌون وڪرو ڪيم ڪجهه قرض ڪنيم پوءِ پير مٺا سائين جي خليفي حضرت محبوب الاهي کي عرض ڪيم ته اوهان مون کي سائينجن کان حج جي اجازت وٺي ڏيو. خليفي سائين فرمايو ته قرض ڪڍي حج تي وڃڻ درست ته نه آهي. هاڻي سائينجن کي عرض ڪو نه ٿا ڪيون هلي سندن حضور ۾ ويهون ٿا، پاڻ روشن ضمير آهن خود بيان ڪندا. پوءِ جڏهن اسان اچي دربار تي پهتاسين. سندن مجلس جاري هئي. اسان به اچي ويٺا سين ته پاڻ فرمايائون: غريب ماڻهو تي حج فرض ڪونهي گهرَ جي ڳئون ڪپائي قرض ڪڍي وڃڻ ٺيڪ نه آهي. ياد رکو حج اميرن مالدارن مٿان آهي. غريب تي ڪونهي. قرض ڪڍڻ جي ڪا ضرورت ناهي. علي محمد فقير ، خليفي سائين محبوب الاهي کي عرض ڪيو ته توهان سائينجن سان ڳالهه ڪئي هئي ڇا؟ فرمايائين هي فقير ته توسان گڏ آيو آهي. الله وارن کي الله تعاليٰ ڄاڻ ڏيندو آهي.



## خُدامِ غفاريہ

**اونداهي رات جا ستارا:** الله ڪريم جڏهن ڪنهن بہ سياسي، سماجي يا روحاني اڳواڻ ۽ سرواڻ کي ڪاميابي عطا ڪرڻ چاهيندو آهي تہ ان سان پنهنجي خاص مدد شامل ڪندو آهي ۽ انکي مخلص سچار ۽ وفادار ساٿي ۽ ڪارڪن عطا ڪندو آهي. جيڪي رات ڏينهن محنت ڪري قائد جي ڪم کي اڳتي وڌائيندا آهن. تحريڪن جي جان، قائدين جي ڪاميابين جو راز، انهن محنت ڪش ڪارڪنن جي جدوجهد جو ثمر هوندي آهي. پر اڪثر ائين ٿيندو آهي تہ ڪاميابين ملڻ بعد اڳواڻ انهن ڪارڪنن کي نظر انداز ڪري ڇڏيندا آهن. سچ جي روشني ۾ ماڻهو اڪثر انهن ستارن کي وساري ويهندا آهن جيڪي ڀاڄ اونداهي رات ۾ مسافرن کي منزل ڏيکاريندا آهن. اسان جي آقا مدني مصطفيٰ ﷺ پنهنجي انهن پراڻن ساٿين کي هميشہ پنهنجي قريب رکيو. اگر انهن کان ڪا ڪمي يا ڪوتاهي ٿي بہ وئي ٿي تہ انهن جي پراڻين خدمتن سبب انهن کان مواخذو ڪو نہ ٿي ڪيائون.

وكان ﷺ يكرم أهل بدر من المهاجرين والأنصار، (تفسير القرآن العظيم لابن كثير - (ج 8 / ص 45)

پاڻ ڪريم ﷺ مهاجرين توڙي انصارن مان بدر وارن جي وڏي عزت ڪندا هئا. بلڪ پاڻ بدر وارن کي جنت جي بشارت ڏئي ڇڏي هئائون. جيئن بخاري ۾ آهي.

لَّهَ اطَّلَعَ إِلَىٰ أَهْلِ بَدْرٍ فَقَالَ اعْمَلُوا مَا شِئْتُمْ فَقَدْ وَجَبَتْ لَكُمُ الْجَنَّةُ أَوْ فَقَدْ غَفَرْتُ لَكُمْ

صحيح البخاری - (ج 12 / ص 378)

اهو ئي سبب هيو جو جڏهن حاطب بن بلتعہ رضي الله عنہ مڪي وارن کي مخفي لکي هڪ فوجي راز کي ظاهر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، ان جرم جي سزا موت کان گهٽ نہ هئي پر پاڻ ڪريم ﷺ ان جي پراڻين خدمتن جي صلي ۾ ان جي غلطي کي معاف ڪري ڇڏيو.

قطبِ عالم حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ ان سنت تي عمل ڪندي پنهنجي پراڻن ساٿين خليفن ۽ مريدن جو وڏو خيال رکندا هئا.

ڪڏهن ڪڏهن انهن جي مرضي رکندي پنهنجي مزاج جي ناموافق ڳالهه به برداشت ڪري ويندا هئا. پيو وري سندن عادت هئي جو ڪنهن خليفي يا خدمتگار، مريد يا مددگار ۾ ڪا سهڻي خوبي ڏسندا هئا ته ان کي ڪو سنو سهڻو لقب ڏيندا هئا. ان جي دلجوئي به ٿيندي هئي ۽ ٻين ۾ نيڪي جو حرص پيدا ٿيندو هيو. سندن ڪجهه اهڙن عطا ڪيل لقبن ۾ سندن ڪن خاص خدمتگارن جو ذڪر ڪجي ٿو.

**قُرةُ الابصار :** اکين جو ٺار. هي لقب پاڻ پنهنجي صاحبزادي حضرت خواجه خليل الرحمان رحمت الله عليه کي ڏنو هئائون.

**رئيس العلماءِ:** عالمن جو اڳواڻ. هي لقب به پنهنجي پياري صاحبزادي کي ڏنائون.

**خليفا صاحب مولوي صاحب:** پاڻ پنهنجي خليفن کي اڪثر ڪري "خليفو صاحب يا مولوي صاحب" چئي سڏيندا هئا". ڪڏهن به انهن جو رُکو نالو نه وٺندا هئا.

**مولوي واعظ :** وڏيرو ڦوٽو. جيڪو مشهور ظالم زميندار هيو. پوءِ جڏهن پير مٺا سائين جن جي صحبت ۾ آيو ته تمام نيڪ صالح بنجي ويو. پاڻ کيس فرمايائون: تون مولوي واعظ آهين. وڃي تبليغ ڪر. ان لقبن جو مٿس اهڙو اثر ٿيو جو واقعي به وڏو واعظ بنجي ويو. وڏن عوامي اجتماعن ۾ جڏهن خطاب ڪندو هيو ته ان جي تقرير تي وڏا وڏا مقرر ۽ مولوي، مفتي ۽ عالم به حيران ٿي ويندا هئا. اگر پورو مهينو تبليغ جي سفر ۾ نڪرندو هيو ته هر رات ۾ نئين تقرير ڪندو هيو. جا ڳالهه هڪ ڀيرو بيان ڪيائين سا وري نه ڪندو هيو.

**وفادار ساٿي:** حضرت سهڻا سائين رحمت الله عليه بابت فرمايائون:

"اهو اسان جو وفادار ساٿي آهي".

**روئڻو خليفو:** حضرت خليفه مولانا الاهي بخش ﷫ (منهنجي والد ڪريم رحمت الله عليه) کي حضرت پير مٺا سائين جن **"روئڻو خليفو"** سڏيو. پوءِ بابا سائين جڏهن به وعظ ڪندا هئا ته خود به روئندا هئا پوري جماعت به روئندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن پير سائين جن پاڻ به روئندا هئا.

---

[1] چو ته اگر مرشد سندن عزت احترام نه ڪندو ته پيا وري ڪيئن ڪندا؟

پير مٺا سائين جن جي هڪ ٻيبي سڳوري هن فقير جي امڙ سان ڳالهه ڪئي ته هڪ ڀيري روئٽي خليفي مسجد ۾ تقرير پئي ڪئي. حضرت پير مٺا سائين جن پاڻ حويلي ۾ زاروزار روئي رهيا هئا. اهلِ خانه ۽ فقيرياڻين کي فرمايائون ته:

"اللہ تعالیٰ کوں ایویں راضی کریندے جیویں اے مولوی صاحب پیا روندا اے"

**ناظم:** رحمتپور جو نظام ، رهواسين جي معاملات جو نظام خليفي عاشق محمد سيال ۽ خليفي امير الدين مگسي حوالي ڪيائون.

**نانگري:** خليفه حضرت عبد الرحمان کي ننگر جي ڊيوٽي عنايت ڪيائون. جماعت ان کي محبت منجهان "ڏاڏا نانگري" چوندي هئي. ماڻهن کي دعا تعويذ ڏيڻ ۽ حلقه مراقبي ۾ تسبيح وچائڻ جي خدمت به گهڻو ڪري سندس حوالي هوندي هئي.

**مُستَخَار:** استخارا ڪرڻ ، روحاني احوال وٺڻ، خليفه محمد صالح حال واري جي حوالي هوندا هئا.

**امامت:** رحمتپور شريف ۾ سالن جا سال خليفه مولانا محمد سعيد امامت ڪرائيندا رهيا.

**حاضري جي خدمت:** سندن نياڻو مولانا غلام فريد سندن حاضري جي خدمت ۾ هوندو هيو. سائينجن کي وضو ڪرائڻ، دوا درمل آڻڻ ڪارائڻ وغيره. ان پاڻ پيام رساني جي خدمت به ڪندو هيو.

**مؤذن:** ميان عبدالڪريم ڊڪڻ پير مٺا سائين جن جي مسجد جو مؤذن هيو.

**پير مٺا سائين جا نعت خوان:** عبدالرحمٰن ولد محمد لقمان پير مٺا سائين جو پراڻو نعت خوان هيو. صرف سندن ڪلام پڙهندو هيو. پوءِ صاحبزاده خواجه خليل الرحمان، سائين مظهر جان جانان رحمة الله عليه سان به ديس پرديس گڏ هوندو هيو. پير سائينجن پاڻ هن کي پنهنجا شعر پڙهڻ سيکاريندا هئا. پاڻ بستي محمد بخش بلوچ جو رهواسي هيو. جيڪا موضع ڪڪسي لڳ اچ شريف ضلع بهاولپور سوئي گيس اسٽيشن علي پور روڊ جي پرسان واقع آهي. هن بستي ۾ حضرت صاحب جن اڪثر ايندا رهندا هئا. سندس سؤٽ به حضرت جن جو مريد هيو ۽ سندن ڪلام جو پارکو هيو. چوندو هيو ته اسان ڪڪسي ۾ حضرت صاحب سان گڏ کوهه مان پاڻي ڪڍندا هئاسين.

پاڻ سائيڪل تي عاشق آباد کان اسان وٽ ايندا هئا. ڪئين دفعا اسان وٽ راتيون رهيا. صبح جو فجر نماز کان پوءِ مراقبو ڪرائي واپس ويندا هئا. ڪنهن کان بہ ڪڏهن سوال نہ فرمائيندا هئا. جڏهن ايندا هئا تہ خاموشيءَ سان مسجد ۾ وچي آرام فرمائيندا هئا.

**خليفہ خدابخش :** ولد محمد موسيٰ قوم ارائين بستي غريب آباد پرسان احمد پور شرقيہ. هي حضرت پير مٺا سائين جو انتهائي ويجهو ساٿي ۽ سڀ کان پهريون نعت خوان هيو ۽ اڪثر سفرن ۾ ساڻن گڏ رهيو ۽ هر عرس تي ويندڙ هيو. ڪڏهن دير ٿي ويندي هيس تہ حضرت صاحب پاڻ گهرائي وٺندا هيس. نہ صرف سندس پر سندس گهراڻي جا بہ پير مٺا سائين ﷺ جي گهراڻي سان پراڻا ۽ قريبي تعلقات هئا. پير مٺا سائين جا والد خواجہ يار محمد رحمت الله عليہ جڏهن هندستان مان تحصيلِ علم کان فارغ ٿي آيا تہ هتي اسٽيشن تي هن گهراڻي جي فردن سندن استقبال ڪيو هيو ۽ ٽانگي تي چاڙهي ڪين پنهنجي ڳوٺ لنگر شريف پهچايو هئائون. حضرت پير مٺا سائين جڏهن سنڌ کان پنجاب ۾ ايندا هئا تہ پاڻ پهريائين سندس گهر ايندا هئا فقير خدابخش کي پاڻ سان گڏ وٺي ويندا هئا. سندس گهرواري بہ سندن مريدياڻي هئي. هوءَ سَتُو ناهيندي هئي جيڪي حضرت صاحب کي ڏاڍا پسند هوندا هئا. پنجاب جي فقيرن مان جڏهن بہ ڪو سنڌ ويندو هيو تہ هوءَ ان کي ستو ڏيندي هئي. حضرت صاحب ڏاڍا خوش ٿيندا هئا. جڏهن پاڻ بيمار ٿيو تہ زبان تي رڳو پير مٺا پير مٺا جي تنوار هيس. پوري عمر متوڪل رهيو. چوندو هيو تہ هڪ ڏينهن حضرت جن مون کي فرمايو هيو تہ:"خدا بخش ڪڏهن بہ ڪنهن جي اڳيان هٿ ڊگهو نہ ڪجانءِ ۽ اگر ڪير ڏئي تہ انڪار نہ ڪجانءِ. الله تعاليٰ توکي ڪو نہ ڇڏيندو." ان نصيحت بعد پوري عمر ڪڏهن بہ ڪنهن جي اڳيان هٿ ڊگهو نہ ڪيائين ۽ پنهنجي شيخ سان تاروتار عقيدت رکيائين. سندس وصال 2003ع ۾ 110 سالن جي عمر ۾ ٿيو. سندس گهراڻو اڄ تائين بہ دربار رحمتپور شريف ۾ ويندڙ آهي.

**مريدن سان مهر:** پير مٺا سائين جن مريدن سان مِهر ڪندا هئا. غازي فقير چيو تہ آءٌ پهرو ڏئي رهيو هيس. شديد سردي هئي. ٻہ فقير ٻيا بہ هئا. رات جو اهي هليا ويا. آءٌ پهري ۾ هيس. رات جو ٻہ بجي پاڻ آيا. ماچيس بہ ڪٺي آيا. فرمايائون باهہ ٻاري هٿ سيڪيو.

**باب تيرهون:** دُمُوعُ الاَبۡرَارِ فِي ذِكۡرِ شَيۡخِنَا مُحَمَّدعَبۡدِ الۡغَفَّارِ

# انتقال پُر ملال

قطبِ عالم، شاهِ ولايت، حضرت پير مٺا سائين جي شخصيت تاريخ ساز، عهد ساز بلڪ شخصيت ساز هئي. پاڻ علومِ نقليه، عقليه ۽ علوم روحانيه وباطنيه جا جامع هئا. پاڻ عشقِ الاهي ۽ حبِ رسول ﷺ جا علمبردار هئا. قافلهءِ عُشاق جا سالار هئا، سلسله نقشبنديه جا تاجدار هئا، سلسله عاليه نقشبنديه ۽ سلسله عاليه قادريه جا مجمع البحار هئا. عارف اڪمل ۽ مرشد مڪمل هئا. پاڻ صاحب ارشاد وتلقين هئا. ڪائنات جي ڪارڻي مٺي محمد ڪريم ﷺ خود ڪين پنهنجي امت جي خير خواهي جي ڊيوٽي عطا ڪئي هئي. پاڻ جيئن تبليغ دين، اصلاح امت جو عَلم ڪٽي نڪتا ته راڄن ڪي رنگ لائيندا ويا. جتان وڪون وارايندا ويا اتي عشق الاهي ۽ محبت محبوب ﷺ جي مُشڪ جا مڻ هاريندا ويا. سنڌ سندن روحاني رنگ ۾ رنگجي وئي. پوري زندگي ان محنت ۽ لڳن سان فرض نڀايائون. وفادار ۽ غمخوار، پرهيزگار ۽ ديندار، عاشق ۽ صادق ماڻهو سندن مريد همدم ۽ همقدم، هم راز ۽ همسفر ٿيندا ويا. نقشبنديه کي اوج ۽ عروج تي پهچايائون. گلي گلي هوڪا ڏنائون :

پُھلاں دی کھاری سر تے ہے کوئی وٹ ج ٹ والا جو میں ہاں ونج ٹ والی

هڪ ڏينهن اچانڪ جماعت کي گهرائي پڇيائون ته ڇا مون اوهان تائين الله جا احڪام پهچايا آهن يا نه ؟ سيني چيو ته هائو سائين برابر پهچايا آهن. پوءِ ٻئي هٿ مٿي ڪري بارگاهه الاهي ۾ عرض ڪيائون اي الله تون شاهد ٿي ته مون تنهنجا احڪام تنهنجي ٻانهن تائين پهچايا. پوءِ سندن طبيعت ناساز ٿيندي وئي ۽ آخر لکين عاشقن کي غم ۾ ڇڏي پنهنجي محبوب حقيقي سان وڃي مليا. هن باب ۾ سندن عمر جي آخري ايام ۽ سندن انتقال پُر ملال، تجهيز، تڪفين ۽ تدفين جو ذڪر ڪيو ويو آهي.

**محبت جو هوڪو:** جڏهن سندن ظاهري عمر مبارڪ جا آخري سال هئا تہ پاڻ اڪثر هي ڳالهہ بيان فرمائيندا هئا تہ : پنجاب ۾ آرياٽيون مايون ٽوڪري ۾ گل کڻي وڪرو ڪنديون آهن. پوءِ گلي گلي هوڪو ڏينديون آهن تہ :

پھلاں دی کھاری سر تے ہے کوئی وڻ ج ڻ والا جو میں ہاں ونج ڻ والی

ان وقت عام فقيرن اهو راز نہ سمجهيو پر سندن وصال بعد سمجهيائون تہ هي پاڻ پنهنجي محبت الاهي جي گلن جو هوڪو پئي ڏنائون.

**شب خيزي ۽ تبليغي محنتون:** سندن عمر اسي سالن کان مٿي ٿي چڪي هئي. راتين جي مسلسل جاڳڻ ۽ ست اٺ ڪلاڪن تائين مسلسل بيان ڪرڻ جي محنت سندن طبيعت ۾ ڪافي ضعف آندو. پر پوءِ بہ پنهنجي روحاني قوت سان ديني تبليغ ۾ خلل اچڻ نہ ڏنائون.

**نماز با جماعت جي پائبندي:** جڏهن طبيعت ۾ گهڻو ضعف اچي ويو تہ بہ پاڻ جماعت سان نماز پڙهڻ ايندا هئا. آخر ۾ ويهڻ جي گاڏي (ويل چيئر) ٺهرايائون ، ان تي چڙهي اچي نماز جماعت سان پڙهندا هئا.

**جسماني عوارض :** ڪين جسماني طرح چار بيماريون رهيون. انهن مان شگر ۽ گُردن جي تڪليف بہ هئي.

**معالج :** حڪيم الله ڪوٺ لالو وارو سندن علاج ڪندو هيو.اهو عالم بہ هيو ۽ سندن خليفو بہ هيو. جڏهن سندن طبيعت گهڻي ناساز ٿي وئي اهو اچي چارچار مهينا بہ رحمتپور ۾ رهندو هيو. ڊاڪٽر عبداللطيف چنا ڪان بہ علاج ڪرايائون. پوءِ بہ پاڻ اڪثر بيمار رهڻ لڳا.

حضرت محبوب الاهي رحمت الله عليہ فرمايو تہ: شام جو ٽپهري نماز بعد پاڻ مسجد ۾ ويٺا هوندا هئا تہ مولانا غلام فريد سندن دوائون کڻي ايندو هيو ۽ وزن ڪارائيندو هيو. هڪ ڏينهن پاڻ فرمايائون:

”مان آهيان بيمار پر جڏهن تبليغ ۾ ويهان ٿو تہ پوءِ مون کي خبر نہ ٿي لڳي“.

۽ حقيقت بہ اها هئي جو جڏهن پاڻ تقرير ڪرڻ ويهندا هئا تہ ڪو بہ ائين ڪو نہ سمجهندو هيو تہ ڪو پاڻ بيمار آهن.

**پيڪرِ تسليم و رضا:** آخري ايام ۾ جڏهن ڪين گهڻي جسماني تڪليف ٿي پوءِ به پاڻ پيرِ تسليم و رضا رضا. سندن صبر ۽ شڪر مثالي هيو. عوام جي اڳيان اهڙي ڪا به تڪليف بيان نہ فرمائيندا هئا.

**ڪاڏو بلڪل گهٽ ڪائڻ لڳا:** آخري عمر مبارڪ ۾ سندن ڪاڏو بلڪل گهٽجي ويو هيو. فرمائيندا هئا تہ اسان کي بک بلڪل ڪانہ ٿي لڳي، پلي ڪيترو بہ وقت گذري وڃي. مگر جيئن تہ حڪيمن تاڪيد ڪيو آهي تہ ٿوري گهڻي غذا ضرور استعمال ڪيو نہ تہ معدي ۾ ثقالت پيدا ٿي پوندي، انڪري پاڻ ڀئي ٽئي ڏينهن تمام ٿورڙو ڪاڏو ڪائيندا هئا.

**جماعت ڪان شاهدي ورتائون:** شعبان ۾ پاڻ وصال ڪيائون، ان ڪان اٺ ڏهہ ڏينهن اڳ رجب 1384 هہ جي آخري تاريخن ۾ ٽپهري وقت جماعت کي گهرايائون. پوءِ سيني ڪان پڇيائون تہ ڇا اسان اوهان کي شريعت ۽ طريقت موجب تبليغ جو حق پهچايو آهي يا نہ؟ ساري جماعت اعتراف ڪيو تہ بيشڪ اوهان جي طرفان حق جي ادائگي ٿي چڪي آهي. پوءِ پاڻ ڀئي هٿ مٿي ڪري بارگاهہ الاهيءَ ۾ عرض ڪيائون تہ يا الله! تون بہ شاهد رهجانءِ تہ مون تنهنجي ٻانهن کي حق پهچائي ڏنو آهي.

ان ڪان پوءِ جماعت کي مخاطب ٿي فرمايائون تہ هن ڪان پوءِ جيڪڏهن ڪو ماڻهو اسان جي چوڻ تي نہ هليو، طريقہ عاليہ جي خلاف ورزي ڪيائين تہ قيامت جي ڏينهن اسان ان شخص ڪان پري ۽ بيزار هونداسين.

جماعت ۾ ٻاهر هيءَ سندن آخري مجلس هئي ان ڪان پوءِ پاڻ ٻاهر تقرير نہ فرمايائون.

**استغراقي ڪيفيت:** اها حقيقت آهي تہ جڏهن اولياءِ ڪرام جي وصال جو وقت ويجهو ايندو آهي تہ انهن مٿان هڪ استغراقي ڪيفيت طاري ٿي ويندي هئي. اهي هر وقت محبوب حقيقي جي مشاهدي ۾ مستغرق رهڻ لڳندا آهن. اهي مقرب ۽ محبوب ٻانها محبوب حقيقيءَ جي خيال ۾ ايڏو تہ محو ٿي ويندا آهن جو مٿن وصال جي مدهوشي طاري ٿي ويندي آهي.

حضرت صاحب جن مٿان بہ اهڙيون ڪيفيات طاري ٿيڻ لڳيون. سندن چهري تي سڪون ۽ سڪوت طاري رهڻ لڳو. ڪا گفتگو نہ ٿي فرمايائون.

ڪيڏي مهل الله تعاليٰ جي بارگاهه عاليه ۾ التجا ۽ مناجات ڪندي فارسي زبان ۾ پر سوز ابيات ۽ اشعار پڙهيائون ٿي. پر ان حال ۾ به نماز نه ڇڏيائون. ڪيڏي مهل اها ڪيفيت هٽي ٿي ته حاضرين کي نصيحت ڪرڻ شروع ٿي ويا ٿي. قال الله ۽ قال الرسول ﷺ سندن زبان در افشان مان نڪتو ٿي.

**حضرت جان جانان کي پنهنجي پڳ پهرايائون :**

ان ايام ۾ پنهنجي پياري پٽ حضرت خواجه خليل الرحمان ۽ سندس فرزند حضرت سائين محمد جان جانان کي گهرايائون. جڏهن جانان سائين سندن حضور ۾ آيا ته پاڻ کيس سيني سان لائي پيار ڪيائون. پوءِ فرمايائون ته منهنجي صدري ۽ دستار ڪٺي اچو. پوءِ پاڻ پنهنجي صدري پنهنجي هٿن سان کيس پهرايائون ۽ دستار به ٻڌائون. پوءِ جيڏي مهل صاحبزادو صاحب پهتو ته پاڻ ليٽيل هئا اٿي ويٺا صاحبزادي کي ڀاڪر پاتائون.

۽ ان وقت پوري گهراڻي جي افراد مٿان دلين کي لوڏيندڙ ۽ اکين کي رئاريندڙ ڪيفيت طاري ٿي وئي جڏهن پاڻ اهڙي بيماري جي عالم ۾ پنهنجي شهزادي کي ڀاڪر پائي پنهنجي جهولي ۾ ائين ويهاريائون جيئن ڪنهن ننڍڙي ٻار کي جهولڙي ۾ ويهاربو آهي. ان مهل قيومِ جهان جي مٿان پدري شفقت جوش ۾ هئي سندن اکين مان لڙڪ وهي رهيا هئا ۽ صاحبزاده صاحب جن به ائين روئي رهيا هئا جيئن ڪو ننڍڙو ٻار سُڏڪندو آهي.

**خلفاءَ جي مجلس:** پوءِ پاڻ دربار تي موجود سڀ خليفن کي "تسبيح خاني" ۾ اندر گهرايائون. فرمايائون محمد خليل تي اوهان مان ڪنهن جو حساب يا رنجش آهي ته بيان ڪيو. سڀني يڪزبان عرض ڪيو ته ڪا به رنجش ڪا نه آهي. پوءِ فرمايائون سڀ اٿو محمد خليل سان ڀاڪر پايو. پوءِ سڀ خلفاءَ ۽ منتظمين صاحبزاده سائين جن سان ڀاڪر پاتو. پوءِ پاڻ سڀني کي محبت ۽ اخوت جي سمجهاڻي ڏنائون ۽ مجلس برخاست ٿي وئي

**وصال جي وقت ٻچڙن سان ٻاجهه :**

پير مٺا سائين جن نياڻي بيبي امة الڪريم سائڻ فرمايو ته: بيماري وارن ڏينهن ۾ پاڻ لسي پيئائون ته ڪين التي آئي. طبيعت ڪجهه وڌيڪ خراب ٿي وئي. اهو ڏسي آءُ روئڻ لڳس. جڏهن سائينجن جي طبيعت مبارڪ ڪجهه بهتر ٿي پڇيائون ته ڪير پيو روئي؟

منهنجي نالي ٻڌايو ويو؟ پاڻ مون کي سڃاڻايائون. مان سندن قريب آيس. پاڻ بيحد پيار ۽ پاٻوهه سان فرمايائون: ” غم نه ڪر هڪ تون هوسين ڏوجها مين هوسان، مين تسان کون الله دي حوالي ڪيتا“

**ٻيبين سڳورين جو سوال:** ان وقت سندن گهروارين خصوصاً ٻيبي حليمان سائڻ پڇيو ته : ”سائين اسان کي ڪنهن جي حوالي ٿا ڪيو“؟

پاڻ فرمايائون: ”توهان کي به الله جي حوالي ٿو ڪيان“.

امان سائڻ فرمايو ته سندن فرمان جو اهو اثر ٿيو جو الله ڪريم اسان جي هر طرح سنڀال ۽ حفاظت فرمائي. سندن وصال ڪان پوءِ اسان ڪيڏانهن ويندا هئا سين ته چوندا هئاسين پير مٺا هي گهر تنهنجي حوالي اٿئي. جڏهن واپس گهر ايندا هئاسين ته گهر ۾ تازن گلن جي وڻندڙ خوشبوءِ ايندي هئي. هڪ ٻئي ڪان پڇا ڪندا هئاسين توکي خوشبوءِ اچي ٿي. هر چوندو هيو هائو.

**سول اسپتال لاڙڪاڻي ۾** جڏهن سندن طبيعت وڌيڪ ناچاڪ ٿي ته کين سول اسپتال لاڙڪاڻي جي پرائيويٽ وارڊ نمبر چار ۾ داخل ڪيو ويو.

ٻه ڏينهن اسپتال ۾ هوش نه هين. جڏهن هوش آين ته ڊاڪتر طبيعت پڇي ته ان کي نماز ۽ ذڪر جي تلقين فرمائڻ لڳا.

وري وڏو ڊاڪتر آيو ان پڇيو: *يا حضرت کيا حال ہے؟* پاڻ فرمايائون *بہت اچھا حال ہے؟*

وري ڊاڪترن کي نصيحت ڪرڻ لڳا. *اللہ کو یاد کرو ذکر بہت کرو. نماز پڑھو.*

**ٻچڙن جو آخري ديدار:** جنهن رات سندن وصال ٿيو شام جو ٿيهري مهل حويلي جا سڀ افراد سندن ديدار لاءِ آيا. سندن ڏوهتي دل ڀانوٽي رني ان کي ٻاهر ڪڍيائون ته پاڻ روئڻ جو آواز ٻڌي فرمايائون: *کون روندی پئی اے مائی دل بھانوڻ ی کوں نہ رواؤ*

حالانڪه ان مهل سندن اکيون مبارڪ پوٽيل هيون.

**رت جي ضرورت:** ڊاڪترن چيو ته حضرت جن کي رت جي ضروت آهي. خليفن رت لڳرائڻ جي تياري ڪئي پر حضرت سائين صاحبزاده جن رت لڳرائڻ جي شدت سان مخالفت ڪئي.

رت لڳرائڻ نہ ڏنائون. پوءِ صاحبزاده صاحب جن کنهن کم سان ٻاهر نڪتا تہ پويان ڪين رت لڳايو ويو ۽ رت لڳڻ سان سندن طبيعت وڏيڪ نازڪ ٿي پئي.

**آخري الفاظ:** بيبي امة الڪريم سائڻ فرمايو تہ: وصال کان اڳ پاڻ بار بار هيءَ دعا گهري رهيا هئا:

رَبَّنَا هَبْ لَنَا مِنْ أَزْوَاجِنَا وَذُرِّيَّاتِنَا قُرَّةَ أَعْيُنٍ وَاجْعَلْنَا لِلْمُتَّقِينَ إِمَامًا [الفرقان/74]

**آخري لمحات:** خليفو حافظ محمد صالح حال وارو بيان ڪندو هيو تہ : حضرت پير مٺا سائين جن جي وصال وقت ڪمري ۾ خويش ۽ خلفاء موجود هئا. سندن ڪٽ جي پرسان سائين صاحبزاده صاحب جن بہ پريشان حال ويٺا هئا.

پاڻ پنهنجو سڄو هٿ مبارڪ مٿي ڪڍي سائين صاحبزاده جن جي گردن مبارڪ تي رکيائون ۽ سندن ڪن ۾ ڪا خفيہ ڳالهہ چيائون. يا ڪو امانت جو راز عنايت فرمايائون. ان وقت سڀئي خلفاءِ ڪرام پوئتي هٽي ڪمري جي وچين ديوارن سان بيهي رهيا. ڪنهن کي مجال نہ هئي جو حضرت جن جي پرسان بيهي ڪجهہ ڳالهائي سگهي.

**انتقال پُر ملال:** رات جا ساڍا يارهن ٿيا هئا. اها آچر 8 شعبان المعظم 1384 هہ جي هجر واري رات هئي جو پاڻ هزارين عاشقن کي جدائي جو داغ ڏئي پنهنجي پالڻهار سان وڃي مليا. اِنَّا لِلّٰهِ وَاِنَّا اِلَيهِ رَاجِعُونَ

**سندن عمر:** وصال جي وقت سندن عمر اسي سالن کان مٿي هئي.

---

[1] چو تہ رت لڳائڻ بابت علماءِ اسلام جا رايا مختلف آهن. ڪن ان کي جائز چيو آهي ڪن ان کان منع ڪئي آهي. توڙي ڪٽي فتويٰ ۾ جائز بہ هجي تہ بہ پاڻ صاحب تقويٰ هئا. پاڻ هميشہ عمل بر رخصت ڪرڻ جي بجاءِ عمل بر عزيمت ڪندا رهيا. ان طرح حضرت سائين صاحبزاده رحمت الله عليہ بہ صاحبِ تقويٰ هئا. حديث ۾ آهي تہ حرام سان علاج نہ ڪيو.

لَّهَ أَنْزَلَ الدَّاءَ وَالدَّوَاءَ وَجَعَلَ لِكُلِّ دَاءٍ دَوَاءً فَتَدَاوَوْا وَلَاتَدَاوَوْا بِحَرَامٍ سنن أبي داود ـ (ج 10 / ص 371)

من تداى بحرام لم يجعل لله تعالى فيه شفاء وفى رواية إن الله تعالى لم يجعل شفاء كم فيما حرم عليكم

كنزالعمال فى سنن الأقوال والأفعال ـ (ج 10 / ص 52)

84 سال کی عمر پاکر راھی ملک بقا ہوئے۔ (ملفوظات غفاریہ: ص ١٦)

**قطعہ تاريخ:**

مولانا نور الدين ”انور“ فضل آبادي.

”فياض، عارف ، طبيب، احسن“ عجيب عاملِ قرآن هو،

1384 هـ

”غفار، عاشق، امين، سالڪ “ خطيب ڪامل بيان هو.

1964 ع

**وصال جي وقت** چار گهرواريون ۽ هڪ صاحبزادو خواجہ محمد خليل الرحمان هڪ پاءُ مولانا عبدالستار ۽ ہہ صاحبزاديون ۽ لکين مريد ۽ محبت ڪيش روئندا ڇڏيائون.

**تجهيز ۽ تڪفين:** سندن تغسيل، تجهيز ۽ تڪفين سندن صاحبزادي جي نگراني ۾ سندن خلفاءَ ۽ رشتيدارن سرانجام ڏني.

**قبر شريف:** سندن قبر مبارڪ مسجد شريف جي ڏکڻ ۾ تجر ڪوٺي وئي. اها ايتري هئي جنهن ۾ ماڻهو ويهڻ چاهي تہ ويهي سگهي. قبر شريف جي پاسن کي پڪين سرن سان بنايو ويو. مٿان ان جو ونگ ورايو ويو. پڪين سرن کي اندران گارو لڳايو ويو هيو.

**نمازِ جنازه:** سندن نمازِ جنازه سندن فرزند دلبند حضرت خواجہ خليل الرحمٰن رحمت الله عليہ رحمتپور شريف جي صحن ۾ پڙهائي.

**اختلافات:** پير مٺا سائين رحمت الله عليہ جي سانحہ ارتحال بعد سجاده نشيني جي معاملي تي

لَهُ مَا يَشَاءُ [إبراهيم/27]

جي مصداق الله جو امر جاري ٿيو ۽ پير مٺا سائين رحمت الله عليہ جو شرعي، اخلاقي، قانوني ۽ حقيقي وارث سندن نورِ نظر لختِ جگر سائين صاحبزادو خواجہ خليل الرحمان سندن مسند نشين ٿيو.

الله پاڪ جي هر ڪم ۾ حڪمتون هونديون آهن. مريدن جي پير مٺا سائين سان والهانہ ۽ شديد محبت هئي. ان اختلافن سبب ماڻهن جا ذهن هيڏي هوڏي منتشر ٿيا. ورنہ تہ ان دل جهوريندڙ صدمي ۾ ڪيترا فقير فوت ٿي وڃن ها ۽ ڪي مست بنجي وڃن ها.

**رحمتپور :** رحمت سان ڀرپور........چونہ هجي جو هتي قطبِ عالم جو مسڪن آهي. رحمتن واري رحمان جي خليل جي مرقد منوره آهي. بزمِ غفاريہ جو روحاني رهنما حضرت پير مٺو توڙي ڇائو نيپنو پنجاپ ۾ هيو پر سندن جسم رحمتپور جي ماڻ واري مِٽي مان جوڙيو ويو هيو. تڏهن تہ سندن مبارڪ مرقد محبتن واري ماڳ رحمتپور ۾ بڻي. مڪان جي عزت مڪين جي شرف سبب هوندي آهي. رحمتپور جي مٿي اولياءِ عارفين جو مَسڪن بہ آهي. مُولد بہ آهي تہ مرقد آهي. الله جي عارفن جي جنم جي جاءِ بہ آهي تہ هتي ولين بنجڻ جي فيڪٽري بہ آهي.

**باب چوڏهون:** مَصَابِيحُ الْاَنْوَارِ فِي تَذْكِرَةِ ذُرِّيَّةِ شَيْخِنَا مُحَمَّد عَبْدُ الْغَفَّارِ




قطبِ عالم حضرت پير مٺا سائين رحمة الله عليه گهٽيون شاديون ڪيون ؟

پنهنجي گهر وارن سان سندن ورتاءُ ڪيئن هوندو هيو؟

ڪين ڪيترو اولاد ٿيو؟ انهن جا نالا ۽ مختصر احوال.

پاڻ پٽن ۽ نياڻين جي پرورش ڪيئن ڪيائون؟

پاڻ گهر ۾ وقت ڪيئن گذاريندا هئا؟

گهر جو خرچ پکو ڪيئن ڪندا هئا؟

سندن گهريلو زندگي تي هڪ نظر؟

گهر ۾ عبادت ۽ تهجد جو طريقو؟

گهر وارن سان خوشطبعيون.

گهر وارن کي نصيحتون.

ٻچڙن سان ٻاجهه.

سمهڻ ۽ جاڳڻ.

ورد ۽ وظيفا.

مثالي

گهر.

## حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليه جون گهر واريون :

**1. محترمه بيبي الله وسائي:**

بنت محترم الاهي بخش چنڙ. هي بيبي سائڻ حضرت جن جي سڀ کان پهرين سوٽِ هئي. نهايت صابره شاڪره ۽ عابده عورت هئي. عُسرت ۽ تنگي جي وقت ۾ هي سائڻ پير سائين جن سان وڏي غمگساري سان پيش آئي. ساڻن گڏجي حضرت قريشي ڪريم رحمة الله عليه جي مجلس ۾ به ويندي هئي. جڏهن پاڻ الله ۽ انجي حبيب ﷺ جي رضا لاءِ بستي لنگر مان هجرت ڪري ڪڪسي موضع بختياري آيا ته هي سائڻ عابده زاهده ۽ مهاجره پنهنجي وَرَ سان گڏ هئي. ڪڪسي ۾ رهڻ دؤران هن سائڻ جي بطن مان سندن نامور اڪيلي ۽ پياري پٽ خواجه خليل الرحمان رحمت الله عليه جي ولادت ٿي. پير مٺا سائين جي نياڻي بيبي آسيه رحمت الله عليها به هن سائڻ جي بطن مان پيدا ٿي جيڪا پاڻ پنهنجي مرشد حضرت پير فضل علي شاهه جي نڪاح ۾ ڏني هئائون.

**2. بيبي ٻڪُو چنڙ:**

هي بيبي سائڻ درياءَ سان گڏ هڪ ڳوٺ جي زميندار جي نياڻي هئي. هن کي پاڻ بعد ۾ طلاق ڏني هئائون.

**3. بيبي چنن چنڙ:**

پير مٺا سائين رحمة الله عليه جي اصل ڳوٺ لنگر شريف جي قريب واري بستي چوٽا لنگر سندس اصل ڳوٺ هيو. هي بيبي سائڻ رنڙ هئي پاڻ ان سان نڪاح ڪيائون. ڪو وقت اهڙو آيو جو قريشي ڪريم جي ننگر تي قرض هيو ته پاڻ هن بيبي جو سمورو سون ڪُٽي ڳوڙهو بنائي بازار ۾ وڪڻي اها رقم مرشد ڪريم جي خدمت ۾ پيش ڪئي هئائون. اها ڪيفيت بيان ڪندي حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليه جي نياڻي بيبي امة الڪريم فرمايو ته:

بابا سائين جن کي پنهنجي مرشد ڪريمن سان ڏاڍي محبت هوندي هئي. جا به شيءِ هوندي هين سا مرشد جي ننگر ۾ خرچ ڪري ڇڏيندا هئا. بيعت جي ابتدائي ڏينهن ۾ جيڪا ٻني کين اباڻي ورثي ۾ ملي هئي اها به پير قريشي جي خدمت ۾ پيش ڪيائون. وري چيائون ته هاڻي ڇا ڪيان پوءِ بيبي چنڙ وٽ جيڪو سون هيو اهو ان کان وٺي ڪُٽي ڳوڙهو ناهي سوناري کي وڪڻي ان جا پئسا پير قريشي کي ڏيڻ آيا.

هوڏهون حضرت قريشي صاحب وٽ نزول ارواح ٿيو. بيبي جِوندي رحمت الله عليها جو روح مبارڪ آيو، عرض ڪيائين تہ اوهان جو عاشق سون کي ڪُتي وڪٽي توهان کي لنگر لاءِ پيسا ڏيڻ لاءِ اچي رهيو آهي. ان روح جو آواز موجود سڀ جماعت ٻڌو. پاڻ جڏهن درگاهہ تي پهتا تہ سڀئي کين ڏسي رهيا هئا ۽ سون جي ڳالهہ ڪري رهيا هئا. جڏهن پير قريشي ڏيڍي مبارڪ وٽ آيا تہ پاڻ کين پيسا پيش ڪيائون.

جڏهن پير مٺا سائين جن سنڌ اچڻ جو ارادو ڪيو تہ بيبي چنن جي سنڌ اچڻ جي مرضي نہ هئي، پوءِ پاڻ سائينجن کان طلاق ورتائين.

**4. بيبي ڪُندن:**

هن سائڻ جو تعلق ڪڪسي قوم سان هيو. ڪڪسي بستي ۾ رهائش دوران پاڻ ساڻس نڪاح ڪيائون. کيس ڪو اولاد نہ هيو. پوءِ ڪن شرعي سبب ڪري کيس طلاق ڏنائون.

**5. بيبي حليمان:**

سائڻ جو تعلق حجم قوم سان هيو. سندس اباڻا پڊعيدن سنڌ جا هئا. پاڻ هن بيبي سان نڪاح پنهنجي مرشد جي شهر مسڪين پور شريف ۾ ڪيو هئائون.

**6. بيبي عائشہ بوهڙ:**

هي امان سائڻ قريشي ڪريم جي خليفي مولانا محمد حيات جي دختر نيڪ اختر هئي. جنهن جي رهائش چني ڳوٺ ۾ هئي. عاشق آباد ۾ رهائش دؤران پاڻ هن بيبي سان نڪاح ڪيو هئائون. هن سائڻ جي بطن مان کين هڪ پٽ ڄائو جيڪو ولادت کان چند ڏينهن بعد وفات ڪري ويو.

ننگر جي خدمت هن بيبي سائڻ جي سپرد هوندي هئي. کيس "**بيبي ننگرواري**" بيبي ڪري سڏيندا هئا. کيس گهڻو عرصو پير سائين جي خدمت جو موقعو نصيب ٿيو. آخري عمر لاڙڪاڻي رحمتپور شريف ۾ گذاريائين اتي وصال ڪيائين سندس مزار بہ رحمتن جي وسڪار واري جاءِ "رحمتپور شريف" ۾ آهي.

**7. بيبي رحمت پتو:**

امان سائڻ ڳوٺ باگو پتو لڳ ڏهرڪي سنڌ جي رهواسڻ هئي. پاڻ خليفي خاوند بخش پتو جي عقد نڪاح ۾ هئي. پوءِ ان ڪنن سببن ڪري کيس طلاق ڏني.

پوءِ پير سائين جن جي نڪاح ۾ آئي. پاڻ ساڻس شادي عاشق آباد ۾ رهائش دؤران ڪئي هئائون. هن سائڻ کي هڪ نياڻي ٿي. جنهن جو اسم "بيبي غلام بتول" هيو. جيڪا پاڻ پنهنجي قريبي رشتيدار ۽ خليفي محمد سعيد جي نڪاح ۾ ڏنائون. بيبي رحمت جي مزار شريف لاڙڪاڻي ۾ آهي.

**8. بيبي بانو پٺو:**

باگو پٺو جي پُٺا خاندان جي هي صالح ۽ شرف واري عورت جنهن کي الله جي ڪامل ولي جي نڪاح جو شرف نصيب ٿيو. پاڻ ان وقت عاشق آباد ۾ مقيم هئا. ساڻس شادي بہ عاشق آباد ۾ ٿي سندس وصال بہ اتي ٿيو. ڪيس ڪو بہ اولاد نہ ٿيو.

**9. بيبي رقية چنڙ:**

هي بيبي سائڻ پير مٺا سائين ﷺ جي سڳي ڀڦاتِ هئي. سندس والد جو اسم محمد صالح هيو. شادي عاشق آباد ۾ ٿي پاڻ سنڌ ۾ آيا تہ منزل بمنزل هي سائڻ تبليغي قافلي ۾ ساڻ هئي. تانجو جڏهن رامپور مٺا سائين جي قدمن جي برڪت سان رحمتپور بڻي تہ هن سائڻ اتي وصال ڪيو. سندس مزار ابوبڪر مقام لاڙڪاڻو ۾ آهي.

**10. بيبي زينب :**

هن سائڻ سان عاشق آباد پنجاپ ۾ نڪاح ڪيائون سندس وصال بہ سنڌ ڏانهن اسرڻ کان ئي عشق آباد پنجاپ ۾ ٿيو.

**11. بيبي غلام عائشہ قريشي :**

هن سائڻ سان بہ عاشق آباد رهائش دؤران نڪاح ڪيائون.

سائينجن سان سنڌ جي سفرن ۾ ساڻ هئي. رحمتپور شريف ۾ وصال ڪيائين. مسجد شريف جي ڏکڻ ۾ قبي شريف جي اندر سندس قبر آهي.

**12. بيبي حليمان ميربحر:**

بنت محترم فقير خدابخش ملاح ڳوٺ هَمَائُو لڳ ڪنديارو .

مولانا عبد الرب جي بقول سنڌ ۾ اچڻ بعد پير مٺا سائين جي اها پهرئين شادي هئي. هن سائڻ سان دينپور ۾ رهائش دؤران نڪاح ڪيائون. سندس بطن مان کين هڪ صاحبزادي حضرت بيبي " آمَۃُ الڪريم" پيدا ٿي.

جنهن جو نڪاح پنهنجي قريبي رشتيدار حضرت مولانا غلام فريد رحمت الله عليہ سان ڪيائون. جنهن مان ڪيس هڪ پٽ ۽ ٻہ نياڻيون پيدا ٿيون.

1. حضرت سائين محمد ديده دل .
2. بيبي دل پانوٽي .
3. بيبي دلپذير.

امان حليمہ سائڻ حال حيات آهي. پاڻ نهايت متقي پرهيزگار شب بيدار، تهجد گذار آهي. ڪڏهن بہ بازاري شيءِ استعمال نہ ڪندي آهي. ڪجهہ وقت غريب آباد ۾ محلي جي ٻچن کي قرآن شريف پڙهايائين ۽ خواتين جا ضروري مسائل سيکاريائين.

13. **بيبي جويريہ ڪوڪر دينپور :**

هي بيبي فقير مشتاق احمد ڪوڪر جي پيڻ هئي. دربار ۾ پاڻ **"بيبي ڪچي واري"** جي نالي سان مشهور هئي. ساڻس شادي دينپور ۾ ڪيائون. ڪيس ڪو اولاد نہ ٿيو هيو. سندس مزار رحمتپور شريف ۾ آهي.

**گهرو ارين ۾ وقت جي ورهاست:** پير مٺا سائين رحمت الله عليہ جي زندگي مبارڪ جي اڪثر حصي ۾ چار گهرواريون سندن نڪاح ۾ رهيون. پاڻ چئني گهروارين سان پوري رواداري برابري سان پيش ايندا هئا. جو ڪنهن کي بہ شڪايت جو موقعو نہ ملندو هيو. بيبيون سڀوريون گڏ رهنديون هيون. گڏ کائينديون پيئنديون هيون. هي سندن سهڻي تربيت ۽ رواداري ۽ برابري جي تاثير هئي جو ڪڏهن بہ بيبين سڀورين ۾ تلخي جي نوبت نہ ايندي هئي. هڪ بيبي جو وارو ڏينهن ۽ رات هوندو هيو. ٻيهري جو وارو بدلبو هيو. جنهن جو وارو هوندو هيو سندن ماني ۽ ڪپڙن جي خدمت اها ڪندي هئي. گهر ۾ سندن رهڻي جو انداز تمام عجيب هوندو هيو. هڪ ئي پيلي ۾ چار شينهن رهائڻ ڏکيو هوندو آهي پر هي سندن پيار پريو انداز هيو جو چار ئي گهرواريون هڪ ٻئي کي ادي ڪري سڏينديون هيون. هڪ ٻئي جو نالو وٺي نہ سڏينديون هيون.اتفاقاً عرصي بعد ڪڏهن بيبين جي وچ ۾ اگر ڪا اٽبڻت ٿي پوندي هئي تہ پير سائينجن پاڻ هڪ ٻئي کي ياڪر پارائي رنجشون ختم ڪرائي ڇڏيندا هئا.

**گھر وارين جو خرچ پکو:** پاڻ گھروارين جا ڪپڙا هڪ جهڙا ڳُهرائيندا هيا. گھروارين جي ڪپڙن سان گڏ پنهين ڌيئرن کي بہ ڪپڙا وٺي ڏيندا هئا. گھر جو سمورو خرچ پکو وٺي ڏيڻ بعد بہ هر بيبي ۽ هر نياڻي کي هڪ هڪ سئو (جملي ڇهہ سئو) اضافي بہ ڏيندا هئا. فرمائيندا هئا، اگر اوهان جي دل چاهي ڪا شيءِ وٺو تہ ان لاءِ هي اضافي سئو روپيا اوهان کي ڏيان ٿو.

**خليفن کي نصيحت:** ڪڏهن پاڻ خليفن ۽ جماعت کي نصيحت ڪندي فرمائيندا هئا تہ گھڻا فقير مون سان گھڻين شادين ڪرڻ ۾ ريس ٿا ڪن. اها ريس اهو ڪري جيڪو هن عاجز وانگر عدل ۽ انصاف ڪري. توهان پنهنجي گھروارين کي اندر موڪليو پڇي منهنجي بيبين کان منهنجي باري ۾ پڇا ڪن تہ مان ڪيترو انصاف ٿو ڪيان. پوءِ ڪيترين عورتن بيبين سڀورين کان جاچ ڪئي تہ چيائون سائينجن هر گھر واري سان اهڙا ڪريم ۽ شفيق آهن جو اسان چئني مان هر هڪ اهو سمجهندي آهي تہ سائين جن جي جهڙي مون سان دل آهي اهڙي ٻي سان نہ هوندن. پاڻ مون ڏانهن ٿا نهارن خاص دل مون ساڻ اٿن. سندن سهڻو سلوڪ پيار ڀريو انداز ڏسي هر گھر واري ائين سمجهندي هئي تہ سائيجن کي آءُ ئي سڀني کان وڌيڪ پياري آهيان.

**پير مٺا سائين جو جملي اولاد:** بيبي سائڻ امة الڪريم فرمايو تہ: ”سنڌ ۾ اچڻ کان اڳ ڪين پنجاپ ۾ هڪ پٽ ۽ ست نياڻيون ٿيون. نياڻيون فوت ٿي ويون هيون. باقي هڪ فرزند حضرت خواجہ خليل الرحمان ۽ هڪ نياڻي بيبي آسيہ ساڻن گڏ سنڌ ۾ آيا هئا. سنڌ ۾ ڪين هڪ فرزند ٿيو جيڪو ننڍي هوندي فوت ٿي ويو. باقي بہ نياڻيون سندن وصال وقت بہ حيات هيون. (1) بيبي غلام بتول (2) بيبي امة الڪريم.

**نياڻين سان پاڃهہ :**

فرمايائون: ”ماڻهو چون ٿا تہ پٽ پيارا آهن پر مونکي تہ نياڻيون ڏاڍيون پياريون آهن“.

پاڻ ڌيئرن کي ٻاڇو ڪري سڏيندا هئا. نياڻين سان تہ محبت رکندا هئا پر انهن جي اولاد سان بہ محبت رکندا هئا. ننڍڙن ٻارن کي گوڏي تي ويهاريندا هئا. انهن سان وڏي شفقت ۽ پيار ڪندا هئا.



شجرهٔ نسب
قطبِ عالم حضرت پير مِٺا سائين رحمة الله عليه
حضرت مولانا خواجه خير محمد رحمة الله عليه
حضرت مولانا يار محمد رحمة الله عليه
حضرت مولانا الاهي بخش
بي حواء [جيڪا صالح محمد جي نڪاح ۾ هئي]
بي بي الله وسائي [جيڪا خواجه خليل الرحمان جي امڙ هئي]
بي بي رقيه [زوجه پير مٺا سائين]
غلام مصطفيٰ
مولانا محمد اشرف
مولانا عبدالرحمان
حضرت خواجه محمد عبدالغفار پير مٺا سائين رحمة الله عليه
مولانا عبدالستار
مولانا احمد حسن
محمد حسن [ننڍپڻ ۾ فوت ٿيو]
بي بي غلام عائشه [زوجه غلام رشيد]
بي بي غلام سڪينه [زوجه خواجه خليل الرحمان]
عبدالرحمان
حبيب الرحمان
مونا بي بي
معصومه بي بي
عزيز الرحمان
مريم بي بي
ماريه بي بي
منظور الاهي بي بي
نور الاهي بي بي
محمد اڪبر
محمد اصغر
محمد اجمل
حافظ محمد انور
امة الڪريم
محمد احمد
احمد يار
مولانا ابوبڪر
مولانا بشير احمد ظاهي
غلام فخريه بي بي
حاجي امير احمد
جميل احمد
خليل احمد اويسي
محمد حسين
محمد اڪرم
صغريٰ بي بي
غلام رشيد [پير مٺا سائين جي ياڻيجي غلام عائشه سان نڪاح ۾ هئي]
غلام فريد [شوهر بي بي امة الڪريم]
محمد سعيد [شوهر بي بي غلام بتول]
بي بي دل پاوي
بي بي دلپذير [شوهر مولوي محمد]
حضرت سائين محمد ديده دل
بي بي ميمونه
محمد خليل
محمد طٰه
بي بي يسريٰ
محمد زين
محمد طلحه
بي بي تقويٰ
محمد ثوبان
طاهره عثمان
محمد افتخار
محمد جنيد
بي بي ماريه
بي بي حبيبه
بي بي عارفه
بي بي عطيه
محمد احمد
بي بي شفا
محمد نور العينين
محمد قرة العينين
غلام فضل
محمد دلربا
بي بي من پاوي
بي بي امة العليم
بي بي آسيه
بي بي هذيب فاطمه
بي بي ڪنير فاطمه
بي بي آسيه زوجه حضرت پير فضل علي شاه قريشي رحمة الله عليه
حضرت خواجه خليل الرحمان رحمة الله عليه [سجاده نشين اول]
بي بي غلام بتول
بي بي امة الڪريم
حضرت خواجه محمد جان جانان رحمة الله عليه سجاده نشين ثاني
بي بي آسيه [سيد محمد شاه جي نڪاح ۾]
بي بي صغريٰ [پرويز مهدي جي نڪاح ۾]
سيد ذيشان حيدر شاه
سيد فاروق حيدر شاه
بي بي عروبه
عاطف رضا
حضرت خواجه محمد عبدالغفار حفظه الله [سجاده نشين ثالث]
بي بي اريج فاطمه
بي بي مه جبين
محمد خليل الرحمان
بي بي اسريٰ
محمد معصوم
محمد نور العينين جي نڪاح ۾
سيد علم الدين جي نڪاح ۾
بي بي غلام فاطمه
انيس فاطمه
بهاؤ الدين شاه
نفيس فاطمه
محسن الدين شاه
نظام الدين شاه

**پير مٺا سائين جي وڏي نياڻي**

## بيبي آسيه رحمت الله عليها

### "بيبي حلقي واري"

هي عابده، زاهده عارفه ۽ عالمه بيبي، حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليه جي وڏي نياڻي هئي جيڪا حضرت قريشي ڪريم رحمت الله عليه جي نڪاح ۾ ڏني هئائون.

**سائڻ جي شادي:** سندس شادي ڪيئن ٿي؟ انجو ذڪر بيبي امة الڪريم سائڻ هنن لفظن ۾ بيان فرمايو ته: "بيبي آسيه اجا نوَ سالن جي نابالغه هئي. ڇهري جي تمام حسين ۽ جميل هئي. بابا سائين جن پنهنجي مرشد جي نڪاح ۾ ڏيڻ لاءِ مرشد جي آستاني تي ڪيس وٺي ويا. ساري واٽ ڪيس سمجهائيندا ويا ته سائينجن جو هيئن ادب ڪجانءِ هيئن خدمت ڪجانءِ. منجي ڪٽي ڏجانءِ مصلو وڇائي ڏجانءِ. سندن قدم چمجانءِ. وڏي بيبي صاحبه جو ادب ڪجانءِ انجا قدم چمجانءِ. پوءِ نياڻي ڪي حويلي مبارڪ ۾ اندر موڪليائون. ان وقت حضرت قريشي صاحب جن پاڻ موجود نه هئا پاڻ دهلي تبليغي دوري تي نڪتل هئا. پير مٺا سائين نياڻي ڪي درگاهه تي ڇڏي پاڻ به دهلي وڃي مرشدن سان مليا. پوءِ نياڻي جو نڪاح به دهلي ۾ مرشدن ڪريمن سان ڪيائون. جڏهن قريشي صاحب جن سفر کان واپس وريا حويلي ۾ آيا ته گهر جا پاتي سڀ ساڻن ملڻ لڳا. بيبي آسيه چيو ته مان به اچي سندن قدم چمڻ لڳس ته پاڻ مون ڪي وٺي پنهنجي قريب ڪيائون ۽ فرمايائون:

"توں ہے، ئیں میڈی زال ہیں میڈے نال"

سيني ڪي عجب لڳو ته هي ڇا؟ پوءِ پاڻ انهن کي ٻڌايائون هي منهنجي نڪاح واري زال آهي.

**سائڻ جي سيرت:** هي سائڻ پير قريشي صاحب جي گهر ۾ ڇهه سال رهي، ٽي سال بالغ ٿيڻ کان اڳ ۽ ٽي سال بعد ۾. جڏهن پير سائين جن جو وصال ٿيو ته حضرت خواجه خليل الرحمان ۽ حضرت مولانا عبد الستار هن سائڻ کي عاشق آباد وٺي آيا.

---

[1] شرعاً پيءُ يا ڏاڏو نابالغه نياڻي جو پرپٺ نڪاح ڪري سگهي ٿو.

اتان اچڻ بعد بيبي سائڻ ڏاڍو روئندي هئي. پوءِ پير مٺا سائين جن کيس ڪتابَ ڏنا تہ عورتن ۾ تبليغ ڪر ۽ انهن کي دين جا مسئلا سمجهاءِ. پوءِ سائڻ سارو ڏينهن ديوان غفاريہ مان غزل پڙهندي ۽ روئندي هئي.

مرشد جي گهرواري هجڻ جي ناتي سان پير مٺا سائين کيس ”بيبي“ ڪري سڏيندا هيا ۽ سندس تمام گهڻو ادب ۽ احترام ڪندا هئا. ايستائين جوکيس پُٺي نہ ڏيندا هئا. سندس خاص رهائش گاهہ ۾ پاڻ اندر نہ ويندا هئا. پاڻ ڪٽ تي ويهندا هئا تہ پاسي ۾ هڪ ننڍي ڪٽ رکي ويندي هئي، جنهن تي هيءَ سائڻ ويهندي هئي. جڏهن تہ سندن سامهون مٿي ويهڻ جي ڪنهن کي مجال نہ هوندي هئي.

هن بيبي صاحبہ کي زماني جي قطب جي نياڻي هجڻ ۽ زماني جي غوث جي گهر واري بنجڻ جو شرف نصيب ٿيو. پاڻ ٻن دريائن جو فيض حاصل ڪيائين.

هيءَ بيبي سائڻ اعليٰ اخلاقن واري هئي. سندس صورت پير سائين جن سان ملندي هئي. پاڻ عورتن جي جماعت جي استاد هئي. انهن کي درس ڏيندي هئي ۽ ذڪر جو حلقو مراقبو ڪرائيندي هئي ان ڪري جماعت ۾ ”**بيبي حلقي واري**“ جي نالي سان مشهور هئي. پاڻ عورتن ۾ تعليم ۽ تبليغ جو وڏو ڪم ڪيائين. سندس مجلسن ۾ هزارين بيدين عورتون صالحات ۽ هزارين جاهل عورتون عالمات بنجي پيون. پاڻ عورتن جي جماعت کي فقهي مسائل سيکاريندي هئي. خصوصاً عورتن جا زنانا مسائل سمجهائيندي هئي. عورتن ۾ جڏهن تقرير ڪندي هئي تہ فقيرياڻيون ائين سمجهنديون هيون تہ ڄڻڪ پير سائين جن پاڻ تقرير ڪري رهيا آهن. فقيرياڻين ۾ جذبو ۽ وجد طاري ٿي ويندو هيو. کيس ڪشف بہ تمام گهڻو ٿيندو هيو. نانگرياڻين کي فرمائيندي هئي تہ هيترن ماڻهن جي ماني ٺاهيو. جماعت پنڌ ۾ آهي. پوءِ واقعي بہ ائين ٿيندو هيو.

**سائڻ جي فرمائش:**

جن ڏينهن ۾ بيبي سائڻ بيمار هئي. پير مٺا سائين جن کيس فرمايو تہ اسان توهان لاءِ ڏاڍا دلگير آهيون. اوهان جي ڪا فرمائش هجي يا ڪنهن شيءِ جي ڪائڻ تي دل گهري تہ ٻڌايو. بيبي سائڻ فرمايو تہ مون کي انب کارايو. حالانڪہ ان وقت انبن جي بلڪل موسم نہ هئي.

حضرت جن پنهنجي نياڻي مولانا غلام فريد کي پيسا ڏنا فرمايائون سکر ۾ وڃو فلاڻي بازار ۾ فلاڻي دڪان تي انب هوندوَ ان کان وٺي اچو. مولانا صاحب ويو ته واقعي اتي انب مليا. حالانڪه مدت گذري هئي جو پير سائينجن سکر نه ويا هئا. انب آيا ته بيبي سائڻ جي مٿان اهڙي ڪيفيت طاري هئي جو انبن کي هٿ به نه لاتائين.

**بيبي آسيه** رحمت الله عليها **جي وفات:**

هن بيبي صاحبه ماه رجب سال سنه 17 رجب 1959 ع تي وفات ڪئي. سندس وصال تي پير سائين جن تمام گهڻو افسرده ٿيا. فرمايائون تاڙي پن هٿن سان وڄندي آهي، اڄ منهنجو پيو هٿ مون کان جدا ٿي ويو آهي.

سندن وصال جي ٻئي ڏينهن 18 رجب ڇنڇر جي ڏينهن ٽپهري نماز بعد سڀ خليفا ۽ جماعت قطبِ عالم حضرت پير مٺا سائين جي ويجها ٿي آيا ۽ انا لله و انا اليه راجعون پڙهيائون. ان وقت جماعت ۾ تمام گهڻو گريو هيو. پاڻ بلڪل مطمئن هئا ۽ فرمايائون ته:

اسان تي حضرت رب تعاليٰ جل شانه جا وڏا احسان آهن جيڪي ڳڻڻ ڳائڻ کان گهڻا آهن. اسان الله هر حال ۾ پنهنجي رب جي رضا تي راضي آهيون.

پوءِ بي بي صاحبه بابت بيان ڪندي فرمايائون: بيبي صاحبه جو موت نه هيو بلڪه ان لاءِ ڇٽڪ يوم العيد هيو. اسان حيران آهيون جو ڪيس ڪابه تڪليف نه بلڪه راحت هئي. جيئن آدمي ننڊ ڪندو آهي. بي بي صاحبه کي ذڪر جو ايترو غلبو ٿي ويو جو سندس سڀ لطيفا مشين وانگر پيا هلن. گردن مبارڪ ۽ لطيفن تي هر هر پاڻي پئي وجهرايائون ۽ لطيفن جي جاءِ تي ذڪر ۾ اهڙو جوش هين جو جيئن باهه پئي ٻري. ظاهر ۾ ته ڪيس ٻي ڪا بيماري ڪا نه هئي هي عاجز سمجهي ٿو ته پاڻ "قتيل الذڪر" يعني ذڪر الاهي ۾ قتل ٿيل هئي.

---

[1] هي حسنِ اتفاق چئجي يا بيبي سائڻ جي ڪرامت چئجي جنهن ڏينهن هي فقير امان سائڻ جا حالات لکي رهيو هيو، عين ان وقت فقير محمد نواز جهتيال جيڪو پير مٺا سائين جي خليفي جناب الله ڏته صاحب جو خليفو آهي، ان تمام پراڻا ڪجهه ڪاغذ آٽي ڏنا جن ۾ حضرت پير مٺا سائين جي ٻن مجلسن جون تقريرون سندن پياري فقير حاجي محمد جمن ميمڻ (متوفي جنوري 1990 ع مدفن درگاه غفارآباد ) جي هٿن جون لکيل هيون. انهن مان هڪ مجلس اها آهي جيڪا بيبي سائڻ جي وفات واري ڏينهن پير سائين جن مريدن ۽ خليفن پاران تعزيت وصول ڪندي بيان فرمائي هئي. ان مجلس جي تلخيص پيش آهي.

پاڻ فرمائيندي هئي تہ : ”خواب لهندي آهيان آواز ايندو آهي تہ تياري ڪيو جواب ۾ چوندي آهيان تہ ڇا مسڪين پور شريف تياري ڪيان تہ جواب ڪونہ ملندو آهي.

وفات کان ڪجھہ ڏينهن اڳ فرمايائين تہ: مون ظاهر ظهور ڏٺو آهي تہ ڌرڪي جي فوت ٿيل فقيرياڻي عزيزان ڀُتياڻي آئي آهي چوي ٿي تہ : موت کان ڇو ٿا ڊڄو اتي تہ ڏاڍا مزا آهن. جيڪي بيان کان ٻاهر آهن. عام ذڪر وارن سان اهڙيون ڀلايون آهن تہ اوهان لاءِ ڇا نعمتون هونديون. توهان جو تہ الله تعاليٰ وڏو شان ڪيو آهي جو اوهان جي لاءِ حضرت قريشي رحمت الله عليہ خود انتظار ۾ آهن.

برابر بي بي صاحبہ قبر ۽ سڪرات جي عذاب کان ڏاڍو ڊڄندي هئي.

پوءِ فرمايائون: حضور اڪرم ﷺ جي حديث آهي تہ البلاء للولاء يعني جيڏو پيار اوڏو بار. وري هي تہ الله وارن جي عادت مبارڪ آهي (خوف رب جو). ڪيترا دفعا قبر ۽ سڪرات جي عذاب کان نجات جي اسان کان دعا بہ گهرايائين. خدا جي قدرت سڪرات يا تڪليف اصل ڪا نہ ٿيس. جمعي جي رات مورخہ 17 رجب بيبي صاحب کي ايڏو تہ جذبو ٿيو جو رحمت پور شريف جي شهر وارا ڪن ڏين ها تہ آواز ضربن جا پئي اچن ها. سڄي رات جذبو هيس تہ وري ڏينهن جو بلڪل آرام ۾ جيئن آدمي ننڊ ڪندو آهي. حڪيم مولوي الله بخش صاحب هر هر پيو وڃي. هن عاجز کانئس پڇيو تہ خبر ڏيو. حڪيم صاحب چيو تہ نبض بلڪل ڪانہ آهي. باقي سڄي وجود اطهر ۾ ذڪر ئي ذڪر آهي.

فرمايائون : اسان توجہ ڪري ڏٺوسين تہ سندس قلب ۽ خيال ۽ زبان تي ذڪر ئي ذڪر هيو. سڄو ڏينهن بيبي صاحبہ جي زبان مبارڪ تي بہ ذڪر هيو ۽ لطيفن تي وري ذڪر جو ايترو تہ دهڪو هيس جو ويجهو آدمي ڇتو ذڪر جو دهڪو پيو پئي. آخر وقت تائين ذڪر چالو رهيو ۽ لطيفا سڀ هلندا رهيا. پوءِ ساهہ جو نڪري پيو تہ ساهہ ساهہ سان الله الله ٿي چيائين. بيبي سائڻ جو ائين موت ڏسي محمد خليل[1] بہ روئي پيو ۽ چوي پيو تہ شل منهنجو موت بہ ائين ٿئي.

---

[1] سندن فرزند دلبند حضرت خواجہ خليل الرحمان رحمت الله عليہ

فرمايائون: بيبي صاحبہ سنڌ جي جاهل اجهل عورتن سان ايڏي تہ محنت ڪئي جو هڪ عورت کي صرف هڪ لفظ سبحانك اللهم سکڻ ۾ مهينو لڳي ويو. پر پاڻ ڪڏهن بہ منهن نہ گهنجايائين. پورو مهينو ان کي پڙهائيندي رهي. جاهل عورتن سان بيبي صاحبہ وڏي محنت ڪئي، انهن کي سڄي نماز ياد ڪرايائين. حيض نفاس جا مسئلا، نماز جا فرض، واجب، سنتون، ۽ وضو جا فرض پڇندڙ بہ ياد ڪرايائين. عورتن ۾ وعظ تقرير لاءِ بيبي صاحبہ مقرر هئي.

تبليغ جو شغف بہ ايڏو هوندو هيس جو ڪڏهن بہ ڪَڪِ ڪو نہ ٿيندي هئي. وعظ نصيحت ۾ هميشہ ذڪر جا فضائل ۽ پير جي تعريف بيان ڪندي هئي. زبان مبارڪ ۾ وري ايڏو اثر هيس جو سندس تقرير ٻڌڻ سان نيون عورتون بہ پيون روئنديون هيون. موڪلائينديون هيون تہ روئنديون وينديون هيون.

فرمايائون: بيبي صاحبہ جي وصال کان اڳ هن عاجز خواب لڌو تہ طريقہ عاليہ جا سڀ پيرانِ ڪِبار موجود هئا ۽ حضرت پير قريشي فرمايو تہ بيبي صاحبہ جي موڪل ڏيو. مون چيو تہ يا حضرت هزارين عورتون فيض ٿيون وٺن. سنڌ لاءِ مهرباني ٿئي تہ حضرت پير قريشي مون ڏانهن نهاريو ۽ منهنجي حالت متجي وئي ۽ سجاڳ ٿي پيس.

**مزار بابت مشورا:**

چنڇر ڏينهن نماز فجر بعد سڀ خليفا ڪٺا هئا. پاڻ بيبي صاحبہ جي مزار بابت ساڻن مشورو فرمايائون. حڪيم مولوي الله بخش عرض ڪيو تہ مون کي حال ٿيو آهي تہ سائينجن اٺ تي سوار آهن. هڪ ڳنڍڙي اٺن جيڪا مسجد جي ڏکڻ ۾ آٽي رکي اٺن. معلوم ٿي رهيو آهي تہ ان ڳنڍ ۾ انگور ۽ ميوا آهن. اها جاءِ هيءَ آهي. پاڻ فرمايائون تہ اسان جو خيال بہ ان جاءِ تي آهي. پوءِ ان جاءِ تي قبر ٺاهڻ جو حڪم ڏنائون.

**قبر ۾ پڪين سِرُن جو مسئلو:**

حضرت پير مٺا سائيجن مولوي الله بخش ڪوٽ لالو واري ۽ مولوي خدا بخش ۽ مولوي محمد صالح آگاڻن واري کي گهرائي پڇيائون تہ ساميءَ ۾ پڪيون سرون استعمال ڪجن تہ ڪيئن آهي؟ ڇو جو هن ملڪ ۾ زمين نرم آهي ۽ سيڪ سبب سامي ٺاهڻ مشڪل آهي.

سامي اتي ٿاهجي جتي زمين سخت يا پٿريلي هجي. هِتي اگر پڪين سرن جي ڪوٺي ٻڌجي تہ انسان جي مٽيءَ جي عزت رهندي. مذڪوره عالمن عرض ڪيو تہ قبر ۾ اگر پڪي سر ميت جي لَڳِ هوندي تہ مڪروهہ آهي. باقي ڪجهہ پري هوندي تہ جائز آهي.

پاڻ فرمايائون: ڪوٺي اهڙي ڪشادي ٺاهيو جو ميت اٿي ويهي تہ مٽي ڪي سرون نہ لڳن. سنڌ ۾ تہ وري هي رواج آهي جو ساميءَ جو تہ خيال ئي نہ ڪندا آهن ۽ اهڙي سامي ٺاهيندا جو ميت مس رکي سگهجي وري ڪچن پٿرن ۽ ڪچين سرن سان بند ڪري ڇڏيندا آهن جو بعد ۾ سيڪ سبب زمين جهڪي اچي ميت جي مٿان پوندي آهي. پوءِ لتاڙي لتاڙي مٿان ٿلهو ٺاهي ڇڏيندا آهن. فرمايائون سامي پٿرن جي سرن سان ڪوٺي ٺاهڻ سنت آهي جي پٿرن جي طاقت نہ هجي تہ پڪين سرن جي مضبوط ڪوٺي ٻڌرايو پر ڪشادي. جيئن پڪي سر ميت سان لڳ نہ هجي. حضرت امام اعظم رحمت الله عليہ فرمايو آهي تہ پڪي سر مؤمن جي قبر جي فضيلت ڪري مڪروهہ هن ڪري آهي جو حديث شريف ۾ آهي تہ مؤمن جي قبر جنت جو باغ آهي : روضة من رياض الجنة چئي مؤمن جي قبر کي جنت جي باغ سان تشبيہ ڏني وئي آهي. پڪي سر وري باهہ جي سڙيل مٽي آهي. تنهنڪري وري الله جل شانہ قرآن پاڪ ۾ مؤمن جي مٽيءَ جو مثال فرمايو آهي تہ:

ولقد كرمنا بني آدم : اسان آدم جي ذات کي عزت وارو ڪري پيدا ڪيو آهي.

ان مٽي جي عزت ڪئي وڃي. پوءِ مولوي الله بخش ۽ مولوي خدا بخش ۽ مولوي محمد صالح جن چيو تہ پنجاب ۾ وڏن وڏن عالمن پڪيون سريون هٽايون آهن باقي ايترو آهي جو اندران باهہ جي سڙيل جو رنگ معلوم نہ ٿئي جو سرن کي گاري گپ سان لنبي ڇڏڻ ڪافي آهي. حضرت جن فرمايو تہ ولين تي بہ قبا ۽ ڪوٺا جائز آهن. هيءَ تہ اسلام جي عزت آهي. باقي ملان ۽ وهابي تہ مخالف آهن. نجدين بہ عربستان ۾ روضا ڍهرايا آهن.

**مرشد جي اهليہ جي تعظيم:**

پاڻ فرمايائون : بيبي صاحبہ حضرت پير قريشي قطب الارشاد رحمت الله عليہ جي گهر واري آهي، اسان کي ان جي وفات بعد بہ ان جي عزت ڪرڻ واجب آهي.

**نمازِ جنازه:**

جنهن وقت سائڻ جو جنازو ٻاهر نڪتو تہ بيبي صاحبہ جي ڪٽ جي مٿان پردو ڪرايل هيو. جيئن ظهر نماز جو وقت داخل ٿيو تہ نمازِ جنازه حضرت صاحب جن پاڻ پڙهائي. هڪ صف ۾ تقريباً هڪ سؤ ماڻهو هئا. صفن ۾ اڪثر گهڻا عالم هئا. ڪل پنج صفون ٿيون.

**سامهيءَ ۾ پڪين سرن جو مسئلو:**

شام ٿي تہ مولوي نور محمد اڳڙن وارو آيو ۽ حضرت جن سان مصافحو ڪيائين. پاڻ پڇيائونس تہ مولوي صاحب سامهيءَ ۾ پڪي سر جائز آهي يا نہ؟

مولوي صاحب چيو تہ ناجائز آهي. اتي اڪثر گهڻا وڏا وڏا علماء ويٺا هئا. انهن چيو تہ پڪي سر جائز آهي پر ميت جي لڳ نہ هجي پر مولوي نور محمد نہ مڃيو. چيائين ناجائز آهي. پوءِ سڄو ڏينهن ان بحث ۾ گذري ويو.

نماز عصر ڪان پوءِ مولوي خدا بخش ان موضوع تي تقرير ڪئي. تہ بہ مولوي نور محمد نہ مڃيو. رات گذري صبح جو پاڻ فجر نماز پڙهڻ بعد جلد اٿيا. دروازي مبارڪ تي فتاويٰ عالمگيري ۽ فتاويٰ شامي گهرائي مولوي نور محمد کي چيائون تہ مسئلو ڏسو. پوءِ ڪجهہ وقت گذرڻ بعد پاڻ حويلي ۾ اندر چمن ۾ وڃي ويٺا. اتي جماعت ڪم پئي ڪيو.

اتي خليفي خاوند بخش پتي ڳالهہ ڪئي تہ حضرت پير قريشي رحمت الله عليہ جي مزار مبارڪ تي مان خود موجود هيس ۽ پنهنجي هٿن سان پڪيون سرون ڏنيون هيوسين. جيڪا سامهيءَ ۾ ڪوٺي تيار پئي ٿي تہ اتي بہ هڪ عالم هيو جنهن اعتراض ڪيو هيو. پوءِ پين مولوين ڪتاب ڪڍي ان کي جواب ڏنو هيو.

پاڻ فرمايائون: هاڻي ڪتاب ڏسڻ جي ضرورت ڪانہ آهي جو اسان پنهنجي پير جو اتباع ڪيو آهي. اسان کي مولوين بہ راتيون ننڊ ئي ڪرڻ نہ ڏني آهي. اسان پئي راتيون ڪتاب مطالعو ڪندا رهياسين. اسان کي وري يڪو اهو خيال هو تہ ريڊئي ۾ اعلان ڪرائينداسون تہ اسان غلطي ڪئي آهي تہ مٿان جماعت تابعداري ڪري پر هاڻي اسان کي شاهدي ملي وئي. ٿوري دير بعد مولوي نور محمد بہ پنهين فتوائن جي ڪتابن سميت حاضر ٿيو. پاڻ پڇيائونس تہ مسئلو ڏٺوَ؟

مولوي صاحب عرض ڪيو هائو سائين فتويٰ عالمگيري لکيو آهي تہ ميت جي لڳ سرون پڪيون هونديون تہ مڪروهہ آهي، جي ميت کان پري هجن تہ پوءِ جائز آهي.

**قبر جي ڪيفيت:**

فقير محمد جمن ميمڻ بيان ڪيو تہ جڏهن بيبي سائڻ جي سامي ٿاهي وئي تہ ان مهل آءٌ اتي موجود هيس ۽ ڪوٽڻ وارن مان هيس. سامي اڏائي هٿ موڪري ڪشادي ٺاهي وئي ۽ پاسن کان پيتين کي نَوَ بار پڪين سرن جا ڏنا ويا. جيڪي مون پاڻ ڳڻيا ۽ مٿان سرن جو وَنگُ ورايو ويو. وَنگ ايترو مٿي هيو جو اندر ويهڻ سان مٿان واريون سرون مٿي کي نہ پيون لڳن. ونگ ۾ وري مٿان ٿي ٿي سرون لڳايون ويون. پير مٺا سائين جن حافظ نور محمد ۽ حافظ احمد کي حڪم ڪيو تہ قبر شريف ۾ قرآن پاڪ پڙهن. باقي ڪفن تي مَسُ سان يا خاڪ شفا سان ڪجهہ نہ لکرايائون.

**بيبي سائڻ توجہ الي الله:** بيبي صاحبہ جي تدفين بعد پاڻ فرمايائون سڄي جماعت کي سڏ ڪيو تہ هي ڳالهہ ٻڌن پوءِ وڃي ڪم ڪار ڪن. جڏهن جماعت اچي حاضر ٿي تہ

---

[1] وقال مشايخ بخارى: لايكره الآجر فى بلدتنا للحاجة إليه لضعف الاراضى. الشامى حاشية رد المحتار ـ (ج2/ص256)

وحكى عن الشيخ الامام ابى بكر محمد بن الفضل رحمه الله تعالىٰ انه جوز اتخاذ التابوت فى بلادنا لرخاوة الارض قال: ولو اتخذ تابوت من حديد لاباس به لكن ينبغى ان يفرش فيه التراب ويطين الطبقة العليا مما يلى الميت ويجعل اللبن الخفيف على يمين الميت وعلى يساره ليصير بمنزلة اللحد ويكره الآجر فى اللحد اذا كان يلى الميت كذا فى فتاوىٰ قاضى خان (فتوىٰ عالمگيرى جلد 1 اول ص 182)

قوله ويُكرَهُ الآ ُ جُرُّ وَالْخَشَبُ لِأَنَّهُمَا لِأَحْكَامِ الْبِنَاءِ وَهُوَ لَا يَلِيقُ بِالْمَيِّتِ لِأَنَّ الْقَبْرَ مَوْضِعُ الْبِلَاءِ فَعَلَى هَذَا تُكْرَهُ الْأَحْجَارُ وَقِيلَ إنَّمَا يُكْرَهُ الآ ُ جُرُّ لِأَنَّهُ مَسَّتْهُ النَّارُ فَلَا يُتَفَاءَلُ بِهِ فَعَلَى هَذَا لَا يُكْرَهُ الْحَجَرُ وَالْخَشَبُ وَقَالَ فِي النِّهَايَةِ هَذَا التَّعْلِيلُ لَيْسَ بِصَحِيحٍ فَإِنَّ مِسَاسَ النَّارِ فِي الآ ُ جُرِّ لَا يَصْلُحُ عِلَّةً لِلْكَرَاهَةِ فَإِنَّ السُّنَّةَ أَنْ يُغَسَّلَ الْمَيِّتُ بِالْمَاءِ الْحَارِّ وَقَدْ مَسَّتْهُ النَّارُ قَالَ السَّرَخْسِيُّ وَالْأَوْجَهُ فِي التَّعْلِيلِ أَنْ يُقَالَ لِأَنَّ فِيهِ أَحْكَامَ الْبِنَاءِ لِأَنَّهُ يُخَالِفُ الْحَجَرَ وَالْخَشَبَ وَالْخَشَبُ لَا يُوجَدُ فِيهِ أَثَرُ النَّارِ وَقَالَ مَشَايِخُ بُخَارَى لَا يُكْرَهُ الآ ُ جُرُّ فِي بِلَادِنَا لِمَسَاسِ الْحَاجَةِ إلَيْهِ لِضَعْفِ الْأَرَاضِي حَتَّى قَالَ مُحَمَّدُ بْنُ الْفَضْلِ لَوْ اتَّخَذُوا تَابُوتًا مِنْ حَدِيدٍ لَمْ أَرَ بِهِ بَأْسًا فِي هَذِهِ الدِّيَارِ لَكِنْ يَنْبَغِي أَنْ يُوضَعَ مِمَّا يَلِي الْمَيِّتَ اللَّبِنُ قَالَ التُّمُرْتَاشِيُّ إنَّمَا يُكْرَهُ الآ ُ جُرُّ إذَا كَانَ مِمَّا يَلِي الْمَيِّتَ أَمَّا إذَا كَانَ مِنْ فَوْقِ اللَّبِنِ لَا يُكْرَهُ لِأَنَّهُ يَكُونُ عِصْمَةً مِنْ السَّبُعِ وَصِيَانَةً عَنْ النَّبْشِ قَالَ فِي الْفَتَاوَى عَلَى قَوْلِ مُحَمَّدِ بْنِ الْفَضْلِ إذَا اتَّخَذُوا التَّابُوتَ مِنْ الْحَدِيدِ يَنْبَغِي أَنْ يُفْرَشَ فِيهِ التُّرَابُ

الجوهرة النيرة ـ (ج1/ص427)

پاڻ فرمايائون: بيبي صاحبہ برابر بيمار هئي پوءِ الله سائين اسان کي حاذق حڪيم مولوي الله بخش ڏياريو جنهن سندس دوا ڪئي تہ پاڻ بلڪل شفاياب ٿي وئي. پوءِ بيبي صاحبہ مٿان توجہ اليٰ الله جو اهڙو غلبو ٿيو جو ڪيس ڪائڻ پيئڻ جو خيال ئي نہ رهيو.

**رضا بالقضا:** فرمايائون: اندر توڙي ٻاهر فقير ، فقيرياڻيون ۽ گهر واريون بيبي صاحبہ جي شفا لاءِ بار بار عرض ڪندا رهندا هئا . اسان انهن جي دل رکڻ لاءِ دعا تہ گهرندا هئاسين پر اسان جي دل جو آواز هي هوندو هيو تہ اي الله هي تہ منهنجي هڪ لڙڪي آهي پر اي الله اگر تون راضي آهين تہ هي عاجز پنهنجي سڄي ٽٻر سميت تيار آهي.

**حضرت خواجہ خليل الرحمان جو ڪشف :**

فرمايائون: بيبي صاحبہ جي بيماري وارن ڏهاڙن ۾ اسان محمد خليل کي چيو تہ وضو ڪري مراقبو ڪيو. محمد خليل مراقبو ڪيو . مراقبي ۾ اسان جي طريقي عاليہ جا سڀ اولياءَ الله ڏٺائين. اهي هڪ جاءِ تي ڪٺا ٿيل هئا. اتي هڪ بزرگ اچڻ سان ڪلي پيو تہ ٻئي بزرگ چيس تہ رحمتپور شريف ۾ اندر ٻاهر غم جي لهر ڇانيل آهي. تون وري ڪِلين ٿو. ان بزرگ فرمايو تہ انڪري ٿو کلان جو پير سائين جن اسان وٽ محمد خليل کي موڪليو آهي. شايد سندن مرضي آهي تہ سندن گهر جو ڪو بہ ڀاتي آخرت ڏي نہ وڃي. ٿوري دير ۾ حضرت حاجي دوست محمد قنڌاري آيا ۽ اچڻ سان دعا گهرڻ ويٺا. دعا ۾ بہ هي لفظ پيا فرمائن تہ الله سائين اگر چاهي تقدير بدلائي پر اهي الفاظ فارسيءَ ۾ هئا.

**حضرت مولانا غلام فريد جو ڪشف:** فرمايائون: تهجد وقت مولوي غلام فريد صاحب مسجد ۾ تضرع و زاري ۽ عاجزيءَ سان رب جي دربار ۾ التماس ڪيو تہ بيبي صاحبہ کي شفا ٿئي. الله جل شانہ جي طرفان الهام ٿيس تہ بيبي صاحبہ بيمار تہ ناهي جو چوين ٿو تہ شفا ٿئي. بيبي صاحبہ جي تہ رڳ رڳ ۾ الله جو ذڪر ، الله جو عشق ۽ محبت آهي. وري مولوي صاحب دربار ايزديءَ ۾ التماس ڪئي تہ حالت رفع ٿئي. وري جواب مليو تہ ڇا اها ذڪر جي حالت ۽ رب جي محبت ٻانهي کي نہ هجي.

**نرم دلي:** هي بيبي صاحبہ ڏاڍي حساس طبيعت هئي ۽ ننڍي هوندي کان ئي ڏاڍي نرم ۽ رحمدل هوندي هئي. عاشق آباد ۾ رهائش دوران ننگر ۾ هڪ ٻڪرو مليو.

بيبي صاحبہ ان کي پالڻ لاءِ بيهاريو. مهمانن لاءِ ان ٻڪري کي کهڻ جي ضرورت پئي. پير سائين جن بيبي صاحبہ کان اجازت ورتي. پوءِ جڏهن فقير ٻڪري کي سير ڏيڻ اندر آيو جيئن ٻڪري کسجڻ مهل دانهن ڪئي تيئن بيبي صاحبہ کان بہ اهڙي دانهن نڪتي.

**پٽڻ جي رسم:** بيبي صاحبہ جي رحلت واري ڏينهن پاڻ فرمايائون: جاهل ماڻهو ميت جي ڪٽ جي پرسان ٿالهي ۾ اَنُ رکندا آهن ۽ چَوندا آهن تہ اهو پٽڻ آهي پوءِ اهو ميربحر کي ڏيندا آهن. اها غلط رسم آهي.

**بعض منع ٿيل ڪم:**

فرمايائون: ڪفن تي عهد نامو يا ڪلمو شريف نہ لکڻ گهرجي.[1]

فرمايائون: غير محرم مرد مئي کان پوءِ بہ پرائي عورت جو منهن نہ ڏسن.

فرمايائون: ڏاڍيان روئڻ پار ڪيڻ جهالت جا ڪلما چوڻ منع آهي.

فرمايائون: ڪانڌي موٽن تہ انهن جي اڳيان پاڻي هارڻ يا لوهہ رکڻ جاهلاڻي رسم آهي.

فرمايائون: ڪانڌيي جي چانورن ۾ لوڻ يا مرچ نہ وجهڻ جهالت آهي.

فرمايائون: مرد عورتن سان ياڪر پائي عذر ڪرڻ جائز نہ آهي.

فرمايائون: نئدي پار جو ڪانڌپو ڦُلا يا پڳڙا ڪرڻ جاهلاڻي رسم آهي.

فرمايائون: پنجڪُن ۾ مري تہ قبر جي چئني طرفن کان ڪِليون هڻي انهن کي ڪچا سڳا ويڙهڻ اهو اعتقاد رکڻ شرڪ آهي.

فرمايائون: ميت جي وهنجارڻ واري جاءِ تي ٽي راتيون ڏيئا ٻارڻ اها بہ بد رسم آهي.

فرمايائون: تارو ڇُٽڻ ۽ گهر جي پنيان لا شو ڪيڻ شرڪ آهي.

فرمايائون: ٽي لولا پچائي ٽن طرفن ڏانهن اڇلائڻ جهالت جي نشاني آهي.

فرمايائون: گهر جي پاتين کي ڪير نہ پيارڻ، مٽي ۾ ڏوڙ وجهڻ، پٽڪو نہ ٻڌڻ بدعت آهي.

فرمايائون: ائين ڏينهن عورتون گڏجي ميت جي مائٽياڻين کي ڦٽي ڏيڻ بدعت آهي.

فرمايائون: اڍائي مهينن بعد فوتي جي قبر کي پلؤ هڻڻ رسم آهي.

---

[1] باقي اگر ڪاغذ تي لکي اهو ميت جي پاسي ۾ رکيو وڃي تہ حرج ناهي.

**ٻين نياڻي:**

## ٻيبي غلام بتول رحمت الله عليها

### ”ٻيبي استادِ“

هي پير مٺا سائين جن جي ٻيو نمبر نياڻي هئي. مٺا سائين ان سان به ڏاڍي محبت رکندا هيا. هي سائڻ پنهنجي ويجهي رشتيدار حضرت مولانا سعيد احمد جي نڪاح ۾ ڏني هئائون. ٻيبي آسيه جي وصال بعد عورتن جي تعليم ۽ تربيت جو ذمو هن ٻيبي سائڻ جي حوالي ٿيو. پوءِ پاڻ عورتن کي مسائل سيکاريندي هئي. انڪري ڪيس ”**ٻيبي استادِ**“ جي نالي سان سڏيندا هئا. پير مٺا سائين جي وصال بعد پنهنجي شوهر سان گڏ غريب آباد شريف ۾ اچي رهي. پوءِ جڏهن سندن گهر واري پنجاب روانگي ڪئي ته سائڻ به ساڻس گڏ پنجاب جي سفرن ۾ گڏ رهي. سندن شوهر جي وصال جي ڪجهه عرصي بعد حضرت سائين ديده دل مد ظله ملتان مان ڪين لاڙڪاڻي وٺي آيا. آخر عمر تائين سندن خدمت ڪندا رهيا.

حضرت سائين خواجه خليل الرحمان توڙي سندن فرزند حضرت جانان سائين هن ٻيبي سائڻ سان گهڻي محبت ۽ شفقت فرمائيندا هئا.

**سائڻ جو وصال ۽ تدفين:**

هن ٻيبي سائڻ جي هڪ نياڻي جي شادي کهڙا شهر جي پر ۾ ڪليري ڳوٺ ۾ ٿيل هئي. پاڻ پنهنجي نياڻي سان ملڻ اتي ويل هئي ته سندس طبيعت ناساز ٿي پئي. علاج لاءِ خير پور اسپتال ڏانهن ڪڻي ويا ته اجا گاڏي ۾ ئي هئي ته ذڪر ڪندي ۽ ڪلمو شريف پڙهندي سائڻ جو دم پر واز ٿي ويو. سندس وصال بعد درگاهه نور پور شريف جي گادي نشين حضرت سائين عبد الرسول جو اصرار ٿيو ته سائڻ کي دربار نور پور ۾ دفن ڪيو وڃي. پوءِ حضرت مظهر جان جانان سائين ۽ حضرت سائين ديده دل جي گڏيل ڪوشش سان سندن جسم پاڪ کي ڪڻائي **دار الارشاد رحمتپور شريف** آندو ويو.

سندن جنازي تي پير مٺا سائين جا گهڻا خلفاءِ ڪرام ۽ گهڻي جماعت شريڪ ٿي. حضرت سڄڻ سائين مدظله به نمازِ جنازه ۾ شريڪ هئا. نمازِ حضرت سائين جان جانان رحمت الله عليه پڙهائي. پوءِ ڪين دربار رحمتپور شريف جي مسجد جي ڏکڻ ۾ سندس وڏي ڀيڻ ٻيبي آسيه جي ڏکڻ ۾ ٻيبي ڪچي واري جي مزار جي قريب دفن ڪيو ويو.

**سائڻ جي سيرت:** پاڻ نهايت منڪسر المزاج عابده، زاهده، مهمان نواز عورت هئي. راتين جو جاڳڻ عبادت ۽ زهد سندس عادت بنيل هيو. سندس اخلاق اعليٰ هئا.

راقم (ڪرم الله) جي امڙ سائڻ بيبي هدايت خاتون کي پنهنجي وَرَ (حضرت محبوب الاهي) جي معيت ۾ گهڻو وقت دربار رحمتپور ۾ گذارڻ جي سعادت نصيب ٿي هئي. پاڻ فرمائيندي آهي تہ: ”بيبي استادِ وڏي صبر شڪر واري عورت هئي. هڪ فقيرياڻي جيڪا ذهن جي بلڪل ڪمزور هئي ان کي ٽي سالن ۾ نماز ياد ڪرائي هئائين“.

**پير مٺا سائين جي ٽين نياڻي**

## بيبي امة الكريم حفظها الله تعالىٰ

**”بيبي نينگرِ“**

(آمَةُ الكريم: يعني ڪريم رب جي ٻانهي)

عابده، زاهده، عالمہ، عاقلہ، صابره، شاڪره، مُعَلّمہ، مُدَرِّسہ بيبي امة الكريم قطبِ عالم حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ جي سڀني کان ننڍي ۽ لاڏلي نياڻي حال حيات آهي. الله ڪريم کين سدائين شاد آباد رکي. سائڻ جي ولادت ان وقت ٿي جڏهن پير سائين جن ڳوٺ ڳيريلي ۾ سڪونت پذير هئا. بيبي آسيہ کان پوءِ هن سائڻ سان پير سائينجن وڏيڪ پيار ۽ شفقت فرمائيندا هئا. ننڍپڻ ۾ کيس سڏي پنهنجي پياري گود ۾ ويهاريندا هئا. گهر ۾ ڪا شيءِ ايندي هئي تہ اول هن نياڻي کي فرمائيندا هئا تہ اول توکي جيڪي وڻي سو کڻ. پوءِ باقي شيءِ ٻين کي ورهائي ڏيندا هئا. بيبيون عرض ڪنديون هيون تہ سائين هن کي حصو ڏنو اٿوَ، هاڻي وڌيڪ نہ ڏينداسين پر پاڻ پوءِ بہ انهن کان کيس حصو وٺي ڏيندا هئا. جوان ٿيڻ تي سندس نڪاح پنهنجي قريبي رشيدار حضرت مولانا غلام فريد سان ڪيائون. ٻنهين زال مڙسن جي عمر ۾ ڪجهہ سالن جو فرق هيو. بيبي سائڻ ڪجهہ عمر ۾ ننڍي هئي. پر الله ڪريم ٻنهين جي دلين کي هڪ ٻئي سان ملائي ڇڏيو هيو. وري الله ڪريم کين صالح اولاد جي نعمت سان نوازيو. حضرت سائين محمد ديده دل سندس فرزند دلبند ۽ نورِ نظر آهي. پاڻ اڃا مس پنجن مهينن جو هيو تہ سندس والد ڪريم جي وفات ٿي وئي.

امان سائڻ فرمايو تہ: سائينجن جو وصال ۽ وري ستت وَرَ جو وصال ٿيو پوءِ دل کي ڏاڍو صدمو رسيو، سڄو ڏينهن روئندي هئس. اڪثر غمگين رهندي هئس. چاچو (مولانا عبد الستار) دلاسا ڏيندو هيو. صبر جي تلقين ڪندو هيو. نيٺ اهو بہ وفات ڪري ويو. هڻڻ ڏکن ۾ بہ ٻارن کي پڙهائيم ۽ شادي ڪرائيم.

**بيبي سائڻ جو مشغلو:**

تبليغِ دين جو حرص، ماڻهن جي اصلاح جي ڪوشش امان سائڻ کي پنهنجي پياري پيءُ کان ورثي ۾ ملي آهي. پاڻ عورتن ۾ تبليغ ڪري ٿي. هن وقت بہ غريب آباد ۾ هفتہ وار ۽ ماهوار اجتماع ٿيندڙ آهن. جتي مردن ۾ حضرت سائين ديده دل خطاب ڪن ٿا ۽ عورتن ۾ امان سائڻ تبليغ ڪري ٿي. سندن تبليغ سان تمام گهڻيون عورتون ديندار پرديدار نيڪوڪار بنجي رهيون آهن.

**صورت ۽ سيرت:** اهي پراڻيون فقيرياڻيون جن کي حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ جي زيارت جو شرف نصيب ٿيو ۽ سندن مجلسن ۾ ويهڻ جي سعادت ملي، سي چونديون آهن تہ بيبي امة الڪريم سائڻ جي صورت ۽ سيرت بلڪل پير مٺا سائين جهڙي آهي. سندن هلڻُ ،ڳالهائڻ، بيان ڪرڻ يا سُر سان شعر پڙهڻ وقت اسان کي حضرت پير مٺا سائين ياد اچي ويندا آهن. الله ڪريم سندس آواز ۾ اثر رکايو آهي.

**امان سائڻ جي تمنا:** بيبي امة الڪريم سائڻ فرمايو تہ: منهنجي اها تمنا آهي تہ الله جي ذات شال راضي هجي ۽ منهنجو پير مون تي راضي رهي ۽ مرڻ بعد شال پير جي در تي وڃي دفن ٿيان.

**سائڻ جو پيغام:**

پاڻ فرمايائون : آءٌ پنهنجي بابا سائين جي سمورن خليفن محبت وارن ۽ مريدن کي دين جو پيغام ڏيڻ چاهيان ٿي تہ اهي شريعت جا مسئلا سکن. ڪامل پير جي بيعت ڪن ۽ الله جو ذڪر ڪن. قلبي ذڪر ڪن. الحمد لله مان تبليغ ڪندي آهيان ۽ منهنجو پٽ بہ پردي ۾ عورتن کي وعظ نصيحت ڪندو آهي. جيڪي عورتون بي دين هيون اهي هاڻي ديندار بنجي چڪيون آهن. منهنجي باطن ۾ منهنجا پير آهن ۽ ظاهر ۾ مان آهيان.

**نياڻي جي پيشاني چمياڻون:**

بيبي امة الڪريم سائڻ فرمايو ته: ”هڪ دفعي منهنجي اک خراب ٿي وئي. اک مان گند اچڻ لڳو ۽ ڏاڍي تڪليف هئي. گهرواري کي دوا آڻڻ جو چيم. ان چيو ته سائينجن ڏانهن وڃ. مان بابا سائين کي عرض ڪيو. سائينجن اک تي صلواة پڙهي ۽ منهنجي پيشاني تي چمي ڏنائون. بس اوڏي مهل ئي منهنجي اک درست ٿي وئي، ڇڪ تڪليف ئي نه هئي. شام جو منهنجي گهر واري پڇيو ته اک ڇٽي وئي؟ چيم ها بلڪل ڇٽي وئي“.

امان سائڻ هڪ ٻي ڳالهه بيان ڪئي ته : هڪ ڀيري سندن ڏُهٽي دل ياوٽي کي تمام گهڻي تڪليف هئي. ڊاڪٽرن چيو ته هيءَ ڪونه بچندي. آءُ ان کي سائينجن وٽ کڻي ويس. عرض ڪيم سائين هيءَ ڇوڪري بچائي ڏيو. پاڻ فرمايائون: دل ياوٽي جي ماءُ کي چئو ته پنهنجو خيال ڪر باقي دل ياوٽي جي حياتي وڏي آهي. پوءِ ٿيو به ائين جو اها مائي گذاري وئي دل ياوٽي اڃا حيات آهي.

**گهروارن کي دعائون ياد ڪرايائون:** امان سائڻ فرمايو ته: پير مٺا سائين جن جو مغرب ۽ عشاء نماز کان پوءِ معمول هوندو هيو جو ورد ۾ دعائون پڙهندا هئا. پنج دعائون پاڻ به پڙهندا هئا. گهر وارن کي پڙهڻ جو گهڻو تاڪيد ڪندا هئا. اهي مغرب ۽ فجر نماز کان پوءِ پڙهڻ جو حڪم فرمائيندا هئا. گهر وارن کي پاڻ ياد به ڪرائيندا هئا. پوءِ روزانو پڇندا هئا ته اهي دعائون پڙهيوَ يا نه؟ انهن جو وڏو تاڪيد ڪندا هئا. دعائون هي آهن:

لّهِ الَّذِی لَایَضُرُّ مَعَ اسْمِهٖ شَیْءٌ فِی الْاَرْضِ وَلَا فِی السَّمَاءِ وَهُوَ السَّمِیعُ الْعَلِیمُ [1]

لّهِ التَّامَّةِ كُلِّهَا مِنْ شَرِّ مَا خَلَقَ    اللّٰهُمَّ اكْفِنَاهُ بِمَا شِئْتَ    اللّٰهُمَّ إِنَّا نَجْعَلُكَ فِی نُحُورِهِمْ وَنَعُوذُ

لّهُ وَأَشْهَدُ أَنَّ مُحَمَّدًا عَبْدُهُ وَرَسُولُهُ

**گهروارن کي نصيحت :**

---

[1] سنن أبي داود - (ج 13 / ص 282) ۾ حضرت عثمان بن عفان کان روايت آهي رسول الله صلي الله عليه وسلم فرمايو ته: جيڪو ماڻهو اها دعا شام جو ٽي ڀيرا پڙهي ته صبح تائين ۽ جيڪو صبح جو ٽي ڀيرا پڙهي ته شام تائين ان کي ڪا مصيبت نه پهچندي

بيبي امة الڪريم سائڻ فرمايو تہ: ڪڏهن پاڻ گهر ڀاتين ڪي گڏ ويهاري نصيحت فرمائيندا هئا تہ متان ائين سمجهو تہ ولي الله جون نياڻيون آهيون. پنهنجي گهروارين کي فرمائيندا هئا تہ متان توهان سمجهو تہ اسان بيبيون آهيون اسان جو شان وڏيڪ آهي. ائين نہ سمجهجو. عمل صالح ڪجو. الله جو خوف رکجو. پوءِ پاڻ سائڻ فاطمہ جي ڳالھ ڪندا هئا تہ پاڻ ڪريمن ڪيس فرمايو هيو تہ يا فاطمة اعملي اي فاطمہ عمل ڪجان.

**سائڻ جي رهائش :**

هن وقت امان سائڻ جن درگاھ غريب آباد ۾ رهن ٿيون. نهايت محنت سان دين جي خدمت ڪري رهيون آهن. الله ڪريم ڪين صحت سالم عطا فرمائي.

## مولانا غلام مصطفيٰ بن صالح محمد

جناب مولانا غلام مصطفيٰ حضرت پير مٺا سائين جي پڦي بيبي حواءَ جو پٽ (پڦاٽ) هيو ۽ سندس ڀيڻ بيبي رقيہ حضرت پير مٺا سائين جي نڪاح ۾ هئي. ڪيس پنهنجي پير سان والهانہ محبت هئي. ورثي ۾ جيڪا زمين سندس حصي ۾ آئي هئي سا سڀ حضرت سائينجن جي ننگر جي حوالي ڪري ڇڏي هئائين. جڏهن پير مٺا سائين عاشق آباد آيا تہ غلام مصطفيٰ کي بہ اتي وٺي آيا. درگاھ ۽ زمين جي سنڀال لاءِ ڪيس اتي رهايائون. ڪيس ٽي پٽ هئا. (1) مولانا محمد سعيد (2) مولانا غلام فريد (3) مولانا غلام رشيد. ٽئي پٽ بہ ساڻس گڏ عاشق آباد ۾ اچي رهيا هئا.

جناب غلام مصطفيٰ عاشق آباد ۾ وصال فرمايو سندس مزار بہ عاشق آباد جي قبرستان ۾ آهي. پوءِ مٺا سائين رحمت الله عليہ جڏهن سنڌ آيا تہ غلام مصطفيٰ جي ٻن پٽن مولانا محمد سعيد ۽ مولانا غلام فريد کي بہ ساڻ وٺي آيا. پاڻ پنهنجون بہ نياڻيون انهن جي نڪاح ۾ ڏنائون. بيبي غلام بتول مولانا محمد سعيد جي نڪاح ۾ ۽ بيبي امة الڪريم مولانا غلام فريد جي نڪاح ۾ .

## حضرت خليفہ مولانا محمد سعيد :

سندس ولادت جلالپور پير والا جي قريب بستي چوٽا لنگر ۾ ٿي. پير مٺا سائين کين سنڌ ۾ آندو کيس مولانا محمد صالح آگاڻين وارن وٽ درسِ نظامي مکمل ڪرايائون پوءِ قرائت لاءِ کيس قاري خان محمد صاحب وٽ نصير آباد موڪليائون. فارغ ٿيڻ بعد پاڻ کيس خلافت عطا فرمايائون. تبليغ لاءِ رتو ديرو ۽ آس پاس وڃڻ جو امر فرمايائون. پوءِ نياڻي بيبي غلام بتول سندس نڪاح ۾ ڏنائون. پاڻ تبليغ تمام گهڻي ڪيائون. ٻار ٻچن سميت تبليغ ڪندا هئا. نهايت ساده مزاج هئا. پير مٺا سائين جي وقت ۾ چار پنج سال پاڻ غفاري مسجد ۾ امامت ڪيائون. پير سائين جن سندس اقتدا ۾ نماز پڙهندا هئا. پيرسائين جي وصال بعد ڪجهه عرصو غريب آباد لاڙڪاڻي ۾ رهيا ۽ پوءِ پير مٺا سائين جو خليفو مولانا حبيب الرحمان کيس سنڌ مان پنجاب تبليغ لاءِ وٺي ويو. پاڻ پنهنجي جماعت کي فرمايائين سڀ مولانا محمد سعيد جي بيعت ڪيو. اندازاً ٽي حصا جماعت سندن مريد ٿي. آخري ايام ملتان ۾ رهيا اتي وفات ڪيائون سندس مزار به ملتان ۾ آهي. پنجاب ۾ تمام گهڻي تبليغ ڪيائون. پنهنجي اهليه محترمه کي به سفرن ۾ ساڻ رکندا هئا. پير مٺا سائين جي سنت مطابق گهڻي ڳوٺن ۽ شهرن ۾ هجرت ڪيائون. پاڻ پنهنجي ڪيفيات متعلق پنهنجي مرشد ڪريم کي هڪ خط لکيو اٿن. ملاحظه فرمايو:

بحضور فيض گنجور لامع النور غوث معظم قطب الاعظم قطب الارشاد

مجدد دوران سيدنا و مرشدنا محبوب الرحمان نائب نبی آخر الزمان دام ظلکم

بعد از حمد باری تعالیٰ والصلواۃ علی النبی المختار آنجناب کی از حد مہربانی ہے اور عین کرم نوازی ہے ورنہ یہ کمترین توڈوبا ہوا دریاء عصیاں میں تھا اب بھی عین یقین ہے کہ کمترین کی بی ادبیون کو معاف کر کی ہمیشہ اپنی مہربانی اور کرم نوازی سے ضرور خورسند فرمایا کرینگے۔ آج رات کو زیارت بابرکت جناب سرور کائنات افضل الصلوات و اکمل التحیات فداہ ابی و امی سے مہربانی آنجناب سے مشرف ہوا. اور ازان سبب از زیارت بابرکات صحابہ کرام رضوان اللہ علیہم اجمعین اور از زیارت پیران کبار این سلسلہ مبارک بمجرد کر منوازی آنحضور مشرف شدم صورت احوال یہ ہے۔

---

[1] هن خط جي ڪاپي هن فقير کي مولانا محمد منير درگاهه فيضپور وارن کان ملي. خط ۾ سندن اکر تمام سهڻا آهن.

آج رات بعد از تہجد مسجد شریف میں مراقبہ کی حالت میں آنجناب کی طرف متوجہ ہو کر فیض کا منتظر ہوا. حالت بیداری مین آنکھون کے آگے ایک روشنی نمودار ہوئی یکایک ایک سرسبز میدان میں تھا کہ آنجناب کی زیارت ہوئی معلوم ہوا کہ آپ مدینہ منورہ تشریف لے جارہے ہیں یہ کمترین بھی آنجناب کے ساتھ ہولیا

تھوڑی ہی دیر بعد ایک عظیم الشان کشتی میں سوار ہوئے مگر وہ کشتی اوپر کو عبور کر رہی ہے ازاں بعد تھوڑی دیر میں روضہ مقدس جناب سرور کائنات علیہ وآلہ افضل الصلوات واکمل التحیات پر پہنچے کہ ایک کونہ اونچا ہے اور اس کے بعد معلوم ہوتا ہے روضہ مقدس سے نور کے فوارے جاری ہیں وہ مثل سبزی مائل ہیں اور اوپر جارہے ہیں کہ گویا آسمان کے دروازے کھلے ہوئے ہیں اور وہ نور ایک جگہ جمع ہو کر اوپر کو جارہے ہیں اور ازان بعد روضہ مقدسہ کے قریب ایک وسیع میدان ہے مگر اونچا بہت ہے وہان کرسیان ہیں جن کے درمیان ایک میز ہے. حضور وہاں تشریف لیگئے اور ایک کرسی جو کہ کنارہ کی طرف ہے بیٹھے تھوڑی دیر بعد یکے بعد دیگر بزرگان آکر کرسیوں پر بیٹھ گئے اور حضور قبلہ عالم فداہ روحی و قلبی تشریف لائے اور آنجناب کے ساتھ والی کرسی پر رونق افروز ہوئے تو جناب والا شان نے اٹھکر ایک ایک بزرگ کے کندھے پر ہاتھ مبارک رکھا اور فرماتے گئے کہ یہ فلان بزرگ ہیں. اسکے بعد نبی کریم علیہ وآلہ افضل الصلوات واکمل التحیات بمع چار اصحاب کبار رضوان اللہ اجمعین تشریف فرماہوئے اور آتے ہی جناب کی طرف متوجہ ہو کر ارشاد فرمایا کہ میری مسکین امت کا کیا حال ہے؟ جناب نے جواب فرمایا کہ حضور پرنور کو پورا حال معلوم ہے اسکے بعد ارشاد ہوا. کہ تبلیغ کثرت سے هووے اور فرمایا بلغوا عنی ولوآیتہ چونکہ آخری وقت ہے اس میں میری امت کے حالات تبدیل ہیں اب یہ آپ کے سپرد ہے اور فرمایا کہ جب تک ذکر کرنے والے موجود ہین قیامت نہیں آویگی اور بھی بہت ارشادات ہوئے جو کہ پورے یاد نہین والسلام علے خیر الانام۔

حضور کی کرم نوازی کا ہر وقت انتظار ہے حضور کی توجہ ہو تو بیڑے پار ہیں ورنہ اس احقر کا کچھ نہیں ہے کہ فخر کیا جاوے تو حضور کی ایک مہربانی ہے خدا جانتا ہے کہ مبشرات کے بیان میں احقر کو فخر نہیں ہوتا بلکہ حضور کے فرمان کو مد نظر رکھ کر یہ عاجز عرض گذار ہے حضور کو ہر ایک کے باطنی کیفیت معلوم ہے. بس ضرورت ہے کہ حضور توجہ باطنی سے ایسا مالامال فرماویں کہ جناب کی محبت مین مجنون ہو جائوں کیونکہ جناب کی نظر پتھر کو بھی موتی بناسکتی ہے مجھ جیسے ہزاروں کمترین سے کئی حصہ زیادہ جناب کی محبت میں متقی ہے اور ولی ہیں۔

اولیا را ہست قدرت از الہ * تیر جستہ باز گردانند زراہ کمترین احمد سعید عفی عنہ لاشی غفاری

## حضرت مولانا غلام فريد غفاري

مولانا غلام فريد بن غلام مصطفيٰ بن صالح محمد جي ولادت جلالپور پير والا جي قريب بستي چوٽا لنگر ۾ ٿي. پير مٺا سائين سان گڏ سندن هجرتن ۾ ساڻ رهيا. سنڌ ۾ آيا تہ پير سائين جن کيس مولانا محمد صالح وٽ درس نظامي مڪمل ڪرايو ۽ پنهنجي پياري ننڍي نياڻي بيبي امة الڪريم سندس نڪاح ۾ ڏنائون. مولانا محمد سعيد ۽ مولانا غلام فريد ٻنهين ڀائرن جي شادي هڪ ئي رات ۾ دربار رحمتپور شريف ۾ ٿي. حضرت پير سائينجن پنهنجي ٻنهين نياڻن کي حويلي اندر گهر ٺهرائي ڏنا هئا.




مولانا غلام فريد جا هٿ اکر

مولانا غلام فريد کي گهڻو وقت سائيجن جي خدمت جو موقعو مليو. خصوصاً جڏهن سائين صاحبزاده صاحب جن موجود نہ هيا ۽ پير سائينجن جي طبع مبارڪ ناساز هئي. ان وقت پاڻ مرشد ڪريم جي گهڻي خدمت ڪيائون. سڄي سڄي رات جاڳندا هئا. ان خوف ۾ تہ متان ننڊ اچي وڃي ۽ مرشدن کي ڪا ضرورت پوي. ساري پٽ کي ٽيڪ لڳائي ويٺا رهندا هئا. صبح جي وقت جڏهن پير سائين جن مجلس ۾ ويهندا هئا تہ پوءِ پاڻ سائيڪل تي وڃي گهر جو سيڌو سامان وٺي ايندا هئا. ڪيس بہ نياڻيون ۽ هڪ فرزند دلبند ارجمند پيدا ٿيو. جنهن جو نالو پير مٺا سائين جن جي ڏنل خاندان جي چوڏهن نالن مان هڪ نالو "محمد ديده دل" رکيو ويو. پاڻ 24 ربيع الاول تي هن دنيا مان لاڏاڻو ڪيائون. سندن مزار لاڙڪاڻي جي ابوبڪر مقام ۾ آهي.

**ابوبڪر مُقام لاڙڪاڻي ۾ مدفون غفاري فقراءَ ۽ خلفاءَ:**

لاڙڪاڻي جو ابوبڪر قبرستان غفاري جماعت جي گهڻن ناميارن ماڻهن جي آخري آرامگاهہ آهي. انهن مان مشهور ۽ معروف هي آهن: حضرت مولانا غلام فريد رحمت الله عليہ منگي مختيارڪار عبدالڪريم ، خليفہ سعد الله سومرو. خليفہ حبيب الله . فقير عبدالله داروغو جنهن وفات کان بعد ضرب الله هنئي هئي. فقيرعبدالرحمان سنديلو نانگري محمد سفيل وغيره

## حضرت سائين محمد ديده دل مدظلہ:

### پير مٺا سائين جو ڏوهٽو

قطبِ عالم حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ جي ڏوهٽي حضرت سائين محمد ديده دل مدظلہ جي ولادت 29 ڊسمبر 1968ع ۾ غريب آباد ۾ ٿي. پرائمري تعليم ٿي درجا عبدالرحمان پٽوو وٽ پڙهيا. پوءِ پي سي اسڪول ۾ پنج درجا پڙهيا.

پوءِ شيخ زيد هاءِ اسڪول ۾ مڊل ڪيائون. پوءِ ٽي سال درگاهہ الله آباد ڪنڊيارو ۾ ديني تعليم حاصل ڪيائون. پوءِ پرائيويٽ ميٽرڪ ۽ انٽر ۽ بي اي سچل اورينٽل ڪاليج ۾ ڪيائون. ايم اي (اڪنامڪس) سچل ۾ ڪيائون. پوءِ مولوي عالم فاضل عربي جو امتحان سچل ۾ ڪيائون. 1988 ۾ ڪيس حضرت سچڻ سائين مدظلہ جن خلافت عطا ڪئي. هن وقت پاڻ حڪومت پاڪستان طرفان ”قومي امن ڪاميٽي براءِ بين المذاهب هم آهنگي“ جا صوبائي چيئرمين آهن. سندن دربار غريب آباد ۾ هر ماه ٻارهين جي شام تيرهين جي رات جلسو ملهائيندا آهن. ان ڪان سواءِ هر جمعي جي ڏينهن خواتين ۾ مجلس ذڪر ۽ مسائل جو درس ٿيندو آهي جيڪو پير مٺا سائين رحمت الله عليہ جي نامور نياٽي سائين ديده دل جي امڙ حضرت بيبي امة الڪريم سائڻ ڏيندي آهي. سائين جن پنهنجي نانا سائين جي مشن کي زنده رکندي تبليغي ڪم سرانجام ڏئي رهيا آهن. لاڙڪاٽي جي پسگردائي ۽ سنڌ جي مختلف شهرن ڪان علاوه دور دراز علائقن ۾ تبليغي سفر بہ ڪندا آهن. سعوديہ، امارات، انگلينڊ ۾ بہ تبليغي دورا ڪيا اٿن.



## باب پندرهون: تَذْكِرَةُ الْاَخْيَارِ فِي ذُرِّيَّةِ شَيْخِنَا مُحَمَّد عَبْدِ الْغَفَّارِ

# سجاده نشينان

1. **رئيس العلماءِ حضرت خواجہ محمد خليل الرحمٰن** رحمت الله عليہ
2. **تاج الفقراءِ حضرت خواجہ محمد جان جانان** رحمت الله عليہ
3. **زينت الصلحاءِ حضرت خواجہ محمد عبد الغفار** (ثاني) مد ظلہ العالي

**قطبِ عالم حضرت پير مٺا سائين** رحمت الله عليہ **پوري زندگي دينِ متين جي خدمت ۾ وقف ڪري ڇڏي هئي. پاڻ رحمتپور شريف نالي هڪ عظيم روحاني ادارو قائم ڪري پنهنجي خالق حقيقي سان وڃي مليا. پاڻ شب وروز ان اداري جي تاقيامِ قيامت آباد هجڻ جون دعائون گهرندا رهندا هئا. پاڻ راتين جو روئي روئي لڙڪ هاري هن اداري جي بقا ۽ آبادي جون جيڪي دعائون گهريائون، الله ڪريم وٽ اهي مقبول ۽ منظور هيون. سندن وصال بعد الله ڪريم اهڙا عظيم مبلغ ۽ مصلح سندن گادي نشين بنايا جن سندن فيض ۽ فقر کي چار چنڊ لڳايا. دربار اڄ تائين بهترين انداز ۾ آباد آهي. اهي ذڪر جون تنوارون ۽ الله الله جون پاڄهاريون پولويون ۽ لوليون اڄ تائين جاري ۽ ساري آهن ۽ انشاءَ الله قيامت تائين جاري رهنديون.**

**هن باب ۾ اسان سندن سجاده نشينن جي سوانح ۽ انهن جي تبليغي مساعي جو بيان ڪنداسين.**

---

[1] هن باب ۾ آندل مواد جو اڪثر حصو حضرت علامہ مولانا محمد امين الدين خليلي خطيب دربار مخدوم بلال شهيد رحمت الله عليہ جو عنايت ڪيل آهي. جزاه الله خيرا الجزاء

# سجاده نشين اول

## رئيس العلماءِ حضرت خواجہ محمد خليل الرحمن رحمت الله عليہ

**محبوب الاولياءِ، قُدوَةُ الاصفياءِ، سَنَدُ المَفَسّرين، قائد المحدثين، واقف رموزِ خفي وجلي خليل الله حضرت خواجہ خليل الرحمن قدس سره.**

پاڻ غوث الزمان حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ جا اڪيلا ۽ لاڏلا فرزند ارجمند هئا ۽ سندن خلافت ۽ مسند جا حقيقي ۽ شرعي وارث هئا. پاڻ مجمع البحرين هئا. علومِ شرعيہ ۾ يَدِ طوليٰ رکندا هئا. علوم روحانيہ ، معرفت ۽ حقيقت جي بحار جا غوّاص هئا. علم ۽ عمل فڪر ۽ نظر جا امام هئا. پاڻ الله جي ڪامل ولي جي قرب پري گود ۾ پليا، اڪمل ۽ عارف استادن وٽ پڙهيا. والد ڪريم سندن مرشد ۽ مُربي هئا جن ڪان روحاني فيوضات پرايائون. عمر جو وڏو وقت والد ڪريم جا مُشير ۽ وزير رهيا. ڪجهہ وقت لاءِ هجرِ يوسفي واري فُرقت جي ڪوٺاري مان رچي ريتا تي اچي والد جي مسند جا حقيقي وارث بنيا تہ راڄن کي رنگ لاتائون. غفاري غوث جي مشن کي پايہءِ تڪميل تي رسايائون. مسند نشيني بعد سندن صورت ۽ سيرت، ڪردار ۽ گفتار، هوبهو اَلْوَلَدُ سِرٌّ لِاَبِيْهِ جو مظهر بنجي پئي. سندن زندگي مبارڪ جو احوال پيش آهي.

**ولادت باسعادت:** جڏهن حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ جي رهائش اُچ شريف (احمد پور شرقيہ) جي قريب ڪلها ڳوٺ موضع بختياري ۾ هئي جتي اڪثر الڪلهي بلوچ آباد هئا. پاڻ اتي تبليغِ دين ۽ سلسلہ عاليہ جي ترويج ۾ مصروفِ عمل هئا تہ ان وقت سندن گهرواري عابده زاهده بيبي " الله وسائي " جيڪا سڳ ۾ سندن سڳي سؤٽِ هئي، ان جي بطن مبارڪ مان چنڊ جهڙو سهڻو ٻچڙو تولد ٿيو. ان جو نالو "**خليل الرحمان**" رکيائون.

سندن ولادت جي تاريخ معلوم ٿي نہ سگهي آهي. پر اندازو آهي تہ اهو سال 1903 ع يا 1904 ع هجي. ڇو تہ وصال وقت 21-10-1976 سندن عمر تقريباً 72 سال هئي.

**تعليم ۽ تربيت:** عظيم پيءُ جو عظيم اڪيلو فرزندُ خواجہ "خليل الرحمان"، جنهن کي زماني جي غوث جي آغوش نصيب ٿي. سندس پهرين تعليمگاهہ ۽ تربيتگاهہ والدِ جي پيار ڀري گود هئي. الف ، با تا ثا جي پهرين پٽي قطبِ عالم پير مٺا سائين ﷺ وٽ پڙهيا. پوءِ پاڻ مزيد تعليم لاءِ وقت جي جيد علماءَ وٽ ڪين مختلف مدارس ۾ داخل ڪرايائون.

**ڪامل جي ڪلهن تي:** حضرت خواجہ خليل الرحمان خود فرمائيندا هئا تہ جڏهن آءُ ننڍڙو هيس، ڳوٺ کان ٽي ميل پنڌ تي هڪ مدرسو هوندو هيو. حضرت صاحب جن مون کي پنهنجي ڪلهي مبارڪ تي کڻي صبح جو مدرسي ڇڏي ايندا هئا ۽ شام جو واپس وري ڪلهي تي کڻي ايندا هئا. اهو پيار ۽ محبت جو عجيب پنڌ هوندو هيو.

**مدارس ۽ اساتذه:** پوءِ پير مٺا سائين جن پنهنجي پياري فرزند کي علوم مروجہ مختلف مڪاتيبِ فڪر جي ناميارن عالمن وٽ پڙهايو. پاڻ جتي جتي ۽ جن جن استادن وٽ پڙهيا انهن مان ڪجهہ مشهور جايون ۽ استاد هي آهن.

1. جناب مولوي نذير احمد صاحب قبي واري مسجد احمد پور شرقيہ.
2. بستي سنديلہ (مظفر ڳڙهہ)
3. عبدالله پيلي وارا شجاع آباد.
4. عبدالله درخواستي احمد پور.
5. اوستا محمد بلوچستان.

6. خانقاه سيد جلال الدين رحمة الله عليه اُچ شريف.

پير مٺا سائين جي مڪتوبات ۾ آهي پاڻ خليفي رحمت الله کي 1960ع ۾ لکيل هڪ خط ۾ لکن ٿا:

*خلیل الرحمٰن امروز بخدمت خلیفہ صاحب مولوی نذیر احمد صاحب روانہ گردیدہ*

*عزم دارد کہ باقی ماندہ کتابہا بخدمت مولانا مذکور اتمام خواہم نمود۔* (مکتوبات حضرت پیر مٹھا سائیں)

پاڻ پير مٺا سائين رحمت الله عليه جي حڪم سان مولانا محمد فاروق بلوچ اوستہ محمد واري وٽ دورهء حديث ڪيائون. مولانا عبدالله ٻيلي واري وٽ ابتدائي تعليم پڙهيا. پاڻ ڏاڍو مارُو هوندو هيو. صاحبزاده سائين کي چوندو هيو: ”پير ٿيندئو هٽ تہ ٺاري وٺان“.

پاڻ ڪجھہ وقت مولانا عبدالله درخواستي خانپور واري وٽ بہ پڙهيا هئا. اهو ان وقت احمد پور شرقيہ ۾ پڙهائيندو هيو.

**سندن هم سبق:** پاڻ جڏهن مَلڪن جي بستي ۾ مولانا دين محمد چنڙ وٽ پڙهندا هئا جيڪو ديوبند جو فارغ التحصيل هيو، تہ ان وقت پاڻ ۾ چار ڄڻا هم سبق هئا.

1. حضرت سائين خواجہ خليل الرحمٰن رحمت الله عليه

2. مولوي خليل احمد ولد حاجي عبدالرحمٰن رحمت الله عليه سندن سؤٽ.

3. مولوي احمد احسن ولد مولوي محمد اشرف رحمت الله عليه سندن سؤٽ.

4. سلطان بالادين اويسي مخدوم سيراني رحمت الله عليهما جو گادي نشين.

خواجہ خليل الرحمان ڪجھہ وقت تلهيري ۾ بہ پڙهيا هئا. آخري علم پنهنجي والد گرامي وٽ پڙهيا. پير مٺا سائين فرمائيندا هئا تہ:

”ساري پاڪستان جا عالم هڪ پاسي منهنجو محمد خليل هڪ پاسي“.

**ننڍپڻ ۽ جواني:** سندن ننڍپڻ جو زمانو اباڻي ديس پنجاب ۾ گذريو افسوس آهي جو اهڙي ڪامل اڪمل هستي جي ننڍپڻ بابت وڌيڪ معلومات ملي نہ سگهي آهي. جڏهن پاڻ پنهنجي والد ڪريم سان گڏ سنڌ ۾ آيا تہ دستار بند عالم هئا ۽ دوره ۽ حديث بہ پڙهي آيا هئا. پاڻ فرمائيندا هئا تہ مون کي پنهنجي والد ڪريم بہ پيرا درس نظامي پڙهايو ۽ بہ

پيرا دورهءِ حديث ڪرايو. پاڻ فرمائيندا هئا تہ مون حديث ۽ تفسير جا ڪيترا دورا مختلف شهرن ۾ وڏن مفسرن ۽ وڏن محدثن وٽ ڪيا هئا.

## ﴿حضرت خواجہ خليل الرحمان جو استادي سلسلو﴾



**روحاني تربيت:** حضرت خواجہ خليل الرحمان کي پير مٺا سائين پنهنجي مرشد حضرت پير فضل علي قريشي جي بيعت ۾ داخل ڪرايو. سلوڪ جا ڪجهہ اسباق حضرت قريشي رحمت الله عليہ جي قربت ۾ حاصل ڪيائون. سندن وصال بعد خواجہ خليل الرحمان پنهنجي والد ڪريم جي بيعت ڪئي ۽ سلوڪ جا اسباق طئي ڪيا ۽ والد جي روحاني تربيت گاهہ مان ڪمالاتِ مجدديہ حاصل ڪري رچي ريٽا ٿي نڪتا. ايستائين جو پاڻ علوم ظاهري و باطني ۽ ڪمالات صُوَري و معنوي ۾ اعليٰ مقام حاصل ڪري مجمع البحرين بنجي نڪتا. پاڻ زهد و تقويٰ ۽ اتباع سنت جا جامع هئا. سندن والدِ محترم جي هر وقت مٿن نظرِ خاص رهندي هئي.

**قريشي ڪريم جي گود ۾:** پير مٺا سائين رحمت الله عليہ پنهنجي ٻچڙي کي پنهنجي مرشد حضرت پير فضل علي قريشي رحمت الله عليہ جي خدمت ۾ ڪٽي ويندا هئا. قريشي صاحب ننڍڙي محمد خليل کي پنهنجي پيار ڀري گود ۾ ويهاريندا هئا. جيڏي مهل حلقۂ ذڪر ۽ محفلِ مراقبہ ٿيندي هئي تہ قريشي ڪريم رحمت الله عليہ خواجہ خليل الرحمان کي پنهنجي ڪڇ ۾ ويهاري پنهنجي مٿان ۽ سندس مٿان ڪپڙو وجهي پوءِ مراقبو ڪرائيندا هئا. مراقبي جي ان فيض وارين گهڙين ۾ ڪين ڇا ڇا مليو سو ڏيڻ وارو ڄاڻي يا وٺڻ وارو ڄاڻي.

**مڪاشفو:** طالب علمي کان ئي عبادت ۽ رياضت ، زهد ۽ تقويٰ، سندن طبيعت ۾ سمايل هئي. تواضع ، صبر شڪر، خشوع ۽ خضوع سندن عادتِ ثانيہ بنجي چڪي هئي. الله ڪريم کين ننڍڙائپ ۾ ئي مڪاشفي (مغيبات جي علم) جي دولت سان نوازيو هيو. هڪ ڀيري پير قريشي رحمت الله عليہ کي هڪ ڳوٺ ۾ دعوت هئي. جڏهن طعام تيار ٿيو پاڻ فرمايائون تہ ڪو بہ اسان جو مريد تيار ٿيل ٻوڙ نہ کائي. رُکي ماني کائو ان راز کي ڪو بہ نہ سمجهي سگهيو. مگر حضرت صاحبزاده محمد خليل الرحمٰن فقيرن کي ٻڌايو تہ جيڪا ٻڪري دعوت ۾ ڪُٺل آهي ان ٻڪري جي ماءُ جي ماءُ چوراٽي هئي. انڪري حضرت جن نہ پاڻ کاڌي ۽ نہ مريدن کي کائڻ ڇڏيائون. جڏهن اها خبر حضرت پير

قريشي رحمت الله عليہ کي پئي تہ پاڻ ان ڳالھ جي تصديق ڪيائون تہ بيشڪ ان نينگر ڪشف سان راز ڪي سچاڻي ورتو آهي.

**گھر ۾ گفتگو:** پير مٺا سائين جي نياڻي حضرت بيبي امة الڪريم سائڻ فرمايو تہ: بابا سائين جن فرمائيندا هئا تہ: "**مون خليل الرحمان کي ايڏو پڙهايو آهي جو سنڌ ۾ مون کي ان جھڙو ڪو عالم نہ ٿو نظر اچي**".

امان سائڻ فرمايو تہ: گھر ۾ جڏهن ساڻس ڪا ڳجھي ڳالھ ڪندا هيا تہ فارسي ۾ ڪندا هيا.

امان سائڻ مزيد فرمايو تہ: پاڻ سائين صاحبزادي کي نصيحت ڪندا هيا تہ عاجزي ڪريو فقيرن کي پاڻي پياريو. فقيرن جي جُتي کڻو تہ توهان جي جُتي فرشتا کڻندا. فرمائيندا هئا تہ منهنجي جُتي کڻڻ وارا تہ پيا بہ آهن پر توهان کڻو تہ توهان سان مهرباني ٿئي.

**تدريس يا تبليغ ؟:** پاڻ فرمائيندا هئا تہ اسان بہ پيرا دوره حديث پڙهي. جڏهن حضرت صاحب جن جي خدمت ۾ آياسين تہ فرمايائون تہ:

"ابا سائيں تبليغ کریسویا درس پڑھائیسو تہ تساں کوں عالیشان مدرسہ ٹھوا ڈیواں۔"

مون عرض ڪيو تہ قبلا سوچيان. فرمائيندا هئا تہ رات ۽ ڏينهن جي سوچڻ کان پوءِ مون عرض ڪيو تہ سائين تبليغ ڪندس. جيڪو نبوي ڪم آهي.

**عجيب امتحان:** فرمايائون جڏهن صبح ٿيو پاڻ هڪ صوفياڻو چوغو ۽ پينو فقيرن واري ٽُڪرن واري ٽوپي ۽ هڪ عصا پر ٿلهي ڏنڊي نما کڻي آيا. فرمايائون "محمد خليل"هي صوفياڻو لباس پايو. فرمايائون : اسان عمر جو وڏو عرصو مدرسن ۾ علماء سان بحث ۽ مباحثن ۾ گھاريو هيو. صوفي صفت علماء ۽ ديوبندي عالمن وٽ بہ علم جي حصول ۾ زمانو گذاريو هيو سو اهو لباس پائڻ تہ سراسر غلط ٿي لڳو ۽ ٽي ڏينهن نفس جي ڪشاڪشي رهي ۽ حضرت پير مٺا سائين وري اهي ٽئي ڏينهن اندر تسبيح خاني ۾ گذاريا. پنج وقتي نماز بہ چند فقيرن سان گڏ تسبيح خاني ۾ باجماعت ٿي ادا ڪيائون ۽ ٻاهريون احوال هر هر ٿي پڇيائون تہ محمد خليل اسان جو ڏنل لباس پاتو يا نہ؟ مسجد ۾ نماز لاءِ ڪيئن آيو؟

فرمايائون : ٽين رات اسان جي دل ۾ ان لباس کي جاءِ ملي. تهجد نماز بعد اهو لباس پائي ڏنڊي نما عصا کڻي موذن جي اذان بعد پهرين صف ۾ اچي ويناسين. غوث الوقت قطب

الاقطاب پير مٺا سائين ﺑﻪ فجر نماز تي دستور موجب آيا . سندن چهرو چوڏهين جي چنڊ وانگر روشن هيو. پاڻ مُرڪندي مسجد ۾ تشريف فرما ٿيا. اسان کي ڏسي فرمايائون :

"مولانا نفس هار گیا۔ لباس فقراء پسند آگیا۔"

پوءِ اسان کي ارشاد فرمايائون اوهان تبليغ لاءِ دهلي وڃو. سندن ارشاد سان انهيءَ لباس ۾ بي سرو ساماني جي عالم ۾ لاهور وياسين اتان پوءِ دهلي روانا ٿياسين. ڪي هم سبق مليا اهي لباس تي کلڻ لڳا. دهلي جي قيام دوران هڪ جمعي جي خطبي ڏيڻ لاءِ جامع مسجد ۾ موقعو مليو. تقرير ڪرڻ کان پوءِ هل چل مچي وئي ته هڪ ملنگ بابا وڏو عالم ۽ اسرار معرفت جي ڄاڻ رکڻ وارو دهلي ۾ اچي ويو آهي. پوءِ جوق در جوق اهل علم علماء خطباء اچڻ لڳا. جڏهن اتي شهرت ٿي ته پير سائين جن خواب ۾ نظر آيا فرمايائون : هاڻي دهلي کي الوداع چئي اجمير شريف وڃو. فرمايائون: ان دؤران حضرت خواجهءِ اجمير ۽ حضرت محمد باقي بالله ۽ حضرت مرزا مظهر جان جانان، حضرت شاهه غلام علي دهلوي رحمة الله عليهم اجمعين جن جي مزارات تي مراقبو ۽ خلوت جو خوب موقعو مليو.

**خدمتِ فقراءَ :** جڏهن پاڻ ان سفر کان موٽيا ته سندن طبيعت بلڪل بدلجي چڪي هئي. طبيعت ۾ مولوياڻو غرور نه هيو بلڪ فقيراڻو انڪسار هيو. پوءِ پاڻ پنهنجي والد ڪريم سان ديس پرديس سفر حضر ۾ ساڻ رهڻ لڳا. همه وقت فقيرن جي خدمت ۾ مشغول رهندا هئا. ٻاهرئين اچڻ واري کي خبر نه پوندي هئي ته ڪو پاڻ پير مٺا جا فرزند ارجمند آهن.

**سادگي :** پاڻ سادگي کي پسند ڪندا هئا. عاشق آباد ۾ هڪ پيري تعلقي مختيارڪار آيو. پير مٺا سائين جن ان جي مهمان نوازي ۽ سٺي ننگر لاءِ ارشاد فرمايو. مختيارڪار وري حضرت صاحب جن جو شاهانه لباس وضع قطع ڏسي چوڻ لڳو ته مان ماني پير صاحب جي فرزند سان گڏ کائيندس ۽ جيڪو پير صاحب کائيندو اهو طعام کائبو. حالانڪ حضرت صاحبزاده صاحب ان مختيارڪار جي اڳيان ﺑﻪ پيرا گذريا ۽ مصافحو ﺑﻪ فرمايائون. مختيارڪار جي اسرار تي حضرت صاحبزاده صاحب گهر ۾ تيار ٿيل لنگر ڪٺي آيا. جيڪو ناڙي جو ساڳ ۽ ڪڪ جي ماني هئي. جيڪا ان وقت سندن واسطي غذا تيار ٿي هئي. فرمايائون ته صاحب هي لنگر آهي پير صاحب ۽ آءٌ سندس اڪيلو

فرزند آهيان اها ئي اسان جي غذا آهي. مختيارڪار ڏسي ۽ ٻڌي حيران ٿي ويو. حضرت جن جو معتقد بڻجي ويو.

پاڻ ڪڏهن به پيرن جي پُٽن وانگر صاحبزادگي وارو نٽ ٺانگر پسند ڪو نه ڪيائون. نه وري عيش و عشرت واري رهائش جي خواهش فرمايائون. هميشه ذڪر الله ڪثرت عبادت ۽ لنگر جي خدمت ۾ فقراء جي ننگر پهچائڻ، ڪارائڻ پيارڻ ۾ گذاريائون.

**سلسلي عاليه نقشبنديه جي اجازت :** سندن علم ۽ عمل، زهد ۽ ورع کي ڏسندي سندن علمي ۽ عملي مقام کي مدنظر رکندي قطبِ عالم ڪين سلسله عاليه جي نقشبنديه جي اجازت ڏني. ان سان گڏ ڪين پين ٽنهين سلسلن جي به اجازت عنايت ڪيائون.

**سلسله عاليه قادريه جي اجازت:** ڪين سلسله عاليه قادريه جي به اجازت هئي. پاڻ ڪڏهن قادري ذڪر به ڪرائيندا هئا. ان جو قصو به عجيب آهي. جڏهن پير مٺا سائين جن سنڌ ۾ آيا، دينپور نور پور ۽ ان کان پوءِ رحمتپور شريف کي مَسڪن بنايائون. سندن مخالفتون به تمام گهڻيون ٿيون. مٿن ڪوڙا ڪيس به ٿيا. اهڙو هڪ ڪوڙو ڪيس ڪنڊياري جو ڪورٽ ۾ به ٿيو. ان جي پيروي لاءِ پاڻ حضرت خواجه خليل الرحمان کي موڪليائون پر ڪين امر ڪيائون ته حضرت حاجي دلمراد لوڙهائي کان دعا گهرائي پوءِ ڪورٽ وڃجو.

**لوڙهائي بزرگ ۽ خواجه خليل الرحمان جي ملاقات:** حضرت حاجي دلمراد صاحب لوڙهي وارا رحمت الله عليه جن جي مشهور ڪرامت آهي ته پاڻ حج لاءِ ٿي ويا. ماٺهو جهاز ۾ چڙهيا ڪين ڪاغذن نه هجڻ ڪري جهاز تي چڙهڻ نه ڏنو ويو ته پاڻ پنهنجي لٺ مبارڪ مٿان لانگ ورائي سمنڊ ۾ گهڙيا ته سندن لٺ بحري جهاز کان به تکي پاڻي ۾ هلي رهي هئي. حضرت خواجه خليل الرحمان جي ان سان ملاقات ڪيئن ٿي؟ اهو قصو خود هن طرح بيان فرمايائون : مولانا محمد امين الدين خليلي بيان ڪيو ته رحمتپور شريف ۾ يارهين جو موقعو هيو. حضرت خواجه خليل الرحمان مٿين جاءِ ۾ تشريف فرما هئا. سندن طبيعت مبارڪ ناساز هئي. ان وقت حضرت حاجي دلمراد لوڙهائي جو پوٽو فقير جان محمد لوڙهائي سندن طبع پرسي لاءِ آيو. پاڻ ان کي مٿي گهرايائون. سندس خاطر تواضع فرمايائون ۽ وڏي محبت سان ساڻس ڳالهه ٻولهه فرمايائون. پاڻ فقير صاحب سان مخاطب

ٿيندي فرمايائون تہ حضرت قيوم زمان پير مٺا سائين قدس سره تي ڪنڊياري ڪورٽ ۾ علائقي جي مشهور زميندار امام بخش ڪلهوڙي ڪيس ڪيو هيو.
سندس اثر رسوخ جي ڪري ڪورٽ عملي حاضري تي ويندڙ فقيرن کي تنگ پئي ڪيو. حضرت پير سائين جن اسان کي حڪم فرمايو تہ اوهان حاضري تي وڃو پر ان کان اڳ لوڙهي شريف تي وڃي حضرت فقير صاحب حضرت حاجي دلمراد سان ملاقات ڪجو ڪيس اسان جا سلام چئجو ۽ کانئن دعا گهرائي پوءِ ڪورٽ ۾ وڃجو. پوءِ اسان ٻيڙيءَ تي درياهہ پار ڪري درگاه لوڙهي شريف تي تقريبا صبح جو ڏهين ڏاري پهتاسين. فقير صاحب جن حويليءَ تي هئا فقيرن جي اطلاع ڪرڻ تي پاڻ ٻاهر تشريف وٺي آيا ۽ تمام خوشي محبت ۽ پاٻوهہ سان اسان جي قريب آيا. اسان بہ جيئن ملڻ لاءِ اڳتي وڌياسين تہ پاڻ فرمايائون الحمد لله نوري جماعت جا سردار اسان وٽ تشريف وٺي آيا آهن. پاڻ بي انتها محبت جي عالم ۾ فرمايائون تہ ائين حجابن سان ڪونہ ملنداسين. پاڻ پنهنجي لٺ مبارڪ رکيائون اڳيان پيل صندل تي چادر لاهي رکيائون ۽ پوءِ پيراهن مبارڪ بہ لاهي رکيائون ۽ اسان کي بہ ائين ڪرڻ لاءِ چيائون پوءِ ڀاڪر پائي سينو مبارڪ ملائي مليا ۽ زور سان جهڙي ذڪر لاالہ الا الله فرمايائون ۽ ايڏو آواز ٿيو جو پاسي جي ڳوٺ چنن جا ماڻهو ٻاهر نڪري آيا ۽ ان وقت اسان جي سيني جا وار بلڪل ختم ٿي ويا. پوءِ جذبي واري ڪيفيت پيدا ٿي ويئي ۽ ملڻ بعد پاڻ پيراهن مبارڪ پائي هٿ ۾ هٿ ڏئي هڪ جاءِ تي اسان کي وٺي ويا اسان جي مٿان گريہ جي ڪيفيت طاري ٿي ويئي ان جاءِ تي پهچڻ کان پوءِ وري فرمايائون تہ هيءَ جاءِ بهتر نہ آهي وري ٻي پوءِ ٽين جاءِ تي وٺي پنهنجي چادر لاهي وڇايائون ۽ فرمايائون تہ نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم پنهنجن مهمانن جي ويهڻ لاءِ چادر وڇائيندا هئا . پوءِ ويهي حال احوال ورتائون اسان سندن خدمت عاليہ ۾حضرت قيوم زمان پير مٺار سائين رحمت الله عليہ جا سلام بہ عرض ڪيا احوال بہ ڏنا ۽ سندس ارشاد موجب دعا لاءِ بہ عرض ڪيو پاڻ گريہ فرمائيندي تواضعًا فرمايائون تہ پاڻ مثل درياه جي آهن اسين مثل موڪ جي آهيون دعا لاءِ اسان کي پيا فرمائن. نهد شاخ پُر ميوه سر بر زمين

پاڻ فرمايائون تہ دعا گهرندا سين پر شرط آهي تہ اوهان اسان کي هت مسجد ۾ پنج وقت نماز پڙهايو پوءِ اسين اتي رهياسين. اذان ۽ تڪبير پاڻ ٿي چيائون نماز اسان ٿي پڙهائي. ظهر نماز کان صبح جي نماز تائين پنج وقت نماز جا پڙهاياسين.

سندس فرزند ۽ فقيرن تمام گهڻي خدمت ڪئي طعام ۽ قيام جو سهڻو بندوبست ڪيائون. صبح جي نماز بعد پاڻ مسجد شريف ۾ اندر ويا ۽ دروازو بند ڪري ڇڏيائون. اشراق بعد گهڻو وقت اندر تشريف رکيائون گهڻي مهل بعد اندران ٻاهر نڪتا ۽ مرڪندي فرمايائون تہ الله پاڪ جل جلالہ جي دربار عاليہ ۾ عرض ڪيوسين تہ اهل دنيا ڪڏڙو مردن کي (الله وارن) کي تڪليف پيو ڏئي انشاءالله تعاليٰ هاڻي تڪليف ڪانہ ٿيندي پوءِ موڪلائڻ وقت فرمايائون تہ ترسو مان گهران ٿي اچان. ويا وري واپس وري آيا. اهڙي طرح پيو ۽ ٽيون ڀيرو حويلي تي ويا ۽ موٽيا پوءِ فرمايائون تہ پاڻ ڪريمن صلي الله عليہ وسلم جن جي سنت آهي تہ مهمانن کي سوکڙي ڏيندا هئا پر اسان وٽ ظاهري اسباب تہ ڪو نہ آهي ليڪن حضرت محبوب سبحاني رحمت الله عليہ جي سلسلہ عاليہ جي پيران ڪبار کان قادري سلسلي جي سوکڙي اوهان جي خدمت ۾ حاضر آهي.

اسان عرض ڪيو تہ اسان کي سلسلہ عاليہ نقشبنديہ ۾ پنهنجي والد صاحب کان اجازت مطلقہ آهي. پاڻ فرمايائون تہ اسان جي امانت پاڻ وٽ رکو ۽ جڏهن حضرت صاحب اجازت ڏين تہ پاڻ وٽ رکجو ۽ ڪڏهن ڪڏهن اسان کي ياد رکندا ڪجو.

پاڻ فرمايائون تہ اجازت وٺي جيئن ڪنڊيارو آيا سين جج صاحب طرفان سڏ ٿيو اسين جيئن اندر داخل ٿيا سين تہ جج صاحب اٿي اسان سان مليو. پرسان وهاري چيائين تہ جيئن اوهان حڪم ڪريو. اسان جج صاحب کي چيو اسان کي امام بخش جي ذات سان ڪا بہ دشمني ڪانهي هن کي فقيرن سان عداوت آهي ڪوڙا ڪيس ٺاهي اسان کي تڪليف ۾ وجهي ٿو اسان دور دراز سفر ڪري درياه پار ڪري لاڙڪاڻي کان اچون ٿا اسان هينئر دين پور ۾ ڪونہ ٿا رهون بس اسان کي تڪليف نہ ڏني وڃي پوءِ جج صاحب ٻي ڏر کي گهرائي چيو تہ اوهان جو ڪيس ڪوڙو آهي اوهان کي سزا ملڻ گهرجي پر فقير ائين نہ ٿا چون انهن اوهان کي معاف ڪيو آهي. ائين چئي ڪيس خارج ڪري

چڏيائين. پوءِ حضرت خواجه خليل الرحمان رحمت الله عليه جماعت کي مخاطب ٿيندي فرمايو ته اسين انهيءَ ڪري پنهنجي مجلس ۾ ذڪر جهري لااله الا الله ڪندا آهيون ۽ الحمد لله اسان کي پنهي طريقن نقشبنديه ۽ قادريه جي اجازت مطلق آهي.

**انتظامي امور جي نگراني:** پنجاب ۾ رهڻ دوران يا سنڌ ۾ اچڻ بعد حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليه درگاهه جي انتظامي امور ۽ درگاهي معاملات حضرت سائين صاحبزاده صاحب جن جي حوالي ڪيا هئا. نووارد علماء ۽ مشائخ ايندا هئا يا هر وقت مهمان وڏي تعداد ۾ موجود رهندا هئا ته انهن جو انتظام، انصرام، اهتمام صاحبزاده سائين جن جي حوالي هوندو هيو.

**رحمتپور جي زمين جو انتخاب:** دينپور ۽ نورپور ڪڇي جي درگاهن ۾ جيڪي اچڻ وارن فقيرن کي تڪليفون ٿينديون هيون سي بيان کان ٻاهر آهن. هڪ ڏينهن حضرت پير مٺا سائين جن صاحبزاده صاحب جن کي گهرائي فرمايو ته هاڻي طبيعت گهڻي سفر جي متحمل نه آهي. ان لاءِ ڪنهن اهڙي جاءِ جو انتخاب ڪيو جتي مستقل رهائش اختيار ڪجي ۽ تبليغ لاءِ مرڪز قائم ڪجي. جتي آمد رفت ۽ سواري جي سهولت هجي. جماعت کي اچڻ وڃڻ ۾ دشواري نه ٿئي. پوءِ خواجه صاحب پنهنجي پدر بزگوار جي حڪم جي تعميل ۾ جڳهه جي تلاش شروع ڪئي. ڪجهه خلفاءَ جي مشوري سان لاڙڪاڻي جنڪشن ريلوي اسٽيشن جي قريب رحمتپور واري زمين منتخب ڪيائون. جنهن کي پير سائين جن به پسند فرمايو. اها جاءِ ئي رامپور مان رحمتپور ٿي. جيئن اڳ بيان ٿي چڪو. رحمتپور شريف جي جاءِ جو انتخاب حضرت خواجه خليل الرحمان جي پسند هئي.

**اسلاف جي هڪ عجيب ادا :**

پنجاب توڙي سنڌ ۾ حضرت سائين صاحبزاده صاحب جن پنهنجي والد ڪريم جا دستِ راست رهيا. صلاحون مشورا ساڻن ڪيا ويندا هئا. ديس پرديس ۾ پاڻ پنهنجي پياري پيءُ جا انيس ۽ جليس رهيا. پوءِ ڪجهه معاملات اهڙا ٿيا جو پير سائين جن پاڻ پنهنجي نورِ نظر لختِ جگر کي ڪجهه وقت لاءِ پاڻ کان جدا ڪيو.

اسان جي اسلاف صوفياءَ ۽ صلحاءَ ۾ هڪ اهو به طريقو رهيو آهي ته پنهنجي ڪنهن پياري خليفي يا صاحبزادي کي ڪن مصلحتن خاطر، يا ڪن روحاني رازن خاطر، يا ان جي بلنديءِ درجات خاطر، يا محض امتحان خاطر عارضي طور پاڻ کان جدا ڪندا آهن ۽ پوءِ وري پاڻ وٽ گهرائيندا آهن. اسلاف ۾ ان جا ڪوڙ سارا مثال ملن ٿا. جيئن حضرت خواجه غلام فريد ڪوٽ مٺڻ شريف وارن پنهنجي پياري فرزند کي پاڻ کان جدا ڪيو هيو پوءِ وصال جي وقت پاڻ وٽ گهرايائون. ان عجيب ادا تي عمل ڪندي قطبِ عالم حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليه پنهنجي جگر جي ٽڪري پياري فرزند کي سندن اصلي مرڪز عاشق آباد شريف موڪليو. پر ان عارضي جدائي دوران مٺا سائين جن جي ڪيفيت اها هوندي هئي جيئن يعقوب عليه السلام جي يوسف عليه السلام جي جدائي وقت هئي. پر يعقوب عليه السلام کي ته يوسف عليه السلام کان سواءِ به يارهن پٽ هئا. پر مٺا سائين محبوب جو ته اهو اڪيلو ئي فرزند دلبند هيو. پوءِ وري مفاصلي جي ان گهٽي دوري کي گهٽائڻ لاءِ پاڻ پنهنجي پياري فقير عبدالحق ڏامراهه جيڪو لاڙڪاڻي جي قريب ڏامراهن ۾ رهندو هيو ان کي حڪم فرمايائون ته :

”تون محمد خليل کي پنجاپ مان موٽائي پاڻ وٽ ڏامراهن ۾ رهاءِ.“

حضرت سائين خواجه خليل الرحمان صاحب الهجرتين هئا. پيءُ جا قرة العينين هئا. مبتلاءُ الفُرقتين هئا. ڏامراهه ڳوٺ ۾ خليفي عبد الحق ڏامراهه وٽ پنج سال قيام دوران ڳوٺ وارن جي چواڻي ته سندن اکيون مبارڪ هميشه حجر و فراق ۾ آليون ئي آليون رهنديون هيون. مسجد ۾ ايندي ويندي لڙڪ وهائيندا ويندا هئا. بقول شيرازي:

*عاشقاں را شش نشانی اے پسر آہ سرد و رنگ زرد و چشم تر*

صبح جي وقت ڏامراهه مسجد ۾ مراقبو ۽ درسِ قرآن سندن معمول هوندو هيو. باقي سمورو وقت فرقتِ يار ۾ سينه بريان ديده گريان رهندا هئا. پير مٺا سائين جن به ان الم ۽ فراق جي ڪري همه هم وقت غمگين ۽ حزين ۽ اڪثر اوقات گوشه نشين رهندا هئا. اهو ئي سبب سندن طبيعت جي ناسازي جو به هيو.

**دوري دور ٿي وئي:** مشيت ايزدي ۽ مصلحتِ سرمدي وارا اهي ڏهاڙا ان وقت پڄاڻي تي پهتا جڏهن سنہ 1964ع ۾ پير مٺا سائين جن عمر جي آخري ايام ۾ هئا. ان وقت خليفہ ميان عبدالحق ۽ سيد پلي رکيو شاهہ نورپور وارو ۽ انجي اهليہ محترم بيبي لال خاتون سائڻ جيڪا اهلِ ذکر ۽ صاحبِ حال هئي.

پير مٺا سائين جي حڪم سان سائين صاحبزاده صاحب جن کي ڌامراهن کان دربار رحمتپور وٺي آيا.

**وصل جو عجيب منظر :** جنهن وقت خواجہ خليل الرحمان حويلي پاڪ ۾ پهتا ان وقت پير سائين جن جي طبيعت مبارڪ گهڻي ناساز هئي. ان جي باوجود پاڻ اٿي ويٺا ۽ خواجہ خليل الرحمان کي پنهنجي گود ۾ ائين ويهاريائون جيئن ننڍي ٻار کي جهولي ۾ ويهاربو آهي. ان وقت پير سائين جن اوچنگار ڏئي رنا ۽ خواجہ خليل الرحمان ائين روئي رهيا هئا جيئن ڪو ننڍڙو ٻار سُڏڪندو آهي. ان وقت پير سائين جن مٿن خصوصي شفقت فرمائي ۽ کيس خلعتِ خاص سان نوازيائون. يعني پنهنجي پوشاڪ ۽ پنهنجو شاهي لباس جيڪو پاڻ زيبِ تن فرمائيندا هئا سو گهرائي کيس پهرايائون.

پوءِ پاڻ پنهنجي سڀني خلفاء ۽ فقراء ۽ رحمتپور جي رهواسين کي پنهنجي حويلي پاڪ ۾ اندر گهرايائون ۽ فرمايائون اج کان پوءِ جيئن مان اوهان جو مرشد ۽ رهنما آهيان، ائين محمد خليل الرحمان بہ اوهان جو مرشد ۽ امام آهي. پوءِ پاڻ پنهنجو مصلو، امامت، مراقبہ سندس حوالي فرمايائون. پاڻ پندرهن ڏينهن برابر رحمتپور شريف جي مصلي تي امامت جي منصب تي فائز رهيا. پير مٺا سائين جن جي طبع مبارڪ ۾ ڏينهون ڏينهن ضعف وڌندو رهيو ۽ پاڻ سندس تيمارداري ۾ همہ وقت مصروف رهندا هئا. جڏهن طبيعت گهڻو ناساز ٿي تہ کين سول اسپتال لاڙڪاڻي جي پرائيويٽ وارڊ نمبر چار ۾ داخل فرمايائون. ان وقت خواجہ خليل الرحمان خدمت ۾ پيش پيش هئا.

**وصالِ مرشد ۽ سجاده نشيني :** نيٺ اهو وقت آيو جنهن بابت پاڻ فرمايو هئائون تہ:

*جے توں رہیں ساری عمر آخر فنا آخر فنا۔*

آفتابِ ولايت، قيومِ زمان، قطبِ جهان 84 ورهن جي عمر ۾ 25 ڊسمبر 1964ع بمطابق 8 شعبان المعظم 1384هه ۾ دارفاني کان روانگي فرمائي تہ هر طرف صدا بلند ٿي وئي.

اے فلک آہستہ روکارنہ آسان کردہء خوبرویاں رابزیرِ خاک پنہاں کردہء

حضرت سائين صاحبزاده صاحب جن پنهنجي پياري پيءُ جي تجهيز تڪفين ۽ تدفين جو اهتمام فرمايو ۽ پاڻ سندس وصيت موجب تجرنُما مرقد مبارڪ ٺهرايائون.

سندن نمازِ جنازه پڙهايائون ۽ پوءِ سندن والد ڪريم جي سجاده شريف جا مستقل مسند نشين ٿيا. جيڪو سندن شرعي ۽ روحاني حق هيو.

**سجاده نشيني عظيم امتحان:** سجاده نشيني سندس واسطي عظيم امتحان هئي. والد جي وڇوڙي جو غم، اجا پنهنجا ابي سان هجر وارا حال اوريا ئي نہ هئائون تہ اهي اکين جا انور نگاهن کان پرده پوش ٿي ويا. ان فراق سندن جيءُ جهوري ڇڏيو هيو ۽ وري جماعت جي اختلافات ۽ خلفاء جي جدا ٿيڻ سندن غمن ۾ ويتر واڌارو آندو. وري ڪورٽن جي ڪيسن سندن ملال کي ٻيڻو ڪيو. پر والد مڪرم جيئن تہ چوندي سندن نام نامي اسم گرامي خليل الرحمن رکيو هيو. سو واقعي بہ پاڻ اسم بامسميٰ ثابت ٿيا. پنهنجا سڀ ڪم الله پاڪ جي سپرد ڪري الله تعاليٰ جي پيغام کي عام ڪرڻ ۾ مشغول ٿي ويا. حضرت قريشي صاحب ۽ پنهنجي محبوب والد ڪريم جي ڏسيل ڪم تي ڪمربستہ ٿي ويا. سنڌ جي گادين جي سجاده نشينن طرفان ڪين مدد جا پيغامات موصول ٿيا. امراء جي طرفان امدادي آڇون ٿيون. پر پاڻ سڀني جو شڪريو بجاء آڻيندي فرمايائون:

الله سائیں تہ اساڈے نال ہے اساڈا ساراکم الله سائیں دے حوالے ہے

پاڻ درگاهہ عاليہ رحمتپور جي نئين سرجوڙجڪ تي ڌيان ڏنائون. اصلاحات فرمايائون شريعت جي پابندي ۽ طريقہ عاليہ جي ترويج جو ڪم ڪيائون. اڪيلي سر سڀني معاملات کي منهن ڏنائون.

**عظيم اقدامات:** والد ڪريم جي وصال بعد جڏهن پاڻ مسند نشين ٿيا تہ جماعت عاليہ غفاريہ جي نئين سر تنظيم سازي ڪيائون. دربار شريف جو انتظام ۽ اهتمام خود سنڀاليائون. اختلافات ۽ اختراعات کي نظر انداز ڪندي، دنيا ۽ دولت ، مال ۽ ملڪيت

جي محبتن کان بالاتر ٿيندي ثابت قدمي سان درگاهہ شريف تي اصلاحات ۽ جماعت جي بهبودي ۽ بهتري جا عظيم اقدامات فرمايائون.

ڏاڳي جي ٽٽڻ سان جيئن مڻڪا ڪڻو ڪڻي کان ڌار ٿي ويندا آهن. ائين پير سائين جن جي وصال بعد جماعت انتشار جو شڪار ٿي وئي هئي. پاڻ پيار ۽ محبت جي ڌاڳي ۾ جماعت کي پوئي دوبارو تسبي تيار ڪيائون. مخالفتن کي منهن ڏنائون.

والدِ گرامي جي مشن کي اڳتي وڌائڻ لاءِ ملڪ گير دؤرا ڪيائون. ڪراچي، پنجاب، سنڌ جي ڳوٺن ۾ عشق الاهي جي شمع کي فروزان ڪيائون. شڪسته دليون جوڙيائون. نور پور شريف ۽ راڌڻ تي بہ هر ماهہ جي پندرهين تاريخ خليفہ محمد سليمان ڪلهوڙو جي مسڪن کي تبليغِ دين جو مرڪز بنايائون. هر يارهين شريف تي رحمتپور شريف تي ساڳي نموني فيض برڪات سان بهرور فرمايائون جو هر ايندڙ ويندڙ ائين محسوس ڪندو هيو تہ چڻڪ پير مٺا سائين جن خود موجود آهن. ساڳيو رنگ ڍنگ، ساڳيو فيض ۽ فضل ساڳيا جوش ۽ جذبا.

**فنا في الشيخ:** حضرت خواجہ خليل الرحمان رحمت الله عليہ مسند نشيني بعد بلڪل فنا في الشيخ ٿي ويا هئا. ايستائين جو سندن صورت بہ هوبهو پير مٺا سائين وانگر بنجي وئي هئي. جنهن جي نظر سندن چهري تي پوندي هئي تہ بي اختيار حق پير مٺا جا نعرا هڻندو هيو. ڪڏهن ڪڏهن پاڻ ٽانگي تي چڙهي ڪيڏانهن تبيلغ تي نڪرندا هئا تہ ماڻهو چوندا هئا تہ ڪيئن ٿا چون تہ پير مٺو وفات ڪري ويو آهي. قسم سان اڄ اسان کي ٽانگي تي ويندي ڏٺو آهي. مولانا رضا محمد صاحب جيڪي خليفہ حضرت سهڻا سائين رحمت الله عليہ جا استاد هئا سي مدينہ منوره کان حضرت پير مٺا سائين جي تعزيت لاءِ آيا تہ حضرت سائين خليل الرحمان کي سُڃاڻي نہ سگهيا. تہ صاحبزاده سائين جن آهن يا خود حضرت پير مٺا سائين پاڻ آهن. اهڙو اظهار پاڻ رحمتپور شريف ۾ تقرير ڪندي فرمايائون.

**صورت ۽ سيرت:** بيبي امة الڪريم سائڻ فرمايو تہ: ادا سائين جن جو رنگ ڪڻڪ رنگو هيو. بابا سائين جن جو رنگ پورو هيو. پر جڏهن صاحبزاده سائين گادي تي ويٺا تہ ڪجهہ

عرصي بعد سندن رنگت بلڪل بابا سائين جن جھڙي ٿي وئي. سندن چھري ڪي ڏسڻ سان ائين لڳندو هيو ڄڻڪ پاڻ بابا سائين جن ويٺا آهن.

امان سائڻ فرمايو تہ : سائين صاحبزاده جن بابا سائين جي وصال ڪان پوءِ گادي تي وڏو ڪم ڪيو، ڪافي نئين جماعت بہ جوڙيائون.

سجاده نشيني جي تيرهن سالہ عرصي ۾ پاڻ پنهنجي والد ڪريم قيوم زمان حضرت پير مٺا سائين جي سلسلي عاليہ نقشبنديہ مجدديہ غفاريہ جي بي پناهہ خدمت ڪيائون. درگاهہ عاليہ رحمتپور شريف ڪي چوڏهن چنڊ لڳاياائون. مخالف موافق سڀ سندن مدح خوان ٿي رهيا. رنل ماڻهو وري دروازي تي نيازڪشي لاءِ آيا. مٺي پير جي فيض جو سمنڊ ڇوليون هڻڻ لڳو.

**غورطلب:** ڪوتاهہ فهم ۽ ڪج ذهن معترض ماڻهن ڪي هيءَ ڳالهہ سمجهڻ گهرجي تہ: فقراءَ يا خلفاءَ جيڪي پير مٺا سائين رحمت الله عليہ جي صحبت ۾ چند سال رهيا سي تہ سندن فيض ۾ رنگجي ڪامل اڪمل ٿي ويا. وڃي پنهنجون درگاهون ڪوليائون ۽ وڃي غفاري فيض ڪي ماڻهن ۾ ونڊيائون ۽ ورهاياائون. انهن جا قائم ڪيل مرڪز اڄا تائين مخلوق لاءِ رهنمائي جا روشن مينار بنيل آهن. بيشڪ چشمِ ما روشن دلِ ما شاد

پلا پير مٺا سائين جو اهو اڪيلو ۽ پيارو پٽ؟ جنهن اڌ صدي ڪان وڌيڪ ڪامل مرشد پياري پدر جي صحبتن ۾ گذاريو. جنهن ڪي پاڻ پيار سان پاليائون، گود ۾ کڻي نپاياائون ۽ ڪلهن تي کڻي پڙهاياائون. جنهن ڪي ڪامل قريشي مراقبي جي مهل ۾ پنهنجي قريب ڪري قرب واري ڪپڙي ۾ لپيٽيو. جنهن جي تربيت پير مٺا سائين پاڻ ڪئي. جنهن ڪي پاڻ هٿن سان پڳ ٻڌائيندا هئا. جيڪو نہ صرف سندن فرزند دلبند ارجمند هيو پر هو واقعي صاحبِ ڪمال، صاحبِ شريعت واقفِ اسرار و معرفت هيو. علم ۽ عمل جي ان تاجدار جي فيض ۽ فضل جو عالم ڇا هوندو؟ پر جي چمڙي ڪي سج جي روشني نظر نہ اچي تہ ان ۾ سج جو ڪهڙو قصور!!

**علامہ رهڙوي جو فرمان عاليشان:** استاذ العلماء شيخ الحديث علامہ عبدالحي رهڙي شريف وارا فرمائيندا هئا تہ خواجہ خليل الرحمان جهڙو عالم،عارف، اهل الله هن زماني ۾ پيو مشڪل آهي. پاڻ پنهنجن شاگردن کي سندن مريد ٿيڻ جي ترغيب ڏيندا هئا.

**صاحبزاده صاحب جن جو علمي مقام :** پاڻ قرآن پاڪ جا بهترين مفسر هئا. حديث شريف تي ڪين ڪامل درڪ حاصل هيو. پاڻ فقہ جا امام هئا. بيان ۽ تقرير جو ملڪو تہ ڪين ورثي ۾ مليل هيو. هڪ ڀيري پاڻ صرف لا الہ الا الله جي تشريح ۾ پورا ٽي ڪلاڪ لڳايائون اهي سندن آواز ۾ ڪيسٽون اڄ بہ موجود آهن.

هڪ ڀيري پاڻ فرمايائون: اي طالب مولىٰ سلوڪ قرآن ۽ حديث آهي. ان ڪان ٻاهر نہ آهي ۽ الحمدلله مون کي پنهنجي والد ڪريم پير مٺا سائين بہ ڀيرا دوره قرآن ۽ بہ ڀيرا دوره حديث پڙهايو. اهو سندن وڏو احسان آهي.

**عربي ۾ گفتگو :** مولانا فضل محمد جمالي ڳڙهي خيرو واري بيان ڪيو تہ هڪ ڀيري خواجہ خليل الرحمٰن حاجي محمد ابراهيم ملڪ جي دعوت تي ڳڙهي خيرو آيا. وعظ ڪونہ ڪيائون باقي ويٺي جماعت کي نصيحت ڪيائون. مولوي نصر الله ديوبندي آيو اچي ساڻن مليو. پاڻ ان سان پنج ڏهہ منٽ عربي ۾ گفتگو ڪيائون. پوءِ اهو اٿي هليو ويو.

**علمي معيار :** هڪ پٺاڻ جيڪو ڪٽر اهلحديث هيو. حضرت خواجہ خليل الرحمٰن ﷫ وٽ ايندو هيو ڪين پنهنجون علمي صلاحيتون ڏيکاريندو هيو. هڪ ڏينهن پاڻ ڪراچي ۾ فجر نماز ڪان پوءِ درس ڏئي رهيا هئا تہ علماء جو هڪ وفد سندن خدمت ۾ آيو. پاڻ توحيد جي حوالي سان "لا محبوب الا الله ۽ لا مقصود الا الله" بابت بيان فرمائي رهيا هئا. اهو پٺاڻ اٿيو ۽ روئندي حضرت سائين جن جي پيش پيو. توبہ ڪيائين ۽ سندن هٿ تي بيعت ڪيائين.

**طالب علمن سان شفقت:** پاڻ عالمن ۽ طالب علمن سان تمام گهڻي شفقت سان پيش ايندا هئا. تبليغ جي سفر دوران ساٿين ۽ رفيقن سان وڏي ٻاجهہ سان پيش ايندا هئا. هر وقت سندن مجلس ۾ ڪا نہ ڪا علمي گفتگو ٿيندي رهندي هئي.

**گنبذ جي تعمير:** خواجہ خليل الرحمان پنهنجي پير ڪامل جي مزار مٿان حسين گنبذ تعمير ڪرايو. ان جي تعمير ۾ ڪنهن ڪان بہ چندو ۽ سوال نہ ڪيو ويو.

**گفتار جي تاثير:** هڪ ڳوٺ ۾ صرف چار گهر خواجہ خليل الرحمان رحمة الله عليه جي مريدن جا هئا، باقي ساري ڳوٺ جي رهواسين جو تعلق اهل تشيع سان هيو. مريدن اتي ميلاد شريف جو پروگرام رکايو. ان ۾ آيل مقرر مولوي صاحب فرمايو تہ شيعن جو ڪاڻ پيٽڻ سؤر جي ڪاڌي کان بہ برو آهي. جنهنڪري وڏو جهڳڙو ٿي پيو. پوءِ فقيرن حضرت سائين خواجہ خليل الرحمان جي دعوت ڪئي. پاڻ ان طرف اسريا تہ رستي ۾ گاڏيءَ جو ٽائر پنچر ٿي پيو. رستو سنسان ويران هيو. ٽائر ڪٽي شهر آيا. جڏهن نهرائي واپس آيا، تہ ڪافي دير ٿي چڪي هئي. پاڻ لڙي رات اتي پهتا. ڪافي جماعت واپس وڃي چڪي هئي.

پر جڏهن سندن آمد جو ٻڌائون تہ ويل ماڻهو بہ واپس وري آيا. ڳوٺ جو چڱو مڙس جيڪو خود اهلتشيعت وارن مان هيو. اهو بہ اچي ويٺو. پاڻ صحابہ ڪرام ۽ اهلبيت اطهار جي فضائل ۽ خلافتِ راشده جي باري ۾ اهڙي مدلل ۽ موثر تقرير دلپذير ڪيائون جو پورو ڳوٺ اهڙو متاثر ٿيو جو سندن اچي مريد ٿيا. اهو وڏيرو بہ سندن مريد ٿيو. ان بيان ۾ پاڻ هي بہ فرمايو هئائون: ”حضور نبيﷺ کي نبوت پهريائين ملي پر سندن آمد آخر ۾ ٿي. جيئن نبين جي سلسلي کي مڪمل ڪيائون. اهڙي طرح حضرت علي رضي الله عنه بہ آخر ۾ آيا تہ جيئن خلافت راشده سندن آمد سان مڪمل ٿئي.

**اندازِ بيان :** سندن اندازِ بيان نهايت دلنشين هوندو هيو. جڏهن پاڻ وعظ نصيحت فرمائيندا هئا تہ جماعت جي دلين مٿان نظر فرمائي انهن جي خيالن ۽ ارادن جي مطابق تقرير فرمائيندا هئا. ٻڌڻ وارن مان هر ڪو اهو سوچيندو هو تہ اها ڳالهہ خاص طرح سان مون کي فرمائي رهيا آهن. هر ڪنهن جي اندر ۾ آيل سوالن جا جواب تقرير جي دوران ئي ڏئي ڇڏيندا هئا. سندن صورت مبارڪ کي ڏسي وسريل رب ياد اچي ويندو هيو. ڪافي طالب ڪين ڏسي جذبي ۾ اچي ويندا هئا. پاڻ سلسلہ عاليہ نقشبنديہ جي فروغ لاءِ پاڻ پتوڙيائون. ايتري قدر جو تبليغ لاءِ ڏڪئي کان ڏکيو بہ سفر ڪيائون. پاڻ پنهنجي والد گرامي جي زندگي مبارڪ جي دوران پنهنجي والد جي هدايت مطابق بہ تبليغي سفر شروع ڪيائون. هڪ دفعي سفر جي دوران ڪين سخت بک لڳي. ڪيسي ۾ هڪ پائي پيسو بہ نہ هيو. چندو سوال بہ منع هيو پر پاڻ ضبط نفس سان ڪم ڪيو ۽ ان ڪيفيت جو

اظهار ڪنهن سان به نه ڪيائون. عين ان وقت هڪ معتقد شخص ماني ڪٽي حاضر ٿيو ۽ ڪاڏو لنگر طور سندن جي خدمت ۾ پيش ڪيائين. پاڻ ۽ ٻين ساٿين به گڏجي اها ماني ڪاڌي. بعد ۾ تبليغ شروع ڪئي وئي. بيان جي دوران سيني تي وجد جي ڪيفيت طاري ٿي وئي. ڪو وجد ۾ اچي الله الله جا نعره هڻڻ لڳو، ڪو ٿڌيون آهون ڀرڻ لڳو ڪو عشق و محبت ۾ اچي روئڻ لڳو ڪو وري مڇيءَ وانگر ڦٿڪڻ لڳو. ايتري قدر جو هر طرف کان حق پير مٺا حق پير مٺا جا نعرا گونجڻ لڳا.

**عادات:** پاڻ ڏاڍا شريف بردبار متواضع ۽ انڪساري ۾ ڪمال جي درجي پهتل هئا.

**سندن پوشاڪ:** پاڻ طبعاً سادگي پسند هئا. پاڻ فرمائيندا هئا ته طالب علمي جي زماني کان کدڙ (بافتو يا ڪانڌي) پائيندو هئس. اڄ به اهو لباس وڻندو آهي پر والد گرامي جن جي ارشاد موجب هي شاهانه لباس پايان ٿو. پوءِ جڏهن پاڻ خلوت ۾ ويندا هئا ته اهو زيبِ تن ٿيل لباس لاهي نيري گوڏ ۽ سادو پهرياڻ مبارڪ پائيندا هئا. ان ڪري سندس هڪ وڳو پورو هفتو هلندو هيو.

**سندن خوراڪ:** پاڻ اڪثر ڪري هڪ ويلو ڏينهن جو ٻارهن ، ٻارهن بجي طعام تناول فرمائيندا هئا. ڪاڌي ۾ سبزي ۽ بصر ۽ لسي تمام گهڻو پسند ڪندا هئا. رات جو صرف ڏيڍ پاءُ يا اڌ ڪلو کير اڪثر ڳئون جو يا مينهن جو استعمال فرمائيندا هئا. اڪثر سفر ۾ آرام ڪرڻ کان اڳ ۽ ڪڏهن تهجد نماز تي اٿڻ وقت استعمال ڪندا هئا. پاڻ سادو کائيندا هئا ۽ سادي طعام کي گهڻو پسند ڪندا هئا. سٺا طعام موجود هوندي به سادي ڪاڌي کي ترجيح ڏيندا هئا.

مولانا محمد امين الدين خليلي بيان فرمايو ته: هڪ ڀيري رحمتپور شريف سندن خدمت ۾ حاضر ٿيس ان وقت پاڻ تفسير روح البيان عربي مطالعو فرمائي رهيا هئا. اوڏي مهل نور پور شريف وارن سيدن طرفان ٽي چار عدد تتر ۽ چٽن جي پلي خدمت ۾ پيش

---

[1] چو ته حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليه فرمائيندا هئا ته مرشد کي گهرجي ته صاف سترا ۽ سهڻا ڪپڙا پائي، انجا ڪپڙا به مريدن کي فيض ڏيندا آهن.

ڪئي وئي. پاڻ فرمايائون تہ حويلي ۾ چئو تہ منهنجي لاءِ ننگر ۾ پلي ٿاهن باقي هي تتر پاڻ پنهنجي لاءِ ۽ محمد جان جانان لاءِ تيار ڪن.

مولانا محمد امين هڪ ٻيو واقعو هن طرح بيان فرمايو تہ: "هڪ ڀيري نور پور شريف ۾ سائين جن سان گڏ هيس. پاڻ نور پور ڪي پنهنجو گهر تصور ڪندا هئا ۽ فرمائيندا هئا ننگر جڏهن مان چوان پوءِ تيار ڪندا ڪيو. هڪ وقت تي آخوند محمد موسيٰ ۽ محمد هارون عرض ڪيو تہ سائينجن لاءِ ننگر تيار ڪجي. پاڻ فرمايائون دوست محمد فقير چانڊيو جيڪو سندن واسطي سوير ماڪ ۾ پلي پٽڻ ويندو هيو. فرمايائون ان ڪي چئوتہ اڄ زميندار ۽ هاري ڪان موڪلائي ناڙو پٽي اچي ( جيڪو اونهاري ۾ مال لاءِ زمين مان گاهہ طور استعمال ٿيندو آهي) ان جي پنن جو ساڳ ٺاهي اچو مون ڪي وٽندو آهي. طالب علمي جي زماني ۾ ڪائيندو هئس. پوءِ ائين ڪيو ويو پاڻ ڏاڍا خوش ٿيا.

**انڪساري ۽ عاجزي:** منجهن نهايت انڪسار ۽ عاجزي هئي. پنهنجي نالي سان گڏ فقير لاشيءِ لکندا هئا. فقيرن ڪي پنهنجي لاءِ دعا جو عرض ڪندا هئا. حالانڪہ اهي خود سندن دعائن جا محتاج هوندا هئا. پير مٺا سائين جن عاشق آباد مان خليفي رحمت الله ڪي هڪ خط لکيو انجي آخر ۾ حضرت سائين خليل الرحمان هي لفظ لکيا هئا:

از طرف لاشيءِ خليل الرحمٰن

حضرت خليفہ صاحب گذارش ہے کہ بندہ کو دعا سے نہ بھلاویں اور اوقات مخصوصہ میں ضرور یاد فرماویں

چونکہ یہ بندہ مستحق اور قابل رحم ہے فقط والسلام

**زهد و عبادت:** آڌي رات ڪان پوءِ پاڻ اٿي تهجد نماز ادا فرمائيندا هئا. قيام الليل ڪثير فرمائيندا هئا. تهجد نماز نفل ادا ڪرڻ ڪان پوءِ سجدو ادا فرمائيندا هئا پر اهو تمام طويل هوندو هيو. دعا ۾ بيحد الحاح ۽ زاري ڪندا هئا. پاڻ رقيق القلب هئا. گريہ تمام گهڻو فرمائيندا هئا. گريہ ڪندي ڪڏهن ايترو روئندا هئا جو پاسي واري ماڻهوءَ ڪي بہ خبر پئجي ويندي هئي. ائين ڪندي صبح ٿي ويندو هيو.

**قصو هڪ رات جو:** مولانا محمد امين الدين خليلي جي علم جي دستار بندي جو راڌڻ ۾ هڪ جلسو رکيو ويو هيو. ان ۾ حضرت خواجہ خليل الرحمان ڪي دعوت عرض رکي وئي.

پاڻ قبول فرمايائون ۽ تشريف فرما ٿيا. حضرت محمد جان جانان به ساڻن گڏ هئا. جمعي نماز تي جامع مسجد ۾ جلسو ٿيو. ڪثير علماء پيرانِ ڪبار خاص طور رهڙي شريف وارا ۽ پير نياز حسن سرهندي به موجود هئا. حضرت صاحب جن رات جو مولانا محمد امين جي گهر قيام فرمايو. ان رات جو قصو مولانا صاحب جن پاڻ بيان فرمايو : رات جو پاڻ اسان وٽ قيام فرمايائون، مون رات جي پهري جي ڊيوٽي طلب ڪري ورتي. سندن واسطي اڇا چانور ۽ فقيرن جي چوڻ موجب چار ڪلو ڳائو کير به رکايم . پاڻ رات جو ٻه بجي تهجد جي نماز لاءِ اٿيا. وضو فرمايائون مون کين وضو ڪرايو. پاڻ فرمايائون:
ڪير آهي؟ مون عرض ڪيو قبلا کير ۽ اڇا چانور به موجود آهن. پاڻ فرمايائون مان رات جو صرف کير استعمال ڪندو آهيان. مون کير پيش ڪيو. اٽڪل ڏيڍ پاءُ کير پيتائون. مون محبت طور عرض ڪيو سائين اڇا پيئو. پاڻ فرمايائون اڇا گهڻو آهي؟ مون عرض ڪيو سائين اڇا ساڍا ٽي سير ٿيندو. پاڻ فرمايائون مان ايترو پيئندو آهيان جيترو پيتم. باقي فقيرن پنهنجي لاءِ چيو هوندو انهن کي پياريو پوءِ پاڻ تهجد نماز شروع ڪيائون. پيا فقير تهجد ادا ڪري سمهي رهيا. مان پهري تي هئس. پاڻ تهجد جا نفل پڙهيائون ۽ پوءِ مصلي تي سجده ريز ٿيا. ايترو طويل سجدو فرمايائون جو مان ويٺي ويٺي ٿڪجي پيس پوءِ ويهي رهيس. ويٺي ويٺي مون کي ننڊ اچي وئي. گهڻي دير کان پوءِ پاڻ ڳالهايائون. مان اٿي ويٺس. پاڻ بستري تي ليٽيا مون کين زور ڏنا ٿوري دير ۾ مؤذن جامع مسجد ۾ اذان چئي. فرمايائون فقيرن کي نماز لاءِ اٿاريو . پاڻ به نماز جي تياري فرمايائون.

**استغنيٰ دنياوارن کان بي پرواهي :**

هڪ ڀيري ميهڙ جي جامع مسجد علي اڪبر شاهه ۾ علامه مفتي ڪريم بخش ۽ سندس شاگرد مولوي عبدالقادر سهتو حضرت خواجه خليل الرحمان جي دعوت ڪئي. پاڻ تشريف فرما ٿيا. مٿين جاءِ تي سندن رهائش هئي. مستانو فقير محمد قاسم جتوئي دروازي تي دربان مقرر هيو. علامه مفتي عبدالحليم بلوچ مهيسر قوم جي سردار رئيس عبدالله خان مهيسر کي ملاقات لاءِ وٺي آيو. محمد قاسم فقير انهن کي نه ڇڏيو چيائين حضرت صاحب سان نماز بعد ملاقات ڪجو. جمعي جي نماز ۽ جلسي کان پوءِ وري مفتي

صاحب ۾ وڏيرو صاحب آيا ۽ ملاقات ۾ شڪايت ڪيائون تہ اسان ملاقات لاءِ آياسين دربان ملاقات ڪرڻ لاءِ نہ ڇڏيو. پاڻ فرمايائون سلطان محمود غزنوي هندستان ۽ افغانستان جو بادشاهہ هيو. هڪ ڀيري حضرت خواجہ ابوالحسن خرقاني رحمت الله عليہ جي ملاقات لاءِ آيو. ڪيس دربان اندر نہ ڇڏيو چيائين سائينجن آرامي آهن. نماز تي نڪرندا پوءِ اوهان ملاقات ڪجو. سلطان ڪاوڙجي هليو ويو. ٻيو ڀيرو آيو ساڳيو واقعو پيش آيو. ٽيون ڀيرو سلطان محمود ملاقات جو پختو ارادو ڪري دربار عاليہ تي ويهي رهيو. حضرت صاحب تشريف فرما ٿيا. نماز ادا فرمايائون. سلطان محمود سان ملاقات ٿي. عرض معروض پيش ڪيائين. آخر ۾ شڪايت ڪيائين تہ شوق زيارت گهٽي عرصي کان هيو. دربان اسان کي واپس پئي ڪيو. پوءِ حضور ۾ عرض ڪيائين حضرتا بزرگان را در بان نباید

حضرت خواجہ ابوالحسن خرقاني رحمت الله عليہ فرمايو : باید تا سگ دنیا نیاید

**زبان جي تاثير :** مولانا محمد امين الدين بيان ڪيو تہ 1975ع ۾ هڪ ڀيري رئيس عبدالحميد خان جتوئي جيڪو دادو ضلعي جو وڏو زميندار هيو. ان ٽرڙي محبت جي ايس ايچ او محمد صادق سليري کي منهنجي گرفتاري لاءِ زور رکيو. هن عاجز جاءِ پناهہ سمجهي دربار عاليہ رحمتپور شريف پهتو. حضرت جن وٽ حاضر ٿيس. ان وقت سندن طبيعت ناساز هئي. پاڻ آرام فرما هئا. زيارت وقت سندس قدمن شريفن کي بوسو ڏنم. پاڻ بجلي جي ڪرنٽ وانگر اٿي ويٺا ۽ نهاري فرمايائون "ڇا ڪيئي"مون عرض ڪيو قبلا مشڪل آهي دعا لاءِ حاضر ٿيو آهيان ۽ پيرن کي بوسو ڏيڻ بہ ثابت آهي.

هڪدم سندس طبيعت ڪريمانہ ٿي وئي. فرمايائون تہ برابر ثبوت آهي. صحابہ ڪرام رسولِ عربي ﷺ جي پاءِ بوسي ڪئي آهي. سلف صالحين اولياءِ ڪرام پنهنجي شيوخ جي قدم بوسي ڪئي آهي. ليڪن اوهان علماء ائين ڪندا تہ عام ماڻهو سجدو ڪندا. علماء ۽ اڳواڻن کي برملا ماڻهن اڳيان ائين ڪرڻ نہ گهرجي ۽ نہ قبرِ شيخ کي بوسو ڏجي البتہ خلوت ۾ جواز جي صورت آهي. اسان الله تعاليٰ جي دربار عاليہ ۾ عرض ڪيو آهي. سلسلہ عاليہ نقشبنديہ غفاريہ جي غلامن جي عزت ۾ خلل نہ ايندو. اوهان کي ڪجهہ بہ نہ ٿيندو. بس سندس چوڻ جي دير هئي. الله وارن جو چوڻ مشڪل جو حل هوندو آهي.

انهيءَ صوبيدار صاحب تمام گهڻي ڪوشش ڪئي روبرو ملڻ به ٿيو پر مون کي گرفتار نه ڪري سگهيو تان ته ٽرڙي ٽاٽي تان ئي سندس بدلي ٿي وئي.

**تعميرات کان بي نيازي :** دنيا ۾ دنيا جي رنگيني عجيب آهي. اڄ پاڻ کي عارف چوائيندڙ عجيب قسم جي محلات ۾ آرامي آهن. دنيا جا عيش لذتون ۽ سهولتون موجود آهن. پر طالبِ موليٰ انهن شين کان بي نياز هوندا آهن. ان جو مثال حضرت خواجه خليل الرحمان جي ذات ستوده صفات هئي. هڪ ڀيري جو واقعو آهي، 1973ع جي زوردار برساتن ۾ اهو تسبيح خانو ڊُهري پيو. جنهن ۾ قطبِ عالم پير مٺا سائين رحمت الله عليه رهائش پذير هوندا هئا پوءِ سائين صاحبزاده رحمت الله عليه ان ۾ رهندا هئا. پاڻ مٿين جاءِ ۾ رهائش پذير ٿيا. مولانا محمد امين ، مولانا ٻيخرچ ، بانگو عبدالڪريم ۽ ڊاڪٽر انعام اتي موجود هئا. پاڻ فرمايائون ته حويلي وارن (گهر وارين) مطالبو ڪيو آهي ته اسان کي تسبيح خانه واري جاءِ نئين نموني جوڙائي ڏني وڃي. پاڻ آبديده ٿيندي فرمايائون :

ميکوں تے مى ڈڈے والد صاحب کوں قريشی صاحب فرمايا

سندھ ونجو اللہ اللہ دا اسم ذات بتلاوائيں تہ نہ فرمايں جاياں بناوَ۔

پوءِ پنهنجي فرزند ارجمند حضرت محمد جان جانان”قلندر“ جو نالو وٺي فرمايائون :

"اهو انهاں کوں جاياں ب لٹا ڈيوے اے عاجز جاياں بناوڻ تہ نہيں آيا۔"

پوءِ بيان ڪندي فرمايائون:

"بھی دنيا ميکوں چھوڑ ونجے مى ڈى گلا کرے ميکوں مندے ڈيوے تے مى ڈا رب ميں نال راضى ہووے ميکوں کافى ہے۔ ميکوں کنھں دى لوڑ نہيں۔ اگر دنيا سارى ميکوں غوث تے قطب آکھے ڈى ما يو بى کرے لے تمى ڈا رب اگر ناراض ہووے لے تہ کوہى غوثى تہ قطبى دى لوڑ نہيں۔ ہر وقت رضا الاهى مطلوب ہے۔"

ائين چئي پاڻ زارزار رنا ۽ حاضرين مٿان وجد طاري ٿي ويو.

**پيڪرِ صبر و شڪر:** جڏهن سندن طبيعت مبارڪ ناساز هئي. راقم (ڪرم الله) جا والد ڪريم حضرت محبوب الاهي رحمت الله عليہ سندن عيادت لاءِ رحمتپور شريف آيل هئا. هي فقير ننڍڙو هيو پر اهو منظر اڄ بہ ياد آهي. فقير ڪي زندگي ۾ پهريون ۽ آخري ڀيرو سندن ديدار جي سعادت نصيب ٿي هئي. پاڻ هڪ ننڍين پاون واري کٽ تي ستل هئا. مٿان چادر اوڍيل هئي. صرف چهرو ظاهر هيو. مون کي سندن چهرو اڄا تائين ياد آهي ائين سفيد ۽ روشن نظر پئي آيو جيئن چوڏهين جو چنڊ گول ۽ روشن هوندو آهي. آواز نهايت نحيف هين پر هر لفظ چيده چيده هين. پاڻ اٿي ويٺا بابا سائين جن سان ڀاڪر پاتائون تہ مون کي اهو منظر ياد آهي تہ ٻنهين جي اکين مان ڳوڙها وسي رهيا هئا. فرمايائون:

تساڈے آوݨ نال دل بڑا مسرور تھی گیا ہے

بابا سائين جن پڇيو طبيعت مبارڪ ڪيئن آهي فرمايائون:

الحمد للہ اللہ کریم دا وڈا احسان ہے، جس حال دے وچ اور کھے اس دا فضل تے اس دا احسان

واقعي پاڻ صبر ۽ شڪر رضا ۽ تسليم جا پيڪر هئا.

**خواجہ خليل الرحمان داتا دربار ۾:**

حضرت پير مٺا رحمت الله عليہ جي وصال کان پوءِ پاڻ هڪ دفعو لاهور داتا دربار تي حاضري لاءِ اسريا. سندن عادت هئي تہ ڪاڏي بہ سفر تي نڪرندا هئا تہ اول والد ڪريم جي دربار تي حاضري ڀري اجازت وني پوءِ نڪرندا هئا. ان ڏينهن گاڏي تي پهچڻ جي جلدي سبب اجازت وٺڻ بنا سفر تي روانا ٿي ويا. پوءِ جڏهن پاڻ لاهوراسٽيشن تان لهي داتا صاحب جي حاضري لاءِ وڃڻ لڳا. اجنبي شهر هيو پر جيئن پاڻ دربار جي ويجهو پهتا تہ سندن شخصيت کان متاثر ٿي ماڻهو ڪَشان ڪشان سندن زيارت لاءِ اچڻ لڳا. ڏسندي ڏسندي زيارت لاءِ اچڻ وارن جون بہ ڊگهيون قطارون لڳي ويون. پاڻ ٻنهين قطارن جي وچان لگهندي، زيارت ڪرائيندي مزارِ اقدس تي پهتا. مزار مبارڪ تي پاڻ مراقبو فرمايائون تہ روحاني طور داتا گنج بخش علي هجويري رحمت الله عليہ سان ملاقات ٿي. داتا صاحب فرمايو: "پُٽَ! توهان جي والد گرامي توهان جي مون کي پارت ڪئي آهي ۽ فرمايو اٿن تہ منهنجو پٽ جلدي سبب موڪلائڻ بنا نڪري اوهان جي شهر ۾ آيو آهي. ان جو خيال

رکندا مان توهان کي هن جي پارت ڪيان ٿو. هي جيڪو ڪجهہ توهان مزار جي ڀاهران ڏٺو آهي اهو سڀ توهان جي عزت افزائي ۽ استقبال لاءِ ڪيو ويو آهي.“

**اَولادُنَا اَڪبَادُنا:** رسول الله ﷺ فرمايو آهي تہ: اولادنا اڪبادنا. اسان جو اولاد اسانجي جگر جا ٽڪر آهن. بيان ڪيل ڪشف مان اهو معلوم ٿئي ٿو تہ الله وارن کي پنهنجو اولاد ڪيترو پيارو آهي ۽ پير مٺا سائين رحمت الله عليہ جي پنهنجي فرزند دلبند سان ڪيتري محبت آهي. انهن ماڻهن جي حال مٿان ارمان آهي جيڪي حضرت خواجہ خليل الرحمان مٿان تنقيد ڪندا آهن. انهن کي اهو سوچڻ گهرجي تہ : ”جنهن يار جو پار نہ سڃاتو تنهن يار کي بہ نہ سڃاتو“.

پير مٺا سائين ﷫ بيان فرمائيندا هئا تہ هڪ ڀيري حضرت قريشي صاحب ﷫ ويٺا هئا تہ هڪ ماڻهو آيو. جيڪو بظاهر متبعِ شريعت بہ نہ هيو، پر قريشي ڪريم ان جي آجيان ۾ اٿي بيٺا ، ان جي خدمت ۾ ڪا ڪسر ڪو نہ ڇڏيائون. رخصت مهل ان کي نذرانو بہ ڏنائون. ان جي وڃڻ بعد مريدن مان ڪنهن عرض ڪيو حضرتا اهو آدمي ڪير هيو؟ پاڻ فرمايائون اهو ماڻهو بابا فريد الدين ﷫ جي اولاد مان هيو. جنهن وقت اهو آيو تہ مون ”ڪشف اعياني“ سان ڏٺو پئي تہ بابا فريد ﷫ پنهنجي مزار مان نڪتا مون ڏانهن نهاري رهيا هيا تہ قريشي منهنجي ٻچي جي عزت ڪري ٿو يا نہ؟ سو مون ان بزرگ ڏانهن پئي ڏٺو.

**ڪشف القلوب:** مولانا خدا بخش ٻيخرچ صاحب جن ٻڌايو تہ هڪ ڀيري سائينجن سان سفر ۾ گڏ هئاسين. شايد ڳوٺ باگو پٽو ۾ سندن قيام هيو ۽ مون کين وضو ٽي ڪرايو. مون کي خيال آيو تہ منهن مبارڪ ڌوئندي ڪَنَ جي پرسان ڪا ٿوري جاءِ خشڪ رهجي وئي آهي. پر ادب جي ڪري عرض نہ ڪري سگهيس ۽ پاڻ وضو ڪامل فرمايائون. منجي تان

اتي وري فرمايائون بيخرچ صاحب پاڻي ڏي هٿ ۾ پاڻي وٺي ان جاءِ تي هنيائون ۽ فرمايائون مولوي صاحب هاڻي تہ وضو صحيح آهي.

**مولوي مکڻ کي سڃاتائون:** هڪ ڀيري پاڻ تبليغي سفر ۾ جهلم ۾ هئا. اتي هڪ مولوي صاحب جنهن جو نالو ئي مکڻ هيو. اهو سندن تقرير دلپذير کان متاثر ٿي طريقي عاليہ ۾ داخل ٿيو. پاڻ ان تي توجہ فرمايائون. پاڻ تہ هليا آيا. يارهن سالن پوءِ مولوي صاحب پڇائيندو اچي درگاهہ شريف تي پهتو. ان وقت پاڻ معمول مطابق درس ڏئي رهيا هئا. هي آيو ۽ اچي خاموشي سان آخري صف ۾ ويهي رهيو ۽ سندن مٺڙي گفتار کان لطف اندوز ٿيندو رهيو.

دل ۾ خيال ٿيس تہ يارهن سال گذري ويا آهن هاڻي تہ پاڻ مون کي سڃاڻندا بہ نہ هوندا. بس اجا اهو سوچي ئي رهيو هيو تہ پاڻ فقير الله بچائي کي سڏ ڪري فرمايائون: الله بچايا آخري صف ۾ مولوي مکڻ ويٺو اٿئي ۽ سوچي رهيو آهي تہ مان ان کي سڃاڻيان بہ نہ ٿو الائي نہ وڃ ان کي مون وٽ وٺي اچ. فقير الله بچايي ان کي اٿاريو تہ هو ٿڙڪڻ لڳو. ڊڪندو وڃي حضرت جن جي قدمن تي ڪريو. پاڻ ان کي مٿي ڪري سيني سان لڳايائون ۽ فرمايائون فقير الله توکي نيڪ بنائي اهو سڀ منهنجي پير جو ڪمال آهي.

**گجراتي جي گواهي:** جناب حضرت حافظ احمد قصبہ گجرات وارن فرمايو تہ حضرت خواجہ خليل الرحمان کي ڪشف الصدور سان گڏ بي انتها ڪشف القبور حاصل هيو. جڏهن پاڻ گجرات جي پرسان درڪان واري بستي ۾ تبيليغي سلسلي ۾ آيل هئا. پاسي ۾ هڪ قبرستان هيو. پاڻ ڪنهن قبر واري طرف توجہ فرمائيندا هئا تہ صاحبِ قبر جو نہ صرف نالو بلڪ پورو حُليو ٻڌائيندا هئا جيڪو بلڪل صحيح ثابت ٿيندو هيو.

---

[1] ڪشف جي معنيٰ آهي ڪنهن ڳُجهہ جو کُلي پوڻ. اهو ٽن قسمن جو هوندو آهي. (1) ڪشف القلوب: ڪنهن جي دل جي ڳالهہ کُلي پوڻ. (2) ڪشف القبور: قبرن جو حال کُلي پوڻ. (3) ڪشف اعياني: ڪا دور واري شيءِ لَّهِ

المعجم الكبير للطبراني ۔(ج7/ص109) تفسير القرآن العظيم لابن كثير ۔(ج1/ص705)

مؤمن جي فراست کان ڊڄو اُهو الله جي نور سان ڏسندو آهي.

**طبيعت جي ناسازي جي باوجود تبليغي ڪاوشون:**

سجاده نشيني بعد پاڻ اڻ ٿڪ تبليغي دورا ڪيائون. پنجاب، سنڌ، ڪراچي ۽ ٻوٺن وسندين ۾ دين جي پرچار ۽ فيض برڪات جي پالوت ڪيائون. ڏهه سال مسلسل اڻ ٿڪ محنت جي ڪري مسافري جي مسافتن ڪري سندس طبع مبارڪ ناساز رهڻ لڳي. ڪثرت عبادت ۽ طويل قيام الليل جي ڪري سندس مزاج مبارڪ مسلسل ناساز رهڻ لڳي. 1974ع ۾ سندن جسم شريف ۾ شگر جي موذي مرض جو حملو ٿيو پر ان هوندي به تبليغ جو سلسلو جاري رکيائون. علاج به ٿيندو رهيو ليڪن تبليغ جو حرص ۽ اصلاح فقراء جو شوق ويتر وڌيڪ ٿيندو ويو.

**ڪراچي ۾ تبليغ:** پاڻ ڪراچي ۾ گهڻي تبليغ ڪيائون. ڪراچي جا گهڻا ماڻهو حلقهٔ ارادت وعقيدت ۾ شامل ٿيا. مولانا محمد امين الدين خليلي بيان فرمايو ته هڪ ڀيري پاڻ ڪراچي ۾ قيام پذير هئا. هي عاجز ۽ ميان عبدالرحيم ڪلهوڙو سندن مزاج پُرسيءَ لاءِ ڪراچي وياسين ان وقت پاڻ ٻڙا بورڊ واري علائقي ۾ رهيل هئا. عصر نماز بعد وري صبح جي نماز کان پوءِ مراقبه بعد تقرير شروع ڪيائون ۽ مسلسل ٻه ڪلاڪ ارشاد فرمايائون. اسان ائين محسوس پئي ڪيو ته پاڻ بلڪل تندرست آهن. مجلس جي اختتام کان پوءِ جماعت رواني ٿي وئي. اسان عرض ڪيو ته قبلا حضرت جن جي طبع ناساز آهي وري ايتري ويهڪ بهتر نه آهي. پاڻ فرمايائون ته دوا جي بهاني ڪراچي ۾ اسم ذات جي پرچار لاءِ آيا آهيون. هتان جا ماڻهو پڙهيل سمجهدار آهن. فائدو جلد وٺن ٿا.

اتي هڪ پٺاڻ ديوبندي مولوي کي ڏٺوسين جيڪو زارو قطار روئي رهيو هيو ۽ چوي پيو ته پيءُ جي مرڻ تي به نه رنو هيس. قرآن جي خبر مون کي اڄ پئي آهي جڏهن نئون مسلمان ٿيو آهيان. پاڻ ان کي وڏين مهربانين سان نوازيائون.

**خواجه مظهر جان جانان مٺان مهر:** ان ناچاڪائي وارن ڏهاڙن ۾ پاڻ پنهنجي اڪيلي فرزند دلبند خواجه مظهر جانان سائين مٺان مسلسل توجهات ۽ نگاهِ ڪرم ڪندا رهيا. حڪمت عملي تحت پنهنجي حياتي مبارڪ ۾ ئي جماعت کي صاحبزادي طرف متوجه ڪيائون. هڪ يارهين شريف جو موقعو هيو. پاڻ ڪراچي رهيل هئا. اتان مولانا محمد

امين ۾ سائين صاحبزادي کي جلسي ملهائڻ لاءِ لاڙڪاڻي روانو ڪيائون. فرمايائون جماعت کي اسان جا سلام چئجو ۽ وچي الله ڪريو. اسان به جلد ايندا سين.

**معالج ۽ طبيب** : سندس طبيعت مبارڪ ۾ ڏينهون ڏينهن ضعف ايندو ويو. علاج به مسلسل جاري رهيو. نصير آباد جي مولانا محمد عظيم شيدا کان، پانن جي پرسان ڪارڻن واري حڪيم کان به دوا ورتائون. هڪ حڪيم صاحب سندن علاج لاءِ گهرايو ويو. اهو لاڙڪاڻه جي هوٽل ٽوريسٽ اِن ۾ رهيو. علاج ڪيائين ۽ تاڪيد ڪيائين ته حضرت جن کي ڪافي ۽ چانهه صبح و شام ضرور پياريندا رهو.

**مرشد جي طريقي سان پيار** : مولانا محمد امين جي اها خوشنصيبي هئي جو کيس حضرت سائين جن جي علاج معالجي جي سلسلي ۾ سندن خدمت ۾ حضوري ۾ رهڻ جو گهڻو موقعو نصيب ٿيو. مولانا صاحب بيان ڪيو ته حضرت صاحب جن ڪافي يا چانهن قطعي ڪو نه پيئندا هئا. جڏهن حڪيم صاحب ڪافي ۽ چانهن پيئڻ جو حڪم ڏنو آءُ لاڙڪاڻي شهر جي مشهور دڪان تان ڪافي جي دٻي جيڪا ان وقت اعليٰ ڪواليٽي جي هئي، پنجٽيهه روپين ۾ ملي سا وٺي آيس. تاهڻ لاءِ عرض ڪيو ويو. پاڻ فرمايائون:

” تيار کرو“ پوءِ هڪ جست جي وڏي وٽي ۾ ڪافي تيار ڪئي وئي جنهن ۾ پاڻ پاٽي پيئندا هئا. ڪافي پيش ڪئي وئي پر پاڻ نه پيتائون. ائين اها ٽري ۽ ضايع ٿي وئي. وري شام جو ساڳي نموني تيار ڪئي وئي پر پاڻ نه پيتائون. وري ٽيون ڀيرو صبح جو تيار ڪئي وئي پاڻ نه پيتائون. پوءِ مولانا محمد امين کي فرمايائون:

مياں انهں وچ گرم پاݨ ی والی صفت ہے متقی لوگ نہیں پیندے

اساڈے حضور پیر مٹھا سائیں نہ ک ڈھں حاپلےٗ کانہ پیتی اے عاجز کونہ پیسیں

---

① مولانا محمد امين الدين خليلي جي چواڻي پير مٺا سائين توڙي خواجه خليل الرحمان پاٽي پيئڻ لاءِ جست جو وٽو استعمال ڪندا هئا. گلاس يا ڪوپ ڪڏهن استعمال ڪو نه ڪيائون. چانهه جو ڪوپ يا اهڙي چيني جي شيءِ حويلي ۾ وٽن موجود ئي نه هوندي هئي.

**قريشي ڪريم جو عيادت لاءِ اچڻ:** اها سندن وصال ڪان ٽي چار ڏينهن اڳ جي ڳالهه آهي جو سندس طبيعت تمام ناساز هئي بدن ۾ گهڻو ضعف نمايان هيو. سور جي شدت هئي. سردي جي موسم هئي. پاڻ مٿئين جاءِ تي تشريف فرما هئا. مولانا محمد امين، مولانا بيخرچ، حافظ محمد امين ۽ ڊاڪٽر انعام الحق ان وقت حضور ۾ موجود هئا. پاڻ مولانا بيخرچ کي فرمايائون تہ : حضرت صاحب جن ٽن ڏينهن ڪان اسان جي طبع پُرسيءَ لاءِ نہ آيا آهن. اسان کي درد تمام شديد آهي. دربار ۾ وڃي مراقبو ڪري هي حال سندن حضور ۾ عرض گذاريو. مولانا بيخرچ اٿي ويو. ٻيا خدمتگار حضور ۾ موجود رهيا. پاڻ حافظ محمد امين گاڏهي کي فرمايائون : "حافظ صاحب تلاوت کلام فرمائو سورۃ یسٓ شروع کرو۔"

حافظ صاحب سورۃ يٰس پوري ڪئي وري مولانا محمد امين کي ارشاد فرمايائون : "امین سلسلہ پاک جا پڑھو۔" مولانا صاحب سلسلہ عاليہ پيران ڪبار پڙهڻ شروع ڪيو.

"داد گرائے داورا اپنے رضا کے واسطے"

جڏهن قيوم زمان حضرت پير مٺا سائين جي اسم پاڪ تي پهتو تہ حضرت صاحب جن کي ننڊ اچي وئي ۽ بلڪل آرامي ٿي ويا. درد هٽي ويو ۽ ڪين آرام اچي ويو. منو ڪلاڪ ڪن آرام ڪرڻ بعد سجاڳ ٿيا تہ ڪين درد بلڪل نہ هيو. بانگي عبدالڪريم فقير کي فرمايائون تہ مولوي بيخرچ کي روضي شريف تان وٺي اچو. مولوي صاحب آيو. پاڻ بلڪل هشاش بشاش هئا. فرمايائون يارو هاڻي هاڻي هن وقت حضرت قريشي صاحب قدس سره ۽ حضرت والدي المڪرم پير مٺا جن منهنجي طبع پُرسي لاءِ آيا ۽ وڏي ڪار جنهن ۾ صدر ۽ وزير اعظم چڙهندا آهن اهڙيءَ گاڏيءَ ۾ آيا هئا. حضرت قريشي صاحب فرمايو تہ ٽي ڏينهن اوهان جا والد اسان وٽ هئا اسان انهن کي رهايو هيو تہ اسان اوهان جي فرزند محمد خليل جي طبع پُرسيءَ لاءِ هلنداسين. پوءِ حاضرين کي مخاطب ٿي فرمايائون اوهان کي خبر آهي نہ گاڏي تہ مان هلائيندو آهيان پر اڄ حضرت قريشي صاحب مون کي پاڻ سان گڏ وچ ۾ ويهاري ڇڏيو ۽ محمد جان جانان کي گاڏي هلائڻ لاءِ چيائون. پاڻ بهترين نموني گاڏي هلائي رهيو هيو.

پوءِ چند ڳالهيون فرمائي سپني کي وچي آرام ڪرڻ جي اجازت ڏنائون. مولوي پيچرچ صاحب ٻڌايو تہ مون کي حضرت پير مٺا سائين جن جي مزار شريف تي مراقبي ۾ ڪو حال ڪونہ ٿيو. امر موجب ويٺو هئس تہ عبدالڪريم فقير اچي سڏ ڪيو ۽ سندن حضور ۾ حاضر ٿيس. وڏيڪ ڪنهن کي بہ سندس روبرو ڳالهائڻ يا پڇڻ جي طاقت نہ رهي.

**آخري ايام:** علالت واري وقت ۾ بہ صبح ۽ شام تبليغ ۽ ارشاد جو سلسلو جاري رکيائون. جڏهن پاڻ بيان ڪرڻ ويهندا هئا ان وقت معلوم نہ ٿيندو هيو تہ ڪو پاڻ ناچاڪ آهن ۽ هي الفاظ اڪثر ڪري هر محفل جي اختتام ۾ فرمائيندا هئا:

یا رب جان میری جس دم بدن سے نکلے صل علیٰ کا کلمہ میرے دھن سے نکلے
اللہ و رسول زبان پر ہو جاری جس دم یہ میرا چرخ کہن سے نکلے

**وصال پُر ملال:** پاڻ هميشہ فراقِ يار ۾ بيقرار رهندا هئا. مجلسن ۾ اڪثر گريہ ڪندا هئا. ان ڪيفياتِ حجر ۾ مخلوقِ خدا کي الله جي راهہ ڏسيندي 6 ذوالقعد 1396 هہ چنچر ڏينهن صبح جو 10.00 بجي ڏاري دار فاني کي الوداع چئي پنهنجي حقيقي محبوب سان وڃي مليا. انا لله وانا اليه راجعون

مَوتُ الْعَالِمِ مَوتُ الْعَالَم عالم جو موت جهان جو موت هوندو آهي. ڪامل جي ان جدائي ۾ هر اک اشڪبار ٿي وئي.

درگاهہ عاليہ رحمت پور شريف پيو پيرو غمگين ۽ حزين بلڪہ دارالحزن بنجي وئي. محبت ڪيش فقير چشم گريان سينہ بريان هئا. مستن ۽ جذب وارن لب بند ٿي قرآن ڪريم جو ورد شروع ڪيو. آسمان پڻ حزن ۾ رنگيني آندي.

ہرگز نمیرد آنکہ دلش زندہ شد بعشق ثبت است بر جریدہ عالم دوام ما

ٻئي ڏينهن 7 ذي القعد صبح جو ساڍي اٺ بجي صحنِ مسجد ، دربار عاليہ رحمتپور شريف ۾ آچر ڏينهن 1396 هہ بمطابق 1976-10-21 سندس نماز جنازه حقيقي وارث فيض ۽ فضل جي صاحب مردِ قلندر تارڪ ماسويٰ الله حضرت محمد جان جانان (مرزا مظهر جانا جانان) جن پڙهائي. هزارين عارف، عالم، خلفاء، ديدور ۽ لکين مريد جيڪي سندن

روحاني اولاد موجود هئا. نمازِ جنازه بعد کين پنهنجي والد ڪريم قطبِ عالم حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ جي روضي پاڪ ۾ سندن مزار شريف جي اوپر ۾ دفن ڪيو ويو. پنهنجي ڪريم والد ڏانهن رخ ڪري آرامي ٿيا. ابر رحمت رحمتپور شريف ۾ سدائين مٿن وسندو رهي. دان انهن کي مصطفيٰ کان اٺميو ملندو رهي. آمين يا رب العالمين.

**خدماتِ خليليہ:** پاڻ پوري زندگي خدمتِ خلق ۽ تبليغ دين کي ارپي ڇڏيائون. پنجاب توڙي سنڌ جي تبليغي سفرن ۽ تبليغي مراڪز ۾ پنهنجي والد سان همرڪاب رهيا. سندن نظرِ ڪرم سان ڪيترا شهر ڳوٺ سڌري ويا. خاص ڪري علماءِ ڪرام ڪانئن تمام گهڻو متاثر هوندا هئا. ڇو تہ پاڻ بہ تہ جيد عالم هئا. هر يارهين شريف جي جلسي تي مخلوق پري پري کان سندن دربار تي ايندي هئي. پاڻ ڏوهي بنجي انهن جون دليون ڏوئندا هئا. قلبن جي مَــرُ مير لاهي انهن کي عشقِ حبيب جو اوجر ڪندا هئا. سندن صحبت ۾ دليون نرم ٿي پونديون هيون. رحمتپور شريف ۾ پنهنجي والد ڪريم وارو ساڳيو نظام جاري ڪيائون. رحمتپور شريف ۾ مدرسہ عربيہ جو بنياد وڌائون. جنهن مدرسي ۾ حضرت سائين مظهر جان جانان ۽ موجوده گادي نشين پڻ پڙهيا.

**شاديون ۽ اولاد :** سڀ کان اول پاڻ پنجاپ ۾ پنهنجي سڳي سوٽ، سندن چاچي مولانا عبد الستار جي نياڻي سان شادي ڪيائون. سنڌ ۾ اچڻ کان پوءِ بہ شاديون ڪيائون. پهرئين شادي عبدالله فقير سيهڙ تعلقہ ڏوڪري ضلع لاڙڪاڻو جي نياڻي سان ڪيائون. جنهن مان کين هڪ فرزند دلبند حضرت محمد مظهر جان جانان پيدا ٿيو. ٻين شادي فقير گل محمد سهتہ جي نياڻي سان فرمايائون.

**حضرت پير مٺا سائين** رحمت الله عليہ **جو کين لکيل خط:**

جنهن وقت نئون پاڪستان ٺهيو هيو ان وقت پاڻ هي خط لکيائون:

786

برخوردار سعادت اطوار محمد خليل سلمہ الله الجميل،

اسلام عليڪم و رحمتہ الله وبرکاتہ ! مولوی عاشق محمد موصول بخدمت است ماجرا اينجانب بوضاحت خواهد شنوانيد لهذا تاکيداً نوشتہ ميشود کہ بيتوقف بمجرد خواندن خط بريں اندريں وقت احتمال ورود سخت

تصدیعه است اعاذ ناالله سبحانه وتعالیٰ مخلوق را از قواعد شدیده پاکستان هراس وخطره جائست بس زیاده ازیں چه گویم۔ لاشیء محمد عبدالغفار فضلی

**ٻيو خط :**

فرزندارجمند محمد خلیل طولعمره اسلام علیکم

تیری بڑی والدہ نے تیری بابت ایک خواب دیکھا ہے جس کی تعبیر تو اچھی ہے انشاء اللہ تعالیٰ لیکن بسبب شفقت پدری دل میں ایک گونہ تشویش پیدا ہو رہی ہے لہٰذا ایک رات یا ایک دن کیلئے آجانا تانکہ دل مطمئن ہو جاوے۔ لاشیء محمد عبدالغفار فضلی

**ٽيون خط:** برخودار نور الابصار محمد خلیل سلمکم اللہ الجلیل الجمیل،

اسلام علیکم ورحمتہ اللہ وبرکاتہ ومغفرتہ اول دعوات جدید ملحوظ خاطر داشته بالتفصیل بلا تعجیل ادا بکید والقضائے موقعه یازدهم هیچ پروره ندارید چراکه اصل مطلوب این است که خلقت را فائده شود واز جاهائے تواند که گر برتوقف رواندارید شاباش شاباش همت برگماخته دارداز تبلیغ هیچ دقیقه فرومگذار۔ لاشیء محمد عبدالغفار فضلی




فرمايائون : سلوڪ جا متلاشي پڇندا وتن ٿا تہ سلوڪ ڇا آهي؟ انجون منزلون ڇا آهن. ٻڌو سارو سلوڪ حضرت شيخ سعدي ٻن سِٽُن ۾ ٻڌائي ڇڏيو آهي.

مرا پیر داناء روشن شهاب، دو اندرز فرمود بر روئے آب

یکے آنکه برغیر بد بین مباش، دگر آنکه بر خویش خود بین مباش

هڪ تہ ٻين کي برو نہ سمجھجي، ٻيو تہ پاڻ کي ٻين کان ڀلو نہ ڀائنجي.

**حقيقيتِ ذڪر:** پاڻ فرمايائون: نقشبندي قلبي ۽ خفي ذڪر آهي. ذڪر ائين ڪيو جيئن اجئي ڪي پاڻي جو ۽ بڪئي ڪي ماني جو خيال هوندو آهي. بمقتضاءِ اڄ ان ڪي پاڻي جي تانگهہ رهندي آهي ۽ پاڻي جو خيال هوندو آهي. ان طرح ذڪر جي تخيل ۽ تصور سان دل ۾ الله جي محبت مشتق ٿي ويندي آهي. ذڪر خيالي توجہ خالي.

**قلب جا قسم:** فرمايائون قلب ٻن قسمن جو آهي. 1. قلب لحميہ 2. قلب لطيفہ ربانيہ.

**1. قلب لحميہ:** جيئن جانور جو پيچ هوندو آهي. اها صنوبري شڪل جي آهي. ڪبي پاسي طرف ڪريل آهي. انڪري ماڻهو جا حالات بدلبا رهندا آهي. ڪڏهن نيڪي طرف ڪڏهن بدي طرف. قلب جي حالت بدلجڻ سبب انسان جي حالت بدلبي رهندي آهي.

**2. لطيفہ رباني:** اهو هن لطيفہ لحمي سان ملحق آهي. علوم باطنيہ، علوم معارف ۽ تحصيل علوم جو تعلق هن سان آهي. تحفيظ علوم جو مرجع آهي. نماز ۾ حضور احڪام الاهيہ سڀ ان سان محلق آهن. لحميہ جان جو مخزن آهي. ربانيہ ۽ ظرفِ ايمان آهي.

قلبِ لحميہ هلاڪ ٿئي تہ جان ويندي. قلبِ ربانيہ جي نقصان سان زوال ايمان آهي.

دل ۾ خيال رکو تہ دل چوي ٿي الله الله.

**طريقہ نقشبندي:** فرمايائون: طريقہ نقشبنديہ خيالي آهي. ذڪر خيالي توجہ خيالي آهي. اهو انعڪاسي بہ آهي تہ انصباغي بہ آهي. شيخ ڪامل جي توجہ سان فيض مريد جي دل تي منعڪس ٿيندو آهي.

هر وقت مريد مرشد جي باطني احوال سان رنگين ٿيندو رهي ٿو. منصبغ ٿيندو آهي. بذريعہ رابطہ. جنهن مريد ڪي مرشد سان رابطو آهي تہ جيڪي باطني انوار ۽ اسرار مرشد جي دل تي وارد ٿين ٿا سي رابطہ جي ذريعي مريد جي دل تي وارد ٿين ٿا. توجہ خيالي، ذڪر خيالي. تصور توهم ۽ تخيل ۾ دل خيالاً چوي الله الله الله زبان خيال سان. ذڪر لساني اهو آهي جو ''مايتلفظ به الانسان'' جيڪو لفظن سان ادا ڪيو وڃي. قلبي اهو آهي جو تصور ۽ تخيل ۾ ذڪر هجي. اهو تصور بہ هجي تہ الله اهو آهي، جيڪو مستجمع جميع صفاتِ ڪمال، مستجمع جامع صفات ڪمالات آهي. هر عيب ۽ نقص حدوث ڪان

پاڪ آهي. ان معنيٰ جو خيال هجي، هٿ ڪار سان دل پروردگار سان.ان تصور ڪرڻ سان دل زنده ٿي وڃي ٿي.

**ڪرامت اولياءَ الله :** فرمايائون: اولياء جي وڏي ڪرامت اها آهي جو توجه سان دل زنده ڪن ٿا. **مثال :** حضرت موسيٰ عليه السلام جو معجزو هٿ ۾ لٺ هئي. هٿ ۾ لٺ آهي. اڇلائن تہ ازدها ٿي وڃي. منڪرين ڪي ڏيکارڻ لاءِ اڇلائن تہ ازدها وري وٺن تہ عصا ٿي وڃي. عصا (لٺ) جي جسمانيت لائق روحانيت نہ آهي. بيجان لڪڙي آهي. پر جاندار ٿي هلي وڃي گهمي. الله وارا هٿ قلب تي رکن تہ دل ۾ جان پيدا ٿي وڃي. سڀ ڪرامتون هڪ پاسي دل جيارڻ هڪ پاسي.اگر ڪرامت سان مردي کي جيارن تہ وري مري ويندو. پر جي دل جيارن تہ قيامت تائين وري نہ مرندي. اولياء جي هٿ لڳڻ سان دل زنده ٿي وڃي ٿي. يورث الحياة الحقيقة لافناءَ لها. حديث ۾ آهي: من يذكر من الحي من لم يذكر كمثل الميت. هي ڪلام نبوي لف نشر مرتب آهي. ذاڪر قبر ۾ بہ زنده آهي.

**حياتي جا قسم:** فرمايائون: حياتي طبعي، اها ختم ٿي ويندي.

حياتي حقيقي، لافناء لها اها قيامت تائين رهندي.

**اجتماع ضدين محال آهي:** فرمايائون: ضدان لايجتمعان في وقت واحد

هڪ وقت ۾ بہ ضد جمع نٿا ٿي سگهن. ڏينهن هوندو تہ رات نہ هوندي، ذڪر آيو تہ غفلت نہ ايندي. هڪ وقت ۾ ضدن جو جمع ٿيڻ محال آهي.

**ذڪر جا اثرات:** فرمايائون: ذڪر جي ڪرڻ سان گناهہ جيئن چوري، زوري، زنا نہ ڪندو برائي نہ ٿيندي. ڇو تہ اهي شيون حرام آهن. رسول الله ﷺ فرمايو:

كُلُّ الْمُسْلِمِ عَلَى الْمُسْلِمِ حَرَامٌ عِرْضُهُ وَمَالُهُ وَدَمُهُ [1]

هر مسلمان جو ٻئي مسلمان تي سامان مال ۽ رت حرام آهي.

**ٻئي سزا ڇا لاءِ ؟** فرمايائون : قرآن شريف ۾ آهي تہ :

---

[1] سنن الترمذي ـ (ج 7 / ص 166)

لَهٗ إِلَّا بِالْحَقِّ وَلَا يَزْنُونَ وَمَنْ يَفْعَلْ ذَالِكَ يَلْقَ أَثَامًا (68) يُضَاعَفْ لَهُ الْعَذَابُ يَوْمَ الْقِيَامَةِ وَيَخْلُدْ

فِيهِ مُهَانًا [الفرقان/68، 69]

فرمايائون هنن آيتن ۾ مشار اليہ ٽي شيون آهن . انهن ٽن گناهن جي منع آهي.
شرڪ، قتل، زنا. ومن يلقي احد من الثلاثة. انهن ٽن مان هڪ بہ ڪري تہ ان جي سزا الله
ڪريم فرمائي تہ : يُضَاعَفْ لَهُ الْعَذَابُ يَوْمَ الْقِيَامَةِ وَيَخْلُدْ فِيهِ مُهَانًا
شرڪ، قتل، زنا تي ٻيڻو عذاب آهي.

**سوال: سبب تضعيف ڇا آهي ؟**

ٻيڻي عذاب ٿيڻ جو حڪم ڇو آهي؟ حالانڪہ قرآن ۾ آهي تہ:
مَنْ جَاءَ بِالْحَسَنَةِ فَلَهُ عَشْرُ أَمْثَالِهَا وَمَنْ جَاءَ بِالسَّيِّئَةِ فَلَا يُجْزَىٰ إِلَّا مِثْلَهَا وَهُمْ لَا يُظْلَمُونَ [الأنعام/160]
نيڪي جو بدلو ڏهوڻ آهي ۽ بدي جو بدلو ان بدي جي برابر هڪوڻ آهي. گناهن تي سزا هڪوڻ جو قانون آهي. هتي ٻيڻ چوڻ ۾ تعارض ٿي پيو. قرآن ۾ تعارضات نہ آهي منا فات نہ آهن. ان جو توافق ۽ تطابق هي آهي تہ:
آيتون هڪ ٻئي جي مخالف نہ آهن. بشرط الشيء الآخر. ٻيڻو عذاب ٿئي ٿو.
حضرت عبد الله بہ مسعود رضي الله عنہ عرض ڪيو: اي ذنب اڪبر.
يا رسول الله ، الله وٽ سڀ کان وڏو گناهہ ڪهڙو آهي؟ پاڻ فرمايائون. الله تو کي پيدا ڪيو آهي پوءِ ان سان شريڪ ڪرين. مون چيو ان کان پوءِ ڪهڙو گناهہ وڏو آهي؟ فرمايائون. بک جي سبب اولاد کي قتل ڪرڻ. پوءِ فرمايائون پاڙيسرڻ عورت سان زنا ڪرڻ. زنا ڪبيرو گناهہ آهي. هڪ ان جي سزا آهي. ٻيو ابطال حق قرب الجوار. پاڙيسرين جي حق جو تلف ڪرڻ آهي. امانتداري ديانتداري سان رهڻو هيو. حقِ امانت ٽوڙيائين.

---

لَهِ قَالَ أَنْ تَجْعَلَ لِلّٰهِ نِدًّا وَهُوَ خَلَقَكَ قُلْتُ إِنَّ ذَٰلِكَ لَعَظِيمٌ قُلْتُ ثُمَّ أَيُّ قَالَ وَأَنْ تَقْتُلَ وَلَدَكَ تَخَافُ أَنْ يَطْعَمَ مَعَكَ قُلْتُ ثُمَّ أَيُّ قَالَ أَنْ تُزَانِيَ حَلِيلَةَ جَارِكَ صحيح البخارى۔ (ج13/ص 394)

1. زنا 2. تلف حق جا ٻہ جرم ثابت ٿي ويا. ان لاءِ يضاعف فرمايائين.
شرط الشيءِ سان ڪبيرو اڪبر ٿي ويندو آهي. هاڻي آيت ۾ نہ منافات رهي نہ تعارض.
**حد جاري ٿيڻ سان آخرت جو عذاب ختم آهي يا نہ؟**
زاني کي حد جاري ڪئي وئي تہ ان جو گناه ختم ٿيو يا اڃا آخرت ۾ عذاب ٿيندس؟ دنيا ۾ جنهن مٿان حد جاري ٿي وئي ان کي آخرت ۾ عذاب ٿيندو يا نہ؟ امام شافعي رحمة الله عليه فرمايو تہ: جنهن کي دنيا ۾ سزا ملي ان کي آخرت ۾ عذاب نہ ٿيندو. حديث ۾ آهي تہ:
من عقب فهو كفارة له جنهن کي سزا ڏني وئي اها ان جي گناهہ جو ڪفارو آهي.
شافعي چيو تہ سزا ڪفارو آهي.
امام اعظم چيو تہ: سزا ڪفارو نہ آهي. اصل ۾ توبہ ۽ ندامت ڪفارو آهي.
امام اعظم فرمايو تہ عذاب ڪفارو نہ آهي. توبہ ۽ ندامت ڪفارو آهي.
مثلاً: هڪ ماڻهو کي ماريو وڃي هٿ ڪٽيو وڃي، چوي ٿو تہ چا ٿي پيو؟ بيحيائي تہ قائم آهي تہ ڪفارو نہ ٿيو. ندامت اول آهي. پوءِ توبہ آهي جيئن قرآن ۾ آهي:
امام اعظم جو دليل نص قطعي مان هي آهي تہ: أَبَىٰ وَاسْتَكْبَرَ وَكَانَ مِنَ الْكَافِرِينَ [البقرة/34]
انڪار ڪيائين ۽ وڏائي ڪيائين ڪافرن مان ٿي پيو.
انڪار ۽ تڪبر. هن ڪلام ۾ تقديم ۽ تاخير آهي. اول تڪبر آهي پوءِ انڪار آهي. انڪار جو سبب تڪبر آهي. ٿيڻ ائين کپي ها. "استڪبرو ابيٰ" جنهن لفظ تي پڪڙ ٿي اهو ابيٰ آهي. "استڪبر" منّ ۾ هيو. مواخذو نہ ٿيو. ارادن تي پڪڙ نہ آهي. معلوم ٿيو تہ دل جي ڳالهہ تي مواخذو نہ آهي. جڏهن ظهور ٿئي تہ سزا آهي. ندامت ناهي تہ توبہ قبول نہ آهي.
**قرب الاهي:** پاڻ فرمايائون:
وَلَقَدْ خَلَقْنَا الْإِنسَانَ وَنَعْلَمُ مَا تُوَسْوِسُ بِهِ نَفْسُهُ وَنَحْنُ أَقْرَبُ إِلَيْهِ مِنْ حَبْلِ الْوَرِيدِ [ق/16]
انسان نہ تہ از خود پيدا ٿيو آهي نہ ان کي ڪنهن ٻئي پيدا ڪيو آهي ان کي اسان پيدا ڪيو آهي. اسان کي علم آهي ۽ چو نہ هجي جو اسان ان جي قريب آهيون. هتي ٻہ ڳالهيون آهن. تخليق ۽ علم الاهي. حبل بہ رڳ آهي ۽ وريد بہ رڳ آهي. حبل ۽ وريد رڳون آهن. مٿي کان قلب ڏانهن وڃن ٿيون. نڙي ذريعي وريد کي ڪٽيو وڃي تہ ماڻهو

مري وڃي. حبل جي وريد ڏانهن اضافت بيانيه آهي. الله علت العلل آهي ۽ علت کي پنهنجي معلول جو علم حاضر آهي. رڳ اجزاءِ لحميه ۾ حاجب آهي. الله جو قرب مڪاني نہ آهي، ذاتي آهي. انسان ان وجود مطلق جو تعين آهي. انسان کي پنهنجو علم ايترو نہ آهي جيترو مون کي تنهنجو علم آهي. علت جو تعلق معلول سان هوندو آهي. علت کي پنهنجي معلول سان ايترو قرب نہ آهي جيترو رب کي پاڻهي سان قرب آهي.

جان در جسم او او اندر جان نهاں در نهاں اے جان جان

الله جو قرب ۽ معيت ٻہ قسم آهن. قرب عامه: جيڪو نيڪ بد کي حاصل آهي. ان ۾ نہ محنت آهي نہ اجر آهي. قرب خاصه: اهو ثمرات عبادت آهي. جيڪو اجر عبادات آهي. ثمرات عبوديت و اطاعت آهي.تفضلات رحماني عنايت سبحاني ان تي نازل ٿيندي.

اها ذات جا چون چگون کان بي ڪيف آهي. جڏهن انسان کي پنهنجي جان جي خبر نہ آهي تہ اهو رب کي ڇا سمجهي سگهندو؟ جسم ۽ جان مليل آهن. پر توکي انهن جي خبر نہ آهي تہ توکي الله جي خبر ڪيئن پوندي.



## خلفاءِ خليليہ

رئيس العلماءِ تاج الفقراءِ حضرت خواجہ خليل الرحمان سلسلي جي ترويج ۽ اشاعت لاءِ ۽ گمراهن کي گس لائڻ لاءِ، پتڪلين کي راهہ راست تي آڻڻ لاءِ ڪافي خوشنصيبن کي خرقہءِ خلافت سان نوازيو. انهن خليفن پنهنجي علائقن ۾ وڏيون دين

جون خدمتون سرانجام ڏنيون ۽ سندن خدمات جو اهو سلسلو اڃا بہ جاري آهي ۽ انشاءَ الله قيامت تائين جاري رهندو. سندن خلفاءَ جي تذڪري لاءِ هڪ جدا دفتر درڪار آهي. مالايدرك كله لايترك كله تي عمل ڪندي سندن خلفاءِ ڪرام جو ڪجهہ احوال پيش آهي.

## خليفو ڊاڪٽر سعيد احمد رحمت الله عليہ ڪراچي

ڪراچيءَ ۾ بڙا بورڊ پرسان سندن گهر ۾ ڪلنڪ هوندي هئي. بسم الله مسجد ۾ نماز پڙهندا هيا ۽ حلقہ مراقبہ ڪرائيندا هيا. سندس صحبت ۾ ڪثير ماڻهو سڌري صالح ٿيا. ۽ اهي محبت جا متوالا ٿيا. حضرت سائين خواجہ خليل الرحمان رحمت الله عليہ ڪيئي ڀيرا سندن دعوت تي تشريف وٺي ويا. پاڻ بہ درگاهہ عاليہ رحمتپور شريف تي گهڻو ايندا هئا. عرس جي موقعي تي حاضر ٿيندا هئا تہ جماعت ساڻ وٺي ايندا هئا. هڪ يارهين ڇڏي ٻي يارهين تي وڏي ادب ۽ محبت سان اچي مرشد جي در جي حاضري ڀريندا هئا. تبليغ دين ڪندي پاڻ دار البقا جا راهي ٿيا. پاڻ بہ شاديون ڪيائون جن مان ڪين بہ پٽ پيدا ٿيا. جيڪي سندن حياتي ۾ الڳ ٿي ويا.

## خليفو حافظ محمد اسحاق ڪورائي

ولادت : 1933ع ڪوٽڙي. سندن والد جو نالو حاجي مصري خان هيو. حافظ صاحب جو اصل ڳوٺ ملڪ لڳ قلجي هيو. دادوءَ جي پرسان پڙين وارن حافظن جي مدرسي ۾ پڙهيا جيڪو مشهور حفظ جو مرڪز هيو. پوءِ فائينل پاس ڪري پرائمري استاد ٿيا. حضرت پير مٺا سائين جن جي بيعت ڪيائون ۽ حضرت صاحبزاده قدس سره کان ڪين خرقہ خلافت عطا ٿيو. تمام زاهد، عابد اهل ذڪر هئا. بهترين ڪاتب هئا. سلسلہ عاليہ جي بهترين ڪتابت ڪيائون. حضرت صاحب جا مقرب هئا. ڪثرت اولاد ۽ انهن جي پڙهائي ڪري هجرت ڪري نانگا لائين ڪوٽڙي ۾ اچي آباد ٿيا. ورڪشاپ مين اسڪول جا هيڊ ماستر رهيا. اتان رٽائر ٿيا. جامع مسجد نور ڪبريا نانگا لائين جا خطيب ۽ امام رهيا. پير مٺا سائين جي صحبت اثر سبب ڪڏهن بہ امامت جي پگهار نہ ورتائون. اتي بي لوث سلسلہ عاليہ جي خدمت ڪيائون. پاڻ لاطمع ۽ خود دار انسان هئا.

پاڻ 18 جولاءِ 2004ع ۾ وفات ڪيائون. سندس وصيت موجب مولانا محمد امين الدين خليلي سندس نمازِ جنازه پڙهائي. سندس مزار ڪوٽڙيءَ ۾ بچاءِ بند درياه واري قبرستان ۾ آهي. پاڻ به شاديون ڪيائون انهن مان سندس هڪ گهر واري درگاهه عاليه رحمتپور شريف ۾ تعليمِ قرآن ڪريم ڏيندي هئي. حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليه جي هڪ اهليه به ڪائنس قرآن شريف پڙهيو هيو. پاڻ پنهنجي اولاد کي يونيورسٽي ۾ پڙهايائون. سندس گهر قرآني تعليم جو مرڪز هيو. سندس هڪ فرزند مشتاق مدينه طيبه زادها الله شرفاً وتعظيماً ۾ يونيورسٽي جو پروفيسر آهي. ڪثير اولاد اٿس. اهي سڀئي عهدن تي فائز آهن. پنهنجي هڪ فرزند تي پير ڪامل سان محبت پاران پنهنجي مرشد جو اسم "خليل احمد" رکيو اٿس. اهو حافظ قرآن ۽ درس نظامي پڙهي والد وانگر خدمتِ خلق ڪري رهيو آهي. درگاهه شريف سان ساڳيو تعلق اٿن. اڄڻ وڃڻ ۾ ڪوتاهي ڪونه ڪندا آهن.

## خليفو محمد قاسم ڀائي ڪراچي

پاڻ پراڻي ڏراجي ڪراچي جا رهواسي آهن. سندن تعلق ميمڻ ڪميونٽي سان آهي. سندن سڪ ۽ صداقت کي ڏسي حضرت صاحب جن کيس خلافت عطا فرمائي. پاڻ محبت ڪيش ۽ ذڪر جو ذوق رکڻ وارا آهن. جڏهن دربار عاليه تي ايندا آهن ته سندن اڪثر وقت روضي شريف ۾ مراقبي ۾ گذرندو آهي. سندن اهليه به سلسلهءِ عاليه ۾ داخل آهي. پاڻ زهد و تقويٰ وارا ۽ سخي دل انسان آهن. درگاهه شريف جا خدمتگار آهن. دربار شريف جي مسجد ۽ مسافر خانن جي تعمير سندن محبت جو عملي ثبوت آهي.

ڪين مرشد ڪريم ۽ سندن اولاد سان سخت محبت آهي. سندن صحبت ۾ ڪيترا ماڻهو اهلِ دل بڻجي ويا آهن. حضرت صاحب جن بارها سندس دعوت تي ڪراچي تشريف وٺي ويا. پير مٺا سائين جي وصال کان پوءِ درگاهه عاليه سان والهانه محبت رکندا اچن ٿا. هر عرس شريف جي موقعي تي پاڻ پابندي سان شريڪ ٿيندا آهن. هن وقت طويل العمر ۽ ضعف ڪري خانه نشين آهن. سندس هڪ فرزند محمد امين ڀائي واپاري آهي اهو به سلسلهءِ عاليه سان وابسته محبت وارو پنهنجي والد جي نقش قدم تي هلڻ وارو آهي.

## خليفہ مولوي حاجي عزيز اللهّ جتوئي پيٽو ضلع دادو

مولوي صاحب ذات جا جتوئي سندس والد جو نالو ميان لاڏو خان هيو. سندن ولادت 1916ع ۾ ٿي. زميندار پيشي سان وابستہ هئا. حضرت ابوالفيض مولانا غلام عمر جتوئي سونو جتوئي وارن جا شاگرد ۽ حضرت علامہ مفتي مولانا محمد قاسم مشوري شريف وارن جا هم سبق ۽ دوست هئا. حضرت پير مٺا سائين سان سلسلہ عاليہ نقشبنديہ ۾ بيعت ڪيائون. پاڻ نهايت عابد زاهد ۽ متقي هئا. حضرت خواجہ خليل الرحمٰن کين خلافت جو شرف عطا فرمايو. پاڻ پنهنجي استاد محترم جي فرمان تي پيٽو جتوئي تعلقہ ميهڙ ۾ سلسلۂ تعليم شروع ڪيائون. پاڻ معلم، مدرس ، خطيب، امام ۽ استاد رهيا.

ڪو زمانو هيو جو پيٽي جتوئي ۾ اڪثريت اهل تشيع جي هئي پر مولانا صاحب جي ڪاوشن سان سواءِ چند جي سڀ عقيده اهلسنت وارا بنجي ويا. پاڻ مهمان نواز هئا. اڪثر فقراء ۽ سلسلہ عاليہ جا علماءَ وٽن ايندا رهندا هئا. مراقبو سندن معمولات مان هوندو هيو. پير جي ياد هميشہ موجود هوندي هئن. ڳوٺ جي مردن توڙي عورتن جي اڪثريت سندس شاگرد هئا ڇو تہ سندن گهر ۾ درس قرآن هلندڙ هيو ۽ گهر وارا بہ سلسلہ عاليہ سان منسلڪ هئا. حضرت صاحب جن جي هر سال دعوت ڪندا هئا ۽ ذڪر جي لذت حاصل ڪندا هئا.

سندن ادب ۽ تقويٰ جو اهو عالم هيو جو پاڻ حج جي اعظم رڪن لاءِ سال 1977ع ۾ ويا تہ بہ ڇپا ڪچن پيرن جا پيري ساڻ کڻي ويا تہ مان پاڪ سرزمين جي پيرن سان وَٽُ ڪيئن پڇائيندس. وري اهي واپس آڻي پنهنجي ملڪ ۾ ڦٽا ڪيائون.

اختلافات واري وقت ۾ بہ درگاهہ رحمتپور شريف سان منسلڪ رهيا. هميشہ ڇپو هٿ ۾ هوندو هين ان ۾ وٽ جا پيتر ساڻ رکندا هئا. ڪؤنرو ۽ چادر بہ ساڻ رکندا هئا. يارهين شريف تي پهرئين صف ۾ موجود هوندا هئا. پنهنجي پير ڪامل سان پيار شديد هوندو هين. پاڙي وارن خلفاء جهڙوڪ خليفہ سائين الله ڏتا رحمت الله عليہ غفار آباد وارن سان بہ سهڻا مراسم هوندا هئن. پنهنجي ڳوٺ جي آس پاس پرڙاء پٽيجي ۾ سلسلہ جي تبليغ ڪيائون. ساڻن گڏ ڳوٺ جي جماعت جو حلقو هميشہ موجود هوندو هيو. ماڻهن جا آبائي

پير اگر حضرت صاحب جن جي شان ۾ ڪجهه چوندا هئا ته پاڻ انهن سان عالمانه بحث ڪري پنهنجي پير جي عظمت اعليٰ مقام کي مڃائيندا هئا نه ته وري رسمي پير پيٽي شهر جو رخ نه ڪندا هئا.

پاڻ سنه 1405هه بمطابق 1985ع ۾ وفات فرمايائون. سندن مزار جامع مسجد پيٽي جي اتر طرف موجود آهي. ڪين هڪ فرزند مولوي حاجي عبدالوهاب نالي آهي. اهو به دستاربند عالم آهي. مولانا مفتي ڪريم بخش مگسي ميهڙ وارن جو شاگرد رشيد آهي. حضرت صاحب وڏن سان بيعت ڪيائين. پنهنجي والد صاحب سان گڏ سلسله عاليه ۾ رهيو. دربار جي موجوده سجاده نشين پير مٺا ثاني جي خاص مريدن مان آهي. پاڻ نهايت برجستو ۽ همت ڀريو زميندار آهي. زمينداري ڪمن ۾ گهڻو مشغول رهڻ ۽ امراءَ سان ڪثير تعلقات هجڻ جي باوجود پنهنجي مرشد سان مضبوط نسبت اٿس.

**خليفه آخوند حاجي محمد موسيٰ چانڊيو, نور پور شريف ضلع دادو:**

سندن والد جو نالو آخوند محمد ۽ ڏاڏي جو نالو آخوند درياء خان هيو. پاڻ ناري ڳوٺ جا رهواسي هئا. آباء و اجداد ڪان شهر وارن جا معلم هئا. فائينل پاس ڪري پرائمري استاد ۽ ڳوٺ جي مسجد جا امام ۽ قرآن شريف جا استاد ٿيا. نور پور شريف (ناري) جا سادات ڪرام، چانڊيه، ڪنير، چنا، ماڇي، ملاح سندس شاگرد هئا. پاڻ اصل ڪان شريف النفس، ذڪي، عبادت گذار ۽ نيڪ صالح هئا. معرفت الاهي لاءِ نقشبندي سلسله جي بزرگ خواجه ميان محمود پوڙن لاکيرن واري جي صحبت ڪيائون. جڏهن ميان محمود سائين ڪاڇي واري پوڙ سبب هجرت ڪري ڪجهه وقت ناري ۾ اچي رهيا هئا ۽ هتي پير مٺا سائين جي اچڻ جي پيشگوئي فرمائي هئائون. ته اها آخوند صاحب ٻڌي هئي. پوءِ جڏهن اهو ولايت جو آفتاب دين پور ۾ اڀريو ته سندس روشني ڏسي آخوند محمد موسيٰ به ناري جي سيدن پلي رکيو شاهه، احمد شاهه، صالح شاهه، محمد تقي شاهه سان گڏجي پير مٺا سائين جي دست حق پرست تي نقشبندي سلسله ۾ بيعت ڪئي ۽ ذڪر اذڪار شروع ڪيائين. ناري جي سيدن جي خلوص محبت ۽ اسرار تي حضرت پير مٺا سائين کي ناري شهر وٺي آيا ۽ ناري جو شهر ”نور پور شريف“ بنجي ويو.

حضرت صاحب جن جي قيام دوران آخوند صاحب سلسله عاليه جي وابستگي سان گڏ سندن خدمت ۾ رهيا. پوءِ انڙ پور رحمت پور شريف پيرين پنڌ ويندا رهيا. پير مٺا سائين جي وصال کان پوءِ به رحمتپور شريف سان قوي نسبت رکيائون. حضرت خواجه خليل الرحمان کان خلافت ماڻيائون ۽ نور پور شريف ۾ جماعت کي ذکر اذکار ۽ مراقبه ۾ مشغول رکيائون. سندس طبيعت اصل کان سفر کرڻ کان کيٻائيندي هئي انکري نوکري خاطر مسافري کرڻ کان لنوائيندي .P.T.C وغيره نه کيائون ۽ فکس پگهار تي رٽائر ٿيا. تبليغ به ڳوٺ ۾ کيائون. پاڻ سالڪِ راهِ خدا ۽ حق گو هيا. سدائين سچ ڳالهايائون. تـَرَ جو مشهور مُصلح زميندار رئيس عبدالحميد خان جتوئي بنا ساک جي آخوند صاحب جي شاهدي قبول کندو هيو ۽ کيترا معاملا آخوند صاحب ڏانهن موکليندو هيو. 1973ع ۾ حج جي سعادت حاصل کيائون. پنهنجن مرشدن جي شان ۾ عشق و محبت جا شعر به چيائون. هر سال دعوت کندڙن ۾ شامل هئا. حضرت صاحب جن جي استقبال لاءِ جماعت سان گڏ کچي جي بچاءِ بند تي عشق سان شعر چوندا هئا.

اڄڻ منهنجي مٺو مرشد آيو مٺڙار بسم الله

قدم پنهنجا پرينءَ پياري گهمايا يار بسم الله

ڏينهان راتيان ديواني دل کڏهن ايندو مٺو مرشد

آيو اڄ ڏينهن سو سهڻو، پلارو وار بسم الله

آخر عمر تائين پنهنجي شيخ سان ۽ انجي اولاد سان نسبت قائم رکندي 30 صفر 1987ع تي وفات کيائون. مزار نور پور شريف ۾ مسجد جي پرسان قبرستان ۾ آهي.

پاڻ به شاديون کيائون ڇهه نياڻيون، ٽي پٽ ٿين. سڀ تقريباً وفات کري ويا آهن. هک پٽ نالي فقير محمد هارون ۽ هک نياڻي زنده آهي. فقير محمد هارون نيک سيرت، نيک صورت ۽ سلسله عاليه سان منسلک آهي. درگاهه عاليه رحمتپور شريف سان وابسته آهي ۽ موجوده سجاده نشين پير مٺا ثاني جي خاص مقربن مان آهي. درگاهه عاليه جو نانگري آهي. ننگر جي کم ۽ ننگر جي زمين جو اونو اٿس. همه تن ان خدمت ۾ مصروف هوندو آهي. حکمت پيشو اٿس ذکي ۽ اهل ذکر آهي.

## خليفہ ماستر محمد سليمان ڪلهوڙو، راڌڻ اسٽيشن ضلع دادو

ميان محمد سليمان بن ڪريم ڏنو بن محمد يوسف ڪلهوڙو سنہ 1919ع ۾ مريد لاڪير ۾ پيدا ٿيا. پرائمري تعليم ڪان پوءِ فائينل ڪري پرائمري استاد مقرر ٿيا. سندن وڏا نقشبندي سلسلي ۾ پاٽ شريف وارن بزرگن سان منسلڪ هئا. خواجہ محمود الحسن صديقي پاٽائي (اول) ماستر صاحب جي والده ماجده کي پنهنجي فرزند نظام الدين ثاني جي رضاعت لاءِ پاٽ شريف گهرايو هيو ڇو جو سندن اهليہ بيمار هئي. خواجہ صاحب ننڍڙي محمد سليمان کي ڏسندي سندس والده کي فرمايو تہ هي فرزند وقت جي ڪامل قيومِ زمان جي بيعت ڪندو ۽ ڪامل بڻبو. انهيءَ بشارت جي مصداق ماستر صاحب نور پور شريف ۾ حضرت قيومِ زمان حضرت پير مٺا سائين جي بيعت ڪري سلسلہ عاليہ ۾ داخل ٿي سالڪ ٿيا. سندس ٻئي لطيفا قلبي ۽ روحي ظاهر ظهور هلندا هئا. ڪين جذبي جو حال اهو هيو جو نور پور شريف جا وڻ لانڊيون هجن يا رحمت پور شريف جي جڙندڙ جامع هجي، ماستر صاحب کي جذبو ٿيو تہ الله الله ڪندي پيٽ ڀر پار ڪري ويندو هيو. پير مٺا سائين فرمائيندا هئا : "شیر کوں پکڑو۔"

پنهنجي شيخ سان بي پناهہ محبت هيس. هميشہ پير جو ذڪر زبان تي هوندو هيس. مريد لاڪير ڪان هجرت ڪري بالي شاهہ وري اتان هجرت ڪري 1962ع ۾ راڌڻ اسٽيشن تي قيام پذير ٿيو ۽ راڌڻ اسٽيشن جي مين پرائمري اسڪول جو هيڊ ماستر، تعلقي ماستر، يونين ڪائونسل جو سيڪريٽري بہ رهيو. تعلقي جي پڳهار جو پاڻ امين هوندو هيو. ايماندار، سچار، نهايت ذهين ۽ ناميارو استاد هيو.

تـرَ جي عالمن سان سندن گهرا تعلقات هوندا هيا. پاڻ مهمان نواز ۽ دستار خوان جو ڪشادو هيو. آفيسر، علماء ۽ فقراء سندس مهمان ٿيڻ ۾ خوش ٿيندا هئا. هر مشڪل ۾ هر ڪنهن کي ڪم اچڻ وارو هيو. طالب علمن سان محبت ڪرڻ وارو هيو. پوءِ اهي اسڪول جا شاگرد هجن يا مدرسي جا طالب علم.

25 ڊسمبر 1964ع تي جڏهن قطبِ عالم حضرت پير مٺا سائين جي وصال جو دل جهوريندڙ واقعو رونما ٿيو تہ هن مرد پنهنجي پير جو آستانو ڪو نہ ڇڏيو. سائين

صاحبزاده جن سان منسلڪ رهيو. بلڪ سندن خدمت ۾ پيش پيش رهيو. پنهنجا ٻه فرزند شهاب الدين ۽ عبدالرحيم سائين صاحبزاده جي پهريداري لاءِ مقرر ڪيائين.

حضرت خواجہ خليل الرحمان رحمت الله عليہ سندن محبتن خدمتن ڪي ڏسندي کين خلافت نقشبنديہ جي اعليٰ اعزاز سان نوازيو. پوءِ گهڻين مصروفيتن جي باوجود بہ راڌڻ، گرماٽي، بالي شاهہ ۾ تبليغ ڪيائون. جذبي جي غالب رهڻ ڪري هميشہ پُر جوش رهندا هئا. پنهنجي محبوب مرشد ڪريم خواجہ خليل الرحمان جي منزل هر ماه 15 تاريخ راڌڻ اسٽيشن تي مقرر فرمايائون. پاڻ هر ماهہ اتي ايندا هئا. اتي خليلي مسجد جوڙايائون. طريقہ عاليہ جي ترويج جو ڪم ڪيائون .

ماستر صاحب ٻہ شاديون ڪيون. ڪيس اٺ پٽ هڪ نياڻيءَ جو اولاد ٿيو. سڀئي سلسلہ عاليہ سان وابستہ ۽ مرشدن ڪريمن جا محبتي آهن. سندن وڏو پٽ شهاب الدين اصلي ڳوٺ مريد لاڪير ۾ رهي ٿو ۽ پاڻ وارن بزرگن جي زمين سنڀالي ٿو. سندن ٻيو پٽ ميان عبدالرحيم ديني شوق سبب نوڪري دوران ديني علم پڙهڻ شروع ڪيو. خليلي مسجد ۾ مولانا محمد امين خليلي وٽ فارسي شروع ڪيائين پوءِ حضرت صاحب رهڙي شريف وارن مولانا محمد مهيسر ۽ مولانا عبدالحليم وٽ شوق سان درس نظامي پڙهي دستار فضيلت حاصل ڪيائين. سلوڪ ۾ حضرت صاحبن سان منسلڪ آهي. خليلي مسجد جو امام ۽ مرڪزي عيد گاهہ راڌڻ اسٽيشن جو خطيب و امام آهي. ديني خدمت ۾ مصروف آهي. سندس ٽيون پٽ غلام قادر ڊاڪٽري پيشي سان منسلڪ آهي. چوٿون پٽ ڊاڪٽر مجيب الرحمٰن ايم بي بي ايس ڊاڪٽر آهي. پنجون پٽ عزيز الرحمٰن روينيو ۾ مختيارڪار ميهڙ ۽ عمر ڪوٽ رهي چڪو آهي. ڇهون پٽ عبد الجبار وڏو آفيسر آهي. انهن ڪان علاوه علي اڪبر ۽ محمد منير سندن سڀ پٽ ديندار ۽ درگاهہ عاليہ سان شديد شوق ۽ تعلق رکندڙ خدمتگار آهن. موجوده سجاده نشين حضرت پير مٺا ثاني جا مقرب ۽ دعوتي آهن. ماستر صاحب جن 1971 ع ۾ وفات ڪئي. سندس مزار شريف راڌڻ اسٽيشن جي اتر طرف مشهور قبرستان عارف شهيد ۾ آهي.

## حضرت مولانا خدا بخش "بيخرچ" سيٺارجا خيرپور ميرس

مولوي خدا بخش ولد جند وڏا ذات جا گوپانگ هئا. لياقت پور پنجاب جي چڪ 3 ضلع رحيم يار خان جا ساڪن هئا. ابتدائي تعليم پنهنجي علائقي جي مختلف مدارس ۾ ورتائون پر گهڻو علم ديوبندين وٽ پڙهيا. پاڻ عالم باعمل هئا. جهڙا صورت جا سهڻا هئا اهڙا عادتن ۽ اخلاقن جا ملوڪ موچارا هئا. پاڻ مولانا ڪريم بخش جي تبليغ تي حضرت پير مٺا سائين جي صحبت ۾ پهتا. پنهنجي آمد جو احوال عجيب ۽ دلڪش انداز ۾ ملفوظاتِ غفاريہ جي منڍ ۾ لکيو اٿن. جڏهن پير مٺا سائين وٽ پهتا ماڻهو پير سائين جن جا هٿ پير چمي رهيا هئا تہ سندس دل ۾ اعتراضات پيدا ٿيا. پير مٺا سائين جيئن مصلي مبارڪ تي اچي ويٺا صفون سڌيون ٿيون بي خرچ جي من ۾ جيڪي اعتراض هئا دل جو دل ۾ چوندو ويو پاڻ مصلي تي ويٺي ويٺي انهن جو جواب ڏيندا ويا. تيستائين اقامت شروع نہ ٿي جيستائين مولوي صاحب جي دل جي تسلي نہ ٿي. پوءِ لکن ٿا تہ :

الحمدللہ ایسے روشن ضمیر اور صاحبِ فراست متقی ولی اللہ کی زیارت کا اور سات سال ان کی صحبت میں حاضری دینے کا شرف حاصل ہوتا رہا۔ (ملفوظات غفاریہ: ص ۱۳)

پاڻ قادر الڪلام شاعر بہ هئا. سندن شاعري ۾ رس ۽ چس آهي. سندس هڪ شعر آهي:

نام ہے رحمان تیرا ہم بڑے نادان ہیں
بھول ہوجاتی ہے آخر کیا کریں انسان ہیں

حضرت پير مٺا سائين جي وصال کان پوءِ صاحبزاده سائين خواجہ خليل الرحمان سان روحاني رشتو جوڙيائون. گهر کي الوداع چئي حضرت جن جي حضور ۾ اچي رهيا. سفر ۽ حضر ۾ هميشہ هم رڪاب رهيا. خوب صحبت ڪيائون. سنڌ، پنجاب جا سفر ڪيائون. خوش خلق، خوش طبع هئا. حضرت صاحب جن جا ڪثير معتقد راڻي پور، گمبٽ ۽ سيٺارجا طرف هئا. انهن جي اسرار تي جامع مسجد سيٺارجا جي خطابت امامت قبول ڪيائون. حضرت صاحب جن ڪيس خلافت سان نوازيو. پاڻ دوري جي باوجود بہ حضوري ۾ هئا. هر محفل، عرس شريف، يارهين شريف ۾ موجود رهندا هئا . چٺڪ رحمتپور ۾ رهيل هجن. حضرت صاحب جن جي اولاد ۽ درگاهہ سان قلبي لڳاءُ هين. هر محفل ۾ نئون

شعر زبان تي هوندو هين. ظامي صاحب جا ساٿي دوست هئا. بهترين خطيب هئا. تبليغ ڪيائون جماعت ۾ مقبول هئا. پير ڪامل جا عاشق هئا. سندس چيل شعر آهي:

رک چلے کٹ اڻ دی لوڑ نہ توں، هک دامن پیر دا چھوڑ نہ توں

بس تار محبت تروڑ نہ توں، پچھے آپے یار پچاڈیندے

می ڈِا پیر خلیل دعا ڈیندئے، سھڻا مردہ دل جیوا ڈیندیے

بد بخت ازل دے مارئیندے، دل سُتے بخت جگا ڈیندے

خواجه خليل الرحمان جي وصال بعد حضرت مظهر سائين رحمت الله عليه سان والهانه محبت رکيائون. انهن جي به وصال ٿي وڃڻ بعد پاڻ اڪثر غمزده ۽ افسرده رهندا هيا ۽ پر پوءِ به مرشد جي باربار حاضري ڀريندا رهندا هئا. هڪ ڀيري محرم شريف جي يارهين تي دربار شريف تي آيا. واپسي ۾ سيتارجا ويندي سوزوڪي جي معمولي ايڪسيڊنٽ ۾ زخمي ٿي پيا. ڪين سول اسپتال لاڙڪاڻي ۾ داخل ڪيو ويو. اتي 11 محرم الحرام سنه 2000ع ۾ وفات ڪيائون. درگاهه عاليه جا موجوده سجاده نشين فقراء غفاريه جي چپر ۽ چانئ. حضرت پير مٺا ثاني مد ظله جن اسپتال پهتا سندن جسد ڪٽي دربار تي آيا. رحمت پور شريف ۾ سندن ڪفن ۽ نمازِ جنازه ٿي پر سندس جماعت ۽ احباب جي ڪثير اسرار تي ڪيس سيتارجا ڪڻائي ويا. سندس شعر جي مصداق:

ہم مسافر بے وطن ہیں اے خدا امداد کر

کیا ہوا بے خرچ پر طالب ایمان ہیں

سيتارجا جي قبرستان ۾ سندن مزار شريف آهي.

**تخلص "بيخرچ" جو سبب:** حضرت خواجه خليل الرحمان جو هڪ ڀيو خليفو خدا بخش ظامي نالي آهي. هي ٻئي حضرت جن جا منظورِ نظر هوندا هئا. خدابخش ظامي مالدار هيو. جڏهن حضرت سائينجن سان گڏ ٻئي سفر ۾ نڪرندا هئا. خدابخش ظامي پنهنجي خرچ سان سفر ڪندو هيو. ان ڪري پاڻ ڪين باخرچ سڏيائون ۽ هي خدابخش بظاهر مسڪين

هيو. ننگر جي خرچ تي سفر ڪندو هيو ان ڪري پاڻ خوشطبعي ۾ ڪيس بي خرچ سڏيائون. پوءِ هن پنهنجو شاعراڻو تخلص ئي ”بيخرچ“ مقرر ڪيو.

## خليفه حضرت خدا بخش ”باخرچ“ ظامي

بن امام بخش ورياء . سندن ولادت 1929ع ۾ موضع نظام پور تحصيل احمد پور شرقيه ضلعه بهاولپور ۾ ٿي. ابتدائي تعليم مولوي غلام حسن کان حاصل ڪيائون. خان بيله ضلع رحيم يار خان ۾ ۽ ان کان پوءِ جامع سعيديه لياقت پور ۾ مولوي محمد عبدالله تونسوي وٽ پڙهيا، جيڪو خواجه نظام الدين تونسوي جو مريد هيو. صرف ۽ نحو مولوي عبدالمجيد صاحب کان حاصل ڪيائون جيڪو امين آباد جو مشهور عالم هيو. ڳوٺ جا سڀ ٻار ان جا شاگرد آهن. جيڪي حافظ ۽ قاري آهن. پاڻ پهريائين پيرڪالو شاهه لعل دي ڳوٺ ڪوٽ ضلع بهاول پور وارن سان بيعت هئا. جيڪو سندن خانداني پير هيو. ان کان پوءِ پاڻ پير مٺا سائين جي خليفي مولانا ڪريم بخش سان بيعت ڪيائون جيڪو عاشق آباد ۾ حضرت پير مٺا سائين جو جائنشين هيو ۽ هڪ سال سندن خدمت ۾ رهيا پوءِ ان جي رفاقت ۾ اچي حضرت خواجه خليل الرحمٰن سان بيعت ٿيا. چو ته ان دوران پير مٺا سائين ﷫ پردو فرمائي چڪا هئا. پوءِ سائين صاحبزاده ﷫ جن کيس خرقهءِ خلافت به عطا فرمايو. پاڻ به حج ۽ چار عمرا ادا ڪيا اٿن. پيرانه سالي جي باوجود هينئر به پاڻ وڏي محنت ۽ دل لڳي سان تبليغ دين ۾ مصروف آهن.

**سندن ديني مراڪز:**

1. الجامعة الخليل چڪ A-15 لياقت پور ضلع رحيم يار خان

---

[1] هڪ ڀيري قطبِ عالم حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليه جي عرس مبارڪ ۾ رحمتپور شريف ۾ هي عاجز به حاضر هيو. مولانا بيخرچ اعلان ڪيو ته مان اڄ کان پنهنجو تخلص مٽائي ”مسرور“ مقرر ڪيان ٿو. پوءِ جڏهن تقرير ڪري لٿو ته ڪنهن چيس توکي مرشدن جو عطا ڪيل لقب ”بيخرچ“ نه وڻيو ڇا؟ ان تي پاڻ پشيمان ٿيو. پوءِ باقي پوري عمر پنهنجو تخلص ”بيخرچ“ ئي سڏايائين.

هتي هر مهيني جي پهرئين خميس تي محفلِ ذڪر ملهائي ويندي آهي ۽ سالانہ محفل بہ سجائي ويندي آهي. سندن نائب مفتي محمد اقبال صاحب آهي جيڪو سندس ڏوهٽو بہ آهي جيڪو اچڻ وارن جي خدمت ۽ لنگر شريف جي اهتمام لاءِ مقرر هوندو آهي.

2. صابري مسجد پرسان پيپل واري پل محلہ ملڪ ساجد فيروز ضلع رحيم يار خان.

گوالہ ڪالوني لاهور. (3) ميرانہ اڏه شاهي والا بنگلہ ضلع بهاولپور.

انهن مراڪز تي وڃڻ ڪان علاوه پاڻ تبليغ لاءِ سنڌ، پنجاب، بلوچستان جي مختلف علائقن ۽ بنگال، ڍاڪا تائين بہ ڪافي علائقن ۾ سفر ڪيا اٿن. پاڻ شاعر آهن. پنهنجي پير و مرشد جي شان ۾ تمام بهترين شعر پڙهيا اٿن.

ڪو وقت پير جي وطن ڪي پنهنجو وطن سمجهي راتيون ۽ ڏينهن رحمتپور شريف ۾ رهيا. سفر ۽ حضر ۾ سائين جن سان گڏ گذاريائون. راڻ هجي يا نور پور شريف، قلجي هجي يا ٽرڙي محبت، دادو هجي يا قاضي احمد، پنجاب هجي يا سنڌ. سائين خواجہ خيليل الرحمان جي خطاب ڪان اڳ ظامي صاحب شعر چوندو هيو:

”مي ڈا سائیں می ڈی پارت ہئ درپکڑیم ول نہ چھڑیساں دم دلبر در تے ڈیساں“

پاڻ ڪيس خرقہءِ خلافت عطا ڪيائون ۽ سلسلہ عاليہ جي تبليغ جو تاڪيد ڪيائون. ان وقت ڪان هن وقت تائين ظامي صاحب رات ڏينهن تبليغ ۾ مصروف آهن. 1976ع ۾ حضرت خواجہ خليل الرحمان جي وصال ڪان پوءِ ظامي صاحب مرشد ڪريم جي نورِ نظر حضرت خواجہ محمد جانان ”قلندر“ جي بيعت ڪئي ۽ سندس ارشاد سان پنهنجي ڳوٺ چڪ 15 لياقت پور ۾ آستانو اڏيائون ۽ پنجاب ۾ سلسلہءِ تبليغ جاري رکيائون. ان سان گڏ پنهنجي نياڻي اقبال احمد جي تعليم تي ڌيان ڏنائون. ڪيس انوار العلوم ملتان ۾ علامہ ڪاظمي صاحب جي مدرسہ ۾ تعليم لاءِ موڪليائون. پاڻ خوب تبليغ جو ڪم ڪيائون. جماعت ۾ واڌارو ٿيندو رهيو ليڪن سيني جو رخ رحمتپور شريف ڏانهن ڪيائون. هر سال حضرت خواجہ صاحب جن جو عرس مبارڪ پنهنجي آستانہ لياقت پور وڏي شان شوڪت سان ڪندا آهن ۽ ان ۾ هميشہ پنهنجن مرشدن ڪريمن ڪي مدعو ڪندا آهن. جلسي جي صدارت بہ موجوده سجاده نشين پير مٺا ثاني جن فرمائيندا آهن. هينئر صحت

جي ناسازيءَ دراز عمريءَ پين سببن هونديءَ بہ تبليغ ۾ هلندا رهن ٿاءَ هر عرس شريف ۽ موقعي تي يارهين شريف ۾ درگاهہ عاليہ رحمتپور شريف ۾ جماعت سان گڏ موجود هوندا آهن. الله پاڪ کين صحت ۽ خضري عمر عطا فرمائيءَ هر طالب کي ظامي صاحب جهڙي محبت ۽ استقامت نصيب فرمائي آمين.

## خليفہ فقير حاجي عبدالحق ڏامراهو، ڏامراها لاڙڪاڻو

فقير عبدالحق ولد عبدالحي ڏامراهو (پنهور) ضلع لاڙڪاڻي جي مشهور شهر ڏامراها ۾ ڄاوا. ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ ۽ پوءِ لاڙڪاڻي ۾ ورتائون. ننڍپڻ کان ديني ڪمن ۾ مصروف رهيا. سندس وڏا بہ ديندار هئا. والد جي وفات کان پوءِ زميندار ي ڪمن ۾ مشغول رهيا. مشهور زميندار هئا. مشهور سياستدانن سان تعلقات هين. پاڻ يڪ سخن ، قول جا سچا وعدي جا پڪا ۽ پاسدار هئا. سنڌ جي مشهور سياستدان خان بهار محمد ايوب کهڙي جا گهاٽا دوست هئا. سنڌ ۾ قيوم زمان حضرت پير مٺا جي آمد جو ٻڌي سندن زيارت لاءِ نور پور شريف پهتا، اتي ساڻن بيعت ٿيا ۽ صاحبِ جذب بنجي نڪتا. بس ذڪر وٺڻ کان پوءِ هن نوجوان زميندار جي دل عشق الاهي ڏانهن مائل ٿي وئي. کيس شوق ذوق ديدارِ يار جو پيدا ٿيو. ڳوٺ ۾ ذڪر اذڪار جي تبليغ شروع ڪيائين. سندس پاءُ عزيز ۽ تقريباً سارو ڳوٺ سلسلہ عاليہ ۾ داخل ٿي ويو. حضرت پير مٺا سائين جي دعوت ڪري کين ڏامراهہ ڳوٺ وٺي آيو. هڪ مهيني جي دعوت ڪيائين. حضرت صاحب جن ۽ خلفاء بہ باعيال آيا. سيني لاءِ فقير صاحب گهر خالي ڪرايا. ڇڻ تہ ڏامراها شهر درگاهہ بنجي ويو. حضور پير مٺا سائين فرمائيندا هئا :

"ڈیکھو نوجوان زمیندار دین دی محبت وچ سرشار ہے ۔"

فقير صاحب اهڙيون دعوتون ڪثرت سان ۽ ڪيترا پيرا حضرت پير مٺا سائين ۽ سائين صاحبزاده جن جون ڪيون. پاڻ اٺ پندرهن ڏينهن سندس دعوت تي ڏامراهہ ڳوٺ ۾ اچي رهندا هئا.

هن نوجوان زميندار جو نالو فقير عبدالحق جي نالي سان مشهور ٿي ويو. سياستدان بہ کيس "فقير صاحب" جي نالي سان ياد ڪندا هئا. هي صاحبِ شرع زميندار ڏاڙهي

پٽڪي سان محفل جي زينت هوندو هيو. لاڙڪاڻي شهر ۾ سندس بنگلو اوطاق مشهور هئي. پاڻ اهل و عيال سميت حضرت صاحب جن مريد هيو. فقير صاحب جو جذبو قابلِ ديد هوندو هيو. حضرت خواجه خليل الرحمان سان سندس گهاٽي دوستي هئي ۽ سندس توصل سان زميندارن تائين تبليغ جو سلسلو پهتو. حضرت خواجه صاحب جا زميندار، وڪيل ۽ ٻيا افسران معتقد ٿيا. حضرت صاحب جن آخر عمر ۾ سفر ڪرڻ ڇڏي ڏنو هيو ۽ مستقل طور رحمتپور شريف کي مسڪن بنايو هئائون پوءِ به نور پور شريف سيدن وٽ ۽ فقيرن عبدالحق جي دعوت تي ڏامراهن ضرور ويندا هئا.

حضرت پير مٺا سائين جي برگزيده نياڻي جيڪا سندن مرشد مربي حضرت قريشي صاحب قدس سره جي اهليه محترمه هئي ان سائڻ جي وفات ۽ جدائي حضرت صاحب جن کي تمام گهڻو ڏک رسايو. سندس جدائي بعد گهڻن مسئلن منهن ڪڍيو. ڪجهه بدخواهه ماڻهن عجيب قسم جو ماحول پيدا ڪيو جو حضرت پير مٺا سائين ۽ سندن دل پياري پٽ جي وچ ۾ عارضي جدائي ٿي.

حضرت خواجه خليل الرحمان والد ڪريم جي حڪم سان پنجاب هجرت ڪئي ۽ عاشق آباد شريف سڪونت اختيار ڪيائون. انهيءَ جدائي حضرت پير مٺا سائين جي طبيعت تي به وڏو اثر ڪيو. ان معاملي ۾ فقير عبد الحق صاحب وڏو ڪردار ادا ڪيو. حضرت خواجه خواجگان جي حڪم موجب حضرت سائين صاحبزاده جن کي پاڻ وٽ ڏامراهه شهر ۾ رهايائين. سندن واسطي پنهنجي جاءِ خالي ڪيائين پورا پنج سال همه وقت غلامي ۾ رهي اهڙي ته مهمان نوازي ڪيائين جنهن جو مثال ملڻ مشڪل آهي. فقير صاحب جي انهيءَ عمل حضرت پير مٺا سائين کي ڏاڍو خوش ڪيو ۽ انتظار کي دور ڪيو. صاحبزادي سائين جي ويجهڙي جاءِ تي قيام ويتر فقير صاحب لاءِ حضرت پير مٺا سائين جي دل ۾ مقام پيدا ڪيو. پاڻ وقتاً فوقتاً فقير عبد الحق کان صاحبزادي جو حال احوال ۽ خيريت معلوم ڪندا هئا. ڪڏهن ڪيس اڪيلائي ۾ گهرائي حال پڇندا هئا.

سندس هٿان صاحبزاده سائين جن لاءِ سوڪڙيون ۽ رقم موڪليندا هئا. فقير صاحب کي دعائون ڏيندا هئا. انهيءَ ابدي خدمت فقير صاحب کي اخروي سعادت سان مالا مال

ڪري ڇڏيو هيو. حضرت سائين صاحبزاده جن فقير عبدالحق کي پنهنجو پاءِ سڏيندا هئا ۽ ڏامراهه کي پنهنجو گهر چوندا هئا ۽ اڄ تائين درگاهه شريف جا سڀ حضرات موجوده سجاده نشين پير مٺا ثاني مد ظله العالي جن به فرمائيندا آهن ته اسان جو ٻيو گهر فقير عبدالحق صاحب جو گهر ڏامراهه آهي.

فقير عبد الحق صاحب سلسلهء عاليه سان گڏ حضرت پير مٺا سائين جي چئن پيڙهين ۽ آل جي خدمت ڪئي. هر وقت هر موقعي تي فقير صاحب پنهنجي اهل و عيال سان گڏ رحمتپور شريف تي موجود هوندو هيو. سيني فرزندن جا نالا به پير مٺا سائين جن پاڻ ٻڌايا هئا جيئن نور الحق، شمس الحق، فضل الحق، بدر الحق. پاڻ سڀ پڇڙن سميت جمعي جي نماز درگاهه عاليه رحمتپور شريف ۾ ادا ڪندو هيو. سندس اولاد به اڄ تائين جمعي نماز درگاهه شريف تي ادا ڪندا آهن.

جڏهن فقير صاحب جو وصال ٿيو ته سندس تدفين، تجهير ۽ جنازه نماز حضرت پير مٺا ثاني مدظله العالي ڏامراهه ڳوٺ ۾ اچي پڙهاياڻون. پاڻ ٽن ڏينهن تائين فقير صاحب جي تڏي تي عذر خواهي لاءِ تشريف فرما رهيا.

انهن کان علاوه هي سڀ ڳورا به حضرت خواجه خليل الرحمان جا خليفا هئا.

- خليفه مولانا محمد دين علوي. نور والي بستي ضلعه رحيم يار خان جو رهاڪو هيو.
- مولوي احمد صاحب پٺاڻ : ضلع فيصل آباد.
- مولانا خليفه امير بخش اعواڻ چشتيان.
- مولانا خليفه احمد خان پٺاڻ فيصل آباد لڳ چڪ احمد خان.
- سيد پلي رکيو شاهه . سيد محمد تقي شاهه .. سيد محمد صالح شاهه: هي ٽئي سڳورا نور پور جا سيد هئا. هنن ٽنهين کي سائين صاحبزادن خلافت ڏني هئي. عرض ڪيائون اسان وڏيرا آهيون اها محنت اسان کان مٺان نه ٿي سگهي. پاڻ پوءِ به انهن مٿان عنايت فرماياڻون.
- مولانا قادر بخش سهتو: اصل ڳوٺ ڦلي ڪوٽڙي ڪبير هاڻي رهائش درگاه رحمتپور.
- مولانا غلام رسول بروهي: درگاهه رحمتپور شريف.

- حافظ حاجي احمد بروهي: جمعہ خان بروهي لڳ باقراڻي پاڻ حضرت حافظ امام بخش رحمت الله عليہ جي پهرين شاگردن مان هيا. رحمتپور ۾ گهڻو وقت پڙهايائون صاحبزاده مظهر جان جانان جا پاڻ استاد هيا.
- مولانا عبدالحليم ميمڻ راڻيپور وارا.
- مولانا جمال الدين کهڙو تعلقہ گمبٽ.

سجاده نشين ثاني

## صاحبزاده حضرت خواجہ
# محمد جان جانان رحمت الله عليہ

کين تاج العارفين، محبوب الڪاملين، محمد مظهر جان جانان ۽ "مرد قلندر" جي لقبن سان ياد ڪيو وڃي ٿو.

اهو 01-12-1956 وارو سڀاڳو ڏينهن ۽ سدورو سال هيو جو رحمتپور شريف جي ماڻ واري ماڳ تي ڪامل اڪمل ولي حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ جي گهر ۾ خوشين ۽ مُسرتن جي گهڙي هئي. سندن اڪيلي ۽ پياري پٽ خواجہ خليل الرحمان رحمت الله عليہ جي گهر ۾ سهڻي صورت ۽ نوراني پيشاني وارو پيارو پُٽُ پيدا ٿيو.

جڏهن پير مٺا سائين جن مسجد مان گهر آيا تہ خوشيءَ ۾ سندن چهرو ٻهڪي رهيو هيو. ٻچڙي کي گود ۾ کنيائون. سندس نالو "**محمد جان جانان**" رکيائون سندس ساڄي ڪن ۾ اذان ۽ کاٻي ۾ تڪبير چيائون. وري جيڏي مهل پاڻ حويلي مان ٻاهر مسجد ۾ آيا تہ سندن چهري تي مُرڪ هئي ۽ خوشيءَ جا آثار هئا. جيڪي محبت وارا مريد مرشد جي خوشي کي پنهنجي خوشي سمجهندا هئا انهن لاءِ اهو ڏينهن عيد کان گهٽ نہ هيو.

پير سائين جن پاڻ پنهنجي نگاهِ بصيرت سان نهاري رهيا هئا تہ هي نوراني نينگر سندن مسند جو مالڪ ٿيندو. ان ڪري ان جي جمڻ تي خوشي ملهائي وئي ۽ عمر جي آخري ايام ۾ پاڻ پنهنجي پڳ مبارڪ هن پياري پوٽي کي پهرائي هئائون.

عجيب ڳالهہ آهي تہ حضرت پير مٺا سائين جن کي هڪ پٽ ٿيو تہ وري سائين صاحبزاده جن کي بہ صرف هڪ پٽ پيدا ٿيو. وري حضرت جان جانان سائين کي بہ صرف هڪ پٽ پيدا ٿيو . بقول سعدي : *تو آں دُرِ مکنون یک دانہء کہ پیرایہء سلطنت خانہء*

هي اهو وقت هيو جو غفاري فيض جون جهر جهنگ تنوارون هيون. حضرت پير مٺا سائين جي ڪمالات ظاهر ۽ تجلياتِ باطن جي اوج ۽ عروج جو زمانو هيو. پاڻ جنهن تي

نگاهہ تي ڪيائون ان جي تقدير مٺائي تي ڇڏيائون. ان وقت هن نومولود نينگر مٿان پنهنجي فيوضات روحاني جي ڇا پالوٽ فرمائي هونداؤن؟ پاڻ هميشہ جانان سائين کي پنهنجي نگراني ۾ رکيائون.

1959 ع وارو سال جيڪو درگاهہ عاليہ رحمت پور شريف لاءِ نهايت نازڪ دور هيو جنهن ۾ قطبِ عالم حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ پنهنجي فرزند ارجمند دلبند خواجہ خليل الرحمان کي پنجاپ هجرت جو حڪم فرمايو هيو. پاڻ ان فراقي فرمان تي عمل ڪندي ڦوڙائي ۽ فراق جا سور سيني ۾ سانڍي پاڻ وڃي عاشق آباد ۾ ديرو دمايائون. ان وقت بہ حضرت جانان سائين قطبِ عالم جي آغوش ۾ ئي رهيا. هن نورِ نظر کي پير سائين جن پاڻان پري نہ ڪيو. وري جڏهن پاڻ پنهنجي لختِ جگر کي ڏامراهہ وليج ۾ رهڻ جو حڪم فرمايائون تہ سندن اهل عيال بہ ساڻن گڏ رهيا. ان وقت جان جانان سائين پنهنجي والد ڪريم رئيس العلماءَ جي نگراني ۾ سندن تربيت ۾ رهيا. قرآن شريف ۽ پرائمري جا چار درجا ڏامراه اسڪول ۾ پڙهيا.

قضا جا ڪم عجيب هوندا آهن. 1964 ع ۾ جڏهن پير مٺا سائين هن جهانِ رنگ وبُو مان يَنۡتَقِلُونَ مِنۡ دَارٍ اِلیٰ دَارٍ جا سانباها پئي ڪيا تہ ان وڇوڙي جي ويل کان ڪجهہ ايام اڳ پنهنجي نورِ نظر لختِ جگر خواجہ خليل الرحمان کي پاڻ وٽ گهرايائون. جڏهن پاڻ پنهنجي اباڻي گهر جي در تي رسيا تہ بي قدر دربان جيڪي: *ميانِ عاشق و معشوق رمزيست* جي مخفي مام پروڙڻ کان عاجز هئا تن هِنَ حقيقي وارث ۽ مٺا سائين جي مڏي جي مالڪ کي اوڏو اچڻ ۽ اندر وڃڻ کان روڪيو ۽ دروازي تي پُرخار پهريدارن ڪين اندر وڃڻ نہ ڏنو. پاڻ پنهنجي پڇڙي محمد جان جانان کي مٺا سائين محبوب جي حضور ۾ روانو ڪيائون ۽ پوءِ ان وقت حريف حيران ٿي ويا، ڏاهن جي ڏاهپ ڪو نہ هلي سگهي جڏهن قيوم زمان پير مٺا سائين پنهنجو تاج يعني مٿي مبارڪ واري دستار حضرت محمد جان جانان کي پهرائي.

فرمايائون تہ هاڻي وڃي منهنجي دل بند ديدهءِ دل خليل الرحمان کي مون وٽ وٺي اچ. ڪين اهو اعزاز حاصل ٿيو جو پير مٺا سائين جن پاڻ پنهنجي پڳ ڪيس پهرائي.



مٺا سائين محبوب جي دستار جي اها ڪلاه مبارڪ
جيڪا پاڻ خواجه مظهر جان جانان کي پهرائي هئائون.

خواجه مظهر جان جانان سائين درگاهه عاليه تي اچڻ کان پوءِ پرائمري تعليم لاءِ پنجين درجي ۾ رحمت پور شريف جي پرائمري اسڪول ۾ داخل ٿيا. حضرت پير مٺا سائين جي وصال بعد پاڻ ديني تعليم به پنهنجي والد کان رحمت پور شريف ۾ وٺڻ شروع ڪيائون ۽ سفر توڙي حضر ۾ پنهنجي والد محترم سان هر وقت گڏ رهيا. ڇو ته پاڻ پنهنجي والد جا اڪيلا فرزند هئا ۽ تمام گهڻا پيارا هئا. سندن پڙهائڻ لاءِ مختلف استاد به مقرر ڪيا ويا جن ۾ مولانا حافظ احمد بروهي صاحب جن قابل ذڪر آهن . والد ڪريم جي ٿي سال طبيعت ناساز رهڻ ڪري سندن تعليم ۾ وڇوٽيون به پونديون رهيون پاڻ شرح وقايه تائين پنهنجي والد کان تعليم ورتائون ۽ سندن علاج معالجي جي هميشه نگراني ڪندا رهيا.

**سجاده نشيني :** والد ڪريم جي ناسازيءِ طبع سبب درگاهي امور جي نگراني والد ڪريم جي وقت ۾ ئي سندن ذمي ٿي چڪي هئي. جڏهن والد ڪريم دنيا تان پرده پوش ٿيا ته پوري جماعت سندن هٿ مبارڪ تي بيعتِ ثانيه ڪئي. پاڻ باقي تعليم مسند نشيني دوران حاصل ڪيائون.

**دنيا کان ڪناره ڪشي :** پاڻ ننڍڙي عمر ۾ 1967ع ۾ مسند نشين ٿيا ايڏي وڏي ذميواري جماعت ۽ درگاهه جي سنڀالڻ ڪو معمولي ڪم ڪو نه هيو ۽ وري قضا الاهي يارهن مهينن جي قليل عرصي ۾ ئي سندس والده ماجده جيڪا سندس سهارو هئي سا به هن دنيا کي ڇڏي دارالبقا ڏانهن رواني ٿي . والد جو فراق وري والده جي جدائي ڪين تمام گهڻو ڏک رسايو ۽ پاڻ اڪيلا بنا ڀاءُ برادر ۽ ڀيڻ جي صرف روحاني ساٿين سان گهارڻ لڳا ۽ سندس

طبيعت بہ نهايت نازڪ ۽ نحيف هئي. پاڻ سفر ۾ پيا معمولات ترڪ ڪري دنيا کي پشت ڏئي صرف درگاهہ عاليہ رحمت پور شريف کي وسايائون. تبليغي دورا ۽ سفر تمام گھٽ فرمايائون ۽ سڄو توجهہ درگاهہ رحمت پور شريف جي معاملات ۽ پنهنجي نور نظر خواجہ عبدالغفار (پير مٺا ثاني) جي تعليم و تربيت تي صرف فرمايائون.

پاڻ تارڪ الدنيا ٿي ويا. ڪڏهن بہ ڪيسي کي دنيا سان پيڻ جو خيال بہ من ۾ نہ آندائون. بلڪہ هٿ ۽ دل هميشہ دنيا جي محبت کان خالي رکيائون. جماعت دعوتن جو اصرار ڪندي هئي تہ پوءِ ڪڏهن ڪڏهن ڪنهن خاص محبت ڪيش جي دعوت قبول ڪندا هئا. پر اهو سفر بہ سالن بعد ٿيندو هيو.

سندن مزاج ۾ روحاني التفات قلندرانہ بنجي ويو. ڪڏهن رات جو سيوهڻ شريف حضرت سيدنا عثمان مروندي لعل شهباز قلندر جي دربار تي بنا ڪنهن پروگرام جي نڪري ويندا هئا. اگر ڪو مخلص اتي ملي ويندو هيو تہ ان کي فرمائيندا هئا تہ اسان جي اچڻ جي ڪنهن سان ڳالهہ نہ ڪجو. قلندرانہ صفتون سندن وجود ۾ گھر ڪري ويون هيون. اڪثر اوقات دنيا کان الڳ ٿلڳ رهڻ لڳا. جماعت جي انتظام انصرام لاءِ پاڻ پنهنجي لائق ۽ فائق فرزند ارجمند کي تيار ڪيائون. ڪيس ظاهري علم پڙهائي، عمل جي زيور سان سينگاري 1993 ۾ سندس دستاربندي ڪرايائون پوءِ ڪيس خرقہءِ خلافت عطا ڪري سجاده (مصلو) سندس حوالي ڪيائون ۽ پوري جماعت جي واڳ سندس حوالي ڪري پاڻ گوشہ نشيني اختيار ڪيائون ۽ اڪثر ڪري طعام تناول نہ فرمائڻ ڪري نحيف البدني زور وٺي وئي هئي جو 24 ڪلاڪن رات ۽ ڏينهن ۾ صرف هڪ ويلو ماني کائيندا هئا اها بہ اڪثر ڪري چانورن جي ماني کير سان تناول فرمائيندا هئا. کين "سلول الانف" جي تڪليف ٿي پئي. انڪري پاڻ اڪثر ڪري ننڊ بہ ڪونہ فرمائيندا هئا. وري پنهنجي والد مڪرم حضرت خواجہ خليل الرحمان سائين جي علاج معالجي ۾ انجيڪش جي گھڻي استعمال ٿيڻ کي ڏسي ڏسي پاڻ علاج ڪرائڻ کان ئي دل برداشتہ ٿي چڪا هئا. ان ڪري پاڻ ڊاڪٽري علاج کان ڪناره ڪش هئا. بارها اصرار جي ڪري حڪيم عبدالحميد خليفہ ۽ ڊاڪٽر آسودومل سرجن اِي اين ٽِي کي

طبيعت ڏيکارڻ لاءِ رضامند ٿيا. پنهين آپريشن جو مشورو ڏنو. پر پاڻ نظر انداز فرمايائون. آخر ۾ تمام گهڻي اصرار ۽ تڪليف وڌي وڃڻ کان پوءِ ڪراچي جي پرائيوٽ اسپتال ميڊيڪيئر ۾ ڊاڪٽر شبيہ الحسنين کان آپريشن ڪرايائون ۽ آپريشن تي خود ڊاڪٽر صاحب بہ حيران هيو. ان کان پوءِ سندس طبيعت ۾ ڪافي بهتري آئي ۽ افاقہ ٿيو ۽ پاڻ قيوم زمان حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ جي عرس مبارڪ جي موقعي تي جماعت سان ملاقاتون فرمايائون ۽ ننگرخانہ ۽ نانگري ۽ خدمتگارن سان ڪچهري ڪيائون محفل ختم شريف کان پوءِ حلقہءِ ذڪر ۾ تلقين ذڪر بہ فرمايائون.

**وصال پر ملال:** پاڻ پنهنجي زندگي جا 43 بهار رحمت پور شريف ۾ رحمت واري ڇانوَ ۾ گذاري 13 رمضان مبارڪ 1420 هجري مطابق 22 ڊسمبر 1999 ع اربع جي رات وصال فرمايائون. سندس نمازِ جنازه ظهر نماز بعد رحمت پور شريف ۾ ادا ڪئي ويئي. نماز جي امامت سندن جانشين حضرت پير مٺا سائين ثاني جن فرمائي ۽ سندن جسد عالي کي سندن جد امجد قيوم زمان پير مٺاسائين قدس سره جن جي پير ۾ اولہ طرف روضي شريف ۾ رکيو ويو. "خدا رحمت کند این عاشقان پاک طینت را"

**سندن عادتون:** پاڻ سليم الطبع ، مانيٺا ۽ محبت ڀريا هئا. پير مٺا سائين ثاني فرمايو تہ پاڻ اگر هڪ جاءِ تي ويٺا هوندا هئا پر سندن هر پاسي نگاهہ هوندي هئي.

سندن ڪرامات بي انتها ۽ ڪمالات بي پايان آهن. پاڻ مستجاب الدعوات هئا. رڳو زبان مان الفاظن جي ڇوڻ جي دير هوندي هئي تہ سندن الفاظ تقدير الاهي بنجي ويندا هئا.

مولانا عبد الرب جي چواڻي پاڻ جنهن کي ذڪر جي تلقين ڪندا هئا تہ ان کي جذبو ٿي ويندو هيو. مولانا غلام حسين چنا جي بقول: پاڻ عمر ڀر خاموش طبع رهيا. نہ ڪنهن کي ڏکويائون نہ ڪنهن جي گلا ٻڌائون، نہ ڪنهن جي گلا ڪيائون. نہ دشمنن جي مهڻن مٿان ڪن ڌريائون نہ دوستن جي دلدارين تي هام ڀريائون. جيئن ٻاهر خاموش رهيا تيئن حويلي ۾ بہ خاموشي سان گهڙيون گذاريائون.

**شاديون ۽ اولاد:** پاڻ والد ڪريم جي وقت ۾ ہہ شاديون ڪيائون ڪين هڪ فرزند ارجمند حضرت خواجہ محمد عبد الغفار (ثاني) ۽ ہہ نياڻيون پيدا ٿيون.

# سندن خلفاءِ ڪرام

- **مولانا محمد امين الدين خليلي راڏڻ وارا :** پاڻ مخدوم محمد عبدالحي رهڙوي وٽ ديني علم پڙهي دستار فضيلت حاصل ڪيائون. سندن والد ڪريم باڪرامت ۽ باصلاحيت صالح ۽ درويش انسان هئا. جيڪي قطبِ عالم حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ جا پيارا فقير هئا. مولانا محمد امين اڃا طفلِ مڪتب هئا تہ والد صاحب جن کيس پير مٺا سائين جي بارگاھ ۾ پيش ڪيو. ان وقت پاڻ تسبيح خاني ۾ جلوہ نما هئا. پاڻ سندس قلب تي آڱر مبارڪ رکي تي پيرا الله الله چيائون. سي ڏينهن وري هي ڏينهن سندن نس نس ۾ غفاري غوث ۽ سندن پاڪ ذُرية جي محبت ۽ الفت سمايل آهي. پير مٺا سائين جي وصال بعد سندن سجاده نشينن سان منسلڪ رهندا اچن ٿا. دربار شريف تي يارهين پاڪ جي جلسي جي خدمت سندن ذمي هوندي آهي. الله ڪريم سندن علم ۽ عمل ۾ مزيد ترقي عطا فرمائي.
- مولانا علي حسن مديجي سنڌ وارا.
- مولانا حاجي عبدالوهاب جتوئي پيٽو جتوئي وارا.
- مولوي ماستر عبدالرحيم ڪلهوڙو بن ماستر محمد سليمان ڪلهوڙو.

---

[1] هن ڪتاب جي لکڻ ۾ پاڻ هن فقير سان نهايت مهربان رهيا آهن. خصوصاً هن باب ”سجاده نشينان“ جو اڪثر مواد پاڻ عنايت ڪيو هئائون.

# سجاده نشين ثالث

## صاحبزاده حضرت خواجه

## محمد عبد الغفار عرف پير مٺا سائين ثاني حفظ الله تعاليٰ و اطال الله عمره

زبدة العارفين، محبوب الڪاملين بقية السلف خواجه محمد عبدالغفار الملقب "پير مٺا ثاني" مدظله العالي ٿيان سجاده نشين درگاهه عاليه رحمت پور شريف.

سندن ولادت با سعادت شهر المعراج رجب المرجب جي ستين تاريخ سنه 1395 هجري مطابق 27 جولاءِ 1975 ع بروز آچر درگاهه عاليه رحمت پور شريف لاڙڪاڻه ۾ قيوم زمان پير مٺا سائين رحمت الله عليه جي حويلي ۾ ٿي. ولادت وقت سندن ڏاڏا سائين خواجه خليل الرحمان سندس ڪن مبارڪ ۾ اذان چئي ۽ سندس اسم مبارڪ پاڻ پنهنجي والد ڪريم قيوم الزمان جي نالي جي نسبت سان محمد **عبدالغفار** رکيائون. ان ڪري پنهنجا توڙي پراوا کين "**نالي مٺا سائين**" جي لقب سان سڏن ۽ پڪارن ٿا.

سندس ولادت باسعادت رحمت پور شريف لاءِ باران رحمت وانگر هئي هر طرف خوشيءَ جو سامان نمايان ٿيو. سندس ولادت وقت حضرت سائين خواجه خليل الرحمان رحمت الله عليه جيڪي ان وقت طبيعت جي ناسازي واري ڪيفيت ۾ هئا پاڻ خوشيءَ مان ٻاهر دروازهءِ رحمت ڏيڍي شريف تي نڪري اچي ويٺا. ان وقت ڪافي جماعت موجود هئي سندن خليفي مولانا خدابخش بي خرچ صاحب اٿي مولود چيو:

مرحبا مرحبا صد مبارک ہووے چا یا صاحبزادہ جان جانان دا

اسم حضرت محمد عبدالغفار پوتا مرشد خلیل الرحمان دا

ان وقت پاڻ ايڏا ته خوش هئا جو سندن سيني کيسن ۾ جيڪي به پئسا هئا سي سڀ ڪڍي بي خرچ صاحب کي ڏنائون.

الله ڪريم ڪين ڄمندي سان ئي اعليٰ خوبين ۽ سھڻين صلاحيتن سان نوازيو آھي. پاڻ ابتدائي تعليم رحمت پور شريف ۾ ورتائون ۽ سال راڌڻ جي اسڪول ۾ ٻه پڙھيا آھن. پوءِ درگاھہ شريف ۾ تعليم ورتائون. سندس تعليم لاءِ لائق ۽ فائق استادن جو انتخاب ڪيو ويو جن ۾ قاري مولانا عبدالرب پنجاپي ۽ حافظ قاري احمد بروھي صاحب ۽ مولانا مفتي عبد الحليم قابلِ ذڪر آھن.

درگاھہ رحمتپور شريف جي مدرسہ عربيہ مظھر العلوم غفاريہ مان حضرت پير مٺا سائين جي خليفي حضرت مولانا در محمد ڪنبائي جي لائق ۽ فائق فرزند حضرت علامہ مفتي عبدالحليم مدظلہ وٽان درسِ نظامي جي تڪميل ڪيائون. رحمتپور شريف ۾ ساليانے عرس مبارڪ جي عظيم الشان جلسي ۾ سندن دستار بندي ٿي. والدِ گرامي حضرت مظھر جان جانان ۽ ناميارن عالمن پڳ جا پيچ ورايا.

دستار فضيلت ڪانپوءِ سندن والد گرامي مصلو ۽ درگاھہ جو انتظام ۽ جماعت جي سنڀال سندن حوالي فرمائي ۽ ڪين سلسلہ عاليہ جو خرقہِ خلافت بہ عطا فرمايائون. پاڻ پنھنجي جداعليٰ حضرت پير مٺا سائين وانگر تبليغي جوش خروش رکن ٿا. پاڻ پنھنجي اسلاف جي مشن کي جاري ۽ ساري رکندي سنڌ پنجاب جا دورا ڪندا رھندا آھن. ھڪ پيرو ھر انھيءَ ڳوٺ ۾ ويا جتي حضرت پير مٺا سائين جن قدم گھمايا ھئا. جماعت کي منظم فرمايائون سلسلہ عاليہ کي عام ڪيائون ۽ پنھنجي والد جي دعا ۽ تربيت سان جماعت کي وڌايائون.

پاڻ 1995ع ۾ رمضان المبارڪ جي مھيني ۾ عمري شريف جي سعادت حاصل ڪيائون ۽ مدينہ منوره زادھا الله شرفا وتعظيما جي حاضري دوران محبوب عالم نور مجسم صلي الله عليہ جي خاص نگاه رحمت سان نوازيا ويا.

1998 ۾ حج اڪبري جي سعادت ماڻيائون ۽ اھو حج اڪبر مطلع جي لحاظ کان پوري دنيا عرب وعجم ۾ ھڪ ڏينھن جمعة المبارڪ تي ھيو. 2000ع ۾ وري عمري شريف جي سعادت ماڻيائون 2003ع ۽ 2007ع ۾ يڪي بعد ديگري عمري شريف جو سعادتون ماڻيائون.

درگاهہ عاليہ رحمتپور شريف جي تعمير ۽ توسيع جو ڪم نهايت سهڻي نموني سرانجام ڏئي رهيا آهن. مدرسي تي بہ سندن خصوصي نگاهہ آهي. پنهنجي استاد علامہ مفتي عبدالحليم کي مدرس اعليٰ مقرر فرمايو اٿن. ٻيا بہ استاد مقرر ڪيا اٿن. درگاهہ عاليہ جي جامع مسجد جي عظيم الشان توسيع فرمايائون جيڪا هينئر ڏسڻ وٽان آهي. ان کان سواءِ ٻاهر عظيم الشان مسافر خانن ۽ لنگرخانن جي توسيع فرمائي اٿن. اندر لنگر خانہ اهل النسا جو تعمير ۽ تجديد فرمايائون ۽ حويلي شريف بہ نئين نموني جوڙايائون تبليغي مشن کي وڌايائون ڪراچي ۾ هر مهيني جا 3 ڏينهن مقرر فرمايا اٿن جماعت کي منظم ڪيو اٿن. سلسلہ عاليہ ۽ مشائخ عظام جي زيارت لاءِ بہ دور دراز جا سفر فرمايا اٿن. بہ ڀيرا حضرت مجدد منور الف ثاني امام رباني رحمت الله عليہ جي زيارت لاءِ قابلِ اعتماد ساٿين سميت عرسِ مجدد تي حاضري ڀري اٿن. سرهند شريف ۾ عروة الوثقيٰ قيوم ثاني حضرت خواجہ محمد معصوم رحمت الله عليہ ۽ حضرت سيف الدين حضوري جي مزارات تي مراقبہ ۾ اڪتسابِ فيضان لاءِ هر روز حاضري ڏيندا هئا. الله تعاليٰ کين خداداد صلاحيتن سان نوازيو آهي . پاڻ غفاري جماعت لاءِ ڇپر ۽ ڇانوَ آهن. سندن تقريرون ۽ تحريرون فقيرن لاءِ مشعل راه آهن.

پاڻ هر وقت جماعت غفاريہ جي ترقي لاءِ ڪوشان ۽ فيض غفاري جي عام ڪرڻ ۾ فڪرمند رهندا آهن. هر سال پنهنجي جد اعليٰ قيوم اعليٰ قيوم الزمان حضرت پير مٺا سائين قدس سره ۽ خواجہ محمد خليل الرحمان ۽ والد مڪرم حضرت خواجہ محمد جان جانان جي عرس مبارڪ جو اعليٰ نموني اهتمام فرمائيندا آهن ۽ هر مهيني جي يارهين شريف جي موقعي تي روحاني تربيت لاءِ مراقبہ ۽ شريعت مطهره جي مسائل ۽ سلسلہ عاليہ جي فيوضات برڪات لاءِ جماعت کي تلقين ۽ تقرير سان نوازيندا آهن ۽ ان کانسواءِ جماعت ۽ دوستن جي ڏک سک ۾ سندن دلجوئي بہ فرمائيندا رهن ٿا. روزانو فجر ۽ عصر نماز کان بعد مراقبہ ۽ تبليغ ۾ مصروف رهندا آهن.

شعبان جي ائين تاريخ حضرت پير مٺا سائين جو ساليانو عرس مبارڪ شايانِ شان ملهايو ويندو آهي. ذي القعد جي ستين تاريخ حضرت خواجہ خليل الرحمن جو بہ ساليانو

عرس مبارڪ ملهايو ويندو آهي. ان موقعن تي تمام گهڻا علماء ۽ مداحي ايندا آهن. عظيم الشان جلسا ٿيندا آهن ۽ وڏي پيماني تي ننگر جو بندوبست به ٿيندو آهي. الحمدلله حضرت غوث الاعظم جا لفظ آهن ته هي درگاهه رحمت پور شريف قيامت تائين قائم ۽ دائم هوندي اهو اثر آهي جو روز بروز درگاهه ترقي ۾ آهي. اللهم زد فزد

**شادي خانه آبادي:** 1993ع ۾ پاڻ سنڌ جي مشهور درگاه صديقيه شهدادڪوٽ شريف جي خانواده مان شادي فرمائي اٿن ڪين به فرزند ارجمند خواجه محمد خليل الرحمان ۽ خواجه محمد معصوم نامي به فرزند آهن ۽ نياڻين جو اولاد ۽ هزارين روحاني اولاد مريدن جي صورت ۾ آهي دعا آهي ته الله تعاليٰ سندن فيضان کي تا ابد جاري فرمائي ۽ درگاهه عاليه رحمت پور شريف آباد تا قيامت فرمائي ۽ چشمه فيض بارياب کي جاري ۽ ساري رکي آمين.

**تصنيفات:** تمام گهڻي مصروفيات جي باوجود جماعت جي اصلاح ۽ طريقه عاليه جي ترويج لاءِ هڪ ڪتاب "تحفه غفاريه" شايع ڪرائي جماعت ۾ مفت تقسيم فرمايائون ۽ هيئنر مڪتوبات غفاريه زير طبع آهي ۽ خطبات غفاريه ۽ ملفوظات غفاريه تي ڪم ڪن پيا ۽ جلد شايع ڪرايا ويندا انشاءَ الله تعاليٰ.

## باب سورهون:

تذكرة الخُلفاءِ الغفّاريّة




قطب الاولياء حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ

جن خوشنصيبن کي خلافت جي خلعت سان نوازيو هيو انهن جو تعداد ڪيترو هيو؟ ڪن چيو ٽي سؤ سٺ هئا. ڪن چيو هڪ سؤ سٺ هئا، ڪن چيو هڪ سؤ چاليھہ هئا. اسان جي ان جي باري ۾ جاڪوڙ جاري آهي. هن وقت تائين اسان کي جن خليفن جا نالا ملي سگهيا آهن سي هڪ سؤ سٺ آهن. انهن جي مبارڪ نالن جي لسٽ هن باب ۾ شامل آهي. پاڻ پنهنجي خليفن لاءِ ڪجھہ قانون ٺاهيا هئائون. خليفن کي تبليغ لاءِ علائقا مقرر ڪري ڏنا هئائون. انهن کي وقتاً فوقتاً خاص خاص هدايتون ڏيندا رهندا هيا.

خلفاءِ ڪرام بہ وري پنهنجي ڪامل مرشد جي در جون خدمتون ڪيون. بي زر وڪاڻل ٻول ٻڌل ٻانهن وانگر پنهنجي پير ومرشد جي در جي نوڪري ڏنائون. پنهنجي پير جي تعليمات کي عام ڪرڻ لاءِ ڏينهن رات پاڻُ پتوڙيائون.

هن باب ۾ پير مٺا سائين جون خليفن لاءِ جاري ڪيل هدايتون، شرائط ناما بيان ڪيا ويا آهن. خلافت ڏيڻ جو انداز، خليفن کان باز پرس، خليفن جي مٿان نظر داري خلفاءَ جي خدمات ، وغيره جو بيان ڪيو ويو آهي. انشاءَ الله هن ڪتاب جو ٻيو حصو عنقريب ايندو جنهن ۾ پير مٺا سائين جي خليفن جي سوانح حيات ۽ سندن حالات پيش ڪيا ويندا.

خلفاءِ بابت وڌيڪ تفصيلات لاءِ انتظار ڪندا ڪتاب :

**تذڪرة الخلفاءِ الغفارية**

جو

# شرائطِ خلافت

786

اسلام علیکم — حضرات خلفاء کو آگاہ کیا جاتا ہے کہ یہ خلافت آپ کی بطور سفارت ہے نہ بطور اصالت اور یہ بھی مشروط بچند شرائط

(۱) عورتوں کو اول پردہ کرا کے پھر ذکر بتلائیو۔

(۲) سوال اور چندہ مت کرو بلکہ طمع کا قصد تک بھی دل میں نہ آنے دو۔

(۳) اور خود کو فقط سر حلقہ تصور کرو یعنے حلقہ کرانے والا۔

(۴) اور استرضائے حق سبحانہ و تعالیٰ ہر آن و آوان ملحوظ خاطر ہو

(۵) اور شیطانی مرض مجاز سے مجتنب رہو کہ اس مرض اور علت کا مرتکب خلود جہنم کا مستحق ہے جیسا کہ نص قطعی سے مثبت اور مستند ہے۔

یا اللہ یا اللہ یا اللہ تو حاضر ہے اور ناظر ہے جو کوئی انہیں شرائط مسبوق الذکر کا محترز اور مستخفف اور مستحقر ہے اور باوجود عدم لحاظ تعمیل کے مسلک سفارت میں منسلک ہے اور میان میں گھسا ہوا ہے تو یہ بندہ تیرا لاشیء اس سے دونوں عالم میں استبراء چاہتا ہے اور بیزار ہے اور ایسے غدار سے فرار ہے۔

لاشیء فقیر محمد عبدالغفار فضلی

[1] هن شرائط نامي جي اصل ڪاپي درگاهه مسڪين پور شريف مان سائين رفيق احمد شاهه فضلي وٽان حاصل ٿي جيڪا هن فقير وٽ محفوظ آهي.

# حلف نامو

بسم اللہ الرحمن الرحیم

ہم خلفاء طریقہ نقشبندیہ فضلیہ عالیہ کے بلا اجبار احدے لکھ دیتے ہیں حضرت حقسبحانہ و تعالیٰ کو حاضر ناظر سمجھ کر کہ اگر ہم نے چندہ کیا یا کہ کسی کو سوال کیا، یا کسی عورت پر حسن پرستی کی تو ہم میں سے جو اس فعل شنیعہ کا مرتکب ہوا تو فوراً اپنی بی بی پر طلاق مغلظہ واقع ہوگئی یا کہ کوئی ایسی تدبیر پُر تزویر نکالی گئی من گھڑت کر کے جس میں چندہ کی طرح رقم وصول کی گئی بہر حال اس صورت میں بھی وہی بالا مذکور ہے۔

اسماء گرامی حضرات خلفاء کرام:

فقیر محمد عبدالحلیم غفاری شہداد کوٹی، مولوی اللہ بخش بقلم خود، بشیر احمد مولوی الٰہی بخش مولوی، مولوی محمد یوسف، مولوی کریم بخش پنجاپ، ماستر نصیر الدین، مولوی عبدالکریم، مولوی کریم بخش، پیر بخش بروہی، سبحان بخش روہڑوی، فضل محمد، محمد صالح حافظ، عبد اللہ شاہ، مولوی محمد ابراھیم، نور محمد ستابی، محمد علی وڈیرہ، نصیر الدین شاہ، مشتاق احمد کنڈے والا، عبدالکریم بگٹی، حبیب اللہ، امیر الدین شاہ، محمد خلیل، غلام جعفر، بختل، الیاس شاہ، عاشق محمد، نثار احمد، امیر الدین شاہ، بخش علی، محمد داؤد، محمد صدیق، الھڈتہ، محمد بشیر، غلام محمد، علی مراد، سردار بخش، محمد موسیٰ لاڑ وارو، اللھورایو، عبد السلام غفاری، غلام قادر، محمد احسان (غفاری) فقیر نور الدین غفاری فضل آبادی، پیر محمد غفاری، محمد یعقوب غفاری، محمد علی بوزدار غفاری، غلام جعفر.

[1] هن حلف نامي جي اصل ڪاپي درگاهه مسڪين پور ڪان ملي. هن عاجز وٽ محفوظ آهي.

## ﴿شرائط خلافت برائے خلفاء کرام﴾

ا۔ موقع گیارھویں پر حاضر ہوتے رہنا اور بسبب عذر شرعی کے تار کریں یا کوئی آدمی روانہ کریں۔
۲۔ اپنی پُر عفت پُر عصمت اہلیہ کو جماعت اہلذکر کی دعوتوں میں ساتھ نہ لیجاویں۔
۳۔ اور جماعت اہل ذکر والوں سے خواہ اپنی جماعت کے ہوں دوسرے خلیفہ کی جماعت کے نقد اور ادھار نہ مانگیں۔
۴۔ اور موجب قاعدہ و نظام حضرات خلفاء یہاں کے شب پاسداری کیلئے بوجہ احسن پوری شمولیت کریں۔
۵۔ اور کوئی خلیفہ صاحب چندہ یا سوال نہ کرے خواہ بالتصریح یا بالکنایہ۔
۶۔ اور کوئی خلیفہ صاحب طریقہ نقشبندیہ عالیہ میں افراط و تفریط نہ کرے جیسا کہ بصورت حضرات چشتیہ وحضرات قادریہ حلقہ میں ذکر جہریہ کراوے یا کہ حلقہ میں تسبیح موٹی مٹکوں والی کے چلانے سے عار کرے علیٰ ھذاالقیاس۔
۷۔ اور تمام حضرات خلفاء کو اجازت خلافت مقید ہے نہ کہ مطلق یعنی دوسروں کو خلافت دینے کی اجازت نہیں ہے۔
۸ اور جو خلیفہ خلاف اتباع شریعت کرے مثلاً نماز نہ پڑھے یا روزہ نہ رکھے یا حقہ بیڑی نوشی کرے یا حُسن پرستی کرے یا پیر کے مخالفوں سے دوستی یا بے دینوں یا بد عقائد بد مذہبوں سے صلہ کرے یا ریش قبضہ پر نہ رکھے یا کہ مابین اہلذکر کوئی مناقشہ یا تناقض پر مانے تو شریعت کو چھوڑ کر حکومت کی طرف رجوع کرے۔ اب انہیں آٹھ شرائط بالا مذکورہ میں سے کوئی حضرت خلیفہ صاحب برخلاف کرے تو بیک نوبت خلافت سے علحدہ تصور کیا جاویگا اور تازندگی دنیا اور آخرت میں یہ عاجز راقم اس سے بری الذمہ ہے۔
واللہ ثم تاللہ۔ ثم باللہ یہ عاجز بیزار ہے اور وہ طریقہ نقشبندیہ کے فیوضات و برکات صوری و معنوی سے محروم ہے اور مسلوب المجاز ہے اور بعد میں وہ تبلیغ کرے تو غادرین اور کذابوں میں محشور ہوگا۔

لاشیء فقیر محمد عبدالغفار فضلی

## ﴿ہدایات برائے حضرات خلفاء کرام﴾

ا۔ ہر ہر ماہ بہر حال دین پور تشریف لے آنویں اور بسبب بعض واقعات شدیدہ رکاوٹ ہو جاوے اور مہینہ کے آنے سے متعذر ہو جاوے تو بذریعہ خط اپنا تمام احوال بمعہ معذرت و کیفیت تبلیغ سے مطلع فرمانوے۔

۲۔ اپنی کوشش بلیغ اور تبلیغ کا اندازہ اور اثر دکھلاوے مہما امکن سعی فرماوے اور جماعت جدید پرانی کو بہ رفاقت وصحابت خود یہاں ساتھ لے آیا کریں۔

۳۔ اور عورتوں کو پردہ میں بٹھا کر بیعت اور ذکر مراقبہ کرایا کریں اور انہوں سے رغبت اور مخاطبت نہایت ممنوع اور خلاف طریقت کے متصور فرمانویں۔

۴۔ اتباعِ شریعت اور اتباعِ پیر فرمانویں اور محبت پیر میں کوئی دقیقہ فروگذاشت نہ فرمانویں اور اسی شعر مثنوی شریف پر بس عمل کیا جاوے اور وہ شعر یہ ہے :

گر تو ذاتِ پیر را کردی قبول ❋ ہم خدا در ذاتش آمد ہم رسول

۵۔ صریحاً تبلیغ اور سفر کرنے سے بلا کسی عوارضات کے معرض اور محروم ہو جانا اور گھر کے رہنے کو سفر پر ترجیح دینا یہ استعداد باطن کی کمی کی علامت ہے۔

۶۔ عقائد مذھب اہلسنت وجماعت کے رکھنے چاہئیں کیونکہ ہمارے پیران کبار مذہب حنفیہ رکھتے تھے۔

۷۔ سفر اور حضر میں بلاناغہ تہلیل لسانی اور ذکر اسم ذات بہت ہی کرتے رہیں۔

۸۔ دل کو ماسویٰ اللہ سے ہر وقت مصفیٰ اور مصقل رکھیں۔

۹۔ اور استیلائے دید قصور دریں طریق نہایت مفید ثابت ہوا ہے اور اسی شخص پر ہرگز فیض منقطع نہیں ہو سکتا اور اصلاً زوال پذیر نہیں ہوتا اور ہر حین ہر آواں اسی شعرِ سعدی ﷺ کو جو اس میں دو نصیحتیں مندرجہ ہیں نصب العین رکھنا چاہیے۔

یکے آنکہ بر خویش خود بیں مباش ❋ دگر آنکہ بر غیر بد بیں مباش

اور اسی نو ہدایات میں سے بعض ایسے ہیں جو وہ بمنزلہ مشروط کے ہیں اور شرط کی تعریف یہ ہے۔اذا فات الشرط فات المشروط تو ہدایت نمبر ۳ اور ۴ اور ۵ کے مخطی کی سلب اجازت کا احتمال ہے۔ وما علینا الا البلاغ

لاشیء فقیر محمد عبدالغفار فضلی

## ( ہدایات برائے خلفاء کرام اور تمام جماعت اہلذکر )

خلفاء کرام یا جماعت اہلذکر صلہ رحمی کریں اقارب اقربا میں یا پیر برادر، پیر بھائیوں کے ساتھ، سندھی ہو خواہ پنجابی تو وہ چند شرائط حسب ذیل ہیں، انہیں کے مطابق صلہ رحمی کریں۔

اول سسرال اپنے لئے اور دختر نیک اختر کیلئے داماد سے بالمشافہ شاہداں معتبراں کے اسٹامپ سرکاری پر تحریر کرالیا جاوے تا آنکہ وقت ضرورت وہ سند کام دے وہ شرائط یہ ہیں۔

مثلاً منکہ مسمّٰی غلام علی ذات کوریجہ ساکن رحمت پور شریف ضلع لاڑکانہ بثبوت عقل و حواس خمسہ بلا اجبار احدے لکھ دیتا ہوں بالمشافہ شاہداں حسب ذیل اپنے سسرال میاں قالو ولد راموں خان ذات بلوچ ساکن رحمت پور شریف ضلع لاڑکانہ میں اس کی لڑکی مسماۃ جگن خاتون سے نکاح کرتا ہوں انہیں شرائط پر:

۱۔ کہ میں اسی زوجہ اپنی مسماۃ مذکورہ کو تادمِ زیست مار کوٹ اور دست درازی زود کوب نہ کرونگا۔

۲۔ اور خورش خوراک کا پورا بندوبست کرتا رہوں گا۔

۳۔ اور رحمت پور شریف کو چھوڑ کر بغیر اجازت سسرال کے کسی اور جگہ سکونت اختیار نہ کروں گا۔

۴۔ اور داڑھی قبضہ پر رکھوں گا اور بیڑا بیڑی اور بھنگ حقہ اور باقی نشی اشیاء سے پرہیز کرتا رہونگا اور مذہب حنفی پر رہونگا اور بدمذہبوں سے اور ان کی محبت مجلس سے اور پیر طریقت کے مخالف سے اجتناب کرونگا۔

۵۔ اور بے دین اقرباء اور لوفروں اور ڈاکوئں اور چوروں سے اور دھاڑیلوں سے دور رہونگا۔

۶۔ اور شرائط بالا مذکور کے برخلاف کرونگا تو میری زوجہ مسمات مذکورہ کو طلاق بائن واقع ہوجاویگی اور دوبارہ برخلاف کرنے طلاق مغلظہ واقع ہوجاونگی۔

۷۔ اور اگر باختیار طلاق دے دوں تو ۲۰۰ دوسوٗ روپیہ ڈنڈ سسرال کو ادا کرونگا۔

شاہدان کے تمام زیر شرائط۔ لاشیء فقیر محمد عبدالغفار فضلی

---

[1] مختلف قومن ۽ ذاتين جي فقيرن جڏهن پاڻ ۾ رشتيداريون ڪيون، پوءِ انهن ۾ جهيڙا جهڳڙا بہ ٿي پوندا هئا. ڪي زالن کي گهڻي مارڪٽ ڪندا هئا. ڪي وري بي دين ٿي ويندا هئا. يا زالن کي وٺي فقيرن جو ڳوٺ ڇڏي ويندا هئا. ان وقت پاڻ خليفن ۽ فقيرن لاءِ هي شرائط نامو لکيائون. نڪاح کان اڳ ان تي صحيح ٿيندي هئي پوءِ نڪاح ٿيندو هيو.

## خلفاءَ ڪي نصيحتون

غفاري خلافت جي شرطن جو خلاصو هي تہ:

1. هر خليفي لاءِ لازم هوندو تہ اهو عقيدا اهلسنت وارا رکندو.
2. سنت تي عمل ۽ شريعت جي احڪامن تي جيستائين ٿي سگهي عمل ڪندو.
3. ڪنهن کان گهُر سوال يا چندو نہ ڪندو.
4. حسن پرستي نہ ڪندو. عورتن جي فتني کان پاڻُ بچائيندو.
5. هر مهيني درگاهہ تي جماعت کي وٺي ايندو.
6. هر مهيني تبليغي سفر ۾ ناغو نہ وجهندو.
7. پنهنجي تبليغي مساعي کان آگاهہ ڪندو رهندو.
8. سفر ۾ خواه گهر ۾ تهليل لساني ۽ ذڪر اسم ذات جو گهڻو ڪندو.
9. دل ۾ الله تعاليٰ ۽ انجي حبيب ﷺ سان محبت رکندو. غير جي محبت کان بچندو.
10. پنهنجي پير ڪامل سان محبت الفت رکندو ۽ صحبت ۾ گهڻو ايندو رهندو.

**نظامِ خلافت:** حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ پنهنجي خليفن جو هڪ بهترين مضبوط ۽ مربوط نظام ٺاهيو هيو. ان نظام تحت پاڻ اهل ۽ لائق ماڻهن کي خلافت ڏئي انهن کي مختلف علائقن ڏانهن تبليغ تي موڪليندا هئا. انهن جي مالي سهائتا ڪندا هئا. انهن جي گهر ٻچن جو خرچ پاڻ برداشت ڪندا هئا. انهن کي ڪرايو ڀاڙو رستي جو خرچ تہ ڏيندا هئا پر انهن جي ٻچڙن جي دوا درمل، ماني ٽِڪي جو اهتمام بہ خود ڪندا هئا.

**خليفن کي خطاب:** هڪ ڏينهن فرمايائون رحمتپور شريف شهر جا خليفا موجود آهن؟ پوءِ جيڪي موجود هيا سي اٿي بيٺا. پاڻ انهن کي خطاب ڪندي فرمايائون هن فقير اوهان کي اولاً ثانياً، ثلاثاً رابعاً خامساً ڪرات مرات چيو آهي هاڻي بہ چوان ٿو تہ جنهن وقت تبليغ تي وڃو تہ گهر جو، عورتن، ٻارن جو ڪو خيال نہ ڪيو. انهن کي ننگر مان ماني ملندي ڪٽي توهان ڇهہ مهينا نہ اچو. انهن کي ڪا تڪليف ڪانہ پهچندي.

اوهان جو خرچ بہ فقير ڀريندو. مثال اوهان کي ڪراچي تبليغ تي وڃڻو آهي تہ ڪراچي پنهين پاسن جو ڪرايو ارڙهن روپيا آهي پيو وات جو خرچ جيڪو بہ اچي اهو بہ فقير توهان کي ڏيندو. تبليغ جي ڪم ۾ سستي نہ ڪيو. وارو ڪيو جو خلق تباهہ ٿي رهي آهي. وڃو ماڻهن کي شيطان جي چنبي مان ڇڏايو. انهن کي ذڪر اسم ذات سمجهايو. ڏسو بدمذهب پنهنجي مذهب جي پرچار لاءِ ڪيڏيون ڪوششون ٿا ڪن. اوهان حق جي پيغام پهچائڻ ۾ ڇو نہ ٿا همت ڪيو.

**فرموداتِ غفاريہ براءِ خلفاءِ غفاريہ:**

**اخلاص رکو:** فرمايائون اي خيلفو تبليغ ڪيو تہ خالص الله جي رضا خاطر ڪيو. پنهنجي عزت آبرو ۽ ننگ ناموس جي طلب نہ رکو. سڀ دنياوي آسرا پلي پوءِ تبليغ تي نڪرو پوءِ ڏسو تہ اوهان جي زبان ۾ اثر پيدا ٿيندو ۽ اوهان جي ضرورتن جي بہ رب ڪريم پورت ڪندو. ماڻهن جي ڏيڻ ڪان وڌيڪ الله پنهنجي غيبي خزانن مان عنايت ڪندو.

**خلافت جو مطلب:** فرمايائون اسان طريقي جي ترويج ۽ اشاعت خاطر ماڻهن ۾ حسنِ ظن رکي خلافت ڏيون ٿا پوءِ جيڪو طريقي تي هلندو اهو دنيا آخرت ۾ ڪامياب ٿيندو. پر جيڪو ڀڄڪڙي ڪندو سو پنهنجي دنيا عقبيٰ وڃائيندو. اسان کي ان جي پرواهہ نہ آهي.

**سوال نہ ڪيو:** فرمايائون اسان خليفن کي چئون ٿا تہ اهي ماڻهن ڪان گهر ۽ سوال صراحةً ۽ اشارة ڪنايةً بہ نہ ڪن. صراحتاً تہ سڀڪو سمجهي ٿو ڪنايہ هي آهي جو پنهنجو افلاس ظاهر ڪري مون کي اولاد گهڻو آهي مفلسي آهي. تنهنڪري سفر ڪرڻ ۾ تڪليف ٿئي ٿي تنهنڪري دير سان اچان ٿو اهو ڪنايو آهي. پر دل ۾ طمع بہ نہ رکو تہ ڪو ماڻهو مون کي ڏيندا. طمع الله جي ذات ۾ رکو. کير جي مَٽَ ۾ هڪ قطرو بہ پيشاب جو پوي تہ سارو پليت ٿي پوندو. خليفي ۽ مبلغ جو سينو بہ کير جي خالص مٽ وانگر آهي جيڪو ماڻهن ۾ تقسيم ڪري ٿو. اگر ان ۾ ذرو بہ طمع جي ناپاڪائي جو پئجي ويو تہ سينو ان جو پليت ٿي پوندو.

**خلافت جي شرطن سان هلو:** هڪ ڏينهن پاڻ پنهنجي سڀ خليفن کي تسبيح خاني ۾ اندر گهرائي فرمايائون: هي فقيرُ آزاد آهي. جيڪڏهن ڪو خلافت ڪري تہ چڱي طرح

شرطن سان ڪري نہ تہ پڄي پري ٿي وڃي. شينهن جي قطار مان نڪري وڃي. نہ تہ جيڪڏهن شينهن جو پاسو لڳندس تہ مٽڪو ئي ٽٽي پوندس.

فرمايائون: ڪافي اهي خليفا جيڪي چالاڪ هئا ۽ واعظي هئا. پر بيقدري سبب محروم ٿي ويا. حضرت قريشي صاحب فرمائيندا هئا افسوس صد افسوس جو مون خليفن کي خلافت ڏئي پانيم تہ اهي هن نعمت جو قدر ڪندا پيا دنياوي تعلقات قطع ڪندا پين کي بہ سڌاريندا پر هي تہ اڳي کان وڌيڪ دنيا ۾ گپجي پيا.

فرمايائون : چئو ٿا تہ دنيا بہ ملي خدا بہ ملي سو محال ۽ مشڪل آهي. اهي ٻئي شيون هر گز گڏ ٿي نہ سگهنديون. *هم خدا خواهي وهم دنيائے دون   ايں خيال است و محال است زبون*

فرمايائون اسان چڱو گمان رکي ڪن ماڻهن کي خلافت ڏني سين اهي وري اڄ ڦري اسان جا مخالف ٿي بيٺا آهن پر اسان آزاد آهيون اسان ڪونہ چنو آهي پاڻ چنائون. هن فقير جو چنڻ ڪم نہ آهي فقير جو ڪم ڳنڍڻ آهي.

فرمايائون: ڪو خليفو اگر خلافت ملڻ بعد ڪا غير شرعي حرڪت ڪندو تہ اڳي کان وڌيڪ خانو خراب ٿيندس. صفا پنهنجي پاڙ پٽائي ڇڏيندو. قيامت واري ڏينهن ان مٿان مدعي آءُ نہ پر منهنجا پيرانِ ڪبار هوندا. فرمايائون : جيڪو خليفو ٿي ڪري هن طريقي کي بدنام ٿو ڪري هن طريقي ۾ اسان جا مشائخ شيرانِ خدا آهن، اهي ان کان حساب وٺندا. اگر ڪو حرڪت ڪندو تہ پنهنجي پاڙ پٽائيندو. هن فقير کي ڇا ڪندو؟

**مبتدي خليفا عورتن وچ ۾ ويهي وعظ نہ ڪيو:**

فرمايائون خليفن کي سختي سان منع ڪيان ٿو عورتن جي وچ ۾ ويهي وعظ نہ ڪن بلڪہ پردي ۾ نصيحت ڪن. اگر پير اهڙي منزل تي پهچي جو ان تي شيطان غالب نہ ٿو ٿئي ۽ وسوسو نہ ٿو پويس تہ ان کي عورتن اڳيان ويهي وعظ ڪرڻ جائز آهي.

**خليفن کي فرمايائون :** پنهنجي دل واري ٿانوَ کي صاف رکي رابطو پيدا ڪيو. هن طريقي جي آغاز ۾ عالم توڙي جاهل کي هڪ جهڙو سبق ڏنو ويندو آهي. هي طريقو جدارو آهي. هتي رڳي دل جي صفائي ۽ انڪساري جي ضرورت آهي. جنهن کي جيترو رابطو هوندو اوترو جذبو جوش نصيب ٿيندس.

## خلافت جو طريقو

بيعت جي ڪجهہ عرصي بعد اگر ڪنهن مريد ۾ پاڻ تبليغي لياقت ۽ اهليت ڏسندا هئا تہ تبليغِ دين لاءِ ان کي خلافت ڏيندا هئا. ان خلافت ۾ اهو پين کي صرف ذڪر قلبي ڏسيندو ۽ تبليغ ڪندو. ان دؤران اهو پاڻ بہ پنهنجي سلوڪ جا سبق طئي ڪندو رهندو.

**سندِ خلافت:** جڏهن اهو خليفو صاحب سلوڪِ نقشبنديہ جا سبق پورا ڪندو هيو تہ پوءِ ان کي لکت ۾ خلافت ۽ اجازت ڏيندا هئا. ان خلافت وارو پين کي بہ اسباق طئي ڪرائڻ جو مجاز هوندو هيو. ان جي اجازت نامي ۾ ان کي شيخ ڪامل لکندا هئا. جيئن خليفي نور الدين جي سند ۾ پاڻ لکن ٿا:



مولوی میان نور الدین فرزند حاجی ونهیل قوم بشر بلوچ باشنده علاقه سنده علم سلوک
وجذبه وحالات وواردات صحیحه حاصل نموده برای تعلیم اسم ذات و علم سلوک برای
طالبان مولی وبرای خدمت اسلام بموجب ضرورت اجازت داده شد طالبان راه حق جل وعلا
را مناسبت کرزود فیض باطنی وظاهری ازین شیخ کامل حاصل نمایند وهیچ خطره وشک
در دل نیارند که جناب خلیفه صاحب موصوف لله فی الله خدمت اسلام وبرادران اسلام
کنند فقط مورخه بیست یکم ماه رجب المرجب سنه ۱۳۶۸ هجری
لاشیء فقیر محمد عبد الغفار فضلی

”مولوي ميان نور الدين پٽ حاجي ونهيل قوم بشر بلوچ سنڌ جو رهواسي آهي ان علم سلوڪ ۽ جذبو ۽ حالات ۽ واردات صحيحہ حاصل ڪيون ۽ هاڻي الله جي طالبن کي ذڪر اسم ذات ۽ سلوڪ جي علم جي تعليم ڏيڻ ۽ اسلام جي خدمت ڪرڻ لاءِ ضرورت موجب ان کي اجازت ڏني وئي آهي. الله جي رستي جي طالبن کي مناسب آهي تہ جلدي فيض ظاهري ۽ باطني هن **شيخ ڪامل** کان حاصل ڪن ۽ ڪوبہ شڪ يا خطرو دل ۾ نہ آڻن ڇو جو جناب خليفو صاحب موصوف الله واسطي خدمت اسلام ۽ برادرانِ اسلام جي خدمت ڪندو. لاشيءِ فقير محمد عبد الغفار فضلي

**اجازت نامن جي ڪتابت:** سندم والد ڪريم حضرت خليفہ محمد الاهي بخش رحمت الله عليہ جا اکر سهڻا هوندا هئا. حضرت پير مٺا سائين جن کو ڪتاب يا ڪا تحرير لکائڻي هوندي هئي تہ منهنجي والد گرامي کان لکائيندا هئا. اڪثر خلفاءِ ڪرام جي خلافت جون سَنَدُون ڪانئن لکايون هئائون. پاڻ سَنَدَ امانتداري سان لکندا هئا. ان ۾ لفظن جو گهٽاءُ يا وڌاءُ ڪو نہ ڪندا هئا. پوءِ سند تي صحيح پير مٺا سائين جن پاڻ پنهنجي دستِ ڪرم سان ڪندا هئا. حضرت خليفہ سيد غلام حسين شاهہ قمبر وارن جو اجازت نامو بہ والد ڪريم جي هٿن جو لکيل آهي.

**حضرت خليفه مولانا مير محمد جي سندِخلافت:**

اجازت نامهٔ حضرات نقشبندیه مجددیه فضلیه عالیه

یا ایها الذین آمنوا اتقوا الله وابتغوا الیه الوسیلة و
جاهدوا فی سبیله لعلکم تفلحون ۞ المجاهد من
جاهد نفسه فی طاعة الله ۞

بسم الله الرحمن الرحیم

الحمد لله رب العالمین والصلوٰة والسلام علی حبیبه سید المرسلین وآله الطاهرین و
اصحابه الطیبین اجمعین الی یوم الدین ۞
اما بعد می گوید فقیر حقیر الاثیم محمد عبد الغفار از اولاد حضرت شیخ خضر قدس سره العزیز که
این عاجز خاکسار ذره بیمقدار در سلسلهٔ خاندان نقشبندیه مجددیه فضلیه
داخل شده علم سلوک تا دائرهٔ لاتعین از حضرت قطب الارشاد خواجهٔ خواجگان
پیر پیران غوث الاعظم مجدد منور مائة اربعة عشر نائب خیر البشر علیه وعلی آله
من الصلوٰة افضلها ومن التحیات اکملها سیدی وسندی قبلهٔ عالم محمد فضل علی
قریشی وهاشمی وعباسی قلبی وروحی فداه ابی وامی فداه حاصل نموده و شرف
اجازت از آنحضرت قرة عینین محبوب سبحانی یافته وبرای تحقیق سلسلهٔ شریف
موجود است پس ازین عاجز الاثیم برادر طریقت مولوی میر محمد ولد قطب الدین قوم
نهر باشنده علاقهٔ سنده علم سلوک وجذب حالات ووارداتِ صحیحه حاصل نموده
برائے تعلیم اسم ذات علم سلوک برای طالبان مولا وبرای خدمت اسلام بموجب ضرورة
اجازت داده ارشاد طالبان راه حق جل وعلی را مناسب است که زود فیض ظاهری وباطنی
ازین شیخ کامل حاصل نمایند وهیچ خطره وشک در دل نیارند که جناب خلیفه صاحب
موصوف لله فی الله خدمت اسلام وبرادران اسلام کنند فقط
تاریخ ۱۳ ماه ذی القعدة سنه ۱۳۸۰ هجری مطابق ۲۸ ماه اپریل سنه ۱۹۶۱ع
فقیر الاثیم محمد عبد الغفار سگ آستانه فضلی

هي سند حضرت خليفه محمد الاهي بخش محبوب الاهي رحمت الله عليه جي هٿ سان لکيل آهي.

# اجازت نامه حضرات نقشبنديه مجدديه فضليه عاليه

لَّهٗ وَابْتَغُوا إِلَيْهِ الْوَسِيلَةَ وَجَاهِدُوا فِي سَبِيلِهِ لَعَلَّكُمْ تُفْلِحُونَ

المجاهد من جاهد نفسه فی طاعة الله

الحمد لله رب العالمین والصلواة والسلام علیٰ حبیبه سید المرسلین واٰله الطاهرین واصحابه اللطیبین اجمعین الیٰ یوم الدین



امابعد می گوید فقیر حقیر لاشیءِ محمد عبدالغفار از اولاد حضرت پیر چنڑ قدس سره العزیز که ایں عاجز خاکسار ذره بیمقدار در سلسلهء خاندان نقشبندیه مجددیه فضلیه داخل شده علم سلوک تا دائره لاتعین از حضرت قطب الارشاد خواجهء خواجگان پیر پیران غوث الاعظم مجدد منور ماته اربعه عشر نائب خیر البشر علیه وعلیٰ اٰله من الصلواة افضلها و من التحیات اکملها سیدی و سندی قبلهء عالم محمد فضل علی قریشی وہاشمی وعباسی قلبی وروحی فداه ابی وامی فداه حاصل نموده وشرف اجازت از آنحضرت قرة عینین محبوب سبحانی یافته و برائی تحقیق سلسلهء شریف موجود است پس ازیں عاجز لاشیء برادر طریقت مولوی میر محمد ولد قطب الدین قوم بشر بلوچ باشنده علاقه سندھ علم سلوک وجذب ولطائف و واردات صحیحه حاصل نموده برائے تعلیم اسم ذات و علم سلوک برائے طالبان مولیٰ و برائے خدمت اسلام بموجب ضرورت اجازت داده شد طالبان راه حق وجل وعلیٰ را مناسب ست که زود فیض ظاہری و باطنی ازیں شیخ کامل حاصل نمایند و ہیچ خطره و شک در دل نیارند که جناب خلیفه صاحب موصوف لله فی الله خدمت اسلام و برادران اسلام کند فقط۔

تاریخ ۱۲ ماه ذی القعدة ۱۳۸۰ ھجری مطابق ۲۸ ماه اپریل ۱۹۶۱ء

فقیر لاشیء محمد عبدالغفار سگ آستانه فضلی

## خليفي محمد دائود کي سهڻن اخلاقن جو سرٽيفڪيٽ ڏنائون:



سرٽيفڪيٽ

ذاتي تسليءَ ۾ چڱيءَ طرح باخبر هئڻ بعد سرٽيفڪيٽ ٿو ڏجي تہ:-
ميان مولوي محمد دائود فقير ولد سائينڏنو خان شر نقشبندي ويٺل ڳوٺ هيڪل جو هڪ با اخلاق شخص آهي ان جي ڪوشش ۾ اصلاحي سرگرمي جي اثر ڪري ڪيترا ئي چور، لوفر ۾ بد اخلاق ماڻهو سڌري نيڪ ٿي پيا آهن نهايت نيڪ سيرت، اتحاد، صلح ۾ امن جو حامي آهي فرقہ پرست، متعصب ۾ مفسد هرگز نہ آهي اها ڪوشش لاطمع ٿي ڪندو رهي ٿو ڪنهن بہ سياسي معاملہ ۾ سندس دخل ڪونہ آهي.

لاشيءِ فقير محمد عبدالغفار فضلي

### سرٽيفڪيٽ

ذاتي تسليءَ ۾ چڱي طرح باخبر هئڻ بعد سرٽيفڪيٽ ٿو ڏجي تہ:
ميان مولوي محمد دائود فقير ولد سائينڏنو خان شر نقشبندي ويٺل ڳوٺ هيڪل جو هڪ با اخلاق شخص آهي. ان جي ڪوشش ۾ اصلاحي سرگرمي جي اثر ڪري ڪيترا ئي چور لوفر ۾ بد اخلاق ماڻهو سڌري نيڪ ٿي پيا آهن نهايت نيڪ سيرت، اتحاد، صلح ۾ امن جو حامي آهي فرقہ پرست، متعصب ۾ مفسد هرگز نہ آهي اها ڪوشش لاطمع ٿي ڪندو رهي ٿو ڪنهن بہ سياسي معاملہ ۾ سندس دخل ڪونہ آهي.

لاشيءِ فقير محمد عبدالغفار فضلي

## خليفي خواجہ الاهي بخش جي ولايت جي شاهدي ڏنائون:

فقير عبد القادر سومري بيان ڪيو تہ هڪ ڏينهن آءٌ حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ جي محفل ۾ ويٺو هيس تہ حضرت خليفہ محبوب الاهي رحمت الله عليہ جو والد قاضي خدابخش سائين جن جي مجلس ۾ آيو ۽ پنهنجي پٽ (خليفي صاحب) جون شڪايتون ڪرڻ لڳو. گهرو اختلافات بيان ڪرڻ لڳو. تنهن تي پير سائين جن فرمايايس:

قاضي صاحب ٻڌ ! توهان کي ڪوڙو ڪو نہ ٿو چوان باقي هي حقيقت ياد رکو تہ نبي گناهن کان معصوم هوندا آهن ۽ وليءَ گناهن کان محفوظ هوندا آهن. منهنجو خليفو مولوي الاهي بخش ولي الله آهي. ان جي ولايت ۾ ڪو شڪ شبہ ناهي. ولين کي گناهن کان معصوم نہ چاڻبو مگر محفوظ ضرور آهن. ڪڏهن ڪڏهن صغيرا سهو خطائون ولين کان بہ سرزد ٿينديون آهن ڪبيرن گناهن کان قطعي محفوظ آهن. سو مولوي صاحب کان نا انصافي جهڙا ڪم ڪڏهن نہ ٿي سگهندا. اوهان ان جي گلا ڪري پاڻ کي گنهگار نہ بنايو. پير مٺا سائين رحمت الله عليہ جي اها گوهر جهڙي گفتار ٻڌي قاضي صاحب خاموش ٿي ويو.

**خليفن جي دلجوئي:** پير مٺا سائين جي عادت هئي جو خليفن مٿان وڏي شفقت فرمائيندا هئا. انهن جا ڏک غم پنهنجا ڏک سمجهندا هئا. فرمائيندا هئا خليفا منهنجي جسم جا عضوا آهن. ڪڏهن انهن ڪي خط پٽ لکي انهن جي تسلي ۽ تشفي فرمائيندا هئا. هڪ ڀيري خليفي مير محمد پير سائين جن ڪي خط لکيو ته ماڻهن ڪي ذڪر ڏسيان ٿو پر انهن ڪي فائدو نه ٿو ٿئي. ان جي جواب ۾ پاڻ هن طرح خط لکيائون:

محترمی ماسٹر میر محمد صاحب !

اسلام علیکم، عزیزا کارِ تبلیغ میں بدل و جان مصروف رہو اور استقامت سے کام لو اور تم ذکر بتلاتے جاؤ اور انگلی لگاتے جاؤ فائدہ ہو یا نہ ہو آپ کا اس میں کوئی دخل نہیں ہے۔ تمہارا کام ہے ذکر بتلانا اور انگلی لگانا۔ ہدایت حضرت حق سبحانہ و تعالیٰ کے بس میں ہے اور تمہارا سفر کرنا اور جد و جہد کرنا انشاء اللہ تعالی ضائع نہ ہوگا اس کا عند اللہ آپ کو اجر ملے گا۔ اور خود ذکر میں رات دن بھر پور کوشش کرو تاکہ تاکہ کاسہء دل محبت میں پُر ہو جاوے اور غیر کی الفت ایک ذرہ بھی نہ سماوے۔ لاشیء فقیر محمد عبدالغفار فضلی

**خليفن مٿان توجهات:** جڏهن پاڻ پنهنجي مرشد حضرت قريشي ڪريم رحمت الله عليه جو ساليانو عرس ملهائيندا هئا ته ان دؤران خليفن ڪي خلوتِ خاص ۾ سڏائيندا هئا پوءِ انهن مٿان خصوصي توجه ڪندا هئا. پوءِ حلوو ٺهرائي انهن ڪي ڪارائيندا هئا.

حضرت مرشد ڪريم محبوب الاهي رحمت الله عليه بيان فرمايو ته : هڪ ڀيري رحمتپور شريف ۾ ساليانو عرس هيو.پاڻ خلفاءِ ڪرام ڪي اندر گهرايائون. سڀني جا سبق مٿايائون پوءِ انهن تي خصوصي توجه ڪيائون. هر خليفي مٿان ڪيفيت طاري هئي. پوءِ مولانا محمد سعيد ۽ مولانا غلام فريد حلوي جا ٿانوَ کڻي آيا. پاڻ فرمايائون: ”ترسو اول ڪير به نه کائي. پوءِ پاڻ ويا سو گينڊي ۽ ڪؤنرو کڻي آيا. فرمايائون هٿ اوري ڪيو ته مان اوهان جا هٿ ڏئاريان. پوءِ ته سڀني مٿان جذبو چالو ٿي ويو. زار و زار روئڻ لڳا. پوءِ خليفي مولوي حڪيم ڪوٽ لالو واري جا پاڻ هٿ ڏئاريائون پين خليفن هڪ ٻئي جا هٿ ڏئاريا.

**خليفن لاءِ جامع نصيحت:** خليفه مولانا عبدالرحمان جي ملفوظات ۾ آهي ته :

13 رجب 1380 هه تي پاڻ خليفن ڪي اندر گهرائي نصيحت ڪيائون. تبليغ جو ڪم نبين وارو آهي ساري دنيا جي نيڪي هڪ طرف هڪ ماڻهو جو سڌرڻ ٻئي طرف.

تبليغ ۾ ڪوشش ڪيو. سڀ ڪنهن وٽ وڃو. ڪير به هجي عالم هجي يا زميندار هجي خواه جاهل هجي. هن طريقي ۾ وصول لاءِ ٻه واٽون آهن. هڪ ڪسر نفسي يعني پاڻ کي گهٽ سمجهڻ. ٻيو مرشد سان رابطو رکڻ. رابطو اهڙو مضبوط هجي جو پير جو شهود حاصل هجي. اهو رستو ٻيني کان اعليٰ ۽ اتم اقرب آهي. جنهن کي پير سان رابطو هوندو شيطان ان کي هرگز نه ڀُلائيندو. تبليغ خاص خدا ڪارڻ ڪيو. طمع ماني جي به نه رکو. طمع جو دل ۾ قصد به نه ڪيو. هر حاجت الله کان طلب ڪيو. ثواب جي اميد به ان کان رکو. نيت رڳو خلق جي سڌاري جي رکو. شريعت جي تابعداري ڪيو. اسان جي طريقي وارن فرمايو آهي ته : *آخر خواهند داد محنتِ سنين بساعت مي دهند*

آخر عطا ڪندا، سالن جون محنتون ساعتن ۾ اجر عطا ڪندا.

ان ڏينهن سيد غلام حسين شاه قنبر واري، مولانا عبدالرحمان وگڻ، حاجي الله بچايو جهول واري ۽ کي خلافت عطا ڪيائون. ﴿ملفوظات مخطوط : ص 85﴾

**خلافت جي طلب:** پير مٺا سائين رحمت الله عليه فرمايو ته: جيڪو خلافت جي طلب ڪري سو هرگز خلافت جي لائق نه آهي. پاڻ فرمايائون ته حضرت پير قريشي رحمت الله عليه جو پوري زندگي اهو دستور رهيو ته پاڻ طلب ڪرڻ واري کي هرگز خلافت نه ڏيندا هئا. پير مٺا سائين مولانا محمد شريف کي لکيل خط ۾ ان ڳالهه جو اظهار فرمائيندي لکن ٿا:

786 *محترمی و مولوی محمد شریف شاہ صاحب سلمکم اللہ تعالیٰ اسلام علیکم ورحمتہ اللہ وبرکاتہ*

*عزیزا حضرت صاحب قبلہ عالم قلبی وروحی فداہ ہر کسے کہ طالب خلافت بودہ اور اجازت نفر مودہ وتادم زیست بریں و تیرہ می بوند ودر تعجیل اسباق نیز مبادرت نفر مودہ ودر ہر موقعہ عرس حضرات خلفاء راجمع فرمودہ ایں موعظت فرمودند ےبرائے مہربانی در اسباق و خلافت دادن تعجیل مکنید و خلافت مبتدی رادادن متوط بود بر چند مصالح و شرائط وآن شرائط دریں قرطاس کوتاہ گنجایش املا ندارند و کرات مرات حضرت قبلہ عالم قطب الارشاد دائرہ زمان قلبی و روحی فداہ میفرمودہ کہ من در بعض موضع بحسن ظن در مجاز کردن عجلت نمودہ وبدونِ ضررہائے کثیر ھیچ پدید۔۔۔۔۔ وعزیزا مولوی غلام محی الدین بنگالی قبل ازر سیدن بہ نزد ایں فقیر از دو مشائخ نقشبندیہ مجاز است ودر خدمت ہر دواز قلب تا دائرہ لا تعین سلوک بانتہا رسانیدہ واکنوں بندہ نیز اولا از قلب شروع کنانیدہ واکنوں بر ہر ہر اسباق حقائق و مطرف سبق برود کشف میشود ودر ہر شب ۲۴ ہزار نفی اثبات دوراو ۲۴ ہزار تہلیل لسانی میکند و مرید او در بنگال بسیارند*

ویکے خط از خطوط مریداں او بمطالعه ایں بنده رسیده عزیزا قطع نظر از تخیلات لاحاصله نمود دل را بر یکے بسیار ید شعر

یکے دان ویکے بین ویکے گو، یکے خوان ویکے خواه ویکے جو،

خلیل آسا در ملکِ یقیں زره، نورے لا احب الافلین زن

لاشیء محمد عبدالغفار فضلی

**ترجمو:** محترمي و مڪرمي مولوي محمد شريف شاھ صاحب سلمڪم الله تعاليٰ اسلام عليڪم و رحمة الله و برڪاتہٖ عزيزا حضرت صاحب قبلہ عالم قلبي و روحي فداه ان شخص کي خلافت نہ ڏيندا هئا جيڪو خلافت جي طلب رکندڙ هوندو هيو ۽ پڇاڙي حياتي تائين سندن اها عادت مبارڪ رهي ۽ سبقن ڏيڻ ۾ بہ تکڙ نہ فرمائيندا هئا ۽ هرڪنهن عرس شريف جي موقعي تي مڙني خليفن کي گڏ ڪري ڪين اها نصيحت فرمائيندا هئا تہ مهرباني ڪري خلافت ۽ سبقن ڏيڻ ۾ تکڙ نہ ڪريو ۽ سلوڪ جي راھ ۾ نئين هلندڙ کي خلافت ڪن خاص شرطن جي پابندي سان ڏيندا هئا. اهي شرط هن ننيڍڙي ڪاغذ تي لکي نہ ٿا سگهجن ۽ وقت بوقت حضور قبلہ عالم قطب الارشاد دائره زمان قلبي و روحي فداه فرمائيندا رهندا هئا تہ اسان بعض ڪن موقعن تي ڪن ماڻهن کي چڱو گمان رکي ۽ ڪين چڱو سمجهي خلافت ڏيڻ ۾ تکڙ ڪئي آهي جن وٽان سواءِ ڪافي نقصانن جي پيو ڪي بہ ظاهر نہ ٿيو ۽ . عزيزا مولوي غلام محي الدين بنگالي هن عاجز وٽ پهچڻ کان اڳ ۾ بہ نقشبندي بزرگن وٽان اجازت وٺي آيل آهي ۽ بنهين وٽان سلوڪ دائره لاتعين تائين ڪمايل اٿس ۽ بنده انکي وري قلب کان شروع ڪرايو آهي ۽ هاڻي ان تي هر هڪ سبق جون حقيقتون ۽ رمزون کلي رهيون آهن ۽ هر هڪ رات ۾ 24 هزار نفي اثبات ۽ 24 هزار تهليل لساني جو ورد ڪندڙ آهي ۽ ان جا مريد بنگال ۾ گهڻا آهن. سندس مريدن جي خطن مان هڪڙو خط مطالعي لاءِ بنده وٽ پهتل آهي. عزيزا اجاين خيالن کي صفا ڇڏي ڏيو ۽ دل کي هڪڙي خيال تي بيهاريو. بيت :

هڪ ڄاڻ، هڪ ڏس ۽ هڪ چئو، هڪ پڙھ هڪ گُهرُ ۽ هڪ ڳول. حضرت ابراهيم خليل الله وانگر يقين جو دروازو کول ۽ "گم ٿيندڙن سان محبت نہ ٿو رکان" اهو نعرو هڻ.

لا شيءِ محمد عبدالغفار فضلي

**خلفاءَ جي تبليغ لاءِ علائقن جو تعين:**

پاڻ پنهنجي هر هڪ خليفي کي هڪ علائقو مخصوص ڪري ڏنو هئائون. پوءِ هي قانون ناهيائون تہ:

- هر خليفو پنهنجي پنهنجي علائقي ۾ تبليغ ڪري.
- خليفي کي لازم آهي تہ پنهنجي تبليغي علائقي ۾ هر مهيني ۾ ضرور وڃي.
- اگر ڪو خليفو ٻئي خليفي کي پنهنجي مدد ۾ سندس جماعت ۾ وٺي وڃڻ چاهي تہ وٺي وڃي سگهي ٿو.
- پر وڃڻ وارو خليفو ان جماعت کي حد جي خليفي ڏانهن راغب ڪندو.
- اگر ڪو نئون ماڻهو ذڪر پڇندو تہ حد وارو خليفو ذڪر ڏسيندو.
- مدد ۾ وڃڻ واري خليفي کي ضروري آهي تہ اهو حد جي خليفي جي تعريف ڪري.
- هر خليفي کي لازم آهي تہ پنهنجي جماعت کي يارهين تي درگاهہ تي وٺي اچي.

**خليفن جي ڪم جي پڙتال:** ڪڏهن ڪنهن يارهين جي موقعي تي پاڻ فرمائيندا هئا تہ هر خليفو پنهنجي جماعت کي قطار ۾ ويهاري. پوءِ سڀ خليفا پنهنجي جماعتن کي قطارن ۾ ڪري ويهاريندا هئا. پوءِ پاڻ نفسِ نفيس اچي انهن جو معائنو ڪندا هئا. پوءِ جنهن جي جماعت گهٽي ڏسندا هئا ان کي شاباس ڏيندا هئا ۽ ان تي وڌيڪ باطني ۽ روحاني توجہ فرمائيندا هئا.

**خليفي غلام جعفر کي لکيل خط :**

ڪين اطلاع ڏنو ويو تہ خليفو غلام جعفر ٻين خليفن جي حد ۾ جلسن تي تقرير ڪرڻ وڃي ٿو، پاڻ ان کي هنن لفظن ۾ خط لکيائون.

بخدمت مولوی جعفر صاحب ! اسلام علیکم

ایسا سماعت میں آیا ہے کہ آپ خلفاؤں کے علاقہ میں جانا چاہتے ہیں واعظ کیلئے۔ عزیزا اپنے علاقہ میں جاؤ اور اپنی جماعت بناؤ اور اب تھوڑا دو دن رہ کر پھر دوسری طرف چلے جاؤ اور اپنے علاقہ میں واعظ سناؤ اور خوب جماعت بناؤ۔ خلفاؤں کی دعوتیں چھوڑ دو۔

لاشیء محمد عبدالغفار فضلی

**خلفاءَ جون ڪاميابيون :** سندن اخلاص جي برڪت هئي ۽ خلفاء جي بهترين تربيت هئي جو اهي جنهن بہ ڳوٺ ۾ ويا ٿي تہ فيض ۽ برڪت جا نغارا وڄائيندا ويا ٿي. جڏهن ٻارهين جي جلسي تي ايندا هئا تہ فوجن جون فوجون جماعت قطاري ايندا هئا. پاڻ ڪڏهن جلسي واري ڏينهن خليفن کي فرمائيندا هئا تہ هر ڪو پنهنجي جماعت جدا قطار ۾ ويهاري. پوءِ جنهن جي جماعت گهڻي هوندي هئي ان کي شاباس ڏيندا هئا. ان جي همت افزائي ڪندا هئا ۽ مٿس مزيد نوري نظر ڪندا هئا.

**خطن جو سلسو :** خلفاءِ ڊگهي سفر تي ويندا هئا تہ انهن کي حڪم هوندو هو تہ تبليغي سفر جو فيض ۽ فائدي جو حال احوال لکن. پوءِ خط ايندا هئا ٿپهري نماز کان بعد هڪ خليفو پڙهندو هو پاڻ ٻڌندا هئا. تبليغي فائدي جي خبر ٻڌي تمام گهڻو سرها ٿيندا هئا.

**حافظ محمد صالح جو خط :** هڪ ڏينهن حافظ محمد صالح جو خط آيو تہ اهو جنگ شاهي ضلعي ٺٽي تبليغ تي ويو اتي ٻارهن سؤ ماڻهو طريقي ۾ داخل ٿيا. اهو ٻڌي پاڻ تمام گهڻو خوش ٿيا. سندن خليفا جتي ويندا هئا تہ ويران مسجدون آباد ٿي وينديون هيون انهن ڳوٺن ۾ ٻچن ٻارن ۾ الله الله جي تنوار جاري ٿي ويندي هئي.

**خدماتِ خلفاءَ :** سندن خلفاء تر پاسي کان وٺي دور دراز علائقن تائين تبليغ لاءِ پهتا ۽ اهي جتي بہ پهچندا ويا اتي تمام وڏو فائدو ٿيندو ويو. ڳوٺن جا ڳوٺ سڌري ويا ذڪر ۾ داخل ٿيندا ويا. خليفہ محمد ابراهيم کي ڪير ٿر موڪليائون. جڏهن اتي پهتو ڪيس چيو ويو هتان جا ماڻهو تمام سخت آهن اڳي هڪ ٻن مولوين کي مار ڪڍي اٿن. چيائين منهنجو بيان تہ ٻڌو. پوءِ اهڙي اثرائتي تقرير ڪيائين جو سارو ڳوٺ متاثر ٿيو. ذڪر پڇيائون. هن کي پوءِ تہ ڇڏن نہ پيا. پورو ڳوٺ ذڪر ۾ داخل ٿيو.

**خليفہ خدا بخش پنجابي :** خط لکيو تہ مان هڪ ڳوٺ ۾ ويس چوڌري تمام سخت هيو. ڪنهن مولوي کي تقرير ڪرڻ ڪونہ ڏيندو هيو. پوءِ مون وڃي تقرير ڪئي تہ بابا اسان پنڻ وارا ناهيون وٺڻ وارا ناهيون ڏيڻ وارا آهيون پوءِ پورو ڳوٺ چوڌري سميت مريد ٿيو.

**خليفو محمد سعيد صاحبِ حال هيو :** سندن باري ۾ فرمايائون: سعيد احمد کي حال ٿيندو آهي. ان تي غيبي اسرار منڪشف ٿيندا آهن ۽ ان جو حال سچو هوندو آهي. ﴿ملفوظات وڳڻ ص 9﴾

**پير غفاري جاهلن کي عالم بنايو:**

**خليفہ مولانا غلام جعفر:** سندس اصل نالو ڦوٽو خان هيو. پير سائينجن جو جڏهن اچي مريد ٿيو تہ پاڻ ان جو نالو بدلائي غلام جعفر رکيائون. وڏو ڏاميش مرد هوندو هيو. ساري عمر ڪيسن ۾ رهيو. خون جا ڪيس مٿس هئا. سنڌي بہ ٽي درجا پڙهيل هيو. پر جڏهن پير مٺا سائين جي مٿس نگاهہ پئي تہ عالم بنجي ويو.

حضرت محبوب الاهي فرمائيندا هئا تہ اسان سان تبليغ ۾ گڏ هليو تہ هر رات ۾ نئون وعظ ڪندو هيو. چوندو هيو مون سان پورو مهينو گڏ هلو تہ هر رات ۾ نئون وعظ ڪندس. جيڪا ڳالهہ هڪ ڀيرو بيان ڪيم سا وري نہ ڪندس.

حضرت پير مٺا سائين ان جي باري ۾ فرمائيندا هئا تہ اسان وٽ پنجاپڪي ۾ ڦوٽو گار آهي. سنڌي ۾ ڦوٽو الائچي کي چوندا آهن. هي منهنجي پير جي نگاهہ آهي جو توهان پوري لاڙڪاڻي جي مولوين کي گڏ ڪيو هيڏهون غلام جعفر کي اٿاريو. سڀ مولوي ان سان پورا نہ پوندا. مولوين جي مٿن کي چڪرائي ڇڏيندو.

**قاضي برهان الدين جي دربار تي:** حضرت مرشد محبوب الاهي فرمايو تہ هڪ ڀيري قاضي برهان الدين (لڳ خانپور) جي دربار تي ماهہ ڀهرئين سومر جو جلسو هيو. مولانا قاضي دوست محمد بلبل سنڌ بہ آيل هيو. اول خليفي غلام جعفر تقرير ڪئي. پاڻ اصلاحي بيان ڪيائين. صالح عملن تي زور ڀريائين ڏاڙهي مڃ رکڻ بابت بيان ڪيائين. ان وقت حضرت علامہ قاضي دوست محمد رحمت الله عليہ جي سونهاري مڃ کان گهٽ هئي. پوري ملڪ ۾ مشهور واعظ هيو. پوءِ ان تقرير ڪئي. تقرير ۾ جوش ۾ چيائين قيامت واري ڏينهن رسول الله ﷺ تن مٺين واري ڏاڙهي وارن سان گڏ ڪونہ هوندا اسان جهڙن گنهگارن سان گڏ هوندا. جڏهن تقرير پوري ڪيائين تہ اچانڪ خليفو غلام جعفر اٿي بيٺو. مائڪ وٺي چيائين اي مولوي! صاحب تون عالم آهين ماڻهن کي عملن صالحن کان باغي بنائين ٿو. تون قيامت واري ڏينهن رسول الله ﷺ اڳيان ڪهڙو جواب ڏيندين. مولانا غلام جعفر اهڙي جوش سان حق بيان ڪيو جو مولانا دوست محمد جي اکين مان لڙڪ وهڻ لڳا. مولانا بلبلِ سنڌ تمام رقيق القلب هوندو هيو.

جڏهن پاڻ تقرير ڪري بس ڪيائين تہ مولانا دوست محمد روئندي دوبارو بيان ڪيو. مولانا غلام جعفر سچ چيو. مون اول جيڪو بيان ڪيو هيو سو نفسانيت جي آڌار تي ڪيم. مان پنهنجا لفظ واپس وٺان ٿو. پوءِ قاضي صاحب سونهاري پوري مٺ رڪائي.

**خليفہ حافظ محمد صالح جو ڪشف :**

خليفي عبدالرحمن جي لکيل ملفوظات مطابق اربع 16 رجب 1380 هہ صبح جو حضرت پير مٺا سائين تقرير فرمائي رهيا هئا تہ حافظ محمد صالح حال واري عرض ڪيو تہ يارهين ڪان بعد ضلع ٺٽي پهتس. مڪلي جو وڏو قبرستان آهي جتي لک ولي آرامي آهن. ان مقام ۾ بہ بزرگ معروف آهن. 1. عبدالله شاهہ اصحابي. 2. مخدوم محمد هاشم ٺٽوي.

آءٌ پن سنگتين سان گڏجي اتي ويس. پهريون عبدالله شاهہ اصحابي جي مزار تي ويس. ان بزرگ جي روح سان ملاقات ٿي. فرمايائون تہ مون کي هزار کان مٿي سال ٿيا آهن. آءٌ ظاهر ڪونہ هئس هن وقت مالڪ جي حڪم سان ظاهر ٿيو آهيان. مگر آءٌ جيڪو حڪم ڪيان ٿو خدمتگار ان جي ابتڙ ڪن ٿا. انهن ۾ هڪ ماڻهو آهي جيڪو مون کان فائدو وٺي رهيو آهي ٻيا خالي آهن. منهنجي طرفان پنهنجي پير مٺا سائين کي سلام چئجو منهنجي توهان کي دعوت آهي پندرهين شعبان تي مهرباني ڪري اچجو. پوءِ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جي مزار تي آيس. اتي اچي سلام ڪيم. اسلام عليڪم يا اهل القبور تہ بزرگ جواب ڏنو و عليڪم السلام يا اهل الذڪر. پوءِ مراقبو ڪيم. فرمايائين مون کي ظاهر ۽ باطن ۾ جو مليو آهي سو علم جي ذريعي نہ پر منهنجي مرشد مون کي نوازي هن مقام تي رسايو آهي. پوءِ فرمايائين هي دؤر نقشبندين جو آهي. مون کي فرمايائين تہ خدا ڪارڻ منهنجي ملڪ وارن کي دعوت ڏيو پنهنجي طريقي ۾ داخل ڪيو. هتي ڪجهہ وقت قيام ڪيو. اوهان جي اچڻ تي آءٌ ڏاڍو خوش ٿيو آهيان. اوهان جي مرشد جي فيض جو ذڪر حضور نبي ڪريم ﷺ جي دربار معليٰ ۾ روز هوندو آهي. اوهان جي مرشد کي نبي ڪريم ﷺ جي دربار ۾ روز ڏسندا آهيون. پوءِ فرمايائين تہ منهنجي مسجد ۾ هڪ وقت نماز جو ادا ڪيو. پوءِ ٻاهر نڪتس تہ نماز ظهر جو وقت هو. پوءِ اتي نماز ادا ڪيم.

﴿ملفوظات ڪاتب مخطوط : ص 87_88﴾

**خليفن کان باز پرس:** حضرت پير مٺا سائين جن شريعت جي معاملي ۾ تمام سخت هوندا هئا. خليفو ڪيترو به قريب ڇو نه هجي ان ۾ اگر ذري برابر شريعت جي خلاف ڳالهه ڏسندا هئا ته سخت لفظن ۾ تنبيهه ڪندا هئا. ائين لڳندو هو ڄڻڪ ان کي سڃاڻندا ئي نه هجن. دين جي معاملي ۾ ڪنهن سان رک رکان ڪونه ڪندا هئا.

**خليفن جي ڪمن جي نگراني:** هڪ ڀيري درگاهه رحمتپور شريف ۾ خليفي عاشق محمد ۽ امير الدين ٻڪري ڪُٺي. ان جو گوشت فقيرن ۾ ورهايو. هڪ فقير ان مان ٻارهن سير گوشت وٺي ننگر ۾ ڏنو. ٻڪري بيمار ۽ ڪراڙي هئي ۽ گوشت ۾ گهڻا ڇيڙا هئا. جڏهن ڪين اها خبر پئي ته تمام گهڻو ڪاوڙيا. اهو جمعو 19 جمادي الثاني 1380 هه جو ڏينهن هو. صبح جو 9 بجي جو وقت هيو. پاڻ ٻنهين خليفن ۽ ٻين خليفن کي پاڻ وٽ اندر تسبيح خاني ۾ گهرايائون. اول ڳالهه جي تصديق ڪيائون پوءِ ٻنهين کي سخت تنبيهه ڪيائون. بيمار ۽ ڪراڙي ٻڪري فقيرن کي ڇو کارائي وئي؟

فرمايائون ذڪر ان لاءِ ڪبو آهي ته دل مرضن کان پاڪ ٿئي. سينو صاف ٿئي دل متوجه الي الله ٿئي دنيا جي محبت من مان نڪري. جيڪڏهن خليفا اهڙو ڪم ڪن ته معلوم ٿيو ته اندر ۾ کوٽ ۽ خرابي اٿن.

امام اعظم ابو حنيفه رحمت الله عليه جي واپاري ڪپڙن ۾ صرف هڪ ٿانُ عيب وارو هيو. غلام کي فرمايائون ته گراهڪ کي ٻڌائجانءِ ۽ هي ٿانُ جدا گهٽ ملهه ۾ وڪڻجانءِ. غلام سڀ ٿانَ هڪ اگهه ۾ کپايا. پاڻ ناراض ٿيا ته تو منهنجو سارو مال مشڪوڪ بنائي ڇڏيو پوءِ اها سڀ رقم خيرات ڪري ڇڏيائون. پوءِ ٻنهين خليفن معافي ورتي ۽ اڳتي لاءِ توبه ڪيائون.

**وعظ ۽ اثر:** فرمايائون وعظ ۾ اثر تڏهن ٿئي ٿو جڏهن مرشد سان نسبت ۽ محبت هجي. اگر اها نه آهي ته سهڻيون تقريرون ۽ عجيب وعظ ته مولوي به ڪن ٿا پر سڌارو اصل نه آهي نه اثر آهي. مخلوق خود بخود ڪو نه ٿي سڌري هي حضرات نقشبندين جو فيض آهي جيڪو خلق کي سڌاري ٿو. اهو فيض ان خليفي کي پهچندو جنهن جو پنهنجي مرشد سان دل جو تعلق قوي هوندو.

**ناراضگي جي معافي:**

پير مٺا سائين ڪڏهن ڪنهن خليفي تي ناراض ٿيندا هئا، پوءِ ان جي توبہ تائب ٿيڻ تي ان کي معاف فرمائي ڇڏيندا هئا. هڪ ڀيري ڪنهن شرعي مسئلي تي خليفي عاشق محمد تي ڪاوڙيا پوءِ اهو معافي طلب ٿيو تہ پاڻ ان کي معاف ڪيائون ۽ ڪيس لکيائون:

*ايں حرکت کہ واقع شدہ است علاج ايں توبہ و انابت است بجناب حضرت حق سبحانہ و تعالیٰ و تقدس۔ عزيزا بندہ بر شما راضی است و دو بارہ حلفاً ميگويم کہ بر تو راضيم مطمئن باشيد بر تو راضيم راضيم و حضرت رب العالمين و نبی کريم علیٰ الہ افضل الصلوات والتسليمات بر شما دائما راضی بودند و باشند آمين۔*

*لاشيء محمد عبدالغفار فضلی*

**ترجمو:** اها حرڪت جيڪا توهان ڪان سرزد ٿي آهي ان جو علاج الله تعاليٰ جي بارگاهہ ۾ توبہ زاري ۽ رجوع ڪرڻ آهي. عزيزا! بنده توهان تي راضي آهي ۽ وري بہ قسم کڻي چوان ٿو تہ توهان تي راضي آهيان تسلي ڪريو توهان تي راضي آهيان، راضي آهيان ۽ حضرت رب العالمين ۽ حضور اڪرم ﷺ توهان تي تمام گهڻو هميشہ راضي آهن ۽ هوندا آمين.

لا شيءِ محمد عبدالغفار فضلي

**سلبِ خلافت (خلافت ڦُري وٺڻ) :**

پاڻ ڪڏهن ڪنهن خليفي ڪان صادر ٿيل ڪنهن شرعي غلطي سبب يا خليفي پاران خلافت جي شرائط جي ڀڃڪڙي سبب انجي خلافت سلب ڪري وٺندا هئا. پوءِ وري ڪن جي خلافت بحال بہ ڪندا هئا تہ ڪن جي خلافت هميشہ لاءِ سلب ڪري ڇڏيندا هئا. سيد صالح شاهہ نور پور واري کي پاڻ خلافت ڏنائون پوءِ خبر پئي تہ شاهہ صاحب حقو پيئي ٿو ان ڳالهہ جي پوري تصديق ڪيائون. پڪ ٿيڻ بعد ان جي خلافت ڦُري ورتائون. پوءِ ان معافي ورتي ۽ سچي طرح تائب ٿيو پوءِ ان جي خلافت بحال ڪيائون. عبد اللطيف پنجابي، امير الدين ۽ حافظ محمد زمان جماعت مان چندو ڪيو انهن جي خلافت هميشہ لاءِ سلب ڪري ڇڏيائون. ان جي خلافت جي ڦري وٺڻ بابت جماعت طرف هن طرح خط لکيائون.

بعد از اسلام علیکم واضح باد سماعت میں آیا ہے کہ عبداللیف پنجابی اور امیر الدین اور حافظ محمد زمان بلوچ اور عبدالعلیم باشندہ رانی پوری اور عبداللہ باشندہ رانی پوری جماعت میں سے چندہ وصول کر رہے ہیں لہٰذا اطلاعاً مرقوم یہ تین شخص مسمیاں مذکور امیر الدین اور عبداللطیف اور حافظ محمد زمان انہوں کی خلافت سلب کی گئی ہے اور مریدیت سے بھی علیحدہ کیا گیا ہے اور یہاں ہر اطراف ونواح آگاہ کیا گیا ہے۔

اور عبدالعلیم اور عبداللہ یہ دونوں مریدیت سے نکالے گئے ہیں اور چندہ اور سوال کرنا اس طریقہ عالیہ نقشبندیہ میں مطلقاً کالحرام متصور کیا گیا ہے اور سوال اور چندہ کرنا یہ بھی علامت فاحشہ اور مبینہ ہے انہوں کے مردود ہونے کا فسوس صد افسوس کہ تم لوگ باوجود علم ہونے کے انوں جنیشوں کو چندہ کیوں دیا۔ اب توبہ کرو اور استغفار کرو انوں رذیلوں اور غداروں کی صحبت سے بچو ورنہ جس عقوبت کے وہ مستحق ہیں تم لوگ بھی اس میں شمار کئے جاؤ گے۔ الحذر الحذر الحذر۔ لاشیء محمد عبدالغفار فضلی

**جماعت طرف بیو خط:**

**(جماعت اہل ذکر کی خدمت میں اطلاعاً مرقوم ہے)**

کہ یہ تین شخص میاں حافظ محمد زمان اور عبداللطیف پنجابی انگریزی خواں اور امیر الدین پنجابی بسبب نافرمانی کے انہوں کی خلافت سلب کی گئی ہے اور یہاں لاڑکانہ میں ہزاروں ہا مجمع میں متنبہ اور مطلع کیا گیا ہے۔ مریدیت اور خلافت کے سلسلہ سے انہوں کو خارج کیا گیا ہے۔ اب یہ تین اور چہارم عبدالعلیم باقندہ اور عبداللہ باقندہ رانی پوریاں ریاست کے انہوں تینوں مامبر دگاں کے ساتھ شامل ہو کر اہلذکر کی جماعت میں سے اس فقیر کا نام کہہ کر چندہ وصول کر رہے ہیں۔ خذلھم اللہ واخذھم اللہ تعالیٰ بنکال الاٰخرۃ والاولیٰ وَلَا یَحِیقُ الْمَکْرُ السَّیِّئُ إِلَّا بِأَهْلِهِ عزیزو یہ فقیر تقریباً چالیس سال سندھ میں تبلیغ کر رہا ہے سوال اور چندہ کو نہایت مذموم سمجھتا ہے کیونکہ سلوک کا یہ مسئلہ ہے کہ مبلغ بے طمع ہو کر تبلیغ کرے ورنہ افادہ اور استفادہ کا باب مسدود ہو جائیگا اور سماعت میں آیا ہے کہ اکاڑا اور ملتان اور۔۔۔۔۔۔ اور مظفر گڑھ اور سٹانواں بکھری وغیرہ وغیرہ ہر ہر اطراف چندہ کی نہایت عرق ریزی اور کوشش فرمارہے ہیں اور ایک خط کراچی والی جماعت سے بھی آیا ہے کہ جھوٹ بول کر تیرا نام کہہ کر وصول کر رہے ہیں۔ لہٰذا اطلاعاً لکھا گیا ہے کہ یہ چند افراد کذاب اور بطال ہیں۔ یہ خلیفہ مولوی خدا بخش ریاست بہاولپوری روانہ ہے اسکی پوری پوری اطاعت کرو اور بے طمع ہو کر آپ کو واعظ سناویگا اور طریقہ ذکر کا بتلاویگا۔ وماعلینا الا البلاغ۔ لاشیء محمد عبدالغفار فضلی

**خلفاءَ جا باهمي تعلقات:** هي حضرت پير مٺا سائين جي تعليمات جو اثر هيو جو سندن خلفاءَ هڪ ٻئي ۾ والهانہ محبت رکندا هئا. هڪ خليفو ٻئي خليفي جي جماعت ۾ ويندو هيو تہ ان جي بيحد تعظيم ،تڪريم ۽ تعريف ڪندو هيو. ان محبت جو اندازو حضرت سهڻا سائين جي هن خط مان لڳائي سگهجي ٿو. جيڪو پنهنجي پير ڀائي خليفي محمد دائود جي پٽ ڪي لکيو اٿن:

**حضرت سهڻا سائين** رحمت الله عليہ **جو خط خليفي محمد دائود جي پٽ ڏانهن**

بخدمت جناب مشفقي مڪرمي ميان عبدالقادر صاحب سلمہ الله تعاليٰ

السلام عليڪم ورحمة الله وبرڪاتہ معلوم باد ڪہ خيريت طرفين عرض تہ توهان هڪ شريف معزز خاندان جنهن قوم جي سربراهي جو اعزاز جا فرد آهيو الحمد لله توهان هڪ بزرگ ڪامل رهنما عظيم والد صاحب مولانا مولوي دائود صاحب جناب حضرت قبلہ عالم قطب الارشاد سلطان الاولياء حضرت قبلہ وڪعبہ خواجہ خواجگان حضرت خواجہ رحمت پوري قلبي وروحي فداه رحمة الله تعاليٰ عليہ جا نائب اتم مقرب خليفہ ۽ خصوصي باوفا عاشق صادق آهن توهان ڪي نصيحت ۽ هدايت ڪئي وڃي ٿي تہ توهان جي زندگي عامي رسمي فقط دنياوي ڪاروبار نہ هجي توهان پوري همت ۽ جرئت دين جي طرف توجہ ڪيو. دنيا جو شغل ڪم ڪافي ڪيو اٿوَ هاڻي صحبت ۽ علم طرف پورو توجہ ۽ ڪوشش ڪيو جو قلبي بصيرت ۽ روشنائي پيدا ٿئي توهان جو والد بزرگوار جو عظيم شخصيت پيشوائي دين ۽

مخلوق جا آهن وڏي عمر جا سن رسيده آهن توهان تعليم تربيت حاصل ڪري تبليغ جماعت جي جوابداري محسوس ڪري ۽ واسطہ فرضي ڪم سمجهو از روءِ خير خواهي توهان کي پنهنجو فرزند سمجهي چند الفاظ بطور خصوصي نصيحت ڪري عرض رکيا ويا آهن اميد تہ ضرور قبوليت ۾ ايندا. والسلام لاشيءِ فقير الہٰ بخش غفاري.

## ٻن خليفن جي ملاقات جو حسين منظر:

بلال فقير پتوجو ڳوٺ ڪلر لڳ ميهڙ واري بيان ڪيو تہ آءٌ ان منظر جو اکين ڏٺو شاهد آهيان. هڪ ڀيري خليفہ حضرت **سهڻا سائين** رحمت الله عليہ جي طبيعت مبارڪ ناساز هئي. پاڻ ڄامشوري اسپتال ۾ داخل هئا. خليفہ حضرت **محبوب الاهي** رحمت الله عليہ کي خبر پئي تہ پاڻ سندن عيادت لاءِ ڄامشورو اسپتال آيا. اول اندر اطلاع ڪيو ويو. پاڻ اجازت عنايت ڪيائون. پوءِ جيئن حضرت محبوب الاهي اندر داخل ٿيا، ٻنهين هڪ ٻئي کي ڏٺو تہ ٻنهين جي اکين ۾ آب جاري ٿي ويو. غفاري غوث جي فيوضات جا وارث لکين ماڻهن جي ايمان ۽ عقيدن جا محافظ الله جا عارف، رسول الله ﷺ جا عاشق ٻئي جڏهن هڪ ٻئي کي ڀاڪر پائي مليا تہ ٻئي زارزار روئي رهيا هئا ۽ گهڻي دير تائين روئندا رهيا. شايد ٻنهين کي رحمتپور وارو دور ۽ گڏ گذاريل گهڙيون ياد اچي ويون هيون. سهڻا سائين رحمت الله عليہ ان وقت شديد جسماني تڪليف ۾ مبتلا هئا. پاڻ فرمايائون اوهان جي مهرباني جو اوهان عيادت لاءِ آيا. پوءِ پاڻ ڪسر نفسي ڪندي فرمايائون مان پنهنجي گناهن جي شامت ۾ مبتلا آهيان. محبوب الاهي رحمت الله عليہ فرمايو : اوهان الله جا پيارا آهيو. رسول الله ﷺ جي حديث آهي تہ الله ڪريم پنهنجي ٻانهن لاءِ اهڙا درجا ٺاهيا آهن جن تي عابد عباتن سان پهچي نہ ٿا سگهن. پر الله جي تڪليفن تي صبر ڪرڻ وارا انهن درجن کي پهچي وڃن ٿا. پوءِ ٻنهين بزرگن جي گهڻي دير پاڻ ۾ ڪچهري ٿي ۽ پاڻ ۾ محبتون ونڊيائون.

*خدا رحمت کند این عاشقانِ پاک طینت را*

## عشق ومحبت ۽ وفاداري و جانثاري جو عجيب منظر:

ڪجهہ ”حُب الوطن من الايمان“ ۽ ڪجهہ فقيرن جو بي قدريون.....

---

لہٖ تعالیٰ سنن أبي داود ـ (ج 8 / ص 334)

حضرت پير مٺا سائين جن واپس پنجاب موٽڻ جو ارادو ڪيو. ريل گاڏيءَ ۾ سيٽون رزرو ڪرايون ويون. اسٽيشن تي سامان آندو ويو. پاڻ اهل و عيال سميت اچي اسٽيشن تي پهتا. فقيرن پنجاب نہ وڃڻ لاءِ ڏاڍيون آزيون ۽ التجائون ڪيون پر ان وقت پاڻ جوش ۽ جلال جي ڪيفيت ۾ هئا. جيڏي مهل ريل گاڏي آئي تہ پاڻ ان ۾ چڙهي ويٺا.

ان وقت فقراءَ بي اختيار دانهون ڪري روئڻ لڳا. فقيرياڻيون باپردهہ روئنديون رڙنديون گهرن مان نڪري اسٽيشن تي پهچي ويون. آزي ۽ نيزاري جو عجيب سماءُ هيو. اسٽيشن تي قيامت جهڙو منظر ٿي ويو. خلفاءَ پنهنجي جماعتن سميت ريل جي پٽڙي تي ريل اڳيان سمهي پيا. ريل گاڏي سيٽيون پئي وڄايون پوليس پريشان هئي. مسافر حيران هئا اهڙو روح راڙي جو منظر انهن اڳ نہ ڏٺو هيو. ڪي فقير پٽڙي تي پيا هئا تہ ڪي وري پانڌ ڳچيءَ ۾ پائي چئي رهيا هئا.

تون سمون آءُ گندري مون ۾ عيب هزار،
ڏسي منهنجا بڇڙا پار متان ماڳر متئين.
تون سمون آءُ گندري مون ۾ عيب لک،
هيٺي منهنجي حال جي توکي سڀ پرک،
ڪارڻ رب الک متان ماڳر متئين.

فقير ۽ فقيرياڻيون مرشد جي جدائي ۽ فراق جو ڀيانڪ تصور ڪندي پاڻ کي اڪيلو ۽ ويڳاڻو محسوس ڪندي روئي رڙي رهيا هئا. درد منجهان دانهون ڪري رهيا هئا. پاڻ سنڌي سڄاڻن جي اها عجيب محبت ڏسي انهن جون آزيون ۽ التجائون ٻڌي، انهن جو اهڙو نماڻو حال ڏسي واپس درگاهہ رحمتپور شريف موٽي آيا. وري واپس وڃڻ جي وائي نہ واريائون، تانجو پنهنجي مدفن لاءِ بہ سنڌ ڌرتي جو انتخاب ڪيائون.

فجزاہ اللّٰہ خیرالجزاءِ عن سائرالمریدین والمحبین

# اسماءِ خلفاءِ ڪرام

**خليفن جو تعداد :** قطبِ عالم حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ جا ڪل خليفا ڪيترا هئا؟ ان جي باري ۾ مختلف اقوال آهن. ڪن چيو تہ سندن ٽي سؤ سٺ خليفا هئا. ڪن چيو هڪ سؤ سٺ هئا. ڪن چيو تہ هڪ سؤ ٽيئيتاليھ هئا. ان باري ۾ اسان جي جاکوڙ جاري آهي. انشاءَ الله خلفاءَ واري ڪتاب ۾ انهن سڀني خليفن جي زندگي جي سوانح پيش ڪئي ويندي. هتي تبرڪاً سندن اسماءِ گرامي پيش ڪيا وڃن ٿا.

| نمبر | نالو | علائقو | موجوده ضلعو |
|---|---|---|---|
| 1. | خليفہءِ اعظم، جانشينِ اول حضرت صاحبزاده خواجہ **خليل الرحمان** نوّرالله مرقدہ | رحمتپور شريف | لاڙڪاڻو |
| 2. | حضرت خليفہ اڪبر **سهڻا سائين** رحمت الله عليہ | الله آباد شريف | ڪنڊيارو |
| 3. | حضرت خليفہ سيد **غلام حسين** شاھ بخاري | قمبر | قمبر شهدادڪوٽ |
| 4. | حضرت خليفہ **نور محمد** رتڙ رحمت الله عليہ | نورپور گمبٽ | خيرپور ميرس |
| 5. | حضرت خليفہ **محبوب الاهي** رحمت الله عليہ | فضل آبادماتلي | بدين |
| 6. | حضرت خليفہ **سيد عبدالله شاھ** رحمت الله عليہ | رحمتپور شريف | لاڙڪاڻو |
| 7. | حضرت خليفہ محمد يعقوب عباسي صاحب | رحمتپور شريف | لاڙڪاڻو |
| 8. | حضرت خليفہ محمد علي ڪوڙراڻي صاحب | رحمتپور شريف | لاڙڪاڻو |
| 9. | حضرت خليفہ محمد صالح پٽو صاحب | لاڙڪاڻو | لاڙڪاڻو |
| 10. | حضرت خليفہ عبدالڪريم منگي صاحب | لاڙڪاڻو | لاڙڪاڻو |
| 11. | حضرت خليفہ سائين ڏنو صاحب | لاڙڪاڻو | لاڙڪاڻو |
| 12. | حضرت خليفہ غلام محمد پٽي صاحب | غريب آباد | لاڙڪاڻو |
| 13. | حضرت خليفہ محمد صديق سنديلو صاحب | حب | لاڙڪاڻو |
| 14. | حضرت خليفہ ميان فضل الله صاحب | سونو جتوئي | لاڙڪاڻو |
| 15. | حضرت خليفہ محمد حسن جهتيال صاحب | عالماڻي | لاڙڪاڻو |

16. حضرت خليفہ محمد ابراهيم جهتيال صاحب عالماٽي لاڙڪاڻو

17. حضرت خليفہ محمد بشير چوهاڻ صاحب نئون ديرو لاڙڪاڻو

18. حضرت خليفہ قاري عبدالحميد قريشي نئون ديرو لاڙڪاڻو

19. حضرت خليفہ احمد بروهي صاحب صاحب جمعوخان بروهي لاڙڪاڻو

20. حضرت خليفہ قاري خان محمد پنهور صاحب نصير آباد لاڙڪاڻو

21. حضرت خليفہ مفتي الله ڏنو جماراڻي صاحب باڊهہ لاڙڪاڻو

22. حضرت خليفہ پير بخش بروهي صاحب باڊهہ لاڙڪاڻو

23. حضرت خليفہ انورالدين فاروقي صاحب باڊهہ لاڙڪاڻو

24. حضرت خليفہ محمد صديق بروهي صاحب وارهہ لاڙڪاڻو

25. حضرت خليفہ غلام رسول چانڊيو صاحب قمبر قمبر شهدادڪوٽ

26. حضرت خليفہ قائم دين صاحب قمبر قمبر شهدادڪوٽ

27. حضرت خليفہ علي گل مغيري صاحب آبڙي قمبر قمبر شهدادڪوٽ

28. حضرت خليفہ محمد صديق بروهي صاحب مسڪين پور قمبر شهدادڪوٽ

29. حضرت خليفہ عبدالحليم صاحب شهدادڪوٽ قمبر شهدادڪوٽ

30. حضرت خليفہ محمد زمان مگسي صاحب بهرام قمبر شهدادڪوٽ

31. حضرت خليفہ مولوي محمد صاحب دوست علي قمبر شهدادڪوٽ

32. حضرت خليفہ خدا بخش سولنگي صاحب ميرڻ ماڇي قمبر شهدادڪوٽ

33. حضرت خليفہ امير بخش مگسي صاحب ڪنيڙ ميرو خان قمبر شهدادڪوٽ

34. حضرت خليفہ رضا محمد چانڊيو صاحب ميرڻ ماڇي قمبر شهداد ڪوٽ

35. حضرت خليفہ الله ڏتہ ڪوسو صاحب غفار آباد ميهڙ دادو

36. حضرت خليفہ سعدالله سومرو صاحب ميرڻ ماڇي قمبر شهداد ڪوٽ

37. حضرت خليفہ حبيب الله سومرو صاحب ميرڻ ماڇي قمبر شهداد ڪوٽ

38. حضرت خليفہ بشير احمد صاحب فقير پور دادو

39. حضرت خليفہ تقي الدين شاهہ صاحب دين پور دادو

40.حضرت خليفه محمد الياس شاهه صاحب اسلام پور دادو

41.حضرت خليفه علي مراد ڪلهوڙو صاحب دين پور دادو

42.حضرت خليفه محمد تقي شاهه صاحب نور پور دادو

43.حضرت خليفه پلي رکيو شاهه صاحب نورپور دادو

44.حضرت خليفه صالح محمد شاهه صاحب اگهاماٽي ميهڙ دادو

45.حضرت خليفه مولا بخش جتوئي صاحب ميهڙ دادو

46.حضرت خليفه مولوي محمد صاحب ميهڙ دادو

47.حضرت خليفه حادل شاهه صاحب چتو واهڻ دادو

48.حضرت خليفه غلام قادر شاهه صاحب پٽيجي ميهڙ دادو

49.حضرت خليفه محمد بروهي صاحب قاضي عارف ميهڙ دادو

50.حضرت خليفه عبدالرحمان ايري صاحب فقير پور دادو

51.حضرت خليفه محمد بخشل سوڍر صاحب ميهڙ دادو

52.حضرت خليفه عبدالله شاهه صاحب ڦلجي دادو

53.حضرت خليفه عبدالله پيچوهو صاحب دادو دادو

54.حضرت خليفه محمد مگٽيجو صاحب دادو دادو

55.حضرت خليفه حافظ محمد صالح سوهو لونگ تنيو ميهڙ دادو

56.حضرت خليفه يار محمد صاحب نئون ڳوٺ ميهڙ دادو

57.حضرت خليفه مولوي محمد مهيسر صاحب پپري ميهڙ دادو

58.حضرت خليفه رحيم داد صاحب پڊل لاڪير دادو

59.حضرت خليفه ولي الله شاهه صاحب راڌڻ دادو

60.حضرت خليفه محمد سليمان ڪلهوڙو مريد لاڪير ميهڙ دادو

61.حضرت خليفه علي محمد تنگا صاحب دادو دادو

62.حضرت خليفه عبدالسلام چانڊيو صاحب قصبو ڪاڇو دادو

63.حضرت خليفه فضل احمد بروهي صاحب فقير پور دادو

| | | |
|---|---|---|
| 64.حضرت خليفه نثار احمد ڪوسو صاحب | فقيرپور | دادو |
| 65.حضرت خليفه در محمد چانڊيو | ميھڙ | دادو |
| 66.حضرت خليفه عبد الڪريم قريشي صاحب | انڙپور | ڄامشورو |
| 67.حضرت خليفه گل حسن جوکيو صاحب | ڪانوڙ | ملير ڪراچي |
| 68.حضرت خليفه ڪريم بخش صاحب | درساٽو چنو | ملير ڪراچي |
| 69.حضرت خليفه مولوي ولي محمد صاحب | ميرپور بٺورو | ٺٽو |
| 70.حضرت خليفه محمد موسيٰ رند صاحب | گولاڙچي | بدين |
| 71.حضرت خليفه امير الدين شاھ صاحب | ماتلي | بدين |
| 72.حضرت خليفه محمد اسماعيل ڏيپر صاحب | ماتلي | بدين |
| 73.حضرت خليفه محمد ايوب چانڊيو صاحب | پراڻو دمبالو | بدين |
| 74.حضرت خليفه عاشق محمد سيال صاحب | طاھر آباد | ٽنڊوالھيار |
| 75.حضرت خليفه محمد علي بوزدار صاحب | طاھر آباد | ٽنڊو الھيار |
| 76.حضرت خليفه نصير الدين شاھ صاحب | طاھر آباد | ٽنڊو الھيار |
| 77.حضرت خليفه الله بچايو صاحب | جھول | سانگھڙ |
| 78.حضرت خليفه نور محمد صاحب | ڪوٽ لالو | نواب شاھ |
| 79.حضرت خليفه الله بخش صاحب | ڪوٽ لالو | نواب شاھ |
| 80.حضرت خليفه عبدالرحمان وڳڻ صاحب | الله آبادڪنڊيارو | نوشھروفيروز |
| 81.حضرت خليفه نبي بخش ھمائو صاحب | محبت ديرو | نوشھروفيروز |
| 82.حضرت خليفه بخش علي صاحب | ڪنڊيارو | نوشھروفيروز |
| 83.حضرت خليفه شفيع محمد ڪوريجو صاحب | شھمير ديرو | نوشھروفيروز |
| 84.حضرت خليفه خير محمد ڪلھوڙوصاحب | ڪنڊيارو | نوشھروفيروز |
| 85.حضرت خليفه غلام قادر ميمڻ صاحب | مورو | نوشھروفيروز |
| 86.حضرت خليفه محمد يوسف چنه صاحب | محراب پور | نوشھروفيروز |
| 87.حضرت خليفه غلام جعفر سھتو صاحب | ڪوٽڙي ڪبير | نوشھروفيروز |

| | | |
|---|---|---|
| 88.حضرت خليفه علي گوهر شاه صاحب | مٺياڻي مورو | نوشهروفيروز |
| 89.حضرت خليفه خدا بخش سومرو صاحب | سھڙا مورو | نوشهروفيروز |
| 90.حضرت خليفه محمد يوسف صاحب | گمبٽ | خيرپورميرس |
| 91.حضرت خليفه وڏيرو محمد علي پتي صاحب | فيض پورڪنمب | خيرپورميرس |
| 92.حضرت خليفه رحمت الله صاحب | راڻي پور | خيرپورميرس |
| 93.حضرت خليفه محمد دائود شر صاحب | ٽري ميرواهه | خيرپورميرس |
| 94.حضرت خليفه مير محمد شر صاحب | ٽري ميرواهه | خيرپورميرس |
| 95.حضرت خليفه نورالدين شر صاحب | ٽري ميرواهه | خيرپورميرس |
| 96.حضرت خليفه عطا محمد موجائي صاحب | پير وسڻ | خيرپورميرس |
| 97.حضرت خليفه عبدالڪريم ڪليري صاحب | ڪھڙا | خيرپورميرس |
| 98.حضرت خليفه پير بخش ڪليري صاحب | ڪھڙا | خيرپورميرس |
| 99.حضرت خليفه سبحان بخش صاحب | روهڙي | سکر |
| 100. حضرت خليفه محمد ابراهيم صاحب | ڳڙهي ياسين | شڪارپور |
| 101. حضرت خليفه عبدالواحد صاحب | باگو پتوڏهرڪي | گھوٽڪي |
| 102. حضرت خليفه خاوند بخش صاحب | باگو پتو ڏهرڪي | گھوٽڪي |
| 103. حضرت خليفه ڪريم بخش صاحب | اوچ شريف | پنجاب |
| 104. حضرت خليفه اميرالدين صاحب | مظفرڳڙه | پنجاب |
| 105. حضرت خليفه حبيب الرحمان صاحب | سناوان ڪوٽ ادو | پنجاب |
| 106. حضرت خليفه سردار احمد صاحب | بچيڪي | فيصل آباد |
| 107. حضرت خليفه محمد بخش صاحب | قلات | بلوچستان |
| 108. حضرت خليفه محمد سليمان صاحب | ڪيرٿر | بلوچستان |
| 109. حضرت خليفه عبدالحئي صاحب | بنگال | هندستان |
| 110. حضرت خليفه جلال الدين صاحب | ايران | ايران |
| 111. حضرت خليفه مولانا منير احمد بمبئي | | ڀارت |

112. حضرت خليفه الله ورايو پير صاحب ڳڙهي خيرو جيڪب آباد
113. حضرت خليفه محمد سعيد صاحب ملتان پنجاب

## مراڪزِ غفاريه

قطبِ عالم حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليه هڪ ڏينهن فرمايو هيو ته: ”هينئر هي فيض هڪوڻ آهي، منهنجي وڃڻ کان پوءِ پيٺو چوڻٽو ٿيندو“. الله جي ولين جو ڪلام سچو هوندو آهي. الحمد لله هن وقت فضلي غفاري فيض پوري پاڪستان ۾ ان کان علاوه دنيا جي ڪيترن ملڪن ۾ ڦهلجي چڪو آهي.

ڪيئي درگاهون خانقاهون آهن جيڪي سلسله جي اشاعت ۾ شب و روز مصروفِ عمل آهن. خليفن جا صاحبزادا، صاحبزادن جا صاحبزادا، خليفن جا خليفا ، هر علائقي ۾ ڪم ڪري رهيا آهن. غفاريت جي نسبت سان سوين مدرسا قائم آهن جتي هر سال عالم فاضل، قاري، خطيب، معلم ، مدرس، مقرر، پيدا ٿي رهيا آهن.

غفاري مراڪز شب وروز ماڻهن جي اصلاح عقائد ۽ اصلاح احوال جو تعميري ڪم ڪري رهيا آهن. ماڻهن جي دلين ۾ حُبِ الاهي عشقِ رسول ﷺ جي شمع ڪي روشن ڪرڻ ۾ ڀرپور ڪوششون ڪري رهيا آهن. اللهم زد فزد .

### 1. دربار رحمتپور شريف ۽ ان سان منسلڪ مراڪز

**مرڪز المراڪز:** اُم المراڪز الغفاريه ، باب الفيوضات، دار الارشاد ، منبع ولايت، مصدر اولياءَ، مرڪز صلحاء دربار عاليه **رحمتپور شريف** لاڙڪاڻو. جيڪا قطبِ عالم حضرت پير مٺا سائين ڪريم جو قائم ڪيل مرڪز آهي. جنهن لاءِ پاڻ فرمايائون هي آستانو قيامت

تائين قائم هوندو. هن وقت سندن پڙ پوٽا حضرت سائين خواجه محمد عبد الغفار عرف **پير مٺا سائين ثاني** سجاده نشين آهن.

**شاخون:** پوري دنيا ۾ جتي به غفاري دربارون آهن سي سڀ هن مرڪز جون شاخون آهن.

- **مرڪزي دربار** رحمپتپور شريف ۾ هر اسلامي مهيني جي ڏهين جي شام يارهين جي رات ماهوار مجلس ٿيندڙ آهي.
- قطبِ عالم پير مٺا سائين رحمت الله عليه جو ساليانو عرس هر سال اٺين شعبان المعظم جي شام نائين جي رات ٿيندڙ آهي.
- رئيس العلماء حضرت خواجه محمد خليل رحمت الله عليه جو ساليانو عرس مبارڪ ستين ذوالقعد جي شام اٺين جي رات ملهايو ويندو آهي.
- حضرت خواجه مظهر جان جانان رحمت الله عليه جو ساليانو عرس مبارڪ هر سال تيرهين رمضان المبارڪ جي شام چوڏهين جي رات ملهايو ويندو آهي.
- هر سال ستاويهين رجبي ، پندرهين شعبان ، ستاويهين رمضان جون راتيون عظيم الشان شب بيدارين جون مجلسون ملهايون وينديون آهن.
- **عورتن جي مجلس:** دربار شريف جي موجوده سجاده نشين مد ظله جي والده ماجده مخدومه محترمه جي تبليغي ڪاوشن جو مظهر دربار شريف تي هر جمعي جي ڏينهن عورتن ۾ محفلِ ذڪر ۽ محفلِ نعت ٿيندي آهي. ان ۾ امان سائڻ صلواة التسبيح پڙهائيندي آهي ۽ عورتن کي نصيحت فرمائيندي آهي.
- حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليه جي لختِ جگر، نورِ نظر مخدومه محترمه بيبي امة الڪريم سائڻ وٽ درگاهه غريب آباد ۾ به محفل ٿيندڙ آهي.

**ان کان علاوه:** حضرت سائين پير مٺا سائين ثاني ڪافي جاين تي ماهانه ۽ ساليانه محفلون به ملهائيندا آهن. انهن مان مکيه هي آهن:

- ڪراچي ايوب ڳوٺ ۾ ربيع الاول آخري آچر ۽ مختلف مواقع تي مجلسون ڪندا آهن.
- جامعه مسجد حنفيه ماڙيپور ڪراچي.
- اورنگي ٽائون نزد قطر هاسپيٽل ڪراچي.

- ڪورنگي ڪراچي پيٽائي ڪالوني ۾ مختلف مواقع تي پاڻ روحاني عرفاني مجلسون ملهائيندا آهن.




## 2. درگاهه حسين آباد شريف قمبر:

هي روحاني اصلاحي غفاري مرڪز **حضرت سيد غلام حسين شاهه بخاري** مدظله العالي جو قائم ڪيل آهي. جنهن جي نگراني خود فرمائي رهيا آهن.

- هتي هر هفتي جمعي نماز تي هڪ عظيم اجتماع ٿيندو آهي.
- هر سال ڏهه محرم الحرام تي شهداء ڪربلا جو عظيم الشان ڏهاڙو ملهائيندا آهن.
- پندرهن شعبان جي رات عظيم الشان شب بيداري ملهائيندا آهن.
- ربيع الاول جو آخري جمعه ميلاد مصطفيٰ ﷺ جي روح پرور مجلس ٿيندي آهي جنهن ۾ ماڻهن جو هڪ سمنڊ ڇوليون هڻندي نظر ايندو آهي.

سنڌ پنجاب بلوچستان ۽ سرحد پوري پاڪستان ۾ سندن مريدين متعلقين جو حلقو ڏينهون ڏينهن وسيع ٿي رهيو آهي. اللهم زد فزد.

سندن خدمات جو مزيد بيان ڪتاب جي ٻئي جلد ۾ پڙهندا.

**3. دربار الله آباد شريف ۽ ان سان منسلڪ مراڪز**

هي دربار قطبِ عالم حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليه جي وفادار جانثار خليفي حضرت خواجه الله بخش عرف سهڻا سائين رحمت الله عليه جو قائم ڪيل آهي. هن وقت سندن نورِ نظر لختِ جگر حضرت خواجه محمد طاهر عرف **سڄڻ سائين** مدظله العالي سجاده نشين آهن. هن دربار جو مرڪز الله آباد شريف ڪنڊيارو آهي ۽ پوري پاڪستان ۾ توڙي ٻاهرين ملڪن ۾ هن مرڪز جون گهڻيون شاخون مصروفِ عمل آهن. جن جو تفصيل انشاءَ الله هن ڪتاب جي ٻئي حصي "تذڪرة الخلفاءِ الغفارية" ۾ ڪيو ويندو. مختصراً هي ته:

1. **مرڪز:** درگاهه الله آباد شريف ڪنڊيارو هر انگريزي مهيني جو پيو آچر محفل ظهر ڪان مغرب تائين.
2. درگاهه فقير پور شريف راڏڻ هر انگريزي مهيني جو پيون جمعو جو ڏينهن.
3. طاهر آباد شريف ٽنڊو الهيار ساليانو پروگرام ۽ مختلف مواقع تي ٿيندڙ پروگرام.
4. اصلاح المسلمين ٿول پلازه ڪراچي : انگريزي مهيني جو پهريون آچر.
5. المرڪز الروحاني : مهاجر ڪيمپ، خليفه غلام نبي.
6. مرڪز روحاني : عجمان اسٽيل ٽائون .

## 4. درگاهه مسڪين پور

هي دربار حضرت خليفه خواجه محمد صديق بروهي شهدادڪوٽ وارن جي قائم ڪيل آهي. هينئر سندن فرزند حضرت سائين حضور بخش گادي نشين آهن.

1. درگاهه مسڪين پور شهدادڪوٽ هر اسلامي مهيني جي16جي شام 17 جي رات

2. درگاهه احسن پور نوري آباد سپر هاءِ وي سالیانو پروگرام اسلامي مهيني جو پهريون آچر ملهائنيدا آهن.
3. درگاهه رحيم آباد حب چوڪي بلوچستان. هر اسلامي ماهه ڇهين جي شام ستين جي رات سائين جن جو وڏو پٽ حضرت مولانا هادي بخش ملهائيندا آهن.

**.5**

**دربار فضل آباد شريف ۽ ان سان منسلڪ مراڪز**

هي دربار حضرت خليفه خواجه محمد الاهي بخش انصاري المعروف **محبوب الاهي** رحمت الله عليه جي قائم ڪيل آهي. هن وقت سندن دربار جي نوڪري ۽ خدمت جي سعادت هن فقير ، حقير، ڪمتر، بدتر ڪرم الله (هن ڪتاب جي لکڻ واري ناچيز) جي ذمي آهي.

هن وقت دربار جو هڪ مرڪز ۽ چار شاخون سرگرمِ عمل آهن.

1. **مرڪز:** درگاهه فضل آباد شريف ماتلي آهي جتي هر اسلامي مهيني جي 23 جي شام 24 جي رات روحاني مجلس ٿيندي آهي.
2. درگاهه ڪرمپور شريف دادو جتي هر اسلامي مهيني جي 11 جي شام 12 جي رات.
3. درگاهه دلبر آباد شريف مورو هر اسلامي مهيني جو پيون آچر ڏينهن جو.
4. درگاهه جامعه مدينة العلم صالح آباد لڳ دمبا ڳوٺ ملير ڪراچي هر اسلامي مهيني جو ٽيون آچر ڏينهن جو ڏهين بجي کان شام عصر تائين. نيز خواتين ۾ به مجلس ٿيندي آهي.
5. ڳوٺ لاهوري لڳ خير پور ناٿن شاهه پيرِ طريقت حضرت خليفه محمد حسين مدظله هر اسلامي مهيني جي اٺتيهين جي رات محفل ملهائيندا آهن.

**.5**

**دربار عاليه نور پور شريف ۽ ان سان منسلڪ مراڪز**

هي دربار حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليه جي منظور نظر خليفي، حضرت سائين خواجه نور محمد رتڙ رحمت الله عليه جي قائم ڪيل آهي. هن وقت سندن گادي نشين حضرت سائين حضور احمد مدظله آهن.

1. درگاهه نور پور شريف گمبٽ ۾ هر مهيني ڏهين جي شام يارهين رات .
2. درگاهه روهڙي شريف ۾ هر اسلامي مهيني جو ٽيون جمعه ملهائيندا آهن.
3. هر اسلامي مهيني جو آخري جمعه غالب نگر روڊ لاڙڪاڻو ۾ ملهائيندا آهن.

## مراڪز غفاريه:

4. خليفه محمد صديق بروهي نور آباد واره لاڙڪاڻو.
5. حضرت خليفه سعد الله سومرو دبئي .
6. حضرت خواجه الله ڏنه جي درگاه غفار آباد شريف ميهڙ هر ماهه ائين تاريخ.
   نيز سندن درگاهه اويس پور ڪشمور ۾ به آهي. جتي به پروگرام ٿيندا آهن.
7. حضرت خواجه خليفه محمد علي رحمت الله عليه درگاهه فيض پور ڪنب . ماهوار چوڏهين
8. ٻي درگاهه ماڙي پور ڪراچي جتي هر اسلامي مهيني جي 27 جي رات.
9. حضرت خواجه خليفه حبيب الرحمان رحمت الله عليه درگاهه سناوان شريف هر اسلامي مهيني جي 11 جي رات. سندن ٽي مرڪز ٻيا به آهن.
   - درگاهه ملتان شريف هر اسلامي مهيني جو پهريون آچر شام بعد نماز مغرب.
   - گلزين ڪالوني ملتان ۾ هر اسلامي مهيني جو ٻيون آچر شام.
   - درگاه مچن آباد ضلع بهاؤلنگر دينالخورد ضلع اوڪاڙه.
10. حضرت خواجه خليفه سبحان بخش (بيدل ثاني) قريشي. درگاهه بيدل بيڪس روهڙي ماهه پهريون جمعه جي شام.
   - واعظ واري روهڙي هر مهيني جي پهرين تاريخ جي رات.
11. حضرت خواجه خليفه محمد دائود بشر رحمت الله عليه درگاهه عاليه دائوديه ٽري ميرواه هر مهيني جي 14 جي رات.

12. خليفہ عبدالسلام چانڊيو سم ڪاڇو دادو، هن وقت سندن فرزند مولانا عبد الستار آهن، جيڪي ديني خدمتون سرانجام ڏئي رهيا آهن. پاڻ سم ڪاڇو دادو ۾ هر اسلامي مهيني جو آخري جمعو ڪندا هئا.

13. حضرت خواجہ خليفہ محمد يوسف چنہ غفاري مسجد چنہ محلا محرابپور هر اسلامي مهيني جي 15 جي رات شام 16 جي رات.

هتي خلفاءِ غفاريہ ۽ مراڪزِ غفاريہ جو اجمالي ذڪر آندو ويو آهي.

انشاءَ الله ايندڙ ڪتاب ۾ سڀني خليفن جي جامع سوانح پيش ڪئي ويندي.

**فيضِ غفاري بطريقہ اُويسي:**

هڪڙن خوشنصيبن قطبِ عالم حضرت پير مٺا سائين رحمت الله عليہ کان روبرو اچي فيض حاصل ڪيو سلسلي جا اسباق حاصل ڪيا وري ائين بہ ٿيو جو پاڻ غائبانہ طرح ماڻهن کي خوابن ۾ اچي بيعت ڪري سلسلي جي تڪميل ڪرايائون.

حضرت خليفہ ڪريم بخش ڪراچي وارن بيان ڪيو تہ ڪين هڪ شخص سفيد ريش نيڪ صورت ۽ نيڪ سيرت ڪراچي جي هڪ مسجد ۾ مليو ان چيو تہ منهنجو اويسي طريقو آهي. مون کي لاڙڪاڻي واري حضرت صاحب سارو سلوڪ پورو ڪرايو آهي پوءِ حضرت جن جو پورو حليہ لباس قد قامت بيان ڪيائين.

**ڪير ولوڙيندي جذبو:**

هن فقير سان هڪ ثقہ ماڻهو بيان ڪيو تہ اسان جي پاڙي ۾ هڪ فقيرياڻي هئي. صبح جو ڪير پئي ولوڙي تہ پاڙي واري هڪ عورت جيڪا روزانہ ڪانئس لسي وٺڻ ايندي هئي ان چيس تہ امان بہ ڏينهن تون ڪونہ هئينءَ. ڪير واري فقيرياڻي چيو ادي اسان پنهنجي مرشد پير غفاري جي جلسي تي يارهين شريف تي ويا هئاسين. مائي چيو امان مرشد وٽ ڇا لاءِ ويا هيئو؟. چيائين ادي فيض محمدي وٺڻ. چيائين وٺي آيئو؟ چيائين هائو. ان مذاق ڪندي چيو تہ ادي پلا جيڪو مرشد کان فيض وٺي آئي آهين ان مان ذرو مون کي بہ ڏينديءَ؟ چيائين ادي هائو ڇو نہ. منهنجو پير ڪامل سخي آهي. پوءِ ڪير جي چاڏي کي ڇڏي ان کي چيائين ادي مٿو رئي سان ڍڪ منهن بہ ڍڪ پوءِ فقيرياڻي چيو ”الله“ تہ

ان پاڙيسرڻ به چيو الله ۽ ڪيس جذبو ٿي ويو پوري گهر ۾ ٺڪاءُ ٿي ويو. جڏهن هوش آيس تہ پڇيائونس ادي توکي ڇا ٿي ويو؟ چيائين ادي جيڏي مهل منهن ڏٺم ۽ فقيرياڻي الله ڪيو تہ ڏٺم هڪ سهڻي صورت وارا جوان ڪُلي تي پڳ ٻڌل هئس اهو ظاهر ٿيو. ان کي ڏسڻ سان مون کي جذبو وڃي ويو. پوءِ اها عورت نمازڻ ۽ ديندار ٿي وئي.

